سنڌ جي بهادر نياڻي

# شهيد بينظير ڀٽو

جي نالي



جنم: 21 جون 1953 ، ڪراچي
شهادت: 27 ڊسمبر 2007 ، راولپنڊي

سانوڻ گهڙي سيڪا، هيءَ سَرهي سياريءَ
ٿنُ وڏائين تارَ ۾، ارواح جي آريءَ
مُحبتي ماريءَ، ڪونهي داڏُ درياهه ۾.
(شاهه)

## خاص اداريو

چون ٿا تہ هن کي گولي لڳي... گولي تہ سيني کي ماريندي آهي، پر اهو پهريون ڀيرو هو جڏهن ڪا خبر سيني کي ماري وئي... هڪ خبر، جيڪا سڄيءَ سنڌ کي ماري وئي. ماڻهو جيئرا هئا، پر جيئرن ۾ نہ هئا. جيڪي گهرن ۾ هئا، انهن چاهيو پئي تہ گهرن کان ٻاهر نڪري سينہ ڪوبي ڪجي، ماتم ڪجي ۽ جيڪي گهرن کان ٻاهر هُئا، انهن جي دل گهريو پئي تہ گهر پهچي، ڳوڙها هارجن. سُڏڪا ڀرجن ۽ ڪنهن ڪنڌ ۾ ويهي، پنهنجو پاڻ سان تعزيت ڪجي.

هر اندر ۾ تڏو وڇايل هو ۽ اُن تڏي تي هُن جي يادن جا هُجوم هئا. هر اک ڀنل هئي ۽ هر اک ۾ هن جو ئي عڪس هو... زندگي بي معنيٰ ڪيئن ٿيندي آهي؟ ماڻهو اهو فقط هن جي شهادت کان پوءِ ئي سمجهي سگهيا. ماڻهن کي جيئڻ بي مقصد لڳو اجايو لڳو. هوءَ جيڪا بظاهر، ڪنهن جي ڪجهہ بہ نہ هئي، سا ئي تہ چڻ ماڻهن جي سڀ ڪجهہ هئي. هوءَ ساهہ هئي ۽ ويساهہ بہ هئي ۽ اهو سڀ ڪجهہ هڪ گوليءَ جي نظر ٿي ويو... هڪ گولي چڻ تہ سنڌ جي سموري قافلي کي لٽي وئي ۽ ان قافلي مٿان هڪ شامِ غريبان لهي آئي. سنڌ جو اهو قافلو ڪو پهريون ڀيرو نہ لٽيو ويو آهي، پر اهو قافلو 89 ۾ بہ لٽيو ويو هو. ان مٿان شامِ غريبان 89 ۾ بہ لٿي هئي... سنڌ جي جهوليءَ ۾ شهادت جو گلاب 28 سال اڳ بہ ڪريو هو ۽ ساڳيءَ شاخ جو ٻيو گلاب بينظير جي صورت ۾ هاڻي ڪريو آهي. بينظير جيڪا اُنن سالن کان پوءِ هوا جي ڪنهن وڻندڙ جهُوٽي وانگر آئي ۽ اک ڇنڀ ۾ سدائين لاءِ هلي وئي. قومن جا هيروز ائين ئي هوندا آهن.... ائين ئي ايندا آهن، ائين ئي فتح ڪندا آهن ۽ ائين ئي هليا ويندا آهن، پر ڪنهن سرهي ۽ وڻندڙ هوا جي جهوٽي جيان تازگيءَ جو نہ مرندڙ احساس سدائين لاءِ ڇڏي ويندا آهن. سنڌ جا ماڻهو هن کي سدائين ڀٽائيءَ جي سورمي ماروئيءَ سان ڀيٽيندا هئا... ماروي، جنهن لوئيءَ جي لڄ رکي، پنهنجي ماروئڙن جو ڳاٽ اوچو ڪيو. بينظير بہ شهيد ٿي سنڌ جو ڳاٽ اوچو ڪري وئي آهي. ماروي ڀٽائيءَ جي سورمي هئي ۽ بينظير سنڌ جي سورمي آهي، الائي ڇو سنڌ جي سورمي، ڀٽائيءَ جي سورمي کان قدآور ٿي لڳي.

هوءَ جڏهن جلسن ۾ ويندي هئي، تڏهن نعرا لڳندا هئا "ماروي ملير جي." هوءَ ملير جي ماروي هئي يا نہ پر هوءَ سنڌ جي بينظير ضرور هئي ۽ ممڪن آهي، صديون گذرڻ کان پوءِ جڏهن سنڌ ۾ ڪا ٻي سورمي پيدا ٿي، تڏهن هن لاءِ نعرا لڳن: "بينظير سنڌ جي".

بينظير سنڌ جي هئي، سنڌ بينظير جي آهي ۽ "سارنگا" جو هيءُ پرچو سنڌ جي ان ئي بي مثال نياڻيءَ ڏي منسوب ڪجي ٿو جيڪا سنڌ جو ويساهہ بہ هئي، تہ ساڃاهہ بہ هئي، جيڪا راهہ بہ هئي ۽ رهنما بہ هئي، جيڪا اسان جي ڪجهہ بہ نہ هوندي، سڀ ڪجهہ هئي. اياز لکيو هو تہ "موت تہ سيني کي ماريندو آهي، افسوس انهن تي آهي، جن کي زندگي ماري ٿي." ۽ اهي سڀ جيڪي سنڌ جي هن هٿين خالي نياڻيءَ جي شهادت واري سازش ۾ شريڪ آهن، انهن کي يقينن سنڌن زندگي ماري رهي هوندي... پر هوءَ سدائين امر رهندي ۽ سنڌ لاءِ اتساهہ جو اهڃاڻ رهندي.

(منظور ميراڻي)

# اَول اَول

بايوڊيٽا



نعمت کلهوڙي جو هڪ يادگار اسڪيچ

# سارنگا


جلد: پهريون
شمارو: پهريون (سيارو)
سال: 2008
ٽائيٽل: موهن مدهوش
اي ميل: info@sarangaa.com
ويب سائيٽ: www.sarangaa.com
ويب ڊيزائينر: علي حسن ملاح
ڏس پتو: پهرين منزل، گلزار ماڙي، شاهه لطيف ڪتاب گهر،
حيدرچوڪ، حيدرآباد
موبائل: 0092 333 2746344
ڇپائيندڙ: اياز علي گائنچو
ڇپيندڙ: آڪاش پرنٽنگ پريس، حيدرچوڪ، حيدرآباد
ڪمپوزنگ: انٽيل ڪميونيڪيشنز حيدرآباد فون: 2721172
قيمت: 100 روپيا
ساليانو چندو: 400 روپيا (عام ٽپال)
500 روپيا (ڪوريئر ذريعي)

**SARANGAA**
Volume:1
Issue: First (Winter)
Year: 2008
Editor: ***Ishaq Samejo (Hon.)***
e-mail: editor@sarangaa.com
website: www.sarangaa.com
Address: First Floor, Gulzar Marhi,
Shah Latif Kitab Ghar, Hyderchowk,
Hyderabad-71000, Sindh, Pakistan.
Mobile: +92 333 2746344
Publisher: Ayaz Ali Gaincho
Composing: Intel Communications,
Hyderchowk, Hyderabad, Sindh.
Price: Rs. 100-00


---

## • ڪچلاسَر

(اداريو)

■ فن بہ زندگيءَ وانگر ڳولا ۽ دريافت جو سفر آهي. اها ڳولا ۽ دريافت انهن مسرتن، حسناڪين ۽ ڪائناتن جي آهي، جن کان انساني سماج پنهنجي ڪمزورين، اوڻائين يا نابينائيءَ سبب محروم رهندو آيو آهي- يا جيڪي زندگيءَ جي پهچ ۽ رَسائيءَ کان اڃا تائين پري رهيون آهن. ان ڪم کان علاوه ڪلا يا آرٽ جيڪو ٻيو فرض ادا ڪري ٿو سو داخل ۽ خارج جي تخليقي ترجماني يا فنڪارانہ اظهار آهي، جنهن وسيلي هڪ سماج جي ڌڙڪنن کي بہ ٻڌي سگهبو آهي ۽ ان جي روح جي سُر تائين رَسائي سولي ٿي پوندي آهي. سنڌي ادب ۽ فن بہ هر سچي ادب ۽ فن وانگر، هر زماني ۾ پنهنجن ماڻهن جي خوابن، جذبن ۽ تمنائن جي ترجمانيءَ جو حق ادا ڪندو رهيو آهي ۽ ايئن هڪ وسيع پسمنظر ۾ اهو سنڌ جي ٽڪ جي رليءَ مثل ڪلچر جو هڪ حسين ۽ دلڪش حصو رهيو آهي. باوجود ان جي، وقت ۽ حالتن جي ڌَز رکي رکي، ان جي صورت کي ڌنڌلائڻ جو ڪم ڪندي رهي آهي. "سارنگا" ان ڌُنڌ ۽ ڌَز کي ڌوئي، سنڌ جي آرٽ، ادب ۽ ڪلچر جي اصل ۽ روشن صورت اجاگر ڪرڻ جو هڪ خواب آهي. سڀ خواب ساپيان جو منهن بہ ناهن ڏسي سگهندا ۽ نہ ئي هر ساپيا جي عمر خوابن جي عمر وانگر طويل ٿيندي آهي، پر پوءِ بہ محبت، مسڪراهٽ ۽ معصوميت وانگر خوابن جي پنهنجي حسناڪي ٿئي ٿي ۽ ساپيا کي ماڻڻ جو بہ پنهنجو لطف آهي. البتہ هن خواب جي ساپيان کي سدائين قائم رکڻ لاءِ، اسان کي اوهان جو سهڪار سدائين گهربل رهندو.

■ اهو سوال قطعي بہ بي معنيٰ نہ آهي، تہ لڳ ڀڳ 20 سنڌي پرچن جي موجودگيءَ ۾، هڪ وڌيڪ سنڌي پرچي جي ڪهڙي ضرورت هئي؟ ۽ هن پرچي نڪرڻ پٺيان اهڙو ڪهڙو خاص مقصد آهي، جنهن کي سنڌيءَ جا ٻيا رسالا پورو نہ پيا ڪن ۽ ان جي آڌار تي، سارنگا جو نڪرڻ جستيفاءِ ڪري سگهجي؟ تہ ڳالهہ قطعي بہ وڏي ڪونهي، بلڪل اسان جي دعوي وانگر. اسان جا چپ دعوائن کان خالي ۽ دليون خواهشن سان ڀريل آهن. اسين اها دعوي نٿا ڪري سگهون، تہ اسان ادبي دنيا ۾ مروج ڪلچر، هڪ تنگ نظر ۽ ڪٽر روايتي ماحول، بند گهٽيءَ جهڙي سماج کي هڪدم تازگيءَ جي احساس سان ڀري ڇڏينداسين، قدرن جي غيرمعمولي تبديلي آڻي سگهنداسين، سماج تي قابض مريضانہ روين، سوچن ۽ نظرين جي اسٽيٽسڪو کي ٽوڙي سگهنداسين، موجود نظامِ حيات جي ڪايا پلٽي ڇڏينداسين، سماج ۾ ڪم ۽ ڪارڪردگيءَ جي تضحيڪ روڪي سگهنداسين يا ڪردار جي آيل زوال کي ٻُڏڻ کان بچائي وٺنداسين... بلڪل اها دعوي نٿا ڪري سگهون... ڇو تہ زمانن جون بيماريون بہ زمانن جي مسلسل رياضتن ۽ ڪوشش کان پوءِ ئي قابلِ علاج بڻجي سگهنديون آهن. ٻيو تہ سڪتي دعوي بي پاڙيءَ ول وانگر ٿيندي آهي ۽ اسان وٽ تہ دعوائن جي رسم بہ ڪنهن ويا وانگر ڦهليل آهي، جنهن جا پنهنجا "مُضر

اثرات" آهن. سو اسين بلاشڪ اهو سڀ ڪجهہ نٿا ڪري سگهون. پر ان جو خواب تہ ڏسي سگهون ٿا ۽ ان خواب جي ساڀيان لاءِ وس آهر ڪوشش تہ ڪري سگهون ٿا؟ "سارنگا" ان ئي خواب ۽ ڪوشش جي هڪ عام عملي صورت سمجهڻ کپي.

■ "اها سارنگا وري ڇا آهي؟" هيءَ اهو پهريون جملو هو جيڪو "سارنگا" جي ايڊيٽوريل بورڊ پاران پرچي جو نالو تجويز ٿيڻ کان پوءِ مختلف دوستن ۽ ادبي حلقن وٽان ٻڌڻ لاءِ مليو هو. "سارنگ" ۽ "سارنگا" ايئن ئي آهن. جيئن "ميگهہ" ۽ "ميگهنا" – يا جيئن "عورت" ۽ "مرد" يا جيئن "هيرو" ۽ "هيروئن". سارنگا تہ وري آهي ئي ٿر سان لاڳاپيل هڪ الف ليلائي قصن جهڙي ديس ننگرپارڪر ۽ ڏنڊڪتائي جبل ڪارونجهر جي ڪڇ ۾ جنم وٺندڙ هڪ لوڪ رومانوي داستان جي هيروئن . "سڏونت ۽ سارنگا" جو قصو ٿر جي لوڪ ۽ رومانوي قصن ۾ نهايت دلفريب، پُر ڪشش ۽ منفرد حيثيت جو مالڪ آهي، جنهن کي ڊاٽڪيءَ جي لوڪ ٽوڙي ٿر سان لاڳاپيل جديد سنڌي شاعرن نهايت پُر اثر انداز ۾ ڳايو آهي. پارڪر جَين مت جو مرڪز رهيو آهي ۽ اڪيلو مذهب جين مت ئي آهي، جنهن جي چوويهن پيغمبرن مان يارهون پيغمبر شري آنشا ناٿ. جيڪو عيسوي سن کان بہ پندرهن سئو سال اڳ جو آهي، تنهن جو تعلق پارڪر سان هو. چون ٿا تہ سارنگا بہ هڪ جَيني سيٺ پرم شاهہ جي ڌيءَ هئي، جنهن جي دل جو پاند ننڍپڻ ۾ ئي پاري ننگر تي راڄ ڪندڙ هڪ راجا ساليواهن جي پٽ سَڏونت سان اٽڪيو هو ۽ ايئن هنن جي محبت هڪ لوڪ قصي جي شڪل اختيار ڪري ورتي هئي. ٿر بابت لکيل بيحد حسين ڪتاب "پراڻو پارڪر" ۾ منگهارام اوجها هن قصي متعلق هڪ ڊاٽڪي دوهو نقل ڪيو آهي، جيڪو سارنگا جي زباني چيل آهي ۽ جنهن جو واسطو قصي جي ان حصي سان آهي، جيڪو سارنگا جي اُجين جي هڪ واپاري روپا شاهہ سان شاديءَ کان پوءِ اُجين ڏانهن اسهڻ متعلق آهي:

پاراٽي ڙا رائيڪا، تارو ڏُوڌ ڍوراٽو جاءِ،
سڏونت آئي ايم کهي، سارنگا روتي جاءِ

(اي پارڪر جا ريباري، تون اکيون ڦاڙي نہ نهار. ڏس تہ تنهنجو ڪير هارجي رهيو آهي. مهرباني ڪري، سڏونت اچي تہ چئجانس، سارنگا روئندي پئي ويئي.)

■ "سارنگا" شخص ۽ ذاتي لڳ لاڳاپن کان مٿانهون ٿي سنڌيءَ جي حقيقي آرٽ، ڪلچر ۽ ادب کي اتساهڻ روشن خيال، جدت پرئي ۽ تجربي جو ساهَس ساريندڙ تخليقن کي همٿائڻ، هند ۽ سنڌ جي سنڌي ادب وچ ۾ موجود سَنڌن کي گهٽائڻ، ترجمن وسيلي پنهنجي ادب جو دامن وسيع ڪرڻ، بهتر ۽ مثبت تنقيدي روايت کي اڳتي وڌائڻ ۽ اديب ۽ فنڪار جي عزت افزائيءَ لاءِ وس آهر ڪردار ادا ڪرڻ جو عزم رکي ٿو.

اسان وٽ اوهان جي محبتن ۽ سهڪار جي اهڙي ئي اهميت آهي، جهڙي ڪنهن سَلي يا ٻوٽي وٽ پاڻيءَ جي ٿيندي آهي.

– اسحاق سميجو



# زندگيءَ جو مختصر فلئش بيڪ

جاويد اختر

ترجمو: خالد آزاد

ماڻھو جڏھن پنھنجي باري ۾ لکندا آھن تہ سڀ کان اڳ اھو ٻڌائيندا آھن تہ اھي ڪھڙي شھر جا رھواسي آھن؟ مان ڪھڙي شھر کي پنھنجو شھر چوان....؟ پيدا ٿيڻ جو ڏوھہ گواليار ۾ ڪيم، پر ھوش سنڀاليم لکنئو ۾. پھريون ڀيرو ھوش وڃايم علي ڳڙھہ ۾، پوءِ ڀوپال ۾ رھي ڪجھہ ھوشيار ٿيس ۽ بمبئي اچي ڪيترن ئي ڏينھن تائين ھوش جائيتو رھيو. ھاڻي ائين ٿا ڪريون تہ مان پنھنجي زندگيءَ جو ھڪ ننڍڙو فليش بيڪ جوڙي ٿو وٺان، ان سان اوھان جو ڪم يعني پڙھڻ آسان ٿي پوندو ۽ منھنجو ڪم بہ يعني لکڻ.

شھر لکنئو. ڪردار: منھنجو نانو ناني، ٻيا گھر وارا ۽ مان. منھنجي عمر اٺ سال آھي. بابو بمبئي ۾ آھي ۽ امان قبر ۾. سمورو ڏينھن پنھنجي پاڙ سان گڏ گھر جي اڱڻ ۾ ڪرڪيٽ کيڏندو آھيان. شام جو ٽيوشن پڙھائڻ لاءِ ھڪ پوائتي شڪل جو ماستر ايندو آھي. کيس پندرھن روپيا ماھوار ڏنا ويندا آھن. (اھا ڳالھہ چڱيءَ طرح ياد آھي، جو روز ٻڌائي ويندي آھي) صبح جو خرچ ڪرڻ لاءِ اڌ آنو ۽ شام جو ھڪ آنو ڏنو ويندو آھي. ان لاءِ پئسي جي ڪا حوس ڪانھي. صبح جو رام لعل واڻيي جي دڪان تان رنگين ڪتمنڙا وٺندو آھيان، ۽ شام جو سامھون فٽ پاٿ تي وڪامندڙ چاٽ تي پئسا وڃائيندو آھيان. عيش ئي عيش آھن. اسڪول کلي ويا آھن. منھنجي داخلا لکنئو جي مشھور اسڪول ڪالون تعلقي دار ڪاليج ۾، ڇھين ڪلاس ۾ ڪرائي وئي ٿي. اڳ ھتي رڳو تعلقي دارن جا پٽ پڙھايا ويندا ھئا. ھاڻي مون جھڙن گھٽ ذات وارن کي بہ داخلا ملي ويندي آھي. اجا بہ گھڻو مھانگو اسڪول آھي. منھنجي في 17 روپيا مھينو آھي. (اھا ڳالھہ بہ چڱيءَ طرح ياد آھي، جو روز...... چڙيوس ڪٽي) منھنجي ڪلاس ۾ ڪيترائي ڀار گھوڙي ٻڌي ايندا آھن. اھي سمورا امير گھراڻن جا لاڏلا آھن.

وڻن ڪيڏا نہ سُٺا سُٺا سوئيٽر آهن. هڪڙي وٽ تہ فائونٽين پين بہ آهي. سمورا ٻار رسيس ۾ اسڪول جي ڪينٽين تان اُنهن آني جا چاڪليٽ وٺندا آهن. (هاڻي فٽ پاٿ واري چاٽ سٺي نٿي لڳي). ڪالهہ ڪلاس ۾ راڪيش چيو پئي تہ سندس ڏيڏي کيس پڙهڻ لاءِ انگلينڊ موڪليندو. ڪالهہ منهنجي ناني پئي چيو: "اڙي نياڳا! مئٽرڪ پاس ڪري وٺ تہ ڪنهن ٽپال گهر ۾ مُهرون هڻڻ جي نوڪري تہ ملي ويندئي." اُن عمر ۾، جڏهن ٻارڙا ريل گاڏي هلائڻ جو خواب ڏسندا آهن، مون فيصلو ڪري ڇڏيو هو تہ وڏو ماڻهو ٿيندس.

**شهر علي ڳڙهہ، ڪردار:** منهنجي ماسي، ٻيا گهر وارا ۽ مان. پنهنجي ننڍي ڀاءُ کي لکنئو ۾ ناني جي گهر ۾ ئي ڇڏيو اٿن ۽ مان پنهنجي ماسيءَ جي حصي ۾ آيو آهيان، جيڪا هاڻي علي ڳڙهہ اچي وئي آهي. چڱو ئي تہ ڪيو اٿن. ٻن يتيم ٻارن کي ڪو بہ هڪ گهر تہ نٿو پالي سگهي. منهنجي ماسيءَ جي گهر جي سامهون پري پري جيستائين نظر وڃي ٿي، وڏو ميدان آهي. ان ميدان کان پوءِ اسڪول آهي. نائين ڪلاس ۾ آهيان، عمر 14 سال آهي. علي ڳڙهہ ۾ سيءَ جهڙا ٿڌا نہ پوندا آهن. ڇهريون ڪلاڪ سٽين، وڃي هوندو آهي. مان اسڪول وڃي رهيو آهيان. آڏو ڇاڦوءَ جي ڏار جهڙي ٿڌي ۽ تيز هوا لڳي رهي آهي. خبر ئي نٿي پوي تہ ڇهرو پنهنجي جاءِ تي آهي يا هوا ۾ نڪ يا ڪَن ڪيڇي ويا آهن. هونئن، پڙهائيءَ ۾ تہ نڪ وڃجند رهندو آهي. خبر ئي ناهي ڪيئن، بس پاس ٿيندو پيو اچان. هن اسڪول ۾، جنهن جو نالو منٽو سرڪل آهي، منهنجي داخلا ڪرائيندي منهنجي ماسڙ، استاد کي چيو: "هن جو خيال رکجو دل پڙهائيءَ ۾ گهٽ، فلمي گانن ۾ وڌيڪ لڳندي اٿس." دليپ ڪمار جي "اُڙن کٽولا" ۽ راج ڪپور جي "شري چار سؤ ٻيس" ڏسي چُڪو آهيان. ڪيترائي فلمي گانا ياد آهن، پر گهر ۾ فلمي گانا ڳائڻ تہ ڇا پر ٻڌڻ بہ منع آهي. ان لاءِ اسڪول مان واپس ايندي وڏي آواز سان ڳائيندو ايندو آهيان. (معاف ڪجؤ اسڪول ويندي مهل تہ ايترو سيءُ هوندو آهي جو رڳو پڪا راڳ ئي ڳائي سگهبا آهن). منهنجو اسڪول يونيورسٽي ايريا ۾ آهي. منهنجي دوستي اسڪول جي ٻن ٽئن ڇوڪرن کان سواءِ، گهڻو ڪري يونيورسٽيءَ جي ڇوڪرن سان آهي. مون کي وڏن ڇوڪرن وانگي هوٽلن تي ويهڻ سٺو لڳندو آهي. اڪثر اسڪول مان ڀڄي ويندو آهيان. اسڪول مان دانهون ايندڙيون آهن. ڪيترائي ڀيرا گهر وارن هٿان مار کاڌي اٿم، پر ڪو بہ فرق نہ پيو اٿم. اسڪولي ڪتابن سان دل نہ لڳي سو نہ لڳي، پر ناول گهڻا پڙهندو آهيان. ڏڙڪا ملندا آهن، پر تڏهن بہ پڙهندو آهيان. يونيورسٽيءَ ۾ جڏهن بہ بيت بازي جا مقابلا ٿيندا آهن، مان پنهنجي اسڪول پاران ويندو آهيان، ۽ هر ڀيري ڪيترائي ايوارڊ کٽي ايندو آهيان. يونيورسٽيءَ جا سمورا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون مون کي سڃاڻندا آهن. ڇوڪرا مون کي سڃاڻيندا آهن، مون کي ان جي خوشي آهي، ڇوڪريون مون کي سڃاڻديون آهن، ان جي ڪجهہ وڌيڪ خوشي ٿيندي آهي. هاڻي مان ڪجهہ وڏو ٿي ويو آهيان.

مان پندرهن سالن جو آهيان ۽ زندگيءَ ۾ پهريون پيرو ڪنهن ڇوڪريءَ کي خط لکي رهيو آهيان. منهنجو دوست ٻبلو منهنجي مدد پيو ڪري. اسان ٻئي گڏجي اهو خط لکون ٿا. ٻئي ڏينهن هڪ خالي پيڊ منٽن ڪورٽ ۾ اها ڇوڪري ملندي آهي ۽ همت ڪري مان ڪيس خط ڏيئي ڇڏيندو آهيان. هي منهنجي زندگيءَ جو پهريون ۽ آخري پريم پتر آهي. (ان خط ۾ ڇا لکيو هئم، وسري ويو آهي. پر اها ڇوڪري اڄ تائين ياد آهي). مئٽرڪ ڪان پوءِ علي ڳڙهه ڇڏي رهيو آهيان. منهنجي ماسي ڏاڍو روئي پئي، ۽ مون وارو ماسڙ ڪيس پرچائڻ ۾ پورو آهي. ڇوپس پيو ته تون ائين پئي روئين ڄڻ هي ڀوپال نه پر جنگ جي ميدان تي وڃي رهيو آهي. (ان وقت نه هُو ڄاڻندا هئا ۽ نه ئي مان ته سچ پچ مان جنگ جي ميدان ڏانهن ئي ته وڃي رهيو هئس).

شهر ڀوپال، ڪردار: اڻ ڳڻيا مهربان، ڪيترائي دوست ۽ مان. علي ڳڙهه مان بمبئي ويندي منهنجي پيءُ مون کي ڀوپال يا ڪٿي ائين سمجهو ته اڌ رستي ۾ ئي ڇڏي ڏنو. ڪي ڏينهن پنهنجي ويڳي ماءُ جي گهر رهيو آهيان، پوءِ اهو به هليو ويو آهي. صوفيه ڪاليج ۾ پڙهان ٿو ۽ دوستن جي سهاري رهان ٿو. دوست، جن جي فهرست ٺاهڻ ويهان ته ٽيليفون ڊائريڪٽريءَ ڪان به ٿلهو ڪتاب ٺهي وڃي. اڄڪلهه بي. اي سيڪنڊ ايئر ۾ آهيان. پنهنجي دوست اعتزاز سان گڏ رهندو آهيان، هُو پڙهندو آهي ۽ ٽيوشن پڙهائي گذارو ڪندو آهي. ڪرايو هُو ئي ڏيندو آهي، مان ته بس رهندو آهيان. ڪيس سڄيءَ سنگت "ماستر" ڪوٺيندي آهي. منهنجو ساٿس ڪنهن ڳالهه تي جهيڙو ٿي پيو آهي. ڳالهائڻ ٻولهائڻ بند آهي. تنهنڪري مان اڄڪلهه ڪانئس پئسا نه وٺندو آهيان. آڏو ديوار تي ٽنگيل سندس پينٽ مان ڪڍي وٺندو آهيان. يا هُو شريف ماڻهو بنا ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي پاڻ تي منهنجي سيرانديءَ روپيو به روپيا رکي هليو ويندو آهي.

مان بي اي فائينل ۾ آهيان. هن ڪاليج ۾ هي منهنجو ڇوٿون سال آهي. ڪڏهن به في نه ڏني اٿم. ڪاليج وارن به ڪڏهن نه گهري آهي. اهو شايد صرف ڀوپال ۾ ئي ٿي سگهي ٿو. ڪاليج جي چوديواريءَ ۾ هڪ خالي ڪمرو آهي، جيڪو پڻ مون کي مفت ۾ ڏنو ويو آهي. جڏهن ڪلاس ختم ٿئي ٿو مان ٻه چار بينچون ڪٺي ڪمري تي رکندو آهيان ۽ انهن تي پنهنجو هنڌ وڇائي ڇڏيندو آهيان. بيو سڀ خير آهي، پر بينچن ۾ مُنگهڻ گهڻا آهن. جنهن هوٽل تي اوڌر جي ماني کائيندو هُئس، سا مون جهڙن مفت خورن کي ماني کارائي کارائي نيٺ بند ٿي وئي آهي ۽ ان جي جاءِ تي جوتن جو دُڪان کلي ويو آهي. هاڻي ڇا کائجي؟ بيمار آهيان، اڪيلو آهيان، ڏاڍو بخار آهي ۽ بڪ ان ڪان به وڌيڪ! ڪاليج جا به ڇوڪرا، جن سان منهنجي معمولي ڄاڻ سڃاڻ آهي مون لاءِ ٽفن ۾ ماني کڻي آيا آهن. منهنجي ٻنهي سان دوستي نه آهي، پوءِ به .... عجيب بيوقوف آهن، پر مان ته وڏو چالاڪ آهيان، ڪين پتو ئي نٿو پوڻ ڏيان ته ٻنهي جي وڃڻ ڪان پوءِ مان روئيندس! مان ٺيڪ ٿي ويندو آهيان، هُو ٻئي منهنجا سٺا دوست ٿي ويندا آهن. مون کي ڪاليج ۾ ڊبيٽ ۾ حصو وٺڻ جو شوق ٿي پيو آهي. پوين ٽن سالن کان ڀوپال روٽري ڪاليج جي ڊبيٽ جو انعام کٽندو پيو اچان. انٽر ڪاليجز ڊبيٽ جون

ڪيتريون ئي ٽرافيون مون کٽيون آهن. وڪرم يونيورسٽيءَ پاران دلي يوٿ فيسٽول ۾ بہ حصو ورتو ائم. ڪاليج ۾ بہ پارٽيون آهن ۽ اليڪشن ۾ ٻئي پارٽيون مون کي پنهنجي پاران تقرير لاءِ چوندي يون آهن. مون کي اليڪشن سان نہ پر رڳو ڳالهائڻ سان مطلب آهي. ان ڪري مان ٻنهي پارٽين پاران تقريرون ڪندو آهيان.

ڪاليج ۾ مليل ڪمرو بہ ڇڏائجي ويو آهي. هاڻي مان مشتاق سنگهہ سان گڏ رهندو آهيان. مشتاق سنگهہ نوڪري ڪري ٿو ۽ پڙهي بہ ٿو. هُو ڪاليج جي اردو ايسوسيئيشن جو صدر آهي. مان نهايت سٺي اردو ڄاڻندو آهيان. هُو مون کان بہ وڌيڪ اردو ڄاڻي ٿو. مون کي ڪيترائي شعر ياد آهن. هُن کي مون کان بہ گهڻا شعر اچن ٿا. مان پنهنجن گهر وارن کان سواءِ رهندو آهيان. هُن کي گهر وارا آهن ئي ڪونہ! ڏسو! هڪ ڪم ۾ هُو مون کان اڳتي آهي. سال کن کان وٺي هُو مون سان اٿي ۽ لٿي جي بنياد تي دوستي نڀائي رهيو آهي. يعني ماني بہ هُو کارائيندو آهي ۽ ڪپڙا بہ هُو وٺي ڏيندو آهي. پڪو سردار آهي. پر مون لاءِ سگريٽ وٺڻ سندس ئي ذميواري ۾ اچي ٿو.

هاڻي مان ڪڏهن ڪڏهن شراب بہ پيئڻ لڳو آهيان. اسان ٻئي رات جو ويٺا شراب پي رهيا آهيون. هو مون کي ورهاڱي ۽ ان زماني جي فسادن بابت ٻڌائي رهيو آهي. هو ننڍڙو هو پر کيس چڱيءَ طرح ياد آهي تہ ڪيئن دليءَ جي قرول باغ ۾ ٻن مسلمان ڇوڪرين کي تهڪندڙ تيل جي ڏيڳ ۾ وڌو ويو هو ۽ ڪيئن هڪ مسلمان ڇوڪري کي...! چوانس ٿو: "مشتاق سنگها! تون ڇا ٿو چاهين جو مون کي هڪ ڪلاڪ کان وٺي اهڙا قصا ٻڌائي مسلم ليگي ڪندين ڇا؟ ظلم جي اها تاڙي ٻنهي هٿن سان وڳي هئي. هاڻي ڪجهہ ٻئي پاسي جي بہ ڪا واردات ٻڌاءِ نہ!" مشتاق سنگهہ کلڻ لڳندو آهي: "چڱو ٻڌايانءِ ٿو. آپ بيتي ٻڌايان يا جڳ بيتي". وراڻيانس ٿو. "آپ بيتي". ٻڌائي ٿو: "منهنجو ڪٽنب يارهن ماڻهن تي ٻڌل هو ڏهہ منهنجين اکين آڏو قتل ڪيا ويا....!"

مشتاق سنگهہ کي اردوءَ جا ڪيترائي شعر ياد آهن. مان مشتاق سنگهہ جي ڪمري ۾ هڪ سال کان وٺي، پر اها ڳالهہ مون کي سمجهہ ۾ نہ آئي آهي. مشتاق سنگها توکي انهن ماڻهن ڪيئن ڇڏي ڏنو تو جهڙا چڱا ماڻهو پلي ڪهڙي بہ ذات يا مذهب ۾ پيدا ٿيا هجن. سدائين سوليءَ تي چاڙهيا ويا آهن. تون ڪيئن بچي وئين!؟

اُڄڪلهہ هُو گلاسڪو ۾ آهي. جڏهن اسان ٻئي ڌار پئي ٿياسين تہ مون سندس ڪڙو ڪانٺس وٺي پنهنجي ڪرائيءَ ۾ پائي ڇڏيو هو ۽ اهو اڄ تائين منهنجي هٿ ۾ پاتل آهي. جڏهن بہ سندس باري ۾ سوچيندو آهيان، ائين لڳندو آهي تہ هو منهنجي آڏو آهي ۽ چئي رهيو آهي

بہت ناکامیوں پر آپ اپنی ناز کرتے ہیں،
اَبھی دیکھی کہاں ہیں آپ نے ناکامیاں میری،

شهر بمبئي. ڪردار: فلم انڊسٽري، دوست، دشمن ۽ مان. 4 آڪٽوبر 1964ع مان بمبئي جي سينٽرل اسٽيشن تي لٿو آهيان. هاڻي هن عدالت ۾ منهنجي زندگيءَ جو فيصلو ٿيڻو آهي. بمبئي اچڻ جي ڇهن ڏينهن کان پوءِ پيءُ جو گهر ڇڏڻو پيو ٿو.

ڪيسي ۾ 27 پئسا آهن. مان خوش آهيان سوچيان ٿو ته ڪڏهن زندگيءَ ۾ 28 پئسا به ڪيسي ۾ اچي ويا ته مان فائدي ۾ هوندس ۽ دنيا گهاٽي ۾.

بمبئيءَ ۾ به سال پيا ٿين. نه رهڻ لاءِ جاءِ آهي نه کائڻ لاءِ ڪجهه. هونءَ ته هڪ ننڍي فلم ۾ سؤ روپيا ماهوار تي ڊائيلاگ لکي چُڪو آهيان. ڪڏهن ڪٿي اسسٽنٽ بڻجي ويندو آهيان. ڪڏهن ڪو هڪ اڌ ننڍو وڏو ڪم ملي پوندو آهي پر اڪثر اهو به نه ملندو آهي. هڪ پروڊيوسر جي دفتر ۾ پنهنجا پئسا وٺڻ آيو آهيان. جنهن پنهنجي فلم جي لاءِ مون کان ڪاميڊي سين لکرايا هئا (اهي سين ان مشهور ليکڪ جي نالي سان ئي فلم ۾ ايندا. جيڪو هي فلم لکي رهيو آهي). آفيس بند آهي. واپس باندرا وڃان ٿو. جيڪو ڪافي پري آهي. ڪيسي ۾ پئسا به ايترا آهن جو يا ته بس جي ٽڪيٽ وٺان. يا وري ڪجهه کائي وٺان. پر پوءِ پيدل واپس وڃڻو پوندو. پڳڙا وٺي ڪيسو ڀريان ٿو ۽ پيدل سفر شروع ڪئي ٿو. ڪوهه نور ملز جي گيٽ آڏو گذرندي سوچيان ٿو ته شايد سڀ ڪجهه بدلجي ويندو پر هي گيٽ ته اتي ئي رهندو. هڪ ڏينهن ان گيٽ آڏو پنهنجيءَ ڪار ۾ گذرندس....! هڪ فلم ۾ ڊائلاگ لکڻ جو ڪم مليو آهي. ڪجهه سين لکي ڊائريڪٽر جي گهر وڃان ٿو. هو ويٺو ناشتي ۾ انناس کائي رهيو آهي. سين وٺي پڙهي ٿو ۽ سمورا ڪاغذ واپس منهنجي بوٽ تي هٽي ٿو ۽ فلم مان ٻاهر ڪيندي مون کي ٻڌائي ٿو ته مان زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ليکڪ نه ٿي سگهندس. ساڙيندڙ اُس ۾ هڪ روڊ تي هلندي، مان پنهنجي ساڄي اک مان وهي آيل هڪ لڙڪ. ماٺ ماٺ ۾ اگهي ڇڏيان ٿو ۽ سوچيان ٿو ته هڪ ڏينهن ان ڊائريڪٽر کي ڏيکاريندس ته مان.....! پوءِ نه ڄاڻ ڇو اهو خيال آيم ته ڇا هي ڊائريڪٽر ناشتي ۾ روزانو انناس کائيندو آهي؟

رات جا شايد ٻه ٿيا هوندا. بمبئيءَ جي برسات..! لڳي ٿو آسمان مان سمنڊ اٿلي پيو آهي. مان ڪار اسٽيشن جي پورٽيڪو ڏاڪڻين وٽ. هڪ ڪمزور بلب جي ڪمزور روشنيءَ هيٺان ويٺو آهيان. پر ۾ ئي هن آنڌي طوفان کان اڻڄاڻ تي ڄڻا اگهور ننڊ ۾ سُتا پيا آهن. پريان ڪُنڊ ۾ هڪ مينهن ۾ پُسيل ڪتو ڏڪي رهيو آهي. برسات..! لڳي ٿو هاڻي ڪڏهن به نه بيهندي. پري پري تائين اونداهن رستن تي وڏ ڦڙو وسي رهيو آهي. خاموش عمارتن جون روشنيون ڪڏهوڪيون اجهامي چڪيون آهن. ماٺهو پنهنجن پنهنجن گهرن ۾ سُتا پيا آهن.هن ئي شهر ۾ منهنجي پيءُ جو به گهر آهي. بمبئي ڪيڏو نه وڏو شهر آهي پر مان ڪيترو نه ننڍڙو آهيان. ڇڻ ته ڪجهه به نه ماٺهو ڪيتري به همت رکي ڪڏهن ڪڏهن ڏاڍو خوف ٿيندو آهي!

مان هاڻي سال کن کان وٺي ڪمال اسٽوڊيو (جيڪو هاڻي نٽ راج اسٽوڊيو آهي) ۾ رهندو آهيان. چوديواري اندر ڪٿي نه ڪٿي سمهي پوندو آهيان. ڪڏهن ڪنهن ورانڊي ۾ ڪڏهن ڪنهن وڻ هيٺان. ڪڏهن ڪنهن بئنچ تي ته ڪڏهن ڪنهن ڪاريڊور ۾. هتي مون جهڙا ڪيترائي بي گهر ۽ بي روزگار رهندا آهن. انهن مان ئي هڪ جڳديش آهي. جنهن سان منهنجي دوستي ٿي ويندي آهي. هو روزانو هڪ نئين

ترڪيب ٺاهيندو آهي ته ماني ڳپو ڪٽان ۽ ڪيئن ملي سگهي ٿو اڄ داروُن ڪير ۽ چو پياري سگهي ٿو.... جڳديش خراب حالتن ۾ جيئڻ کي هڪ آرٽ ٺاهي ورتو آهي.

منهنجي جاڻ سڃاڻ انڌيري اسٽيشن جي فٽ پاٿ تي هڪ سيڪنڊ هينڊ ڪتاب وڪڻڻ واري سان ٿي وئي آهي. ان لاءِ ڪتابن جي ڪا به کوٽ نه آهي. سڄي سڄي رات، چوديواري اندر جتي به جاءِ ملندي آهي. ويٺو پڙهندو آهيان. دوست ٺوڪون ڪندا آهن ته جيڪر مان ايتري گهٽ روشنيءَ ۾ ايترو وڌيڪ پڙهندو رهندس ته جلد انڌو ٿي ويندس. اڄڪلهه هڪ ڪمري ۾ شمهڻ جو موقعو ملي ويو اٿم. اسٽوڊيو جي ان ڪمري ۾ چئني پاسن کان وڏيون وڏيون الماريون رکيل آهن. جن ۾ فلم "پاڪيزه" جا ڪاسٽيوم رکيل آهن. مينا ڪماريءَ ڪمال صاحب کان ڌار ٿي وئي آهي ان لاءِ فلم جي شوٽنگ بند آهي.

هڪ ڏينهن مان هڪ الماري جو خانو کوليان ٿو ان ۾ فلم ۾ استعمال ٿيندڙ پراڻي قسم جا جوتا ۽ چپلون پريون پيون آهن. گڏوگڏ مينا ڪماريءَ جا ٽي فلم فيئر ايوارڊ به پيا آهن. مان انهن ايوارڊن کي چنبڙي ڦوڪي الڳ ڪري رکان ٿو. مون زندگيءَ ۾ پهريون پيرو ڪنهن فلم فيئر ايوارڊ کي ڇُهي ڏٺو آهي. روزانو رات جو ڪمرو بند ڪري، اها ٽراني هٿ ۾ کڻي آئيني آڏو اچي بيهندو آهيان ۽ سوچيندو آهيان ته هي ٽرافي جڏهن مون کي ملندي ته تاڙين سان گونجندڙ ان هال ۾ ويٺل ماڻهن ڏانهن ڏسي مان ڪيئن مسڪرائيندس ۽ ڪيئن هٿ ملائيندس! ان کان اڳ جو مان ڪو فيصلو ڪريان، اسٽوڊيو جي بورڊ تي لڳل نوٽيس آڏو ايندو آهي جنهن تي لکيل آهي ته "جيڪي ماڻهو اسٽوڊيو ۾ ڪم نٿا ڪن، اهي اسٽوڊيو جي چوديواريءَ ۾ نٿا رهي سگهن." جڳديش ٻيهر مون کي هڪ ترڪيب ٻڌائي ٿو ته جڏهن رهڻ لاءِ ڪا به جاءِ نه ملندي آهي ته اسان مها ڪاليءَ جي غفائن ۾ وڃي رهندا آهيون (مها ڪالي انڌيري کان اڳتي هڪ علائقو آهي، جتي هاڻي هڪ ڳتيل آبادي ۽ ڪمالستان اسٽوڊيو آهي. ان زماني ۾ اتي صرف هڪ روڊ هيو، جهنگ هيو ۽ ننڍيون ننڍيون پهاڙيون هيون. جتي ٻڪشوئن جون جوڙيل غفائون هيون. جيڪي اڄ به موجود آهن. تن ڏينهن ۾ اتي چرس ۽ گانجو پيئندڙ ساڌو پيا هوندا هئا) مها ڪاليءَ جي غفائن ۾ مڇر ايڏا وڏا آهن جو انهن کي چڪ هڻڻ جي ضرورت نه پوندي آهي اوهان جي جسم تي رڳو اچي ويهن ته اک کلي پوندي. هڪ ٿي رات ۾ اها ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي ته هتي چرس پيئڻ بنا ڪو به سمهي نه سگهندو. ٽي ڏينهن جيئن تيئن ڪري گذاريان ٿو. باندره ۾ هڪ دوست پاڻ سان گڏ رهڻ لاءِ سڏي وٺي ٿو. مان هاڻي باندرا وڃي رهيو آهيان. جڳديش چوي ٿو ته هڪ اڌ ڏينهن ۾ هُو به ڪيڏانهن هليو ويندو. (جڳديش سان اها منهنجي آخري ملاقات هئي. ايندڙ سالن ۾ زندگيءَ مون کي ڪٿان ڪان ڪٿي ڪٿي وٺي، پر ڪو يارهن سالن کان پوءِ اتي ٿي، انهن ئي غفائن ۾ چرس ۽ گانجو پيئندي مري ويو ۽ اتي رهندڙ ساڌوئن ۽ پرپاسي جي جڳهين ۾ رهندڙ ماڻهن چندو ڪري سندس ڪريا ڪرم ڪيو قصو ختم! مون کي ۽ سندس ٻين دوستن کي سندس موت

جي خبر بہ گھڻي دير سان ملي. مان اڪثر سوچيندو آهيان تہ مون ۾ ڪهڙا لعل گوهر آهن ۽ جڳديش ۾ ڪهڙي خرابي هئي. اهو بہ ٿي پئي سگهيو جو تن ڏينهن کان پوءِ جڳديش کي ڪنهن دوست پاڻ وٽ باندرا گهرائي ورتو هجي ها ۽ مان پويان انهن غفائن ۾ رهجي وڃان ها. ڪڏهن ڪڏهن سڀ ڪجهہ اتفاق لڳندو آهي. اسان ماڻهو نيٺ ڪهڙيءَ ڳالهہ تي گهمنڊ ڪندا آهيون!)

مان باندرا ۾ جنهن دوست سان گڏ هڪ ڪمري ۾ اچي رهيو آهيان، اهو پيشيور جوئاري آهي. هُو ۽ سندس بہ ساٿي جوئا ۾ پتا لڳائڻ ڄاڻندا آهن ۽ مون کي بہ سيکاري ڇڏيندا آهن. ڪي ڏينهن ساڻن گڏ تاش جي پتن تي گذارو ڪندو آهيان. پوءِ اهي بمبئيءَ مان هليا ويندا آهن ۽ مان اُتي جو اتي! هاڻي ايندڙ مهيني هن ڪمري جو ڪرايو ڪير ڏيندو؟ هڪ مشهور ۽ ڪامياب ليکڪ مون کي گهرائي آڇ ڏني ٿو تہ جيڪڏهن مان ڪيس ڊائلاگ لکي ڏيان (جيڪي ظاهر آهي تہ سندس ئي نالي سان هوندا. منهنجي نالي سان نہ) تہ هو مون کي ڇهہ سؤ روپيا ماهوار ڏيندو. سوچيان ٿو تہ اهي ڇهہ سؤ روپيا، ان وقت مون لاءِ ڇهن ڪروڙن جي برابر آهن. نوڪري لاءِ ها ڪري ڇڏيان! پوءِ وري سوچيان ٿو تہ جيڪڏ نوڪري ڪري ورتم تہ وري ڇڏڻ جي همت ئي نہ ٿيندي سموري زندگي اهو ئي ڪم ڪندو رهندس. وري سوچيان ٿو تہ ايندڙ مهيني جو ڪرايو ڪير ڏيندو، ڇگو ڏئو ويندو! تي ڏينهن سوچڻ کان پوءِ انڪار ڪري ڇڏيان ٿو. ڏينهن، هفتا، مهينا، سال گذرن ٿا. اڄ بمبئيءَ ۾ پنج سال پيا ٿين. ماني هڪ ڇنڊ آهي ۽ حالتون ڪڪر! چنڊ ڪڏهن ڏسڻ ۾ ايندو آهي تہ وري ڪڏهن لڪي ويندو آهي. اهي پنج سال مون تي نهايت ڳرا گذريا، پر منهنجو ڪنڌ نہ جهڪائي سگهيا. مان نااميد نہ آهيان، مون کي پورو يقين آهي، ڪجهہ ٿيندو ضرور ٿيندو! مان ائين ئي مري وڃڻ لاءِ پيدا نہ ٿيو آهيان. اڳي پوءِ نومبر 1969ع ۾ مون کي اهو ڪم ملي وڃي ٿو جنهن کي فلمي دنيا جي اصطلاح ۾ ئي سهي، ”بريڪ“ چيو ويندو آهي.

ڪاميابي بہ ڄڻ تہ آلہ دين جو چراغ آهي. اوچتو ڏسان ٿو تہ دنيا خوبصورت آهي ۽ ماڻهو مهربان! سال ڏيڍ ۾ گهڻو ڪجهہ ملي ويو آهي ۽ اڃا گهُڻو ڪجهہ ملڻو آهي. هٺ.هٺندي ئي مٺي سون ٿي رهي آهي ۽ مان ڏسي رهيو آهيان پنهنجو پهريون گهر ۽ پنهنجي پهرين ڪار! تمنائن جي پوري ٿيڻ جا ڏينهن اچي ويا آهن، پر زندگيءَ ۾ هڪ تنهائي تہ اڃا بہ آهي. ”سيتا اور گيتا“ جي سيٽ تي منهنجي هني ايرانيءَ سان ملاقات ٿئي ٿي. هوءَ هڪ ڪليل دل ۽ کهري زبان واري، پر نهايت ڪلڻي ملڻي سياءُ جي ڇوڪري آهي. ملاقات جي چئن مهينن کان پوءِ اسان جي شادي ٿي وڃي ٿي. مون پنهنجي شاديءَ ۾ پنهنجي پيءُ جي ڪيترن ئي دوستن کي گهرايو پر پنهنجي پيءُ کي نہ! ڪن زخمن کي پرڻ آلہ دين جي چراغ جو ڪم نہ هوندو آهي، اهو ڪم صرف وقت ئي ڪري سگهندو آهي. ٻن سالن ۾ هڪ ڌي ۽ هڪ پٽ: زويا ۽ فرحان ٿين ٿا.

اڳين ڇهين سالن ۾ هڪ ٻئي پٺيان ٻارهن لڳاتار سپرهٽ فلمون، اعزاز تعريفون، اخبارن ۽ رسالن ۾ انٽرويوز تصويرون، پئسا ۽ پارٽيون، دنيا جا سفر، چمڪندڙ ڏينهن،

رم جهم راتيون....! زندگي هڪ ٽيڪنيڪي ڪلر خواب آهي، پر هر خواب وانگيان هي خواب بہ نيٺ ٽٽي پوندو آهي. پهريون پيرو هڪ فلم جي ناڪامي (فلمون تہ ان وچ ۾ ناڪام بہ ٿيون ۽ ڪامياب بہ پر ڪاميابيءَ جي اها خوشي ۽ خوشيءَ جي اها معصوميت آهستي آهستي وينئدي رهي).

18 آگسٽ 1976ع تي منهنجو پيءُ گذاري ويو. (مرڻ کان نوَ ڏينهن اڳ هن پنهنجو آخري ڪتاب مون کي آٽوگراف لکي نو هو. ان تي لکيو هئائين: "جب هم نہ رهين گے، تو بہت ياد ڪروگے " . هُن ٺيڪ ئي تہ لکيو هو) هيستائين تہ مان پاڻ کي رڳو هڪ باغي ۽ ناراض پُٽ جي روپ ۾ ئي سڃاڻندو هئس. پر هاڻي مان ڪير آهيان؟ مان پنهنجو پاڻ کي ۽ پوءِ پنهنجي چوڌرد نين نظرن سان ڏسان ٿو تہ ڇا بس اهو ئي کپندو هو مون کي زندگيءَ وٽان! ان ڳالهہ جي خبر اڃا تائين بہ کين ناهي، پر اهي سموريون شيون، جيڪي ڪالهہ تائين تہ مون کي خوشي ڏينديون هيون، اهي هاڻي ڪوڙيون، سطحي ۽ نمائشي نظر اچڻ لڳيون. هاڻي منهنجو من انهن ڳالهين سان گهٽو لڳندو آهي، جن بابت دنيا جي ٻوليءَ ۾ چيو وڃي تہ بس ڪو بہ فائدو ناهي. شاعريءَ سان منهنجو رشتو پئدائشي ۽ دلچسپي هميشہ کان وٺي آهي. نوجوانيءَ کان ئي ڄاڻان ٿو تہ جيڪر چاهيان ها تہ شاعري ڪري پئي سگهيس، پر اڄ تائين ڪري نہ سگهيو آهيان. اهو بہ منهنجي ناراضگي ۽ بغاوت جو حصو آهي. 1979ع ۾ پهريون پيرو شعر چوان ٿو ۽ اهو شعر لکي، مون پنهنجي وراثت ۽ پنهنجي پيءُ سان ناهہ ڪري چڙيو آهي. ان دوران منهنجي ملاقات شبانہ سان ٿئي ٿي. ڪيفي اعظمي جي ڌيءَ شبانہ اعظمي بہ شايد پنهنجين جڙن ڏانهن موٽي رهي آهي. ڪيس بہ اهڙا هزارين سوال ستائڻ لڳا آهن، جن بابت هن اڳ ڪڏهن بہ نہ سوچيو هو. اها ڪا حيرت جي ڳالهہ ناهي جو اسان هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ لڳون ٿا. آهستي آهستي منهنجي اندر ۾ گهڻو ڪجهہ بدلجي رهيو آهي. فلمي دنيا ۾ منهنجي جيڪا پارٽنرشپ هئي، سا ختم ٿي وڃي ٿي. منهنجي پرپاسي، منهنجا دوست، منهنجي اندر ۾ ايندڙ انهن تبديلين کي پريشانيءَ وچان ڏسي رهيا آهن. 1983ع ۾ مان ۽ هني ڌار ٿي وڃون ٿا.

(هني سان منهنجي شادي تہ ضرور ٽُٽي ويئي هئي، پر طلاق بہ اسان جي دوستيءَ جو ڪجهہ بگاڙي نہ سگهي ۽ جيڪڏهن ماءُ پيءُ جي ڌار ٿي وڃڻ تي ٻارن ۾ اهڙي ڪا اوپرائپ نہ آئي تہ ان ۾ منهنجو ڪمال تمام گهٽ ۽ هنيءَ جي واڪاڻ وڌيڪ آهي. هني اڄڪلهہ نهايت ڪامياب فلم رائيٽر آهي ۽ منهنجي نهايت سٺي دوست پڻ. مان دنيا ۾ گهٽ ماڻهن جي ايتري عزت ڪندو آهيان، جيتري عزت مون وٽ هنيءَ لاءِ آهي.)

مون هڪ قدم کڻي تہ ورتو هو پر گهر مان نڪري ڪيترن ئي سالن تائين زندگي "گذري عمر هوٽلن ۾ مئاسين اسپتالن ۾" وانگيان ٿي وئي. شراب تہ اڳ بہ پيئندو هئس، پر پوءِ گهڻو پيئڻ لڳس. هي منهنجي زندگيءَ جو اهڙو دؤر آهي، جنهن تي مان پشيمان آهيان. انهن چند سالن ۾ ٻين جيڪر مون کي برداشت ڪيو هو تہ اهو سندن احسان هو مون تي. گهڻو امڪان هو تہ مان ائين ئي شراب پيئندي پيئندي مري

وِجان ها، پر هڪ ڏينهن، ڪنهن جي هڪ ڳالهہ اهڙو تہ ڇُهي وئي، جو ان ڏينهن کان پوءِ مون شراب کي هٿ نہ لاتو ۽ نہ ئي وري لڳائيندس.

اڄ هيترن ڏينهن کان پوءِ پنهنجي زندگيءَ کي ڏسان ٿو تہ لڳي ٿو تہ پهاڙن مان جهرڻي جيان لهندي، پٿرن سان ٽڪرائيندي، ٻُل ڏيندي، اڻ ڳڻيا ڪُن ٺاهيندي، تيز هلندي ۽ پنهنجن ئي ڪنارن کي ڪٽيندي هيءَ ندي، هاڻي ميدانن ۾ اچي، پُرسڪون ۽ گهري ٿي وئي آهي.

منهنجا ٻار زويا ۽ فرحان هاڻي وڏا ٿي ويا آهن، ۽ ٻاهرين دنيا ۾ پنهنجو پهريون قدم رکڻ وارا آهن. سندن چمڪندڙ اکين ۾ سپاڻي جا حسين خواب آهن. سلمان، منهنجو ننڍو ڀاءُ، آمريڪا ۾ هڪ ڪامياب سائيڪو اينالسٽ آهي. ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف، تمام سنو شاعر، هڪ محبت ڪندڙ زال جو مڙس ۽ ٻن تمام ذهين ٻارن جو پيءُ آهي. زندگيءَ جا رستا هن لاءِ بہ ڪي گهٽ اڙانگا نہ هئا، پر هن پنهنجي اڻ ٿڪ محنت سان پنهنجي هر منزل حاصل ڪري ورتي آهي ۽ اڃا بہ اڳتي وڌي رهيو آهي. مان خوش آهيان ۽ شبانہ پڻ، جيڪا نہ صرف منهنجي زال، پر محبوبا بہ آهي. جيڪا هڪ خوبصورت دل بہ آهي ۽ هڪ قيمتي ذهن بہ.

"میں جس دنیا میں رہتا ہوں، وہ اس دنیا کی عورت ہے" هيءَ مصرع جيڪر ڪيٽن ورهيہ اڳ مجاز ڪنهن لاءِ نہ لکي هجي ها تہ مان شبانہ لاءِ لکان ها. اڄ هونئن تہ زندگي مون تي هر طرح سان مهربان آهي. پر ٻاروتڻ جو هڪ ڏينهن، 18 جنوري 1953ع اڄ بہ ياد آهي. جاءِ لکنئو منهنجي ناني جو گهر..... روئيندي اکين مان نير وهائيندڙ منهنجي ماسي منهنجي ننڍي ڀاءُ سلمان (جنهن جي عمر ساڍا ڇهہ سال آهي) ۽ مون کي، هٿ مان پڪڙي، گهر جي ان وڏي ڪمري ۾ وٺي وڃي ٿي، جتي فرش تي ڪيتريون ئي عورتون ويٺيون آهن. سفيد ڪفن ۾ ويڙهيل منهنجي پياريءَ ماءُ جو چهرو کليو پيو آهي. سيرانديءَ کان ويٺل منهنجي ڪراڙي ناني ٿڪل ٿڪل آواز سان آهستي آهستي روئي رهي آهي. بہ عورتون ڪيس سنڀالي رهيون آهن. منهنجي ماسي اسان ٻنهي ٻارن کي امان جي لاش وٽ وٺي آئي آهي ۽ چوي ٿي : پنهنجي ماءُ کي آخري ڀيرو ڏسي وٺو. مان تہ ڪالهہ ئي اٺن سالن جو ٿيو هئس. سمجهدار آهيان، ڄاڻان ٿو تہ موت ڇا ٿيندو آهي. مان پنهنجي ماءُ جي چهري کي تمام غور سان ڏسان ٿو تہ جيئن چڱيءَ طرح ياد ٿي وڃي. منهنجي ماسي چوي ٿي تہ هن سان واعدو ڪر تہ تون زندگيءَ ۾ ڪجهہ ٿي ڏيکاريندين. مان ڪجهہ چئي نہ سگهيو آهيان، بس ڏسي رهيو آهيان۔ پوءِ ڪا عورت منهنجي ماءُ جي چهري تي ڪفن وجهي ڇڏي ٿي.

ائين تہ ناهي جو جو مون ڪجهہ ڪيو ئي ناهي، پر پوءِ اهو خيال اچي ٿو تہ مان جيترو ڪري سگهان ٿو ان جو تہ اڃا ٽيون حصو بہ نہ ڪيو اٿم۔ ۽ ان خيال جي ڏنل بي چيني وڃي ئي نٿي.



E_mail: khalidazad78@gmail.com



# نوبل انعام ماٽيندڙ صوفي ليکڪا

منوج ڪمار

[ڊورس ليسنگ (Doris Lessing) هڪ مقبول برطانوي ناول نگار آهي. جنهن کي 2007ع لاءِ ادب جو سڀ کان وڏو عالمي انعام "نوبل پرائيز" ڏنو ويو آهي. هوءَ 22_آڪٽوبر 1919ع تي ايران جي شهر ڪرمن شاهه ۾ پيدا ٿي. هن جو پيءُ الفريڊ ٽيلر برطانوي انگريز هو جيڪو پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ پنهنجي هڪ ٽنگ وڃائي ويٺو هو. الفريڊ ٽيلر کي پرشيا (هاڻي ايران) جي امپيريل بينڪ ۾ ڪلرڪي ملي ته هن پنهنجي ڪٽنب کي ڪرمن شاهه منتقل ڪيو جتي ئي ڊورس پيدا ٿي. بعد ۾ هي ڪٽنب ڏکڻ روڊيشيا (هاڻي زمبابوي) منتقل ٿيو جتي ليسنگ جي پيءُ هڪ هزار ايڪڙن تي مشتمل هڪ جهنگ خريد ڪيو جنهن کي هن فارم ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اهو تصور نه ملي سگهيو. ڊورس هڪ رومن ڪيٿولڪ اسڪول ۾ 13 سالن جي عمر تائين تعليم حاصل ڪئي ۽ ان بعد هن جيڪو ڪجهه پڙهيو پنهنجي مڙسيءَ تي پڙهيو. هن جي پهرين شادي ناڪام ٿي ۽ جنهن شخص سان ٻي شادي ڪيائين، اهو اوپر جرمنيءَ پاران يوگنڊا لاءِ ايمبيسيڊر طور خدمتون ڏيندي 1979ع ڌاري قتل ٿي ويو. نيوڪليئر هٿيارن جي مخالفت سبب ليسنگ تي روڊيشيا ۾ سالن تائين پابندي پيل رهي. 1949ع ۾ ليسنگ پنهنجي پٽ سميت لنڊن ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي ۽ اهو ئي اهو وقت هو جڏهن سندس پهريون ناول "گاهه ڳائي ٿو" (The Grass is singing) شايع ٿيو. ان بعد هن جو غيرمعمولي ڪتاب "سونهري نوٽ بڪ" (The Golden Note Book) 1962ع ڌاري ڇپيو. ان بعد هن جي ڪتابن اچڻ جو سلسلو شروع ٿيو ته هلندو ئي رهيو. 87 سالن جي هيءَ جهونڙي ناول نگار هن وقت تائين يورپ جا اڪثر وڏا ايوارڊ حاصل ڪري چڪي آهي. جڏهن ته سويڊش اڪيڊمي جي 106 سالن جي تاريخ ۾ هيءَ يارهين عورت آهي، جنهن کي ادب جو نوبل پرائيز مليو آهي _ ادارو]

هوءَ تنهن ڏينهن بـ معمول جيان سيڌو وڻڻ لاءِ گهر کان ٻاهر ويل هئي. کيس خبر نـ هئي تـ سندس غير موجودگيءَ ۾ سڄي دنيا جي ميڊيا سندس گهر ٻاهران سندس پهچڻ جو انتظار ڪري رهي آهي. 88 سالن جي اها ٻڍڙي ليکڪا انهيءَ ڳالهه کان بلڪل بيخبر هئي تـ سندس نالو هاڻ ادب جي کيتر ۾ انهن نالن ۾ شامل ٿي چڪو آهي، جن کي سندن تخليقي پورهيي جي مڃتا عيوض ادب جي سڀ کان وڏي انعام سان نوازيو ويو آهي. لنڊن جي پسگردائيءَ جي هڪڙي ننڍڙي شهر هيمسپيڊ ۾ رهندڙ

ڊورس ليسنگ انهيءَ ڪان بہ اڻڄاڻ هئي تہ سوئيڊن ۾ نوبل انعام جو فيصلو ڪرڻ واري ڪميٽي ڪجھ ڪلاڪ اڳ سال 2007 لاءِ ادب جي نوبل انعام لاءِ سندس نالي جو اعلان ڪري چڪي آهي. هوءَ انهن سينئي ڳالهين کان بي خبر جڏهن پنهنجي ننڍڙي گهر وٽ پهتي تہ سڄيءَ دنيا جي ميڊيا سندس انٽرويو وٺڻ لاءِ بيتاب هئي. جڏهن کيس اها هيڏي وڏي خبر ڏني وئي تہ هنً ڏاڍي پُرسڪون انداز سان انهيءَ خبر کي ٻڌو ۽ پنهنجي گهر جي ٻاهران ڏاڪي تي ويهي، صحافين جي سوالن جا جواب ڏيڻ لڳي. بلڪل اهڙي ئي فطري انداز سان، جنهن فطري انداز سان هُن پنهنجي ناولن ۾ گوناگون موضوعن کي نباهيو آهي.

ڊورس ليسنگ کان اڳ ڏهن ٻين عورتن کي بہ ادب جو نوبل انعام ملي چڪو آهي، پر 88 سالن جي عمر واري ليسنگ شايد اهڙو انعام وصول ڪندڙ سڀ کان وڏي ڄمار جي ليکڪا آهي. سندس تخليقي سفر اڌ صديءَ تي محيط رهيو آهي ۽ هوءَ انگريزي ادب جي سڀ کان بيباڪ ۽ اصلوڪن ليکڪن مان هڪ ليکي ويندي آهي. سندس لکڻين سان گڏوگڏ جيڪڏهن اسان سندس حياتيءَ تي بہ توري نظر وجهنداسين تہ اسان کي سندس حياتي بہ ڪنهن ناول جي ڪهاڻيءَ کان گهٽ نہ لڳندي

ڊورس جو جنم 22 آڪٽوبر 1919ع تي ايران جي شهر ڪرمان شاھ ۾ ٿيو جتي سندس پيءُ بئنڪ ۾ ملازم هو پر سندس خاندان پوءِ مستقل طور تي تنهن وقت جي روڊيشيا ۽ هاڻوڪي زمبابوي ۾ رهائش اختيار ڪئي. روڊيشيا جي انهن ڏينهن جي يادن ۽ غربت جو ذڪر هُن پنهنجي آتم ڪٿا 'under my skin' (منهنجي کل جي هيٺان) ۾ ڏاڍي متاثر ڪندڙ انداز ۾ ڪيو آهي. چوڏهن ورهين جي عمر ۾ کيس پنهنجي تعليم کي وچ ۾ ڇڏيو پنهنجي ۽ خاندان جي ٻين فردن جي پيٽ گذر لاءِ پورهيو ڪرڻو پيو. اوڻيھ ورهين جي عمر ۾ سندس شادي ٿي ۽ ڪجھ سالن ۾ بہ ٻار ۽ طلاق سندس هنج ۾ هئا.

ٻين جنگ عظيم دوران هوءَ سائوٿ آفريڪا ۾ اچي رهي، جتي سندس ملاقات جنگ جي ڊپ کان ڀڄيَ آيل انهن يورپي ماڻهن سان ٿي، جن سائوٿ آفريڪا ۾ اچي پناھ ورتي هئي. انهن ۾ ڪافي ڪاٻي ڌر سان لاڳاپيل ۽ دانشور لڏي جا بہ ماڻهو هئا. انهن جي صحبت ۾ کيس پڙهڻ ۽ لکڻ جو موقعو مليو. جنگ کان پوءِ ليسنگ اچي لنڊن ۾ رهي، جتي سندس پهريون ناول 'Grass is Singing' (گاھ ڳائي رهيو آهي) شايع ٿيو جنهن کي يڪدم وڏي ڪاميابي ملي. انهيءَ کان پوءِ ليسنگ پنجن ناولن تي مشتمل هڪ سيريز لکي، جنهن جو نالو 'Children of Violence' (تشدد جا ٻارڙا) هو. پر سندس سڀ کان مقبول ۽ تڪراري ڪتاب هو 'Golden Notebook' (سنهري نوٽبڪ) جنهن ۾ هن عورت واد جي نظرئي جو پرچار ڪيو هو.

1950 واري ڏهاڪي ۾ ڊورس ليسنگ برطانيہ جي ڪميونسٽ پارٽي ۾ بہ سرگرم رهي، پر پوءِ هوءَ جلدي ڪميونسٽ فلسفي کان مايوس ٿي وئي. هن موجب هوءَ اجتماعي عمل جي بنسبت فرد جي انفرادي ڪردار تي وڌيڪ يقين رکي ٿي. زندگيءَ

جي پوئين پهر ۾ ڊورس ليسنگ صوفي فڪر کان تمام متاثر رهي آهي. خاص طور تي افغان صوفي ادريس شاهه جي فڪر ۽ فلسفي کيس هِن ڪائنات کي مختلف انداز سان پروڙڻ جو ڏانءُ ڏنو. صوفي فڪر جو اثر سندس ناول 'Memoirs of Survivors' (بچي ويلن جون يادگيريون) ۾ محسوس ڪري سگهجي ٿو. صوفي فڪر سان وابستگي سندس ٻين ناولن ۾ بہ محسوس ڪري سگهجي ٿي. جن ۾ خاص طور تي سندس سائنس فڪشن تي ناول 'Canopus in Argos' شامل آهي.

هِن سال ڪنهن بہ اِها اميد نہ پئي ڪئي تہ ڪو ڊورس ليسنگ 12 لک ڊالرن واري رقم جي هن معتبر انعام جي حقدار بڻبي. نوبل انعامن ورهائڻ وارين تاريخن جي ويجهي ايندي ئي سڄيءَ دنيا جا جوئاري سرگرم ٿي ويندا آهن ۽ متوقع اميدوارن تي لکين ڊالرن جون شرطون لڳنديون آهن. سڀ کان وڌيڪ شرطون ادب جي نوبل انعام تي لڳنديون آهن. جو ادب جي فيلڊ ۾ ڪافي محدود نالا هوندا آهن. تنهنڪري شرط لڳائڻ ۾ ڪافي سولائي ٿيندي آهي. هِن ڀيري جوئارين جي نظر ۾ آمريڪي ليکڪ فلپ راٿ سڀ کان مضبوط اميدوار هو. ڊورس ليسنگ تہ متوقع اميدوارن جي لسٽ ۾ صفا تري تي هئي. خود ڊورس کي بہ اها اميد ڪونہ هئي تہ ڪو کيس انعام ملندو. جڏهن ميڊيا کيس اها خبر ٻڌائي تہ چيائين. "هُنن ئي مئلن کي تہ انعام ڪونہ ڏيندا آهن. سو مونکي انعام ڏيئي ڇڏيؤن تہ متان جلدي مري نہ وڃان."

پر اسان بہ ڏسون تہ آخر مائيءَ جي ناولن ۾ اُها ڪهڙي خاص ڳالهہ آهي، جو کيس هيڏو وڏو اعزاز ڏنو اٿن. سڀ کان پهرين ڳالهہ تہ ڊورس ليسنگ جا ناول فردن ۽ ڪردارن کان اڳتي وڌي نظرين ۽ سندن انساني زندگيءَ تي پوندڙ اثرن کي پيش ڪن ٿا. سندس ناولن ۾ اسان ڪميونزم، عورت واد، صوفي ازم ۽ پوسٽ ـ ڪالونيئلزم وارن نظرين جي انساني زندگين سان ڳانڍاپي تي بحث ملي ٿو. سندس ناول ۾ نظريا ڪي رڳو پسمنظر ۾ نہ آهن. پر اهي نظريا ڪردار ٿي اڀرن ٿا. بلڪل ايئن جيئن يوناني الميائي ناٽڪن ۾ قسمت بہ ڊرامي جو ڪردار هوندي آهي. بنيادي طرح جيڪڏهن اسان ڊورس ليسنگ جي ناولن تي نظر وجهون تہ اسان کين ٽن دورن ۾ ورهائي سگهون ٿا: پهريون دور ڪميونسٽ فلسفي سان سندس وابستگيءَ سان تعلق رکي ٿو. سندس ان دور ۾ اهي ناول شامل آهن. جيڪي 1944 کان 1956 واري دور ۾ لکيا ويا. انهن ناولن ۾ ڊورس ليسنگ سماجي ۽ انقلابي موضوعن تي طبع آزمائي ڪئي. سندس انهيءَ دور جا اهم ڪتاب 'گراس از سنگنگ'. 'ٿرو دي ٽنل' ۽ 'چلڊرين آف وائلينس' شامل آهن. سندس ٻئين دور ۾ نفسياتي موضوعن تي لکيل ناول شامل آهن. جيڪي هن 1959ع کان 1969 واري عرصي ۾ لکيا. ڊورس ليسنگ انهن ناولن ۾ عورت واد واري نظريئي ۽ نسواني نفسيات جي مختلف پهلوئن کي پنهنجو موضوع بنايو آهي. سندس انهيءَ دور جي اهم ناولن ۾ 'گولڊن نوٽبڪ'. 'اي مين اينڊ ٽو وومين' شامل آهن ـ ۽ سندس ٽيون ۽ آخري دور سندس صوفي فڪر سان وابستگيءَ وارو دور آهي. انهيءَ فڪر هيٺ لکيل ناولن ۾ مٿي ذڪر ڪيل ڪتابن کان

سواءِ 'شڪستہ' ۽ 'ففٿ چائلڊ' شامل آهن. صوفي فلسفي سان وابستگي ڊورس ليسنگ کي نہ رڳو هِن ڪائنات سان فرد جي لاڳاپن کي سمجهڻ ۾ مدد ڏني آهي، پر هُن ڪائنات جي ٻين جزن جي هڪ ٻئي سان ڳانڍاپي کي بہ سمجهيو ۽ انهن بابت لکيو آهي. ليسنگ سائنس ۽ تصوف کي ملائي، انتهائي فڪر انگيز سائنس فڪشن بہ لکيو آهي.

ڊورس ليسنگ جي ٻي اهم ڳالهہ سندس ٽيڪنڪ آهي. هن پنهنجي موضوعن جي اظهار لاءِ هميشہ مختلف تجربا ڪيا آهن ۽ انهيءَ ۾ هن اظهار جي بيان جون ڪئي نيون ٽيڪنڪس بہ ايجاد ڪيون آهن. اظهار جي اهڙي مُختلف پيرايي جي مثال لاءِ سندس مشهور ناول 'گولڊن نوٽبڪ' جو حوالو ڏئي سگهجي ٿو. ان ناول ۾ هُن هڪ عورت جي ڪهاڻيءَ کي بيان ڪرڻ لاءِ مختلف ڪردارن جي بيانن کي استعمال ڪيو آهي. هر ڪردار جو پنهنجو پسمنظر ۽ رويو آهي، پر اهي سڀ ڪردار ان مرڪزي ڪردار جي وارتائن کي بيان ڪن ٿا.

انهي ڪانسواءِ ڊورس ليسنگ جي تخليقي ڪم جي وسعت بہ ادبي کيتر ۾ سندس حيثيت کي متعين ڪري ٿي. ڊورِس جو ادبي ڪيريئر اڌ صديءَ کان وڌيڪ عرصي تي ڦهليل آهي. انهيءَ عرصي ۾ سندس لکيل ڪتابن جو هڪ وڏو تعداد آهي، جنهن ۾ هُن مختلف صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي. سندس لکڻين ۾ ناول، ڪهاڻيون، ڊراما، مضمون ۽ آتما ڪٿا شامل آهن. سندس ناول تي فلمون بہ ٺهي چڪيون آهن تہ انهيءَ کي بنياد بنائي اوپيرا بہ تخليق ڪيا ويا آهن.

ڊورس ليسنگ کي مليل نوبل انعام جي هڪڙي انفراديت اها بہ آهي تہ پهريون دفعو هڪ اهڙي مغربي ليکڪ يا ليکڪا کي اهو انعام مليو آهي، جنهن جي نظرين ۽ فن تي مشرقي فلسفي ۽ قدرن جو اثر آهي. مغربي صنفن، ٽيڪنِڪ ۽ ڏانءَ جو صوفي فلسفي ۽ روين جو اهو امتزاج انتهائي گهٽ ملي ٿو ۽ شايد هن خطرناڪ گهڙيءَ ۾ سڀ کان وڌيڪ لازمي بہ آهي. اميد اها ٿي ڪجي تہ ڊورس ليسنگ کي مليل مڃتا ڪانپوءِ مغربي دنيا جي تصوف ۾ دلچسپي وڌنديءَ جنهن سان مغربي ۽ مشرقي دنيائن جي وچ ۾ وڌندڙ نظرياتي ۽ احساساتي ويڇوٽين کي گهٽ ڪرڻ ۾ مدد ملندي.

Address:
Misri Street, New Hala,
District Matiari, Sindh.
e_mail: manojhalai@yahoo.com



# هڪ هزار سالن جو جوهر

امرتا سين

ترجمو: ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو



[امرتا ڪمار سين (Amartya Kumar Sen) هڪ عالمي شهرت رکندڙ معاشي ماهر ۽ فلاسافر آهي. 1998ع ۾ ڪيس "ڀلائيءَ واري معاشيات" (Welfare economics) جي ترويج لاءِ ڪردار ادا ڪرڻ تي نوبل پرائيز مليو ته هن جي شهرت اجا به وڌي. هن وقت هو آمريڪا ۾ ٿو رهي ۽ هارورڊ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائي ٿو. جڏهن ته ڪئمبرج يونيورسٽي، آڪسفورڊ يونيورسٽي، لنڊن اسڪول آف ايڪاناماڪس، دهلي اسڪول آف ايڪانامڪس، جوڌاپور يونيورسٽي سميت مختلف ادارن ۾ پڙهائي چڪو آهي. سندس معاشي ۽ تاريخي نقطہ نظر کي وڏي اهميت جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو هن جا ڪتاب 30 کان وڌيڪ ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن.

امرتاسين 3 نومبر 1933ع تي اولهه بنگال جي يونيورسٽي واري شهر شانتينڪيتن ۾ پيدا ٿيو جنهن جو بنياد بنگال جي هڪ ٻئي نوبل پرائيز ونر رابندر ناٿ ٽيگور وڌو هو. هن جو اباڻو شهر واڙي هو جنهن کي اڄ جي زماني ۾ ڍاڪا سڏجي ٿو. ورهاڱي سبب 1947 ڌاري جڏهن هو هاءِ اسڪول ۾ پئي پڙهيو سندس ڪٽنب هندستان لڏپلاڻ ڪئي. هن اسڪول کان يونيورسٽي تائين ڀارت ۾ ئي تعليم حاصل ڪئي. 1959ع ڌاري هن الماميٽر ترائنٽي ڪاليج ڪيمبرج مان ايڪانامڪس ۾ پي ايچ ڊي ڪئي، جنهن ۾ هن معاشيات جو سماجي ڀلائيءَ وارو تصور پيش ڪيو ۽ هن جي ويلفيئر ايڪانامڪس جي ڏس ۾ ڪيل ڪم ۽ ادا ڪيل ڪردار تي ئي ڪيس 1998ع جو نوبل پرائيز ڏنو ويو. جڏهن ته 1999ع ۾ ڀارتي حڪومت ڪيس ملڪ جي سڀ کان وڏي سولين ايوارڊ ڀارت رتنا سان نوازيو. امرتاسين جو ڏاڏو ڪشت موهن سين انڊيا جي وچئين دور واري ادب جو نامور اسڪالر ۽ هندو ازم جي فلاسافي تي سند تصور ڪيو ويندو هو. هو ٽئگور جو دوست هو. امرتا جو والد اشوتوش سين ڍاڪا يونيورسٽي ۾ ڪيمسٽري جو استاد رهيو. سندس هيءُ مضمون گنريل هڪ هزار سالن جي جوهر (Essence) ۽ هندستان جي تهذيبي حاصلات تي زبردست روشني وجهي ٿو-ادارو]

چار سؤ سالن کان ٿورو وقت اڳ (92-1591ع ۾) هجري ڪئليندر جي هزار سالن جي پڇاڙي ٽيڻ تي آئي. انهن ڏينهن ۾ هندستان تي مغلن جو راڄ هو. تخت ۽ تاج جو

مالڪ اڪبر هو. جيئن هجري ڪئلينڊر جا هزار سال پورا ٿيا. تيئن دهلي ۽ آگري ۾ حد کان وڌيڪ جوش ۽ جذبي جو ماحول پيدا ٿيو. اڪبر ان کي پروڙي ورتو ۽ پنهنجي راڄوٽي جوڙجڪ متعلق ڪن اهم اصولن جي بنياد تي ڪيترائي اعلان نامہ عام ڪيا. جن ۾ سول انتظاميہ جي ڪيترن ڪلاسيڪي نڪتن کان سواءِ سندس مذهبي رواداريءَ متعلق پڻ غير معمولي اصولن جا بيان شامل هئا. جهڙوڪ: ڪنهن بہ شخص جي مذهبي معاملن ۾ دخل اندازي ڪرڻ نہ گهرجي. هر فرد کي اجازت آهي تہ هو پنهنجي مذهبي حصول لاءِ پاڻ ئي بااختيار هجي. وغيره. هزار سالن جي پڄاڻيءَ جي ان موقعي تي ان يا ڪنهن بہ ٻئي اصول متعلق اظهار جو ڪو ڪارڻ نہ بہ هجي. البت هجري ڪئلينڊر (جو ان دور ۾ رائج هو) جي هزار سالن جي پڄاڻيءَ تي بنيادي اصولن تي غور ويچار ڪرڻ ۽ ماضيءَ جي معاملن جي پڙتال ڪرڻ ۽ مستقبل جي اهم اصولن جي جوڙجڪ لاءِ وڌيڪ مناسب موقعو هو.

ڪنهن بہ ڪئلينڊر ۾ وقت جي ورڇ هميشہ پاڻ مرادي (Arbitrary) نوعيت جي هوندي آهي. ڇپ ڪتان بہ شروع ڪرڻ ۽ وقت کي مختلف دورن ۽ ادوارن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. ان جي مفهوم ۾ اڳوڻن هزار سالن جي پڄاڻي ۽ ايندڙ نون هزار سالن جي شروعات رڳو هڪ روايت آهي. شهنشاهہ اڪبر 19 فيبروري 1556ع بمطابق 5 ربيع الثاني 963هہ تي هجري ڪئلينڊر جي جاءِ تي هڪ نئين ڪئلينڊر "سن الاهي" جي شروعات ڪئي. (اها تاريخ اڪبر جي تخت نشينيءَ جي تاريخ هئي) سندس اهو ڪئلينڊر (سن الاهي) گهڻو عرصو قائم رهي نہ سگهيو.

تاريخ ۾ مصنوعي طور ڪابہ گهڙي قائم ڪري پنهنجي ذهن ۾ ويهارڻ سان جيڪو "ڪجهہ تي ڇڪو يا جيڪو ڪجهہ تي سگهي ٿو" جي متعلق ڳڻ ڳوت ڪرڻ جو اسان سهڻو موقعو پيدا ڪري وٺون ٿا. ڦيرڦار ٿيل رومي ڪئلينڊر جنهن کي عيسوي ڪئلينڊر چيو ويندو آهي. ان کي موجوده وقت ۾ بين الاقوامي ڪئلينڊر طور ڪتب آندو پيو وڃي. ان ڪئلينڊر جا بہ هزار سال پورا ٿي چڪا آهن. ان موقعي تي اسان گذريل هزار سالن دوران ڪيل اعمالن جو ڀرپور جائزو وٺي سگهون ٿا. ان ڪئلينڊر جي ٻن هزار سالن جي گذري وڃڻ متعلق جيڪو جوش ۽ جنون هن وقت ڏسڻ ۾ اچي ٿو تنهن جي پيڙهہ ڪنهن پختي حقيقت تي قائم ناهي. ان جي باوجود بہ جوش ۽ جذبي جي ان گهڙيءَ کي خاص اهميت ڏئي ٿي، جا اسان کي ماضيءَ کي پرکڻ جو هڪ موقعو ضرور ڏئي ٿي.

ظاهر ۾ تہ هن اثر انداز ٿيندڙ عنوان جي خطبي کي محدود طريقي سان تشريح هيٺ آڻي. گذريل هزار سالن جو صحيح تجزيو تہ ممڪن ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ نہ رڳو اهو تہ پوري دنيا جو احاطو ناممڪن آهي، پر هڪ هزار سالن جي ڊگهي مدت کي تشخيص هيٺ آڻڻ بہ ڏاڍو ڏکيو معاملو آهي. تڏهن بہ ٿورو يا گهڻو ان ڏکي ڪم لاءِ ڪنهن ترقميءَ جي چونڊ تہ ڪرڻي آهي، جنهن سان ان جي تشخيص سرانجام ڏئي سگهجي. ان ناممڪن عمل کي سرانجام ڏيڻ بدران اهو مناسب ٿي سگهي ٿو تہ ان ترقميءَ جي حدن ۾ رهندي دنيا جي تاريخ جي ڪن خاص مسئلن کي غور ويچار ۾ آڻجي.

### هڪ هزار سال اڳوڻي دنيا

اڇو تہ ڏسون تہ ان ڪئلينڊر جي پهرين هزار سالن جي پڇاڙيءَ تي دنيا ڪيئن هئي؟ ۽ جڏهن سن 1000 عيسوي شروع ٿيو، تڏهن دنيا ۾ ڇا وهي واپري رهيو هو! عيسوي ڪئلينڊر جي پڇاڙيءَ يورپ ۾ وڏي بيچيني ۽ خوف ڦهلايو هو. ان يقين تہ سموري يورپ کي ٺاري ٺڪر ڪري ڇڏيو هو تہ هزار سالن کان پوءِ دنيا ختم ٿي ويندي ۽ قيامت ڏينهن حساب ڪتاب جي ڊپ سندن ڏيڏر ئي ڏرا ڪري ڇڏيا هئا. جڏهن سن 1001ع جي شروعات ٿي، تڏهن ئي وڃي يورپين جي وڏي انگ سک جو ساهہ کنيو. ان ڊپ ۽ بيچيني جي باوجود بہ واپاري، ثقافتي، سائنسي ۽ ادبي توڙي ٻين فني سرگرميون جاري رهيون. سن 1000ع جي شروعات معمولي جهيڙن ۽ جنگين لاءِ ڪا واٽ ڪونہ جوڙي، خاص طور يورپي جنگيون هلنديون رهيون. ان سال ناروي سوولڊر Svolder جي جنگ ۾ ڊينمارڪ کان شڪست کاڌي، اهڙيءَ طرح ڊينمارڪ ناروي تي قابض ٿي ويو. اهڙيءَ طرح ڪجهہ عرصو اڳ جرمنن سلاونچي Slavnici تي قبضو ڪري ورتو جو بوهميا Bohemia جو آخري آزاد ۽ خودمختيار قبيلو هو. انهيءَ دوران جرمنن پولينڊ سان بہ مهاڏي اٽڪائڻ جي تياري ڪئي. منجهن نئين سن جي شروعاتي سالن ۾ جنگيون ٿيون. ان عرصي ۾ برطانيہ پڻ وڏيءَ مشڪل جي منهن ۾ هو ۽ ٻاهرين حملن ۾ پنهنجي حفاظت جو سَٽُ ساري نہ ٿي سگهيو. ڊينيز Danes کي ايسڪس (Essex) بالڊن جي جنگ جي نتيجي ۾ 991ع ۾ غلبي ۾ آندو. ائين ئي يارڪ شائر کي 993ع ۾ وڪنگز (Vikings) تاراج ڪيو. 994ع ۾ ناروِيجينز (Norvegians) ۽ ڊينز (Dancs) لنڊن تي گهيرو ڪيو. 998عَ ۾ ڊينز (Danes) آئلز آف وائٽ (Wight) تي حملو ڪيو. اهڙيءَ طرح برطانوي جزيرو حملن جي وَر چڙهي ويو. اتي تڏهن وڃي ڪجهہ استحڪام آيو جڏهن 1066ع ۾ نارمنن فتح حاصل ڪئي.

اسان جڏهن برصغير ۾ پنهنجي علائقي ڏانهن ڏسون ٿا، تڏهن خبر ٿي پوي تہ اهو بہ اختلافن ۽ جنگين کان بچيل نہ هو. 1000ع جي شروعات ٿي تہ پلاس (Palas) بنگال ۽ بهار تي پراتيهار (Pratiharas) اولاهين هند ۽ متاهين گنگا جي وادي تي چولا (Cholas)، تامل ناڊو تي چنديلا (Chandellas) بنڊل کنڊ تي قابض هئا. جڏهن تہ ڪالاچور (Kalachore)، مڌيہ پرديش، چاهاماني (Chahamanis) مشرقي راجستان پارامارا (Paramaras) مالوہ چالوڪيہ خاندان جي هڪ شاخ اولاهين ۽ وچين دکن تي ۽ ٻي شاخ گجرات تي حڪومت ڪري رهي هئي. تامل ناڊو جي چولا خاندان جي بادشاهہ راجہ راجہ (Raja Raja) پهرين هزار سالن جي پڇاڙيءَ تي سري لنڪا کي فتح ڪيو هو.

### اسلامي حڪومت جي دور جا اثر

جڏهن هڪ هزار سال جي عيسوي ڪئلينڊر جي پڇاڙي ٿي ۽ ٻئي هزار سال جي شروعات ٿي، تڏهن حالتن جي جيڪا نوعيت هئي، تنهن جو مختصر جائزو هن کان

اڳ پيش ڪيو ويو آهي، پر جيڪڏهن پهرين هزار سالن تي ڪجھ وڌيڪ طائرانہ نظر ٿي ڪجي تہ دنيا جون بہ وڏيون تبديليون اسان جو ڌيان ڇڪائين ٿيون. جڏهن ٻئي هزار سالن جي شروعات ٿي، تڏهن اسلام غير معمولي سگھہ سان نمودار ٿي چڪو هو. ائين ئي هن صديءَ جي پڇاڙيءَ تي سڄي دنيا تي مغربي غلبو قائم ٿي چڪو آهي. انهن ٻنهي مظهرن دنيا ۾ بنيادي تبديليون برپا ڪيون ۽ خاص طور تي هندستان انهن ٻنهي کان متاثر ٿيو. هتي هڪ تبديلي تہ اها بہ ظاهر ٿي تہ گوناگون هندو ۽ ٻوڌي حڪومتن جي بدران پوري صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين اسلامي حڪومتون قائم ٿي ويون، جن اڳتي هلي مغل سلطنت جي شڪل ۾ ڪمال حاصل ڪيو. جڏهن مغليہ دور جو خاتمو ٿيو تڏهن هندستان تي برطانوي راڄ قائم ٿيو ۽ هلندڙ صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين قائم رهيو. اسان جڏهن ان صديءَ ۾ هندستان جي پس منظر جو جائزو وٺنداسون تڏهن تاريخ جي ٻن وڏن رجحانن جي نتيجي ۾ آيل تبديلين سان واسطو پوندو.

هندستان ۾ اسلامي حڪومت جو بنياد هڪ وڏي عمل جو حصو هو. هن صديءَ جي شروعات تي غور ۽ ويچار ڪرڻ سان معلوم ٿيندو تہ بحرِ اوقيانوس کان ڏکڻ آفريڪا جي وسيع ۽ اولاهين رومي سمنڊ جي اردگرد کان سواءِ مغربي ايشيا ۽ هندستان تائين سمورن علائقن تي مسلمانن جون حڪومتن قائم ٿي چڪيون هيون. هندستان ۾ اسلامي دور جي شروعات فتحن بدران حملن (Raids) سان ٿي. سن 1000ع کان ئي هندستان تي دره خيبر جي طرفن کان مسلمانن جي حملن جي شروعات ٿي. سلطان محمود غزنوي تہ ڪيترا ڀيرا هندستان تي چڙهائي ڪري ڦر لُٽ ڪئي ۽ حڪومت قائم ڪرڻ بدران تباهي ۽ بربادي ڪئي. اڳتي ايندڙ صدين ۾ مسلمانن وري لٽ مار جي بدران پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏريو. سلاطين ۽ مغل دورن جي نتيجي ۾ هندستان جزوي طور مسلمانن جو ملڪ بڻيو.

هندستاني تهذيب ۾ اسلامي اثرن جو نفاذ ڪجھہ انتهاپسند هندن کي ڏاڍو ڏکيو لڳندو آهي، جن جي خيال مطابق مسلمانن جي اچڻ کان اڳ جو دور خالص هندو تهذيب جو دور هو ۽ مسلمانن جي اچڻ سان ان جو نج پٽو تباهہ ٿي ويو. سندن ان سوچ سان لاڳاپيل اهو دلچسپ سوال جڏهن پيدا ٿئي ٿو تہ ڇا اهڙو مڪمل تهذيبي دور مسلمانن جي اچڻ کان اڳ هندستان ۾ واقعي موجود هو؟ ان کان پوءِ ان سوال جو جواب بہ گھرجي ٿو تہ ڇا هندستان ۾ اسلامي حڪومت ۽ ثقافت جي پختگي حاصل ڪرڻ کي ڪهڙي معيار تحت پرکجي ۽ هندستاني ثقافت جي تشخص تي انهن اثرن جي سڃاڻپ ڪيئن ڪئي وڃي؟

### مغربي غلبي جو ڦهلاءُ

سوالن جو ٻيو سلسلو موجوده هزار سالن (Millions) جي پڇاڙڪي ايام ۾ مغربي ظهور متعلق آهي. انهن سوالن ۾ برطانوي راڄ پڻ شامل آهي. مغربي غلبي جو عام ۽ سطحي تجزيو ڪرڻ ۽ ان ڏانهن ڌيان ڏرڻ لاءِ دنيا ڀر جا همعصر تبصري نگار ڏاڍا

جذباتي آهن. انهن ۾ مرڪزي سوال تہ مغربيت (Westernization) ۽ مغربي غلبي (جنهن سان نہ رڳو اهلِ مغرب جي سياسي فضيلت، اقتصادي حاڪميت ۽ فوجي برتري قائم ٿي، پر اهڙو ثقافتي اثر بہ قائم ٿي ويو جو اهڙو اڳ ڪڏهن بہ ڪنهن تهذيب جو قائم نہ ٿي سگهيو) متعلق آهي.

سن 1000ع ۾ دنيا ڪنهن حد تائين وڌيڪ متوازن هئي. بعد ۾ نئين سجاڳيءَ واري تحريڪ جي شڪل ۾ تبديلين جي پڻ شروعات ٿي چڪي هئي. اهي اقتصادي، سياسي، ثقافتي ۽ سماجي حالتون پوءِ وڃي صنعتي انقلاب ۽ روشن خياليءَ جو بنياد بڻيون. تنهن دور ۾ انهن حالتن جا شروعاتي اثر يورپ جي ڪيترن پاڱن ۾ ڏسي پيا سگهجن. يورپ ۽ باقي دنيا ۾ پوءِ بہ ڪو غير معمولي تفاوت نہ هو. سن 1000ع ۾ شهنشاهہ اوٽو ٽئين روم ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪئي. پر ان زماني ۾ جڏهن پهريان هزار سال مڪمل ٿيڻ وارا هئا، ڪنهن کي بہ رومي فتحن جو ڊپ ڪونہ هو. وينس بحريہ روم جو ايرنڊڙ ستارو هو ۽ ڊلميشن جي ڪناري کان سواءِ بحريہ ايڊرياٽڪ تي انهن جو ئي دٻدٻو قائم هو. پر وينس ۾ مڪمل طرح اقتدار مقامي نوعيت جو هو. البت ايشيا ۽ مغربي يورپ سان وينس ۽ جنيوا (Geneva) جو واپار زورن سان هلندڙ هو. ان رياستن کي ان عمل جي باوجود بہ ايشيائي ملڪن ۾ ممتاز نٿي سمجهيو ويو ڇاڪاڻ تہ ايشيائي ۽ عرب واپاري صدين کان مختلف ملڪن ۾ واپار ڪندا پئي آيا هئا. ان وقت چين، جاپان، هندستان، ايران، عرب دنيا، افريقي بادشاهتن ۽ ٻين تهذيبن توڙي معاشرن مغربي مداخلت کان سواءِ پنهنجا رند ۽ پنڌ پاڻ پئي جوڙيا. پراڻي زماني جي مرڪزي حڪومتن ۽ طاقتن کان علاوه آمريڪي تهذيبون پڻ وجود ۾ آيون. سن 1000ع اهو سال آهي، جڏهن ايرڪسن (جو ايرڪ دي ريڊ جو پٽ هو) کي آمريڪا دريافت ڪرڻي هئي، مگر هو نواسڪاٽيا (Nova Scotia) کان اڳتي سفر جاري رکي نہ سگهيو جنهن ڪري پراڻي زماني جي دنيا "مايا" تهذيب، جيڪا ان زماني ۾ جزيري نما يوڪلٽن ۾ ڪمال کي رسي چڪي هئي، تنهن جي شان ۽ مان متعلق ڪا بہ ڄاڻ حاصل ڪرڻ کان محروم رهي. ان کان علاوه آمريڪا ۾ ٽي تياهواناڪو (Tiahuanaco) تهذيب، جيڪا سموري پيرو (Peru) ۾ ڦهليل هئي، ان کان پڻ لاعلم رهيو. پوين هزار سالن جي وچ آخر ۾ آمريڪي کنڊ جي نئين تشڪيل يورپي نقطہ نظر تحت ڪئي وئي. اتي يورپين ڪڏهن تہ پوريءَ طرح پنهنجي پيش رو تهذيبن جي مرڪزي عنصرن جو خاتمو ڪيو تہ ڪڏهن انهن کي پنهنجي رنگ ۾ دنيا جي آڏو آندو.

جيتوڻيڪ ايشيا ۽ آفريڪا تي مغربي غلبو ايترو نہ هو تڏهن بہ اڄ تائين انهن خطن ۾ اهو سوال متوجہ تہ ضرور ڪري ٿو. ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ اڄوڪي دنيا ۾ طاقت جو توازن مطلقاً مغرب جي حق ۾ آهي، پر اصل دلچسپ سوال تہ اهو آهي تہ نيٺ بہ ان ڳالهہ جي چو تشخيص ڪجي تہ جنهن دنيا ۾ اسان رهون ٿا، اها ڪيتري مغربي رنگ ۾ رڱيل آهي؟ مغربيت اصل آهي ڇا؟ اها ڪيتري قدر محڪومي پيدا

ڪري ٿي؟ مغربيت جا نتيجا ڪهڙا آهن؟ اهي سوال اهڙا آهن، جي بنيادي اهميت ته ضرور رکن ٿا.

بنيادي ۽ اصولي مسئلي جو تعلق ان امر ڪي قبولڻ سان آهي، جنهن ڪي غير معمولي دنيا تي مغربي ثقافت جي اثر طور ڄاتو وڃي ٿو. مغرب جو غلبو ڪن ماڻهن ڪي ته ذهني طور محڪوم ڪري ڇڏي ٿو ته ڪن ۾ شديد رد عمل پيدا ڪري ٿو. ان صورتحال جو اسان ڪي ڪيئن جائزو وٺڻ کپي؟ هي هڪ اهم سوال آهي، جنهن تي هن لکت ۾ تجزيو ڪرڻ گهران ٿو.

## اسلام ۽ هندستان

سوالن جي پهرين مجموعي سان شروعات ڪجي ٿي، جا هندستان ۾ اسلامي ثقافت جي نفوذ ۽ هندستاني تشخص ۽ تهذيب جي هيئت ۽ ترڪيب تي اسلامي اثرن متعلق آهي. اسلامي اثر هندستان کي ڪيئن متاثر ڪيو. اسلام هندستان جي منفرد ۽ يڪسانيت رکندڙ (Homogeneous) ڪلچر ۾ ڪهڙي قسم جي تبديلي آندي، جنهن سان همعصر مبصرن جي نظر ۾ اسلامي ظهور کان پوءِ يڪسانيت ۾ رهي نه سگهيو. موجوده هزار سالن جي شروعاتي زماني ۾ هندستاني انفراديت کي ٿيندڙ نقصان جي احساس تي هندستان ۾ اڄڪلهه بحث پيو هلي. هاڻي ڏسڻو اهو آهي ته گذريل هزار سالن دوران جيڪو ڪجهه وقوع پذير ٿيو تنهن جو تجزيو ڪيئن ڪجي؟

شروعات ۾ ئي ان ڳالهه جو تعين ڪرڻ ضروري آهي ته اسلام کان اڳ به رڳو هندو انڊيا نه هو. ان ڳالهه جي شروعات ڇنڊڇاڻ سان ڪرڻ گهرجي ته هتي اسلام کان اڳ سڀ کان معروف ۽ عظيم ترين شهنشاهه هندو نه پر ٻڌمت جو پيروڪار يعني "اشوڪ" هو. ان کان سواءِ هندستان ۾ ٻين به غير هندو بادشاهن تاريخي اهميت حاصل ڪئي، انهن ۾ "هرش" تمام گهڻو مشهور هو. جڏهن سلطان محمود غزنوي هندستان تي حملو ڪيو تڏهن به اڀرندي هند تي پالاس (Palas) جو ڪٽر راڄ ڪري رهيو هو جيڪو ڌرمي لحاظ کان "ٻڌست" هو. بنگال به ٻڌي راڄ کان پوءِ مسلمانن جي اقتدار هيٺ اچي ويو. ٻڌ ۽ مسلمان حڪومتن وچ ۾ تمام ٿورو عرصو سينا بادشاهن جي صورت ۾ هندو حڪومت قائم رهي.

اهو به وسارڻ نه کپي ته گذريل هزار سالن کان گهڻو اڳ اسلام کان سواءِ تمام وڏن مذهبن جي هندستان ۾ نمائندگي رهي. برطانيه ۾ عيسائيت ستين صديءَ دوران پير کوڙڻ شروع ڪيا. جڏهن ته هندستان ۾ عيسائي قوميت ان کان به ٽي سؤ سال اڳ آباد هئي. (چوٿين صدي کان) يهودي به يروشلم کسجڻ کان پوءِ اچي هندستان ۾ رهڻ لڳا. جيستائين ٻڌمت ۽ جين مت جو تعلق آهي ته اهي ٻئي مذهب هندستان ۾ وڏي وقت کان پنهنجا وجود ڪاميابيءَ سان قائم رکندا آيا. مسلمانن جي آمد رڳو هڪ ٻئي مذهب جو واڌارو هو.

هڪ ٻيو اهم نُڪتو جنهن کي نظرانداز نٿو سگهجي ته هندستان ۾ انگريز حڪمرانن جي بلڪل برعڪس، جن پاڻ کي حڪمران هوندي به ڌيهي ماڻهن کان

بلڪل الڳ ٿلڳ ڇاتي مسلمان حڪمرانن هندستان کي پنهنجو وطن سمجهيو ۽ هتي مسلمان حڪومتن سان گڏ مسلمان عوام جو وڏو انگ وجود ۾ اچي ويو ۽ هندستان جا رهاڪو وڏي تعداد ۾ اسلام قبول ڪرڻ لڳا. عجب ۾ وجهندڙ ڳالهه ته اها آهي ته موجوده وقت جي ٽئين وڏين قومي آبادين مان ٽي ته برصغير ۾ واقع آهن. يعني هندستان، پاڪستان ۽ بنگلاديش! انهن ٽئين ملسمان قومي آبادين ۾ انڊونيشيا ئي اهڙو ملڪ آهي جو برصغير ۾ واقع نه هوندي به اتي اسلام پکيڙڻ جو ڪم هندستاني مسلمانن ڪيو. گجرات کان مسلمان تبليغ لاءِ اتي ويجي اسلامي پيغام پهچائيندا هئا. ان وقت تائين اسلام به هندستان جو ڏيهي مذهب بڻجي چڪو هو.

اها ڳالهه به ويچار وهيڻي آهي ته اسلام هندو مت کان قطعاً الڳ مذهب هو. پر هندو ۽ مسلمان ملڪ جي ثقافتي زندگيءَ ۾ ڪيترن اختلافن هوندي وڏي حد تائين يڪجهتي ۽ هم آهنگيءَ جو مظهر رهيا. موسيقي هجي توڙي مصوري يا شاعري، ان سمورين فنون لطيفه صنفن ۾ انهن ٻنهي قوميتن جي هم آهنگي ڪمال تي پهتل محسوس ٿئي ٿي. اها ته جيئري جاڳندي حقيقت آهي ته هندستاني ثقافت کي سمجهڻو هجي ته اڳ ۾ ان جي مختلف روايتن جي اهڙي آميزش کي ڄاڻڻ لازمي آهي. نه ته هندستاني ثقافت جو مڪمل ادراڪ ممڪن نه آهي. جيتوڻيڪ غزني کان هندستان ۾ ٿيندڙ هل هنگامن ۽ ان جهڙا هڪ نه ٻيا واقعا هندستاني سياست ۾ ٻڏندڙ جبل جي صورت اختيار ڪري ويا آهن. پر حقيقت اها آهي ته اڄ جي هندستاني تهذيب جو فهم تڏهن ڇٽو ٿيندو جڏهن ان جي مختلف ڌارائن تي ڌيان ڏريو ويندو جن جي ميل ميلاپ سان اها تهذيب وجود ۾ آئي آهي. اهو پڻ ياد رکڻ کپي ته ان تهذيب جي تشڪيل ۾ اسلام جي ڪردار کي نظر انداز ڪرڻ ناممڪن آهي.

موجوده وقت ۾ هندستاني ثقافت جي ميلاپ جي نوعيت جو ڪيترن مبصرن فنون لطيفه ادب ۽ موسيقيءَ جي حوالي سان تذڪرو ڪيو آهي. اڇو ته ان ميلاپ جي هڪ ٻي شڪل تي ويچاريون، جنهن تي هن وقت تائين گهٽو ويچاريو ئي ڪونه ويو آهي. عام طور تي رڳو اڪ ٽيڪ ئي ڪئي وئي آهي. جيتوڻيڪ اڪبر امتزاجي ڪئلنبر (جو هن جي تخليق هو) رائج ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿيو. تڏهن به هي ميلاپ هڪ ٻي صورت ۾ وجود ۾ اچي ويو.

فرض ڪريو ته اڄ بنگالي ڪئلينبر جو سن 1405ع آهي. هاڻي سوال آهي ته ان 1405ع مان مراد ڇاهي؟ جيڪڏهن ان بنگالي ڪئلينبر جي تاريخ جو جائزو ورتو ويجي ته ثقافتي ڳانڍاپي جي هڪ ڇٽي شڪل ابري آڏو ايندي. مسلم هجري ڪئلينبر جو سن 963 ۾ (جو عيسوي ڪئلينبر جي حساب سان 1556ع هو) بنگال جي مقامي شمسي ڪئلينبر جي مطابق ڪيو ويو يعني وقت جي واڳ پوئتي موڙي ڇڏي ۽ بنگالي ڪئلينبر تي ان وقت جي سن کي 963 ڪيو ويو. تڏهن کان بنگالي ڪئلينبر جيڪو شمسي (Solar) آهي اهو هجري (لونر) ڪئلينبر جي مطابقت ۾ ان جي پٺيان آهستي آهستي وڌي رهيو آهي. پر جڏهن به بنگالي هندو پنهنجي ڏيهي

ڪئلينڊر مطابق پنهنجا مذهبي ڏڻ ۽ رسمون ادا ڪن ٿا تہ انهن مان گهڻن کي اها خبر ئي ناهي تہ جن تاريخن مطابق هو مذهبي ڏڻ ملهائين ٿا، تن کي حضرت محمد صلعم جي مڪي کان مديني هجرت ڪرڻ واري واقعي سان هم آهنگ ڪيا ويا آهن. يعني بنگالي ڪئلينڊر شمسي ۽ قمري نظام ۽ وقت جي ڳانڍاپي جو مظهر آهي.

گذريل هزار سالن ۾ برصغير ۾ اهو ڳانڍاپو بيشمار دفعا ظاهر ٿيندي ڏٺو ويو آهي. ٻنهي قومن ۾ موجود علحدگي پسندن اهو ڳانڍاپو ڏسي چئلينج ڪيو پر تڪميل تي پهچڻ واري امتزاج جي ان وسعت ۽ ان مان پيدا ٿيندڙ اثرن تي ڪنهن بہ شڪ ۽ گمان جي گنجائش ئي ناهي.

مغرب جو غلبو

هاڻي مان پنهنجو ڌيان ٻين مجموعي سوالن تي ڏريان ٿو. يعني مغربي غلبو ۽ سموري دنيا تي ان جي اثرن جو جائزو وٺڻ. مغرب جو غلبو هندستان سميت غير مغربي دنيا جي ڪيترن ڀاڱن ۾ اطمينان جي کوٽ ۽ بيقراريءَ جو سبب آهي. هتي مغرب جي غلبي جي حوالي سان جنهن نموني تنقيدي تجزيو ڪيو ويندو تنهن جي نوعيت ان عام رواجي تنقيد کان بلڪل مختلف هونديءَ جا عام طور تي مغربي ايشيا ۾ ڪئي ويندي آهي. البت اها حقيقت آهي تہ پوءِ جي نئين آباديءَ جي دؤر (Post Colonial World) ۾ موجود مغربي تسلط تي هندستان ۾ وڏي تنقيد ڪئي ٿي وڃي. دنيا ۾ اڄ تائين ثقافتي قبضي گيريءَ تي سڏي يا اڻ سڌيءَ طرح گهڻو ئي لکيو ويو آهي. هاڻي ان عنوان تي گهڻو ئي تحريري مواد موجود آهي. اهڙي ادب جي تشڪيل ۾ هندستاني ليکڪ ۽ مصنف گهڻوئي سرگرم رهيا آهن.

ان ۾ ڪنهن وڏي شڪ ۽ گمان جي گنجائش ڪونهي تہ موجوده وقت ۾ "ثقافتي قبضي گيري" (Cultural Imperialism) جا گهڻا ئي مثال ڏسڻ لاءِ ملن ٿا. واقعتاً انهن جو تنقيدي جائزو وٺڻ گهرجي. مثلاً "ثقافتي قبضي گيري" سبب مضبوط ڏيهي ادبي روايتون ڪمزور ٿي ويون. جيئن گهڻين جاين ۽ موقعن تي ٿيو. ان صورتحال ۾ ثقافتي قبضي گيري کي نہ رڳو تنقيدي نشانو بڻايو وڃي پر چاٿي واٽي ان جي مزاحمت بہ ڪرڻ کپي. گهڻو ڪري مغربيت تي تنقيد عقل کان عاري قدامت پرستي ۽ مستقل طور بدلجندڙ دنيا جي خلاف. جتي بہ رد عمل ٿئي ٿو اتي مٿس پردو وڌو وڃي ٿو. هڪڙي صورت تہ اها آهي تہ جيئن افغانستان ۾ طالبان نهايت ضروري ۽ بي ضرر سرگرمين تي مغربيت جو ليبل لڳائي ڇڏين ٿا (جيئن ڇوڪرين/نياڻين کي تعليم لاءِ اسڪول موڪلڻ وغيره). ان کان علاوه مغربيت جي مزاحمت مقامي روايتن ۽ روزانہ دستور موجب وٺندڙ تنقيدي جائزي جي راهہ ۾ رڪاوٽ ٿي پوي ٿي.

ڪيترا دفعا تہ مغربيت تي عام استعمال جي شين جي حوالي سان تنقيد ڪئي وڃي ٿي. مثلاً ڪوڪا ڪولا، ميڪڊونل يا مغربي ٽيليويزن جي چئنل ايم ٽي وي وغيره جي خلاف پڻ گهڻو زهر اوڳاڇو وڃي ٿو ۽ ڪيترا دفعا ڳوڙهن ۽ سنجيده مسئلن کي آڏو آڻي تنقيد ڪئي وڃي ٿي. خاص طور تي مروج مغربي طرز جي فڪر،

مغربي عقلي تصورن ۽ مغربي سائنس ۽ ٽيڪنالاجي وغيره جي غلبي تي ڳڻتيءَ جو اظهار ڪيو ويجي ٿو. مغرب جي نقادن جو چوڻ آهي تہ مغرب ڪي غيرمعمولي دنيا سان تعلقات قائم ڪرڻ ۾ جو اثر ۽ غلبو حاصل آهي، ان سان ئي علائقائي فڪري روايتن، ڏيهي عقلي تصورن ۽ علمي توڙي عملي سوجهہ ٻوجهہ جو ناقابل تلافي نقصان پهتو آهي ۽ اهي سڀ فنا ٿي چڪا آهن. انهن نقادن جو اهو پڻ چوڻ آهي تہ تجزياتي سوچ ۽ فڪر (Analystical reasoning) تي گهرج کان گهڻو زور ڏيڻ سان ڏيهي تصوف ۽ مذهبي نظرين جهڙوڪر هندستان جي ڏيهي فڪر جا بنياد ئي ڏوڏي ڇڏيا آهن. ڇا انهن نقادن جو اهو تجزيو ۽ تشخيص صحيح آهي؟ سندن اها ڳڻتي ڪيتري حد تائين صحيح آهي.

**مغربيت مان مراد ڇا هي؟**

بنيادي سوال اهو آهي تہ آخر مغربيت بلا ڪهڙي آهي؟ ڇا اسان مغربيت کي انڌي هاٿيءَ واري معاملي وانگر تہ نٿا ڇاڇيون. جيئن هڪڙي هندستاني آکاڻيءَ ۾ انڌن ماڻهن هاٿيءَ کي ڇاچي جُوچي اُن جو حُليو بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ڪنهن هاٿيءَ جي ٽنگن کي ئي هاٿي سڏيو تہ ٻئي اُن کي سُونڊ کي ئي هاٿي ڄاڻايو جڏهن تہ ٽئين انڌي هاٿيءَ جي وڏن ڏندن کي ئي هاٿي تصور ڪري ورتو. اهوئي، حال مغربيت جي باري ۾ اسانجي تصورن جو آهي ۽ ان تصور کان ٻاهر مغربيت جو وجود ئي نہ آهي. اسانجي لاءِ مغربيت اها ئي آهي، جا اسان سمجهون ٿا. هاٿي مون کي پنهنجي ڳالهہ جا ڳجهہ کولڻ ڪپن.مون کي يقين آهي تہ مغربيت جي تصور کي هن وقت ڪنهن سوچ ويچار ۽ جاچ جوچ کان سواءِ ئي بحث جو موضوع بڻايو ويو جو ڪنهن ديريني ثقافتي تنقيد لاءِ لاپائتو ۽ مفيد ثابت ٿي نہ سگهيو. مغربيت ۽ ان جي نقصانڪار اثرن وارو ڏيپ ڪيترن ئي مخصوص نوعيت جي مسئلن پيدا ڪيو. پهريائين تہ ان سوال تي ويچارڻ کپي تہ سرحد پار کان پيل اثر اوهان وٽ قبول ڪيو بہ وڃي تہ ڇو اوهان ان جا محتاج ٿي پيا، يا مغرب جو ڪو اصول يا متو اختيار ڪرڻ سان اوهان جو ملڪ، سمورو ئي مغرب زده ٿي ويندو! جيڪڏهن مغربيت جو ڏيپ آهي تہ پوءِ اسان کي ان جو ڀرپور تجزيو ڪرڻو پوندو ۽ نہ رڳو ان جي سرچشمي تائين محدود ٿيڻو پوندو پر ان کان اڳتي وڌي ڀرپور جاڻ حاصل ڪرڻ کپي. نہ رڳو ثقافتي ترقي پر سائنس ۽ رياضيءَ جي ميدانن ۾ بہ جيتري قدر بہ واڌ ويجهہ ٿي آهي، ان ۾ سرحد پار جي سڪيا جو بہ اهم ڪردار رهيو آهي. جيڪڏهن تخليقي اثرن جا محتاج ٿي بري ۽ ڀلي جي اصلي محرڪن کان غير واقف رهياسين تہ اها وڏي غلطي ليکبي.

هي ڳالهہ جيڪا سامهون رکڻ لازمي آهي تہ مختلف ثقافتن ۾ تاريخي ميٺ محبت جي عمل خاص نظرين شين توڙي هيئتن جي درست شروعاتي مقررين کي گهڻو ڳوڙهو ۽ پيچيدو بڻائي ڇڏيو آهي. موجوده ڪجهہ ورهين کان مختلف نوعيت جا مغربي اثر غيرمغربي معاشرن تي مرتب ٿيا آهن. انهن مان ڪجهہ تہ جوهري

اعتبار کان (Quintessentially) خالص يورپي نوعيت جا آهن، جيئن انگريزي ۽ فرانسيسي زبانون وغيره ڪي اهڙا اثر بہ هئا، جن جي شروعات متعلق پڪ سان ڪجھ بہ چئي نٿو سگھجي تہ انهن جي وجود جي شروعات ڪهڙي معاشري يا ملڪ کان ٿي.

تين ڳالھ اها آهي تہ مغربي ۽ هندستاني عقليت ۽ ان تي ٻن قسمن جي فڪر تي مبني تصورن مان حاصل ٿيندڙ تڪراءَ متعلق جا عام نوعيت جي سوچ رائج ٿي، اها سنجيدگيءَ کان عاري ۽ وائڙائپ جو ڏيک ڏيئي رهي آهي. مغربي ۽ هندستاني روايتن مان هر هڪ جي عدم يڪسانيت ملي ٿي. انهن روايتن متعلق ڪهڙي بہ قسم جي عام راءِ قائم ٿيڻ ان روايت جي سمجھ کي دقيق بڻائڻ برابر آهي.

اصل سان لاتعلقي (The Irrelevance of Origin)

ڪنهن بہ نظريي جي بنيادي نُڪتي جي ابتدا ڪهڙي خطي مان ٿي، ان متعلق پريشان ٿيڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ جيڪڏهن مغربيت واقعي ڳڻتيءَ جوڳي آهي، تہ ان جي پيدا ٿيندڙ خراب اثرن جي نشاندهي ڪرڻ کپي. نہ رڳو ان ڪري تہ اهي پرڏيهي هئڻ سبب تنقيد جو نشانو بڻائي رد ڪيا وڃن. ڇا پلا پيڪسلين (Penicillin) جي واهپي سان ڪوئي ماڻهو مغرب زده ٿي ويندو؟ يا وليم شيڪسپيئر جي لکتن مان لطفِ اندوز ٿيڻ سان مغربي هولناڪي چانئجي ويندي؟ ان جي برعڪس گوئٽي جڏهن ڪاليداس کي پڙهيو، تڏهن هن پاڻ کي يورپيت مان ڪڏي ڇڏيو؟ ڇا هندستاني ڪاڏن رڌڻ جو فن ان بنياد تي گهٽو مغربي ٿي ويو جو پرتگالن جي هندستان ۾ اچڻ کان اڳ هتي مرچن متعلق ڪنهن کي خبر ڪونہ هئي؟ ائين ئي ڇا چٽن جي استعمال سان بنگالي مڻايون، بنگالي نہ رهيون. اهو فقط ان لاءِ ئي تہ انهن شين جو موجوده صورت ۾ استعمال اپرندي هند ۾ يورپين ئي متعارف ڪرايو. ڇا ثقافتي هم آهنگي ۽ تسلط ۾ گهٽو فرق آهي؟

بيشڪ ڪابہ شيءَ ڪنهن خاص ملڪ يا معاشري جي پيداوار آهي تہ فرض ڪيو تہ ان جو ڪنهن ٻئي ملڪ يا معاشري ۾ استعمال نقصانڪار سمجهيو وڃي تہ اها بيوقوفي ئي چئبي. رابيندرناٿ ٽيگور ان نڪتي کي وڏي وضاحت سان واضح ڪيو آهي.

"انساني تخليق مان جڏهن اسين استفادو ڪريون ٿا، تڏهن اها اسان جي پنهنجي ئي سمجهي وڃي ٿي، توڙي جو اها تخليق ڪٿي بہ اپري هجي. مون کي پنهنجي انسانيت تي ان وقت فخر محسوس ٿئي ٿو جڏهن ٻين ملڪن جي شاعرن ۽ فنڪارن کي مان پنهنجو ٿو مڃان. مون کي وڏي پاٻوهہ سان محسوس ڪرڻ ڏيو تہ سيئي انساني عظمتون منهنجون آهن."

پر ان تي بہ نظر نٿي ڪئي وڃي تہ جيڪڏهن ڪو اهڙو غير ملڪي عمل اختيار ڪيو وڃي، جنهن سان ڏيهي روايت يا رواج (جنهن کي ماڻهو قابل قدر ڄاڻن) جي ختم ٿيڻ جو خوف ۽ خطرو پيدا ٿئي تہ ان عمل تي ڏمر ۽ مذمت بجا آهي. هر اهو رواج جو پرڏيهہ مان ڪنهن بہ معاشري ۾ داخل ٿئي تہ ان جي سڃاڻپ ٻن طريقن سان ڪرڻ

ڪپي تہ ان ۾ اسان لاءِ ڪهڙا امڪان موجود آهن (ان کي اختيار ڪرڻ سان ڪهڙا فائدا آهن) ان رواج سان ڏيهي رسمن تي ڪهڙا اُگرا اثر مرتب ٿين ٿا. يا ائين تہ ناهي جو پرڏيهي عمل جو اثر ڏيهي طور طريقن جي خاتمي جو سبب ٿئي. ڪنهن بہ نظريي يا هيئت متعلق ان بنياد تي فيصلو مڙهي ڇڏڻ کان پرهيز ڪرڻ کپي تہ ان جو سرچشمو يورپ يا مغرب آهي. ان جي سڃاڻپ ان بنياد تي ڪرڻ کپي تہ ان جا اثر مثبت آهن يا منفي، تخليقي آهن يا بيڪار! ان ڳجهہ کي هر ثقافتي درآمد تي رد ڪري يا هر درآمد کي چڱو سمجهي سلجهائي نٿو سگهجي. اصل مسئلو ماڻهن ۾ ان آزاديءَ کي عام ڪرڻ جو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ هو زندگي گذارڻ جا متبادل (styles) طريقا چونڊ ڪري اختيار ڪن.

ڪنهن حد تائين ان مسئلي کي حسين طريقي سان هونءَ ئي حل ڪري سگهجي ٿو تہ پنهنجي حياتيءَ گذارڻ جي ڍنگ کي هر ڪو پنهنجي پسند موجب چونڊي ۽ اختيار ڪري، ڪيئي دفعا ائين بہ ٿيو آهي تہ انهن ڏيهي ثقافتي مظهرن کي مخالف قوتن کان خطرو هوندو يا ٿي پوندو آهي، جن جي ارتقا غير ملڪي وسيلن سان عمل ۾ ايندي آهي. ان وقت اهو معاشري تي ڇڏڻ کپي تہ اهو پنهنجي روايتي طور طريقن موجب زندگي گذارڻ جي رکوالي ڪري، ۽ ان عمل اختيار ڪرڻ ۾ جيترو بہ معاشي نقصان پوي، برداشت ڪري، زندگي گذارڻ جي طور طريقن جي حفاظت معاشري جي حقيقي چاهت سان ئي ٿي سگهي ٿي، پر سوال اهو آهي تہ ان حياتيءَ جي ڈانءَ جي حفاظت لاءِ معاشي قيمت تہ ڏيڻي ڪونہ پوندي، جيڪڏهن اها ادا ڪرڻي پئجي وڃي تہ ڇا معاشي قدر ۽ مقصد ان اهميت ۽ افاديت جا مستحق آهن تہ انهن جي حفاظت لاءِ اهو گهاٽو کڻي سگهجي. ان معاشي قدرن جي دوام لاءِ ادا ٿيندڙ معاشي قيمت جي مقرري لاءِ ڪو فارمولو تہ واضح نٿو ڪري سگهجي، ليڪن ان ڏس ۾ جيڪا ڳالهہ اهميت لهڻي ٿي-تہ پنهنجي زندگيءَ جي ڈانءَ لاءِ عقلي بنيادن تي تجزيي ڪرڻ لاءِ لازم آهي تہ معاشرتي فيصلن کي طئي ڪرڻ واري عمل ۾ ماڻهن کي پاڳي پائيواري جو موقعو ملڻ کپي. (جيڪڏهن اهي ان عمل ۾ شامل ٿيڻ گهرن)

### سائنس ـ رياضي جي ترقي ۽ ثقافت

آءٌ هاڻي ٻئي مسئلي ڈانهن ٿو اچان، جيڪو ڪنهن بہ نظريي يا شيءَ جي شروعات متعلق فيصلي ڪرڻ جي دشواري ۽ مشڪل متعلق آهي. ظاهر ۾ تہ ڪنهن وقت ڪا شيءِ مغرب مان اچي رائج ٿئي ٿي، پر ان جي اصل ابتدا ۽ واڌ ويجهہ ۾ ڪيترن غيرمعمولي اثرن جو عمل دخل وڏي حجت ۾ موجود رهيو آهي. خاص طور تي سائنس ۽ رياضيءَ جي حوالي سان اها ڳالهہ وڏي وثوق سان چئي سگهجي ٿي، ڇاڪاڻ تہ علم جي انهن ٻنهي مضمونن جي ترقيءَ ۾ مختلف معاشرن ۽ ثقافتن جو حصو رهيو آهي. غيرمغربي دنيا کان داخل ٿيندڙ ڪيترا نظريا ۽ عقيدا ڏسڻ ۽ ٻڌڻ وارن کي تہ ظاهر ۾ مغربي لڳندا، ڇاڪاڻ تہ انهن جا آڻيندڙ مغربي ماڻهو آهن. دراصل اهي نظريا ۽ عقيدا ڪنهن بہ ريت پنهنجي ابتدا يا هيئت توڙي فطرتي لحاظ کان فقط مغربي

ناهن. شايد ان نُڪتي جي وضاحت هڪ مثال پيش ڪرڻ سان ٿي سگهي، جو برطانوي دور ۾ هندستان ۾ جديد رياضي متعلق آهي. هندستاني هاءِ اسڪولن ۾ جڏهن رياضي پڙهائڻ شروع ڪئي ويئي، تڏهن ان جي صورت (form) برطانوي ٿي هئي. ان ۾ ڏنل اصطلاح ۽ مثال سڀ انگلش هاءِ اسڪولن وارا ئي هئا. پر ان دور جي رياضي پنهنجي صورت توڙي وصف ۾ مڪمل برطانوي يا مغربي نہ هئي. هندستان ۾ ڪيترن قدامت پسندن ان رياضي کي رائج ڪرڻ کي مغربي طرز ۽ فڪر جي مداخلت سڏيو هو. جيتوڻيڪ رياضي جا ڪيترائي بنيادي اصول مثلاً ٽرگناميٽري، (Trigonometry) هندستاني اسڪولن ۾ انگريزن جي پاران متعارف ڪرائي پئي ويئي، سا حقيقت ۾ هندستان ۾ ئي وڏي ويجهي هئي، جا پوءِ مغربي نصاب معرفت ٻيهر هندستان ۾ اچي مروج ٿي.

غالباً ان ڳالهہ جي وضاحت سائن (Sine) جي اصطلاح جي نُڪتي جي شروعات تي غور ڪرڻ سان ٿي سگهي، جيڪو ٽرگناميٽري جو مرڪز ۽ تصور آهي. دراصل رياضي دان آريہ ڀٽ ان تصور کي پنجين صديءَ جي آخر ۽ ڇهين صديءَ جي شروع دوران بحث هيٺ آندو. ان تصور جو سنسڪرتي نالو جيا آرڌه (Jya – Ardh) آهي. ڪنهن وقت ان جو مخفف جيا (Jya) ئي ڪتب آندو ويو ۽ اهو ئي ڪافي چاتو ويو. جڏهن هي تصور عربن تائين پهتو تڏهن انهن 'جيا' جي اصطلاح کي عربي زبان جي قالب ۾ آڻي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح اصطلاحن ۾ اينڊڙ بين الاقوامي تبديلين جي شروعات ٿي. ان باري ۾ رياضيءَ جي مؤرخ هاورڊ ايوز (Howard Eves) جو بيان ڪجهہ هن طرح سان آهي:

آريا ڀٽ ان کي اردها جيا ۽ جيا اردها چيو ۽ پوءِ ان کي مخفف ڪري صرف جيا بنايو. جيا کي عربن پنهنجو موتي رنگ ڏنو تہ هي جبا (Jiba) بڻجي ويو. ڇو تہ عرب واول (Vowel) حذف ڪرڻ جا عادي آهن. بهرحال اهو جب (Jb) ئي رهجي ويو. جڏهن تہ جبا پنهنجي ٽيڪنيڪي اهميت جي باوجود عربيءَ ۾ بي معنيٰ لفظ ٿي ويو. ان کان پوءِ جي ليکڪن کي جب (Jb) جبا (Jiba) جو بي معنيٰ مخفف لڳو تہ انهن ان کي جيب (Jaib) ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. جنهن ۾ اُهي ئي لفظ استعمال ٿيندا آهن. جيڪي جبا (Jiba) ۾ ٿيندا هئا. ان جو عربيءَ ۾ مطلب خليج ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح پوءِ جڏهن جيراردو (Gerardo) آف ڪريمونا (Cremona) عربيءَ کان ان تصور کي لاطينيءَ ۾ ترجمي وسيلي منتقل ڪيو. تہ ان تصور کي جيب جي هم معنيٰ لاطيني لفظ ۾ ضم ڪري (Sinus) بڻائي ڇڏيو. جڏهن تہ اڄ ان استعمال ٿيڻ وارو لفظ (Sine) سائن لاطيني لفظ (Sinus) سائي نس ئي مان نڪتو آهي.

رياضي ۽ سائنس جي متعلق تصورن ۽ نظرين جي هڪ جڳهہ کان ٻئي جڳهہ لڳاتار منتقليءَ جي پيش نظر اهو چوڻ ڏکيو ٿئي ٿو جو ڪنهن بہ علم يا ان جي ڪائي شاخ حقيقتاً ڪنهن هڪ ئي خطي جي ميراث هجي.

جڏهن اسان موجوده (عيسوي) ڪئلينڊر جي پهرين هزار سالن جو جائزو وٺون ٿا تہ مختلف ثقافتن جي ڀيٽ ڪرڻ سان مغربي رياضيءَ تي مشرقي اثر ڪافي نمايان

طور تي محسوس ٿيندو هو. هندستان ۾ ڇهين صدي عيسوي جي دؤران اعشاري نظام ڪافي ترقي يافته هو جيڪو بعد ۾ عرب رياضي دانن جي به زيرِ استعمال رهيو. ارٿميٽڪ نوٽيشن (Arithmatic notation) يعني رياضيءَ ۾ استعمال ٿيڻ واريون علامتون وغيره ۽ پروسيجرز (Procedures) جهڙا تصور ڏهين صدي جي آخري وچ ۾ يورپ پهتا. زيرو (Zero) به انهن تصورن متعلق هو. زيرو جو استعمال هندوستاني توڙي عرب رياضيءَ جو جزو بڻجي چڪو هو. پر اجا ان تي وڌيڪ ڪم جي گنجائش هئي. تنهنڪري هندستاني رياضيدان سري ڌرا سن 1000ع جي لڳ ڀڳ زيرو تي درپيش مسئلي جو تعيني حل (a definitive treatment) ڪيئيو. ان طرح 975ع کان 1000ع جي وچ واري دؤر ۾ رياضيءَ جي متعلق اهي ئي به اٽتم هئا. جيڪي دلچسپيءَ جو باعث هئا ۽ جن جو تذڪرو معروف حوالي جي ڪتابن ٽائم ٽيبلز آف هسٽري ۽ ڪلٽر فهرپلان (Kultur Fahrplan) ۾ به ڪيو ويو آهي. جنهن جي تاليف برنارڊ گرون ۽ والر اسٽائن سرانجام ڏني. انهن ڪتابن مطابق ان وقت تائين فزڪس ۽ ڪيمسٽري جي شعبن ۾ جيڪا واحد ايجاد ٿي سگهي پئي، اهو بارود هو جيڪو چيني سائنسدانن جو ڪرشمو هو.

جن شعبن علمن کي "مغربي سائنس" ۽ "مغربي رياضي" جو نالو ڏنو وڃي ٿو اُهي محض مغرب جي ئي پيداوار ناهن. جيتوڻيڪ، انهن شعبن ۾ جدت طرازي جو عمل مغرب ۾ ئي ٿيو. تقريباً هر قسم جي علم، فن ۽ هنر مان جنم وٺڻ وارا اثر متاثر ڪندڙ رفتار سان ملڪن ۽ معاشرن جي سرحدن کي عبور ڪن ٿا. جيڪڏهن صرف مغرب منجهان ئي ظهور ۾ اچڻ واري سائنس يا رياضي ادب ۽ فن جي کوج لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ته مايوسيءَ کان سواءِ ڪجهه به هٿ نه ايندو. اهو ڄاڻڻ ان لاءِ ڏاڍو ضروري آهي، ڇو ته ٻين (مغربي) ملڪن کان ايندڙ نظرين، علم ۽ شين کان ماڻهو ان ڪري به خوفزده ٿئي ٿو ته ڇا ڪاڻ ته غير ملڪن ۾ وجود وٺڻ واريون شيون ۽ علم مقامي ثقافت ۽ معاشري جي تباهيءَ جو باعث ٿيندا.

**تعقل ـ تصوف ۽ Heterogeneity**

هاڻي ٿئين موضوع طرف اچون ٿا ته جيئن فڪر ۽ تعقل (rationality) جي مغربي ۽ هندستاني روايتن ۾ موجود مخصوص فرق جي تشخيص ڪري سگهجي. اهو نڪتو هر پُيري بحث جو موضوع رهندو آهي. خاص ڪري هندستاني ڪلچر مغربي روايتن جي نسبت تمام وڌيڪ مذهبي ۽ صوفياڻي روش جو حامل آهي. اِها ته واقعي حقيقت آهي ته هندستان ۾ مذهبي لٽريچر وڌيڪ مقدار ۾ تخليق ٿيو پر اِها به حقيقت آهي ته هتي سنسڪرت ۽ پالي ٻولين ۾ لاديني (Athestic) ۽ لا ادري (Agnostic) فڪرن تي مشتمل لٽريچر به ايترو ئي گهڻو آهي، جيترو مذهبي آهي. ان ڏس ۾ ٻين ڪلاسيڪي روايتن خواهه اُهي يوناني، لاطيني، عبراني يا عربي هجن، هتان جي روايتن سان مقابلو نٿيون ڪري سگهجن. ان ڳالهه جو اطلاق چارواڪ ۽

لوڪاياتا (Lokayata) مڪتبہ فڪر تي بہ ٽئي ٿو. ان کان علاوه ٻڌ مت تي بہ ٽئي ٿو جيڪو دنيا جي مذهبن ۾ اڪيلو لاادري مذهب آهي.

حالانڪ چوڏهينءَ صدي جي دؤران مڌواڪاريہ (Madhavacarya) پنهنجي ڪتاب "سرودهارشاناسا مگرها" (Sarvadarshanasa Mgraha) جو ابتدائي باب مڪمل طور تي ملحدانہ سوچ جي طرفداريءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن انهن دليلن کي هندستاني مذهبي ذهنيت جي خلاف هڪ چئلينج جي طور تي پيش ڪيو وڃي تہ ظاهر آهي، ان مان ائين لڳندو تہ هندستاني ۽ مغربي روايتن جي وچ ۾ تمام گهڻي هڪجهڙائي آهي، پر حقيقت اِها آهي تہ انهن خيالن جو اظهار ان ڪتاب ۾ ٿيو آهي، جيڪو چوڏهين صديءَ جي هڪ وشنو مت کي ميڄيندڙ لکيو هو.

ان طرح بلڪل جيڪڏهن اسان "رامائڻ" جو غور سان جائزو وٺون تہ جنهن کي ڪجھ ماڻهو رام ديو جي زندگي متعلق مقدس ڪتاب سمجهن ٿا. ان ۾ ڪجھ اهڙا واقعا درج آهن تہ جيڪڏهن ان کي مغربي نقطہ نظر سان ڏٺو وڃي. جيئن تہ رام جي تخت کان دست بردار ٿيڻ تي ڪنهن نہ ڪنهن کي ڪپندو هو تہ هُو ائين ڪرڻ کان باز رهڻ جو مشورو ڏئي. جيئن تہ ان رزميہ داستان جي شروع ۾ رام مذهبي فرض سمجهي ائين ئي ڪيو هو ان ڪري هي مغربي تنقيد جو سوال ناهي، ان لاءِ تہ هندستان جي هڪ عالم رام کي هي مشورو ڏنو هو "اي رام، عقلمند ٿيءُ. حقيقت هيءَ آهي تہ هن دنيا کان علاوه ڪنهن دنيا جو ڪو ئي وجود ناهي. حال کان لطف اندوز ٿيءُ ۽ جيڪو ڪجھ بہ ناخوشگوار آهي، ان کي نظرانداز ڪر." ان طرح هندستان جي ابتدائي مذهبن ۽ دستاويزن ۾ عدم مذهبيت جي ڀرمار آهي. ۽ ڪسٽمز آفيسر جن جي ذمي مغرب مان ايندڙ منع ٿيل مال جي جهل هجي، ان لاءِ ضبط ڪرڻ لاءِ انهن دستاويزن ۾ گهڻو ڪجھ آهي.

مغربي تعقل ۾ هندستاني يا ٻئي غيرمغربي فڪري روايتن ۾ ملندڙ غيرمعمولي فرق متعلق تمام گهڻا عام رايا ايتري قدر ۽ قيمت بہ نٿا رکن، جيترو اهو ڪاغذ، جن تي اهي لکيا وڃن ٿا. هر وڏو ڪلچر پنهنجي اندر تمام گهڻي وسعت رکي ٿو. ان کان علاوه فڪر ۽ عمل جي اڻ ڳڻپ روايتن کي سهيڙين ٿا. ان بيان جو اطلاق مغربي ۽ هندستاني (يا هر طرح جي) روايتن تي هڪجهڙو تي ٿئي ٿي.

فطري ۽ ماوراءِ الفطرت علمي ۽ فڪري روايتن جي حوالي سان "مغرب" ۾ بہ عدم يڪسانيت ۽ تنوع سلسليوار ملي ٿو. جيڪڏهن آمريڪا ۾ شام جي وقت ٽيليويزن جي نشريات ڏٺي وڃي تہ خبر پوندي تہ يقين ڪرڻ لاءِ اڳوات تيار بيشمار ڏسڻ وارن کي ماورائي فطرت قوتن متعلق تمام گهڻا واقعا ڏيکاريا وڃن ٿا. ان ڏس ۾ جيڪڏهن ڳالھ اتان کان شروع ڪئي وڃي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ جڏهن سن 1000ع جي آمد هئي تڏهن يورپ جو وڏيڪ حصو ان خوف ۾ مبتلا هو تہ دنيا ختم ٿيڻ واري آهي، ۽ حساب ڪتاب جو ڏينهن بس آيو ئي آيو. "هزار سالن جو خوف" ان کي نالو ڏنو ويو. ان جو بنياد دراصل هي تصور هو تہ حضرت عيسيٰ جو ظهور قيامت جي ڏينهن کان هڪ هزار سال پهرين ٿيندو. ان تصور کي "ملنيرين ازم" (Millenarianism) چيو وڃي ٿو. ان

تصور تي اجا بہ عيسائين جا ڪيترائي فرقا يقين رکن ٿا. جن ۾ ايڊوينٽسٽ (Adventist) فرقو قابل ذڪر آهي. سن 1000ع جي آمد جي موقعي تي يورپ ۾ پکڙيل ان خوف جي پيٺ جيڪڏهن شاڪا ڪيلينڊر جي هزار سالن جي پڄاڻي يا هجري ڪيلينڊر جي هڪ هزار سالن جي گذري ويل واقعن سان ڪٺي وڃي تہ معلوم ٿيندو تہ ان وقت هندستان ۾ ڪائي غيرمعمولي ڪيفيت نہ هئي. ان جو اهو مطلب بہ ناهي تہ يورپ ۾ ماوراءِ الفطرت قوتن تي وڌيڪ يقين رکيو ويجي ٿو. دراصل نڪتو جيڪو توجهہ جو حامل آهي, اهو هيءَ تہ, جيڪڏهن شاڪا يا هجري ڪيلينڊر ڪان پهريون هزار سال جي پڄاڻيءَ تي هندستان ۾ خوف ۽ حراس ڦهلجي ويجي ها. جڏهن تہ ان اثنا ۾ يورپ ۾ حالتون بلڪل معمول جي مطابق ٿي رهن ها تہ مغربيت ۾ امتياز روا رکڻ جي تبليغ ان مغربي تعقل ۽ ماورائي الفطرت مظاهر تي هندساني يقين ۾ فرق جو اعليٰ ترين مثال جي طور تي پيش ڪري ها.

مون کي ان ڪان انڪار ناهي تہ مجموعي طور تي نمايان ثقافتي روايتن ۾ مختلف روين جي حوالي سان اختلاف ملن ٿا. پر موجوده مغربي ۽ غيرمغربي امتيازن جي متعلق اخذ ڪيل عام طور نتيجا ڪوکلي بنيادن تي استوار ڪيا ويا آهن. هر ڪلچر قسمن جي سماجي رقابتن سان مڪمل ٿٺي ٿو ۽ ان ۾ مسلسل تبديليءَ جو عمل بہ جاري رهي ٿو. اهڙين جامد سوچن جي حوالي سان جڏهن مغرب ۽ مشرق مان هر هڪ کي هڪ ٻئي ڪان انتهائي مختلف ۽ پنهنجي ذات ۾ مڪمل اَڪائي جي طور تي نمايان ڪيو ويندو تہ اِها وڏي ڀُل هوندي

## انساني حق ۽ ايشيائي قدر

هاڻي مان مغرب طرفان سياسي ۽ شخصي آزادين کي قائم رکڻ جي لاءِ "انساني حقن" تي ڪيل اصرار ۽ ان مان جنم وٺڻ واري بحث تي خيال جو اظهار ڪندس. دراصل ايشيا ۽ آفريقا جي ڪيترن ئي ملڪن جون آمراڻيون حڪومتون قائم هيون. انهن خاص طور تي مغربي قدرن ۽ مقامي قدرن ۾ بنيادي اختلاف (تضاد) کي اجاگر ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي. مثال طور اهو چيو وڃي تہ ايشيائي قدرن ۾ "انساني حقن" جي ان قدر گنجائش ناهي جيتري مغربي قدرن ۾ آهي. مغربيت جي مبالغہ انگيز بيان ۽ تقريرن ئي 1993ع ۾ هيومن رائيٽس ورلڊ ڪانفرنس منعقد ويانا جي دؤران اشتعال انگيزي ۾ اهم ترين ڪردار ادا ڪيو هو.

ڇا انساني حقن جي حوالي سان مغربي ۽ غيرمغربي قدرن ۾ واقعي فرق آهي؟ اهو تہ صحيح آهي جو جمهوري عمل ۽ ان جي متعلق سياسي ۽ شخصي حقن جا قدر هلندڙ صدين جي دؤران مغرب ئي جي سرزمين تي "يورپ جي روشن خيالي" ڪان پوءِ ظهور پذير ٿيا. پر غير مغربي معاشرن ۾ بہ انساني حقن جا تمام وڏا علمبردار پيدا ٿيا. جن قومي آزادي ۽ بنيادي حقن جي حصول جي تحريڪن جي رهنمائن جي طور تي مهاتما گانڌي ۽ سان ياٽ سين وغيره. پر انهن رهنمائن بہ انهن نظرين ۽ اقدار جي ترويج جي لاءِ يورپ جي ڪردار کي ساراهڻ ۾ ڪڏهن بہ گهبراهٽ جو اظهار نہ ڪيو.

اصل مسئلو اهو ناهي تہ انهن سياسي نظرين اول ۾ جنم ورتو ۽ اُتي ئي انهن جي پروان چڙهڻ جا مرحلا بہ طئي ٿيا! سوال اهو آهي تہ ڇا مغرب ۽ دنيا جي ٻين خطن جي قدرن ۾ ايتري قدر واضح فرق بلڪ تضاد آهي جو اسان انهن قدرن کي، انهن جي ماهيت جي لحاظ کان خالص "مغربي قدر" ڇئي سگهون، جيئن اوڀرندي ايشيا جي ڪيترن ئي دانشورن چيو آهي. مون هن مسئلي کي وضاحت سان ڪنهن ٻئي هنڌ بحث جو موضوع بڻايو آهي (خاص طور تي مورگينٿو ميموريل ليڪچر دؤران، جيڪو مون پوئين سال نيويارڪ ۾ ڪارنيگي ڪائونسل ۾ ڏنو هو) - ۽ تڏهن منهنجو دليل اهو هو تہ اولهہ ۽ اوڀر جي دانش جي تاريخ ۾ ان قسم جو فرق يا تضاد ڳولڻ ممڪن ناهي.

انساني حقن جي نظريي جي باري ۾ اولهندين ۽ غيراولهندين ڏومن، مثال طور: هندوستاني، چيني ۽ عربي وغيره ۾ ٻنهي قسمن (موافقت ۽ مخالفت) جون تحريرون ملي وڃن ٿيون. ڪنفيوشس ڪيترن ئي حوالن سان آمرانہ معلوم ٿيندو آهي، ۽ ساڳيءَ ريت ڪوٽيلہ پڻ! پر ان قسم جو آمراڻو رنگ واضح طور تي افلاطون ۽ سينٽ آگسٽائن ۾ پڻ نظر اچي ٿو جيڪي مغرب جا مفڪر شمار ڪيا وڃن ٿا. ارسطو بيشڪ سياسي آزادي ۽ رواداريءَ جو علمبردار هو پر هن اهو سڀ ڪجهہ (سموريون آزاديون) آزاد ماڻهن لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو. سندس خيال موجب غلام ۽ عورتون انهي آزاديءَ جون مستحق نہ آهن. جڏهن تہ اشوڪ، رواداريءَ جي اهميت جي باري ۾ اصول واضح ڪندي، ان قسم جا ڪي بہ شرط عائد نہ ڪيا هئا. جڏهن اڪبر پاران مذهبي ۽ فڪري اختلافن جي حوالي سان رواداري ۽ برداشت بابت وڏا اعلان ڪيا ويا، تڏهن يورپ ۾ پوپ ماڻهن کي معافيناما وڪڻندا وتندا هئا. ۽ جڏهن ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ معروف يهودي عالم موئمو نائيڊيز (Maimonides) کي عدم رواداريءَ جي ڪري يورپ ڇڏڻو پيو ۽ هُن وڃي قاهره ۾ پناهہ ورتي، ڇاڪاڻ تہ ان وقت يورپ ۾ جتي هُو پيدا ٿيو هو يهودين کي بي انتها ظلم ۽ ستم جو نشانو بڻايو پئي ويو. اهڙيءَ ريت کيس سلطان صلاح الدين جي سرپرستيءَ ۾ اچڻو پيو.

ايشيائي قدرن ۽ انساني حقن جي عدم تعلقي بلڪ اختلافن جو پرچار ڪندڙ عام طور تي ڪنفيوشس جي ملفوظات کي، ان ڏس ۾ مثال جي طور پيش ڪندا آهن، پر حقيقت تہ اها آهي تہ هُن پڻ ان صورت ۾، جڏهن حڪمران غلطيءَ تي هجن، تہ ڪانئن اختلاف ڪرڻ جائز قرار ڏنو آهي. ۽ اختلاف جي اهميت تي سندس ڪيترائي مباحثا مقبول آهن. عملي شخص هُجڻ جي ناتي، ڪنفيوشس احتياط ۽ سليقي کي برقرار رکڻ جو قائل هو پر حڪومت پاران ٿيندڙ ڪن بہ ناپسنديده قدمن جي مخالفت تي سندس ايمان گهڻو پختو هو. "جڏهن رياست ۾ چڱائيءَ جو دؤر هلندڙ هُجي، تہ بي ڊپو ٿي ڳالهايو ۽ بي ڊپائيءَ سان عمل ڪريو. جڏهن رياست پنهنجي پٽڙيءَ تان لهي رهي هُجي، تہ بي خوفي ۽ جرئت سان باعمل ٿي وڃو پر گفتگوءَ ۾ نرمي رکو."

هزار سال، جيڪي ختم ٿيڻ وارا آهن. ان دؤران دنيا ڪيترن ئي حوالن سان تبديل ٿي. اهو صحيح آهي تہ ان موقعي تي اسان کي هن عرصي دؤران ٿيندڙ اُڀرائيءَ جو مجموعي طور تي تنقيدي انداز ۾ جائزو وٺڻ گهرجي ۽ ان تي غور ڪرڻ گهرجي تہ ماضيءَ ۾ ٿيندڙ واقعن کي ڇا جو سمجهيو وڃي؟ هن هزاري جي پين ترقين سان گڏ جيڪا اهم ترين تبديلي ڏسڻ ۾ آئي، اها هئي دنيا جي نقشي تي اسلامي طاقت جو اُسرڻ ۽ هاڻي جڏهن ان هزار سالن جي پُڄاڻي ٿيڻ واري آهي تہ موجوده دؤر جي دنيا تي مغرب جو غلبو ناقابلِ ترديد حقيقت جي طور تي قائم آهي. هر اها تبديلي، جيڪا ان عرصي دؤران رونما ٿي، اها تحقيق ۽ تشخيص جي ڪري ٿي.

اسلامي ڪلچر جي لاڳو ٿيڻ کان پوءِ هندوستاني تهذيب، ارتقا جي هڪ ئي منزل طئي ڪري چڏي ۽ اسلامي تهذيب ان جو هڪ جز ٿي وئي. جيتوڻيڪ هندوستاني تهذيب جتي اجا بہ وڌيڪ ڇڪتاڻ جو شڪار ٿي وئي، اتي ان جي وسعت ۽ جامعيت ۾ پڻ واڌارو اچي ويو. انهن تبديلين جو جائزو وٺندي، جيڪي مختلف وقتن تي هندوستاني تهذيب ۾ رونما ٿينديون رهيون آهن، ڪڏهن ڪڏهن اسلام کان اڳ هندوستاني سماج کي خالص ڪنهن بہ کوٽ کان پاڪ ۽ صحيح معنيٰ ۾ هندوستاني سماج جي طور تي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي، حالانڪ حقيقت ۾ ائين هرگز نہ آهي. هن سرزمين تي اسلامي اثرن جي اچڻ کان اڳ ئي موجود ڇڪتاڻ ۾ وڌيڪ اضافو ٿيو ۽ ان جي نتيجي ۾ فنونِ لطيفہ ادب، موسيقي ۽ ڪلچر ۾ عام طور تي جدت ۽ ندرت پيدا ٿي وئي. اهو امتزاج ايتري قدر مڪمل هو جو ڪيترين ئي هندستاني روايتن ۾ موجود اندروني عدم يڪسانيت ۽ پيچ ڌاڳہ جي هوندي بہ باقاعده تحقيق کان سواءِ انهن مختلف قسمن جي ثقافتي ڌارائن کي سڃاڻڻ ممڪن نہ هو.

هاڻي جڏهن هزار سالن جي پڄاڻي ويجهي اچي وئي آهي، مغرب جي هر نئين ڏينهن ٿيندڙ اثرن جي ڪري مختلف نوعيت جا مسئلا اڀري آڏو اچي ويا آهن. اولهندين قومن ۾ موجود عدم تناسب واقعي هڪ ڳُڻتيءَ کي جنم ڏنو آهي، پر اهي سمورا مسئلا، جيڪي ڳُڻتيءَ جو سبب آهن، انهن کي پين معاملن کان ڌار ڪري ڏسڻ جي ضرورت آهي. مغرب جو رائج تصور مختلف نظرياتي مسئلن جي ڪري آهي ۽ ثقافتي استمراريت جي مزاحمت ڪندي اولهہ مان ايندڙ تعميري اثرن کي پڻ تنقيد جو نشانو بنائڻ کان پاسو ڪرڻ انتهائي ضروري آهي.

ڪنهن بہ نظريي، شيءِ يا رواج جو پئدائش وارو هنڌ يا نقطئہ آغاز گهڻو اهم نہ هوندو آهي. اصل ۾ ڏسڻ اهو گهرجي تہ ڪنهن بہ نظريي شيءِ يا رواج، انساني زندگيءَ ۾ مثبت ڪردار ادا ڪيو آهي يا ان جي ڪري جبر، ظلم ۽ منفي قدرن کي هٿي ملي آهي! ان ڳالهہ جو تعين ڪرڻ لاءِ اعليٰ درجي جي تحقيق ڪرڻ ضروي آهي. اهو علم ادراڪ يا ٽيڪنيڪي مهارت، جيڪا باربر جي هن پاسي کان ايندي آهي. ان جي پيدا ٿيڻ واري هنڌ جي باري ۾ صحيح طرح ڄاڻڻ جيڪڏهن ناممڪن ناهي تہ تمام

گهڻو مشڪل آهي، جيئن ترگنامينٽري جي نظريي "سائن" جي هڪ دائري جي صورت ۾ حرڪت، جنهن جي شروعات هندو متان مان ٿي ۽ پوءِ ڪافي عرصو پوءِ انگريزي تعليمي نظام ذريعي "سائن" جو اهو نظريو ٻيهر هتان متعارف ٿيو. اهو مثال "گلوبل" کي "لوڪل" سان پيٽ ڪرڻ ۾ درپيش ڏکيائن جي بخوبي نشاندهي ڪري ٿو.

پنهنجي ڳالهه ٻولهه جي پڄاڻيءَ تي مختصر طور تي پنهنجي ڳالهه کي ورجائيندو هلان ته مون ٻن عمومي تصورن جي رد ۾ دليل پيش ڪيا آهن. پهريون تصور هندوستاني ثقافت ۾ موجود هٺ ٺوڪئي تصوف ۽ مذهبيت بابت آهي، جڏهن ته ٻيو تصور جنهن کي مون رد ڪيو آهي، اهو غير اولهندين روايتن ۾ انساني حقن جي باري ۾ سمجهي ويندڙ شڪ جي باري ۾ آهي. مون اهو دليل ڏنو آهي ته هي عمومي تصور تاريخي تجزيي جي آڏو گهڻي دير تائين نه بيهي سگهندو.

هاڻي مان آخري نڪتي کي بيان ڪندي هن خطبي کي ختم ڪريان ٿو. اڄ جي ڳالهه ٻولهه دؤران ڪيترائي موضوع، جيڪي بحث هيٺ آيا، ان ۾ هندستاني ثقافت ۾ موجود ڇڪتاڻ تي خاص طور تي زور ڏنو ويو آهي. مون ان دليل کي به پيش نظر رکيو آهي ته هندوستاني تهذيب جي پائيداري ۽ مضبوطي تي يقين ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته هن تهذيب ۾ ايتري قدر ٽڪاءُ آهي جو پنهنجي تشخص ۽ اعليٰ پڻ کي قربان ڪرڻ کان سواءِ ٻاهرين اثرن کي ڪاميابي سان پنهنجي اندر جذب ڪرڻ جي اهل آهي. اڄڪلهه ثقافتي حوالي سان ڪيترن ئي قسمن جا بحث مباحثا جاري آهن. انهن ۾ يا ته مغربي اثر جي مزاحمت جي ڳالهه هوندي آهي، يا پوءِ معاشرتي يا مذهبي Purity تي زور ڏنو ويندو آهي، ۽ جنهن جي نتيجي ۾ ثقافت جي مضبوطيءَ تي ٻڌل اهو خيال باطل ٿي رهجي ويندو آهي. نون اثرن کي قبول ڪرڻ خونزده ٿيل اهي شخص ان خيال سان اتفاق ڪندا آهن ته هندوستاني ڪلچر نهايت پسمانده ۽ تخليق کان خالي آهي، ۽ ان جي بقا لاءِ ضروري آهي ته بيروني اثرن کان ان کي بچائي رکيو وڃي، پر سندن انهيءَ خيال ۽ حڪمت عمليءَ سان آءٌ متفق نه آهيان. اسان کي نون خيالن ۽ اثرن کي قبولڻ ۾ گهٻرائڻ جو مظاهرو نه ڪرڻ گهرجي. البت اها ڳالهه رهڻ گهرجي ته اسان جي ڪلچر ۾ جيڪي قيمتي قدر آهن، انهن تي حرف نه اچي، ۽ اهي باقي رهن. مان اها ڳالهه ٻيهر ورجائيندو هلان ته اسان جي ڪلچر جي مضبوطي مستقل آهي، اسان قطعي ڪمزور ناهيون.



Address: Department of Sindhi,
University of Sindh, Jamshoro.



# تخليقي ادب جو مامرو

عبدالقادر جوڻيجو

(1) جيڪڏهن تخليقي ادب جي حقيقت تي ڳوڙهو اونهون ۽ گهڻ پاسائون ويچار ڪبو تہ سڀ کان اڳ ۾ اهو ئي سوال اٿئي ٿو تہ تخليقي ادب جي تعريف (Definition) ڪهڙي ٿي بيهندي، سو پهرئين اچبو انهيءَ مامري تي ڇاڪاڻ تہ اِهو معاملو ناهي، پر مامرو آهي.

١٩٣٦ع کان وٺي ١٩٥٧ع جي آخر تائين سنڌي ادب جي باري ۾ هڪ ڏگهو بحث هليو ۽ وقت سان گڏ اهو بحث ايڏو وڏي ويو جو انهيءَ وات تي هڪڙو هنڌ اهڙو بہ آيو. جو اهو بحث ڪورٽن تائين بہ پهتو. اِهي بہ ڌڙا هِئا. جن مان هڪ ڌڙو شيخ اياز جي اڳواڻيءَ ۾ موجود هو. جنهن ۾ جمال ابڙو غلام رباني آگرو ابراهيم جويو تنوير عباسي، رسول بخش پليجو نورالدين سرڪي، سراج ميمڻ ۽ مولانا غلام محمد گرامي خاص طور تي سرگرم رهيا. مٿن ترقي پسنديءَ جي ڇاپ لڳل هئي. ٻيو ڌڙو سيد سردار علي شاهہ (روزانہ مهراڻ جو ايڊيٽر) جي اڳواڻيءَ ۾ سرگرم رهيو جنهن ۾ رشيد احمد لاشاري، معمور يوسفاڻي يار محمد چگاڻي، ڊاڪٽر محمد ابراهيم "خليل"، قربان بگٽي، فيض بخشاپوري ۽ عابد لغاري انهيءَ ادبي جهيڙي ۾ پنهنجن ٻين ساٿين کان وڌيڪ جوش ۾ آيل هئا. مٿن قدامت پرستيءَ جي ڇاپ لڳل هئي. اها هڪ سخت قسم جي پولرائيزيشن هئي. اِهو ادبي جهيڙو ١٩٨٠ع تائين ٻهچندي ٻهچندي ٿڌو تہ ٿيو. پر انهيءَ وچ ۾ "جديديت" جي ادبي لاڙي جنم ورتو جنهن جا مک ليکڪ هئا منير احمد مانڪ، مشتاق شورو، شوڪت حسين شورو ۽ ٻيا. پر ذاتي سطح تي انهن جديديت جي ليکڪن جا تعلقات ترقي پسند اديبن سان رهيا ۽ تنهنڪري ڪا خاص ٽڪا ٽڪي نہ ٿي، ڇاڪاڻ تہ انهن ليکڪن ترقي پسنديءَ جي ڪک مان جنم ورتو هو ۽ جهيڙي دوران ترقي پسند لڏي جي ساٿ ۾ رهيا.

ادبي نظرياتي جهيڙو ٻن ڳالهين تي هو. (١) ادب برآءِ ادب ۽ ادب براءِ زندگي. (٢) داخلي ادب ۽ خارجي ادب.

پنهنجي وقت جي حساب سان اِها بحثا بحثي پنهنجي جاءِ تي معقول هئي، پر وقت سان گڏ جتي ٻين مامرن ۾ تبديلي اچي ٿي، اتي ادبي مامرن ۾ به تبديلي ايندي رهندي آهي. پهرئين پراڻي بحثا بحثي کي ڇيڙيو پوءِ نين حالتن جي پس منظر ۾ پيدا ٿيل ادبي مامري تي نظر وجهبي. تنهن کان پوءِ ئي نئين زماني جي حساب سان تخليقي ادب جي ڪا تعريف (Definition) بيان ڪري سگهجي ٿي، نه ته هوا ويئا جهٽيندا اسين.

قدامت پسند لڏي سان تعلق رکندڙ"ادب براءِ ادب" وارن جو خيال هو ته ادب آرٽ جو هڪ اهڙو نمونو آهي، جنهن ۾ حسن، محبت ۽ گل و بلبل کي يا حس جمال (Aesthetic sense) کي ڇهندڙ ٻين اهڙين شين کي موضوع بڻائي شاعريءَ ۽ نثر ۾ آڻجي ۽ جيڪو خالص ادب هجي. باقي جيڪي ليکڪ ۽ شاعر مزدورن، هارين ۽ ٻين غريب پورهيتن جي پگهر، پورهئي ۽ رت جي ڳالهه لکن ٿا يا وري انقلابي ۽ مزاحمتي ادب لکن ٿا، اهو ادب ناهي پر نِلهي پروپيگنڊا آهي.

"ادب براءِ زندگيءَ" وارن جو وري اهو خيال هو ته جيستائين عوامي مسئلن جو ذڪر نه ڪبو خلقت خدا جيءَ کي همت نه ڏياربي، انقلابي ۽ مزاحمتي ادب نه لکبو ته پوءِ اهو ادب نه رهندو. باقي جيڪي اديب رڳو گل و بلبل تي، محبت ۽ حسن کي موضوع بڻائي لکن ٿا، اهو ادب نه پر نِلهي ذهني عياشي آهي، جنهن مان ڪجهه ورڻو ناهي ۽ اهڙي ادب جو ڪو ڪارج به نٿو رهي. جنهن ڪم جو ڪارج ئي نه هجي، انهيءَ ۾ هٿ وجهڻ جي ڪا به ضرورت ناهي.

سو ائين اِهي ٻئي ادبي نظريا پاڻ ۾ ٽڪرائجي ويا ته ادبي جهيڙو به وڏي ويو. ظاهر آهي ته اِهو جهيڙو انهيءَ وقت جي تقاضا هو. پر جڏهن به نڪته نگاهه پاڻ ۾ ٽڪرائبا آهن ته وچان ئي ٽئي صورتحال سامهون ايندي آهي ۽ وقت سان گڏ پکڙبي ويندي آهي. اها ٻئي ڳالهه آهي ته ادب جا جهونا جوڳي (old guards) اڃا تائين پنهنجا مورچا جهليو ويٺا آهن. پر نئين نسل وٽ پنهنجي واٽ آهي.

جيتريقدر "داخلي ادب" ۽ "خارجي ادب" جو تعلق آهي ته ڪجهه دوستن جو خيال هو ته انسان جي اندر جي احساسن، جذبن ۽ ڪيفيتن کي ڇٽي ڪري ئي اعليٰ ادب تخليق ڪري سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ ته انسان جبر جو شڪار رهيو آهي ۽ جبر جو شڪار رهندو. انهيءَ خيال جو ادب ۾ بنياد وجهندڙ فرانز ڪا فڪا هو جيڪو پرائمري تعليم دؤران هڪ پاسي ماسترن جي ظلم جو شڪار رهيو جنهن ۾ زوري زنا به اچي وڃي ٿي ته ٻئي پاسي وري اسڪول کان نتائڄ جي ڏوهه ۾ گهر وارن جي مار جو شڪار رهيو. نتيجي ۾ ڇٽيل سندس بي وسيءَ انتهائي اعليٰ قسم جي لکيل فڪشن جو روپ اختيار ڪيو. انهيءَ قسم جي ادب جو ٻيو ٻين الاقوامي وڏو نالو الجزائر جي فرانسيسي ليکڪ البر ڪامو جو اچي ٿو جنهن کي ادب جو نوبل پرائيز به مليو. پر هو وقت کان اڳ ڪار جي حادثي ۾ وفات ڪري ويو. ڪن دوستن جو خيال آهي ته البرڪامو خودڪشي ڪئي هئي، انهي ڪري ئي هوائي جهاز جي ٽڪيٽ هئڻ جي

باوجود ڪار ۾ سفر ڪيائين. پر ڪن جو خيال وري اِهو آهي تہ پاڻ هوائي جهاز جي سواريءَ کان ڏنل هو انهيءَ ڪري ڪار ڪنيائين.

خارجي ادب وارن جو وري اِهو چوڻ آهي تہ جيڪو اديب پنهنجي شخصيت جي چوڌاري طواف ڪندي جيڪو ادب تخليق ڪري ٿو ۽ سوسائٽيءَ ۾ موجود حالتن کي نظرانداز ڪري ٿو انهيءَ ادب جو ڪو بہ ڪارج ناهي: انهيءَ ڪري سوسائٽيءَ کي سامهون رکي ادب لکجي ۽ خارجي حالتن تي لکجي. اها بحثا بحثي ادبي جهيڙي تائين نہ پهتي.

انهيءَ ادبي بحثا بحثيءَ کي جيڪڏهن اسان هن دؤر ۾ پرکڻ وهنداسين تہ اسان کي ٻن سوشل سائنسن تي نظر وجهڻي پوندي، جيڪا تمام ضروري آهي. اِهي سوشل سائنسون آهن "علم نفسيات" ۽ "سوشيالوجي". اهي ٻئي سوشل سائنسون توڙي ڪامن سينس ٻڌائين ٿا تہ انسان جو اندر سندس خارجي حالتن جو عڪس آهي، جڏهن تہ ٻئي پاسي انسان جون خارجي حالتون انسان جي اندر جو اولڙو آهن تہ هو انهن حالتن کي ڪيئن ٿو ڏسي ۽ ڪيئن ٿو محسوس ڪري ٿو. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ "داخل" ۽ "خارج" هڪ ئي سڪي جا بہ اهڙا پاسا آهن. جيڪي هڪ ٻئي لاءِ لازم و ملزم آهن. اهو ئي ڪارڻ آهي جو هاڻي انهيءَ بحثا بحثيءَ جو خاتمو ٿي چڪو آهي. جيئن ڪافڪا ۽ ڪامئو وڏو ادب تخليق ڪيو آهي، ائين خارجي سطح تي شولو خوف ۽ جان اسٽيئن بيڪ بہ وڏو ادب تخليق ڪيو آهي. سو انهيءَ ڳالهہ تي متو هڻڻ هاڻي اجايو آهي.

انهن مختلف ادبي نظرين کي سامهون رکندي هن دؤر ۾ ادب جي تعريف (Definition) طئه ڪرڻ لاءِ بين الاقوامي ادب کي نظر ۾ رکڻو پوندو.

اِهو قصو ڪجهہ هيئن آهي تہ ١٩٥٤ع ڌاري آمريڪا جي نئين ادبي ٽهي نوان خيال کڻي پڙ تي لٿي ۽ هنن پنهنجين ادبي تخليقن ۾ آمريڪا جي اسٽيبلشمينٽ، سخت گير اخلاقيات، سامراجيت ۽ قدامت پرستيءَ تي حملا ڪيا تہ مٿن سنسر شپ، FBI، برطانيہ جي جاسوسي ادارن ۽ برطانيا جي وزارت خارجہ طرفان اينڊڙ اعتراضن سان ڀريل خطن جو ڳڙو ڪريو. سو نيٽ رت تي صلاح اِها ڪيائون تہ آمريڪا مان پيير پنجن ۽ پئرس کي وسائجي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ زماني ۾ جيڪا وڏ ۾ وڏ فڪري آزادي مليل هئي، اها فرانس ۾ هئي. ٻئي ڪا واهہ نہ هئي. ائين پئرس ۾ پهچڻ کان پوءِ آمريڪا جي انهن هنڙين ليکڪن غريبي حال سارو هتان هتان چندو چاڙي ڪري Paris Review نالي سان ٽماهي رسالو ڪڍيو. ظاهر آهي تہ انهيءَ وقت بہ مغرب جا وڏا ليکڪ پنهنجين لکڻين جو ٺاهي ٺوڪي معاوضو وٺندا هئا، جيڪو ٻُڪ تي ٽڳندڙ نوجوان ليکڪن جي وس کان ٻاهر هو ۽ وڏن نالن کان سواءِ رسالي جو هلڻ محال هو. نيٺ صلاح اِها ٻيٺي تہ وقت جي وڏن ليکڪن کان غير معمولي قسم جا انٽرويو وٺجن، جو انٽرويو مفت جو بہ مال هو تہ رسالي جو مان بہ هو. ائين اِهو ڪم شروع ڪيو ويو. جڏهن اهي انٽرويو رسالي ۾ آيا تہ انهيءَ سان گڏ نوجوان ليکڪن

جون پرپور لکڻيون بہ پڙ تي لٿيون. رسالي جي سرڪيوليشن توقع کان وڌيڪ وڌي ويئي. هن وقت Paris Review انگريزيءَ جو معروف ترين ادبي رسالو آهي.

سو خير جڏهن جاٽايل انٽرويو رسالي ۾ ڇپيا تہ دنيا جي وڏي ۾ وڏي پبلشنگ اداري پينگن بُڪس انهن انٽرويوئن جا حق واسطا خريد ڪيا. جن کي گڏي ڪري Writers at work نالي سان ڪتاب ڇپايو ويو جنهن جا هيستائين ڏهہ جلد شايع ٿي چڪا آهن. انهن انٽرويوئن ۾ دنيا جي مشهور ليکڪن جي ذاتي زندگيءَ سان گڏوگڏ ادبي سوال بہ پڇيا ويا آهن. جن ۾ هڪ خاص سوال موجود آهي تہ ادب جي Definition ڇا آهي؟ ليکڪ کابہءَ ٽر جو جي يا ساڄي ٽر جو يا وچان ئي ڪا ٽئين شئي هجي پر سڀني کان اهو مخصوص سوال جو پڇيو ويو آهي. ظاهر آهي تہ انهيءَ سوال جو جواب مختلف ليکڪن مختلف جملن ۾ ڏنو آهي. پر سڀني جي راءِ هڪڙي ئي نظر اچي ٿي. سندن چوڻ آهي تہ "تخليقي ادب آرٽ جو هڪ اهڙو نمونو آهي جيڪو هڪڙي پاسي پڙهندڙ جي حس جمال کي ڇهي تہ ٻئي پاسي پڙهندڙ جي ذهن ۾ سوسائٽيءَ بابت سوال ڇڏي وڃي تہ ڇا هئڻ کپي. پڙهندڙ کي بيوقوف سمجهڻ نہ گهرجي. مسئلن جو حل ليکڪ وٽ نہ پر پڙهندڙ وٽ آهي. اِهو ئي تخليقي ادب آهي." سو اِها آهي ادب جي ڊيفينيشن.

(2) تخليقي ادب جي ڊيفنيشن طئہ ڪرڻ کان پوءِ جيڪو وڏ ۾ وڏ سوال اڀري ٿو اهو اهو آهي تہ ليکڪ آخر ڇو ٿو لکي. اسان وٽ جيڪڏهن ڪنهن بہ قسم ادبي يا غير ادبي واردات ٿئي ٿي يا ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي مزاج جي تشخيص ڪئي وڃي ٿي يا ڪنهن ۾ واقعي جو پس منظر ڳوليو وڃي ٿو تہ اسان انهيءَ جو رڳو هڪ ڪارڻ ڄاڻايون ٿا. جڏهن تہ هر ڪم هر شئي ۽ هر واقعي جا هڪ کان وڌيڪ ڪارڻ هوندا آهن. جنهن لاءِ انگريزيءَ ۾ "١٠١ ڪارڻ" جو اصطلاح موجود آهي. ائين ئي ادب تخليق ڪرڻ جا بہ ڪيئي ڪارڻ آهن. جن مان ڪجهہ ڪارڻ هيٺ ڄاڻائجن ٿا.

(A) سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ "هر ڪو جمندي ڄام نہ هوندو آهي" پر ٻارن جي نفسيات جي علم انهيءَ چوڻيءَ کي ابتو ڪري ڇڏيو آهي يعني تہ. "هر ڪو ڄمندي ڄام آهي." اهو قصو ڪجهہ هن طرح آهي تہ جيڪو بہ ٻار ڄمندو آهي اهو قدرت طرفان ڪا نہ ڪا صلاحيت کڻي هن دنيا ۾ ايندو آهي. پوءِ اها صلاحيت انجنيئر بڻجڻ جي هجي يا مال چارڻ جو ڪوڳُر هجي يا مصوريءَ جي صلاحيت هجي يا وري ليکڪ بڻجن جي اهليت هجي. ائين هر ٻار پنهنجي پنهنجي جبلت پاڻ سان گڏ کڻي ايندو آهي جيڪا گهٽ ۾ گهٽ ۴ سالن جي عمر ۾ ۽ وڌ ۾ وڌ ٦ سالن جي ڄمار ۾ پاڙون کوڙي ويهي رهندي آهي. پر اڪثر ٿيندو ائين آهي تہ قدرت جيڪا ڏات ٻار کي ڏني ٿي، هو والدين يا بين سماجي اثرن جي دٻاءُ هيٺ اچي گهٽو ڪري انهيءَ کان هٽي ويندو آهي. مثلا ڪو ليکڪ هوندو آهي تہ اهو انجنيئرنگ ڏانهن هليو ويندو آهي جي ڪو مصور هوندو آهي تہ اهو باڪسريءَ ڏانهن هليو ويندو آهي. فطرت طرفان ڏنل واٽ تان جيڪو هٽي بي ڏات ڏانهن ويندو آهي تہ اهو ڪيڏي بہ محنت ڪري، پر

پنهنجي فن يا هنر کي ڪمال تائين پهچائي نہ سگهندو آهي بس وچولو ئي وچولو رهندو آهي. سو جيڪڏهن ڪو ٻار جبلتن ۾ تخليقي ليکڪ ٿيڻ جي ذات کڻي ايندو آهي ۽ سندس خوشنصيبي ڪيس تخليقي ادب سرجڻ جي ئي ڪم ڏانهن وٺي اچڻي وڃندي آهي تہ اهو ٻار گهٽ ۾ گهٽ جڏهن ۱۵ سالن جي ڄمار کي پهچندو آهي تہ انهيءَ وچ ۾ سندس رويو تشڪيل ٿيندو آهي. جيڪو وڏو ادب تخليق ڪندو آهي. سو ليکڪ بڻجڻ جي اهليت جبلتن (Instincts) مان بہ جنم وٺندي آهي. جيڪو بنيادي ڪارڻ آهي.

(B) نوجوان جي روين مان وري سندس عادتون جنم وٺنديون آهن. ائين ئي جڏهن ڪنهن نوجوان ۾ ادب پڙهڻ (اڻ پڙهيل هئڻ جي صورت ۾ ٻڌڻ) جي عادت پوندي آهي تہ پڙهندي پڙهندي ڪيس خيال ايندو آهي تہ جيڪڏهن ٻيا ليکڪ ڦاڙها ماري سگهن ٿا تہ هو پاڻ ڇو نہ اهڙا ڦاڙها ماري سگهي. اِهو ردعمل بہ ڪيس تخليقي ادب ڏانهن وٺي وڃي ٿو. پڙهڻ جي عادت لکڻ کي جنم ڏيندي آهي.

(C) ڪير ڪجهہ بہ چوي، پر اِها ڳالهہ انساني فطرت ۾ شامل آهي تہ هر ماڻهو پهرئين پنهنجي پٽ ۾، پوءِ پنهنجي صوبي ۾، انهيءَ کان پوءِ ملڪ ۾ ۽ تهان پوءِ دنيا ۾ مشهور ٿيڻ چاهيندو آهي. شهرت حاصل ڪرڻ جي خواهش فطري بہ آهي، حقي بہ آهي ۽ واجبي بہ آهي. ائين شهرت جي حاصلات لاءِ بہ ماڻهو لکندو آهي. گهڻا ليکڪ چوندا آهن تہ "اسان شهرت لاءِ نہ پر مقصد لاءِ لکندا آهيون." جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ ليکڪ پنهنجي شعر يا ڪهاڻيءَ يا ناول يا ڪتاب مٿان پنهنجو نالو ڇو ٿو ڏئي. بنا نالي جي وچي لکي پر ائين ڪرڻ لاءِ ڪو تيار نہ هوندو آهي. بنا نالي جي ماڻهو تڏهن ئي لکندو آهي جڏهن ڪا سخت گير قسم جي سرڪاري پاليسي هجي يا ڪي ٻيون اهڙيون پابنديون يا لاڳاپا نباهڻ جون خواهشون هجن. مطلب تہ ڪنهن بہ قسم جو دٻاءُ هجي، تڏهن ئي ليکڪ پنهنجو نالو لڪائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. پر اهڙا مثال هڪ سيڪڙو مس ملن ٿا. سو شهرت جي حاصلات بہ لکڻ جو ڪارڻ آهي. ها، شهرت جو هڪڙو قسم "سستي شهرت" بہ هوندو آهي. مثلا ڪجهہ سال اڳ ڪنهن ماڻهوءَ ڪرڪيٽ جي دنيا جي مشهور ترين بالر وسيم اڪرم تي ڪيس داخل ڪيو تہ وسيم اڪرم سندس سوزوڪي ڪار چوري ڪري ويو آهي. عجيب ڪيس هو. پر پوءِ خبر پئي تہ ڪيس داخل ڪرڻ واري سستي شهرت حاصل ڪرڻ لاءِ اهو ڪيس ڪيو هو. سو هتي منهنجي مراد اِها ناهي تہ ادب جي دنيا ۾ بہ ٻين جي ڪلهي تي چڙهي سستي شهرت حاصل ڪجي. پر محنت ڪري اصلي شهرت حاصل ڪرڻ ئي صحيح قسم جي شهرت آهي.

(D) پر اِها حقيقت بہ پنهنجيءَ جاءِ تي موجود آهي تہ ليکڪ ڪو سياسي يا سماجي مقصد اڳيان رکي بہ لکندو آهي. اِهو بہ لکڻ جو هڪ محرڪ آهي پر ٻين Driving Forces کي نظر انداز نٿو ڪري سگهي. ائين مقصديت بہ لکڻ جو هڪ هڪ وڏو ڪارڻ آهي.

(E) جيڪڏهن ڪو ليکڪ ائين ٿو چوي تہ آئون پنهنجو پاڻ کي سڪون ڏيڻ لاءِ لکان ٿو. پنهنجو پاڻ لاءِ لکان ٿو تہ اهو ليکڪ بہ پنهنجيءَ جاءِ تي حق بجانب آهي. اهڙا ليکڪ گهٽ ڪري پنهنجو ڪم شايع ڪرائڻ نہ چاهيندا آهن. قبول رضا شاهہ نالي خود منهنجو هڪ سيدزادو زميندار شاعر دوست آهي، جيڪو اعليٰ قسم جي شاعري ڪندو آهي، پر هو پنهنجي ايڏي گهري شاعري ڇپائڻ لاءِ تيار ناهي، صرف ويجهن دوستن کي پنهنجي شاعري ٻڌائيندو آهي. اِها ٻئي ڳالهہ آهہ تہ آئون زوري سندس شاعري ڪٿي ڇپائي وجهان. ائين پنهنجو پاڻ کي وندرائڻ ۽ وڌيڪ شعور حاصل ڪرڻ لاءِ بہ تخليقي ادب لکيو ويندو آهي.

(F) هت سنڌي زبان ۾ تہ ليکڪ لاءِ مڙوئي خير آهي. لکڻ کان پوءِ ليکڪ پلي ويٺو پنهنجا چپ چٽي. ڪنهن پبلشر وٽان پئسا ملڻ تہ ڇا. پر ڪيترن ئي ليکڪن کي مورڳو پنهنجي خرچ تي خوش رهندي پنهنجو ڪتاب پاڻ ڇپائڻو پئجي ويندو آهي. تڏهن تہ پاڻ چوندا آهيون تہ ، "تي وي ڊرامو منهنجي روزي آهي، پر ڪتاب لکڻ منهنجو عشق آهي." عشق ۾ تہ هڙان وڙان ئي ٿو ڪاٽو ٿو پوي، ڇاڪاڻ تہ عشق مازار ۾ وڪڻڻ جي شئي ناهي ۽ نہ ئي ڪو اهڙو سپر اسٽور آهي، جيڪو عشق خريد ڪري، عشق کي قيمت جي چِٽ هٽي خريدارن لاءِ رکي. پر بين الاقوامي ادب ۾ اهڙو ڪو مامرو ناهي. پوري پڪ سان چيو وڃي ٿو تہ فيودور دوستووسڪي جوا جو عادي هو ۽ خود Gambler جهڙو شاهڪار ناول تخليق بہ ڪيائين. گڏوگڏ ڪيس دنيا جو وڏي ۾ وڏو ناولسٽ ڪري بہ ليکيو وڃي ٿو. ڪيس جيڪي بہ پئسا ملندا هئا، اهي تہ جوا جي اڏي تي هٽي ڇڏيندو هو. پوءِ پبلشر کي منٿون ڪري ناول لکڻ جي ايڊوانس وٺي، اهي بہ ترڪءَ تي هٽي جڏهن کٽندو هو تہ پوءِ ناول لکندو هو تہ جيئن ٻيا بہ پئسا وٺي اَءِ ڪري. مرگهيءَ جي مريض دوستووسڪي کي جيڪڏهن پئسن جي ضرورت نہ هجي ها تہ هڪ اڌ ناول تہ لکي ها، پر وڌيڪ تعداد ۾ وڌيڪ سٺا ناول نہ لکي ها. اهڙي ساڳئي طرح هن دؤر جو مهانگو ناولسٽ ۽ جرنلسٽ مارٽن ايمس (Martin Amis) بہ وڏو جواري آهي ۽ UK جا پبلشر ڪيس ڳولهيندا وتندا آهن تہ پاڻ ڪٿي پيو جوا ڪري. ڪيس هٽ ڪري صرف ١٥٠ صفحن جي ناول لاءِ ٥ لک پائونڊ سوٽي جي رقم ڏيندا اهن. جڏهن هو اهي بہ پئسا جوا ۾ هاري ڇڏيندو آهي تہ گهر جهلي ناول لکي پبلشر کان رائلٽيءَ جا ٻيا پئسا بہ ڪڙڪائي وٺندو آهي. ٻاهر جي دنيا کي تہ ڇڏيو پر پاڻ وٽ سعادت حسن منٽو جو مثال موجود آهي. اردوءَ جي مشهور خاڪا نويس طفيل احمد جو لکڻ آهي تہ منٽو جي گهر جو خرچ تہ سندس گهر واري صفيہ نوڪري ڪري پريندي هئي پر منٽو کي ٻئي ٽئي ڏينهن ٢٠ روپين جي ضرورت هوندي هئي، جنهن مان هو ١٧ روپين جي شراب جي بوتل وٺندو هو، ڏيڍ رپئي جا سگريٽ وٺندو هو ۽ باقي ڏيڍ روپيو ٽانگي واري کي ڏيندو هو. اهو ئي ڪارڻ هو جو هو اردوءَ جون شاهڪار ڪهاڻيون لکي پنهنجي پبلشر چوڌري نذير احمد کان ٢٠ روپين جي وصولي ڪندو هو. جيڪڏهن ڪيس انهن ويهن روپين جي گهرج نہ هجي ها تہ ڪر هو ايڏيون

شاهڪار ڪهاڻيون نہ لکي ها. انهن مثالن مان بہ اِها ڳالھہ چٽي ٿئي ٿي ته لکڻ جو هڪڙو ڪارڻ پئسو بہ آهي.

(G) ننڍي هوندي ڳوٺ ۾ بہ ڏٺوسين ۽ هاڻي شهر ۾ بہ پيا ڏسون تہ ڪنهن بہ ڳوٺ يا شهر جي ڪنهن پاڙي جو ماڻهو جڏهن پرديس گهمي واپس موٽندو هو/ آهي تہ سندس مٽ مائٽ ۽ دوست وٽس انهيءَ لاءِ لنگهي ايندا آهن تہ وٽائنس پرديس جا حال احوال وٺن. پر خود پرديس مان موٽيل ماڻهو پڇندڙن کان بہ وڌيڪ آتو هوندو آهي تہ هو ماڻهن کي پرديس جا قصا ٻڌائي. اِها هڪ فطري خواهش آهي تہ پرديس ۾ ڏٺل نيون نيون ڳالهيون ٻين سان شيئر ڪجن. ائين ئي ليکڪ بہ چاهيندو آهي تہ ڪيس جيڪا نئين ڳالھہ نظر آئي آهي اها ڳالھہ شاعريءَ يا نثر ۾ لکي ڪري پڙهندڙن سان شيئر ڪري. انسان جي اِها فطري خواهش بہ لکڻ جو هڪ ڪارڻ آهي.

ائين لکڻ جا ڪارڻ يا محرڪات يا Driving Forces پيا بہ ضرور هوندا.

(3) ادبي دنيا ۾ ڪجھہ وقت اڳ اِها ڳالھہ ڪئي ويندي هئي تہ ليکڪ کي ڪمٽيڊ هئڻ کپي. پر هاڻي انهيءَ ساڳئي ڳالھہ کي بدلائي اِهو چيو ويندو آهي تہ ليکڪ کي مزاحمتي ادب لکڻ گهرجي. مطلب تہ ڳالھہ ساڳيو آهي، رڳو آتر بدليل آهن. بنيادي طرح اهڙي قسم جي ادب کي سياسي معنائن ۾ ئي پرکي سگهجي ٿو ڇاڪاڻ جو اِهو مامرو ادب کان وڌيڪ سياست سان واڳيل آهي. جيڪڏهن اوهان سوشلزم کي اختيار ڪندي، سوشلزم جي نڪتہ نگاھہ کان اسٽبليشمينٽ جي خلاف يا حڪومت جي خلاف لکندئو تہ سوشلسٽ ليبر ۽ سندس ورڪر اوهان کي مزاحمتي ليکڪ جو خطاب ڏيئي واھ واھ ڪندا. پوءِ لکڻ ۾ ڪٿي ڪو دم نہ هجي، پر سندن نظرن ۾ اوهان وڏا ليکڪ هوندا. اهڙي ساڳئي طرح جيڪڏهن اوهان قوم پرستي اختيار ڪندي سرڪار جي خلاف لکندا تہ قوم پرست ليبر ۽ ورڪر اوهان کي مزاحمتي ليکڪ ڪري ليکيندا. پر سوشلسٽ ليبر اوهان کي ڪڏهن بہ مزاحمتي ليکڪ نہ سمجهندو بلڪه اوهان کي وڏيرن جو ايجنٽ چئي اوهان جي مخالفت ڪندو. اهڙي ساڳئي طرح اوهان قدامت پسندي اختيار ڪندي ٻين ترين جي خلاف ادب لکندئو تہ قدامت پرست ليبر اوهان کي مزاحمتي ليکڪ چوندا. پر اوهان سوشلسٽ ليبر ۽ قوم پرست جي نظر ۾ غدار ٻڌجي ويندئو پوءِ ڀلي ڪٿي ڪهڙو بہ اعليٰ ادب تخليق ڪريو. اهي ڳالهيون جمهوريت پسنديءَ جي نظرئي تي بہ لاڳو ٿين ٿيون. پر حقيقت اِها آهي تہ ڪا ڏر ٻنجڻ جي ٻدران ڏسٽو اِهو پوندو تہ ڪنهن ليکڪ جو نظريو ڀلي ڪٿي ڪهڙو بہ هجي، پر هو اعليٰ ادب ٿو تخليق ڪري يا ٻوڙتو هاري. پڙهندڙ طرفان پرک تہ ادب جي تخليقي سگھہ جي بنياد تي ڪرڻي پوندي، پوءِ ڀلي اهو ڪير بہ هجي. پاڻ وٽ هن وقت خاص طور تي بہ ڏريون پاٽيون وڃن ٿيون. هڪڙي ڏر جو چوڻ آهي تہ "ليکڪ کي عوام سان ڪميٽيڊ هئڻ کپي." ٻئي ڏر چوي ٿي تہ "ليکڪ کي پنهنجي ڏرتيءَ سان ڪميٽيڊ هئڻ گهرجي. اِهي ٻئي ڳالهيون تہ ڀليون آهن. پر پاڻ جو خيال اِهو آهي تہ. ليکڪ کي پنهنجي قلم سان ڪميٽيڊ هئڻ گهرجي." انهيءَ جملي

مان پاڻ جي مراد اِها آهي تہ ليکڪ جو نظريو ڪمزور بہ هجي. پر ڪيس پنهنجي قلم سان وفادار رهندي ڪري وڏي اتساهہ ۽ محنت وچان اعليٰ ادب تخليق ڪرڻ گهرجي ۽ هڪ پئي ڪي سمجهڻ جي قوت برداشت بہ هئڻ گهرجي. نلمو ڦڏي بازيءَ وارو ادب چند ڏينهن جو اڻ وڻندڙ مهمان هوندو آهي.

(4) جيئن هن دنيا ۾ تهذيبي مرڪز بلجندا آيا آهن ۽ جيئن بادشاهيون بدلبيون آيون آهن. ائين ئي وقت جي گهرجن جي حساب سان ادبي صنفن جا زوال ۽ ڪمال بہ ايندا رهيا آهن. برطانيا ۽ آمريڪا وارا ڏاڍ مڙسي ڪندي چون ٿا تہ معياري ناولن جي شروعات وٽانئن ٿي. پر جي خدا ڪارڻ شاهدي ڏبي ۽ پوءِ انصاف جي ڳالهہ ڪبي تہ حقيقي معنائن ۾ انتهائي معياري ۽ پڙهندڙ کي لوڏي ڇڏيندڙ ناول جي ابتدا رشين ماسٽرس کان ٿي. جيڪي اٺويهين صديءَ آخري ڏهاڪن کان وٺي ويهين صدي جي ابتدائي ٻن ڏهاڪن تائين واري عرصي ۾ پاتا وڃن ٿا. انهن رشين ماسٽرس جا نالا ۽ سندن ناول ڪنهن کان بہ ڳجها ناهن. پر ٻئي پاسي روس جي پشڪن ۽ فرانس جي موپاسان کان وٺي روس جي انٽن چيخوف تائين پهچندي پهچندي مختصر ڪهاڻي گهڻو زور وٺي وئي. ائين انهن ٻنهين صنفن جو راج متو مٽ هلندو آيو. پر ٻئي عظيم جنگ کان پوءِ ناول جي صنف مختصر ڪهاڻيءَ جي صنف کان اڳتي لنگهي وئي. ڇاڪاڻ تہ ايڏي مارماران ۽ تباهيءَ کي لکڻ ۾ پينٽ ڪرڻ لاءِ وڏو ڪينواس ٿي ڪتو ۽ مختلف اينگلس کان جنگ کي ڏسي پوءِ لکڻو ٿي پيو جنهن لاءِ ناول جي پرپور صنف جي کپ هئي. پڙهندڙ جي ڊمانڊ بہ ناول بڻجي ويئي. ٻئي پاسي جي شاعريءَ کي ٿو ڏسجي تہ شاعري جي شهنشاهيت زماني قديم کان وٺي هلندي پئي آئي. اسان جي ايشيا ۾ تہ شاعريءَ ايڏو تہ ڪمال حاصل ڪيو جو اها اسان جي نس نس ۾ ويهي وئي. بقول قرت العين حيدر جي اسان اڄ جي نثر کي بہ شاعريءَ جي پيمانن ۾ ئي ٿا توريون. پر مغرب ۾ توڙي آفريڪا ۾ ٻئي عظيم جنگ کان پوءِ شاعريءَ جو زوال شروع ٿيو. ائين اتي مقدار توڙي معيار جي حساب سان شاعريءَ جي درياءَ ۾ لاٽ آئي آهي ۽ جيڪو حال ٿو ڏسجي تہ اجا بہ گهٽي لاٽ ايندي. سو جيتريقدر شاعريءَ جو تعلق آهي تہ هڪ اڌ نالي کي ڇڏي ڪري، باقي شاعري اها وڃي بچي آهي. جيڪا ڳائڻ وارا يا فلم وارا فرمائش تي لکرائيندا آهن. باقي مغرب جي مختصر ڪهاڻي بہ اها وڃي بچي آهي. جيڪا وندر لاءِ ٿرلر، جاسوسي ۽ گليمر جي روپ ۾ لکي ويندي آهي. ائين ئي جيئن اردوءَ ۾ ڊائجسٽن لاءِ ڪهاڻيون لکيون وينديون آهن. بس. وندر لاءِ چرس جو سوٽو هڻو ۽ پوءِ گم ٿي وڃو. ائين مغرب ۾ ڪهاڻيءَ جي قبر کوٽجي چڪي آهي. ٻئي عظيم جنگ کان پوءِ ناول تهائين زور بڻجي ويو ۽ وڌيڪ پڙهجڻ لڳو. پر هاڻي انگريزي پريس جي ذريعي اِهي خبرون اچڻ شروع ٿيون آهن تہ هاڻي ناول بہ ٽڪجڻ لڳو آهي ۽ ناول جي جڳهہ تي دستاويزي ادب يعني سوانح عمريون. آتم ڪٿائون. ڊائريون. سفر ناما. انٽرويو. تخليقي مضمون ۽ خط پڙهندڙن ۾ وڌيڪ مقبول ٿيڻ لڳا آهن. ڪي صنفون ڪوما ۾ هليون ويون آهن. ڪي صنفون ٽڪجي پيون آهن. ڪي

صنفون ٽيڙهه ڪائي رهيون آهن تہ ڪي صنفون وڏا جلوا پيون ڏيکارين. وقت نہ ماڻهوءَ جو مِٽ مائٽ آهي ۽ نہ ڪنهن صنف جو يار آهي. باقي وقت اِها گنجائش ڇڏيندو آهي تہ دنيا ۾ ڪو زوردار شاعر بہ پئدا ٿي سگهي ٿو ڪا ڀرپور ڪهاڻي بہ جنم وٺي سگهي ٿي ۽ ڪو ناول ساهي پٽي ڊوڙ ۾ شامل ٿي سگهي ٿو. سو اهڙا امڪانات تہ موجود آهن ۽ رهندا. پر اِهي امڪانات ڪڏهن ٿا حقيقت جو روپ ٿا اختيار ڪن، اها خبر خدا کي آهي، هيءَ بندو اڳوات اهڙو ڄاڻ ڏيڻ جي ماهري بابت بيوس آهي.

(5) ٦ آگسٽ ١٩٤٥ع تي جپاني ٽائيم جي حساب سان ٨ لڳي پندرهن منٽن تي هيروشيما مٿان ائٽم بم ڦاڙهيو ڪيو ۽ پل ڪن ۾ هڪ لک ماڻهو ڏرتيءَ تان ڏوريتي ويا. سڄي تاريخ جو اِهو هڪ اذيت ناڪ ترين واقعو هو. پل نہ رڳو آمريڪا جي عوام پر جن سائنسدانن (جن ۾ ڪجهہ جپاني سائنسدان بہ هئا) ائٽم ٺاهيو هو انهن کي بہ گهڻو دير سان خبر پئي. آمريڪا ۾ پهرئين ڪُڙڪ نيويارڪر وارن کي پيئي. جن ٻئي ڪنهن نہ پر انگريزيءَ جي مشهور ناولسٽ جان هيريسي کي ڏوڪڙ هٿ ۾ ڏنا ۽ چيائون تہ اِها خبر ڪيڏي رپورٽ لکي ڏئي.

جان هيريسي جاءِ واردات تي پهچي، ڏينهن رات هڪ ڪري بچي ويل ڇهن ماڻهن کان تفصيلي انٽرويو ورتو ۽ واپس آمريڪا ۾ موٽي هڪ هفتي اندر رپورٽ لکي. تن ڏينهن نيويارڪر وارن پيو سڀ مواد ڪيڏي رڳو اِها رپورٽ ڇپي پڌري ڪئي ۽ رڳو نيويارڪ شهر ۾ انهيءَ رسالي نما اخبار جون ڏهہ هزار ڪاپيون اڌ ڪلاڪ ۾ کپي ويون. انهيءَ ڪري ڪين پيا ڇاپا بہ ڇاپڻا پيا. انهيءَ بعد پينگوئن بڪس وارن انهيءَ رپورٽ جا حق خريد ڪري ڪتابي صورت ۾ ڇپائي. انهيءَ ڪتاب جون هيستائين رڳو انگريزي زبان ۾ چار ڪروڙ ڪاپيون ڇپجي چڪيون آهن ۽ اڃا تائين انهيءَ ڪتاب جا خريدار ڏينهون ڏينهن وڌندا پيا وڃن.

اڄ جڏهن اِهو ڪتاب پڙهجي ٿو تہ اها هڪ شاندار ترين اخباري رپورٽ بہ لڳي ٿي ۽ ادب جو تخليقي شاهڪار بہ محسوس ٿئي ٿو. مطلب تہ جان هيريسي پهريون ماڻهو هو جنهن ادب ۽ جرنلزم جي وچ ۾ ڪڙي ٿيل ديوار کي ڌڪ هنيو. انهيءَ بعد گراهم گرين ۽ اوريانا فيلاسيءَ جا نالا اچن ٿا جن پنهنجي اخباري رپورٽن کي بہ تخليقي ادب سان پچائي ڇڏيو. پر اخباري رپورٽن کي جنهن ماڻهوءَ ٽپ تخليقي ادب بڻائي ڇڏيو اهو آهي پولينڊ جو رهاڪو رشيارڊ ڪاپوشنسڪي، جيڪو ڪجهہ مهينا اڳ وفات ڪري ويو. سندس شايع ٿيل ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ لڳي ٿو تہ اِهي شاهڪار اخباري رپورتون بہ آهن. تخليقي ادبي نثر جو بہ اعليٰ نمونو بہ اهن ۽ نثري شاعريءَ جي وڃا بہ آهن تہ ائين هاڻي جرنلزم ۽ ادب جي وچ ۾ ڪو سنڌو سيڙهو نہ رهيو آهي. هاڻي ائين ٿو لڳي تہ تخليقي ادب جو اِهو انداز بہ ڏينهون ڏينهن وڌندو ويندو. سو تخليقي ادب جو هڪ اِهو رخ بہ آهي.

(6) گارشيا مارڪيز جو نقاد جي باري ۾ چوڻ آهي تہ "محنت ڪري ناول اسان لکون. اسان جي انهيءَ محنت ۽ پورهئي تي وري نقاد لکي نالو ڪمائين. اِهو ڪٿان

جو انصاف آهي. " گارشيا مارڪئز جي انهن جملن کي جيڪڏهن سولي سنڌيءَ ۾ اِهو چئي سگهون ٿا تہ نقاد پرائي مال تي ٽوپي نراڙ تي رکي هلندو آهي. زنجيبار ملڪ جي ليکڪ ۽ بوڪر پرائيز حاصل ڪندڙ عبدالرزاق گرناهہ جو چوڻ آهي تہ "اسان کي جيڪو ڪجهہ لکڻو هوندو آهي، اهو تہ لکي ڇڏيندا آهيون. شايع ڪرڻ وارا ڪتاب بہ ڇپايو ڇڏين. ڪتاب هٿ ۾ اچڻ کان پوءِ جيڪڏهن نقاد اسان کي سڏارڻ لاءِ لکندو تہ انهيءَ مان ڇا ورندو. اسان کي نقاد جہ نڪتہ نگاهہ اختيار ڪرڻ جي بدران پنهنجي نڪتہ نگاهہ تي ئي هلڻو آهي. "سوليءَ سنڌي ۾ انهيءَ ڳالهہ کي ائين بہ چئي سگهجي ٿو تہ جيڪو پر متڙيو ٿيو انهيءَ جو ٺانئو ڦٽو. نوبل لاريٽ آمريڪي ناولسٽ جان اسٽيئن بيڪ تہ نقاد لاءِ اچا بہ سخت لفظ استعمال ڪيا آهن. هو چوي ٿو تہ "منهنجي ناول "Of man and mice" جو مسودو منهنجو ڪتو ڇپاڙي ڪائي ويو. سوچيم تہ منهنجو اهو ڪتو دنيا جو وڏي ۾ وڏو نقاد آهي." ڏيو منهن. اصل ۾ انهن غير ملڪي ليکڪن جي راءِ جو مطلب اِهو آهي تہ هر تخليقي ليکڪ وٽ لکڻ جو پنهنجو انداز ۽ اسٽائيل هوندي آهي. پنهنجا احساسات، خيال، تصورات ۽ ڏيک هوندا آهن. جيڪڏهن ڪو ليکڪ ٻئي جي چوڻ تي لڳي پنهنجي لکڻ جي انداز ۽ اسٽائيل ۾ تبديلي آڻيندو تہ پوءِ ڪڏهن ڪنهن جي راءِ تہ ڪڏهن جي راءِ تي ڪيس لڳڻو پوندو. سندس لکڻ جي اصليت ۽ شناخت گم ٿي ويندي ۽ هو ڪٿان جو بہ نہ رهندو ۽ پنهنجي تخليق جي سگهہ بہ وڃائي ويهي رهندو. سو پرواوا ڪن نہ ٿجي تہ چڱو آهي.

ڪجهہ ماڻهن جو اِهو خيال بہ آهي تہ سنڌي ادبي سنگت جون ڪچهريون نئي ليکڪ کي لکڻ سيکارين ٿيون. پر انهن محفلن ۾ ڪو سٺو نئون ۽ نوجوان ليکڪ پنهنجي ڪا لکڻي پڙهندو آهي تہ سينيئر انهيءَ ويچاري تي ايڏي وٺ ڪندا آهن، جو هو يا تہ ٻين جو ذهني غلام ٿي نچڻ واري پتلي بڻجي وڃي ۽ پنهنجو رهيو کهيو سوجهرو بہ وڃائي ويهي رهي يا وري ٻچي جند ڇڏائي ۽ پوءِ وڃي پنهنجي همت آهر ادب تخليق ڪري پنهنجو پاڻ کي مڃائي.

انهيءَ سلسلي ۾ ڳاڻي ريشمان ڏاڍي سٺي ڳالهہ ڪئي آهي تہ "سادي لئي ڪو ئي سڪول بڻيائي نئين." ائين سٺي ليکڪ جو ڪو بہ اسڪول نہ هوندو آهي.



Address: Sindhi Language Authority,
National Highway,
Qasimabad, Hyderabad.

# ڀارت ۾ هاڻوڪي سنڌي ادب تي عالمي ادب جو اثر

پروفيسر هيرو شيوڪاڻي

ڳڙڪيون ڪليل آهن. هر سوءِ: اوپر اولهه اُتر ڏکڻ. ڪروڙين نه ته به تمام گهڻيون. اسان جي هن ايڪ قصر ۾ ننڍي ڪنڌ جي هن ڏيهه ۾ ڪليل ڳڙڪين مان ٻاهريون هوائون پيون اچن ۽ وڃن. ايامن ڪان. پر اسين. جيستائين تخليقي ادب جو واسطو آهي، پنهنجي ذات، ذاتي ادراڪ. توڙي پنهنجي ڪنهن تهذيبي ۽ تمدني ورثي سان. ايندڙ ويندڙ اهڙين عالمي هوائن مان اثر پيا جهٽيندا آيا آهيون ۽ وري انهن قوتن ۽ ڪمزورين سان. شايد سڀ کان اهم اسان جي پنهنجي ٻولي يا زبان آهي. ادبي فن جو واحد واهڻ يا وسيلو دنيا جي هر ٻي ٻوليءَ جيان. اسان جي پنهنجي زبان، مخصوص تاريخي ماخذن بدولت، هڪ لاثاني گهاڙيٽي ۽ نظام سان اهڙو معجزو آهي. جيڪو هر شبد کي اُنهن جي باهمي پسگردائي سميت، ڪڏهن به پُوريءَ طرح نه ڪلندڙ منجهس سمايل انفرادي، پنگتي، نفسياتي، جمالياتي وغيره قوتن سان. باوجود ٻاهرين اثرن جي يا اُنهن جي ڪري تخليقي ادب جُون، معيارن ڇڪاسڻ جي حوالي ۾ مٿاهيون هيٺاهيون سمتون بخشڻ جي قوت رکي ٿو.

اِهو ڪليءَ دل ۽ ذهن سان مڃيندي به ته اهڙن ٻاهرين اثرن جي ڇاپ اڻ ٽر ۽ فطري آهي ته: پنهنجي نجي ذاتي ۽ صفاتي ادبي جينيس جي نشاندهي ڪرڻ، گلوبل پس منظر ۾ ممڪن حد تائين اُن جو درجو مقرر ڪرڻ اسان جي اهڙي لاڳيتي مباحثي لاءِ وڏيڪ سارٿڪ يا معنيٰ خيز آهي. توڙي سڄي دنيا جو ادب، سڄي انسان ذات جي گڏيل ميراث آهي. اهو قبول ڪرڻ ۾ اسان کي ڪابه گريز ڪانهي.

ڀارت ۾ پنهنجي هاڻوڪي سنڌي ساهتيه تي پوندڙ عالمي اثرن تي گوڪ هتي تفصيلن سان بحث ٿيندو ليڪن مان پيو سوچيندو رهيو آهيان ته ادبي تاريخ جي ڏار ڏار مرحلن ۾ ادب جي روپن، فارمن، صنفن توڙي خيال، فڪر ۽ نظرين تي اهي اثر ايامن ڪان جذب ٿيندا رهيا آهن. هڪڙو خيال مون کي لاڳيتو اهو به ايندو رهيو آهي

تہ ساھتيہ سرجنا خود اسان جي ھن ننڍي کنڊ جي ھن قديم ملڪ ۾ آڳاٽين ٻولين کي ڇڏي بہ ڏجي تہ بہ سنسڪرت ۾ ئي ساھتيہ ڪلا جي سيني پھلوئن تي اسان جو پنھنجو ساھتيہ شاستر، پراچين سمي ۾ ايترو باريڪيءَ سان سوچيو ويو آھي، جو اُھا ميراث ظاھر يا باطن ھاڻوڪي ساھتيہ سرجن ۾ ئي نہ بلڪ، آڳاٽي ۽ وچولي دؤر ۾ بہ ڏات ۽ ڏانو تي اثر انداز رھندي آئي آھي. مثال طور پراچين سنسڪرت ساھتيہ شاستر ۾ ڪاويہ شعر و شاعريءَ ۾ رس النڪار وڪرو اُڪتي، ڇند وديا، پنگل جا ميسر فڪري تت ناٽڪ جي فارم تي پرت منيءَ جو ناٽيہ شاستر، يا بذات خود ادب جي واحد واھڻ ڀاشا تي ڀاشنيءَ جو ويا ڪرڻ - شايد دنيا ۾ ڀاشا وگيان تي پھريون اصلوڪو اپياس - گڏجي اسان جي ڏيھي ادب جو تشخص اُجاگر ڪرڻ ۾ بلاشڪ ڪارفرما رھيا آھن. توڙي اسان جي وچولي يا ھاڻوڪي ادبي تاريخي ٽرمنالاجيءَ ۾ عالمي ادبي تاثيرن جي وھڪري ۾ اسين جنھن کي 'جمالياتي خول' طور سڃاڻون ٿا، اُھو اسان جي نجي ادراڪ ۾ 'رس' يا آنند جي - جنھن کي پارتيہ فڪر ۾ 'برھم آنند سھودر' مڃيو ويو باريڪيءَ سان جنھن جا سڀ تت وياکيا ھيٺ آيا، گھڻو علحدو نہ آھي.

اِھو بہ سبب نہ آھي تہ سنڌي ادب ۾ توڻي گلوبل ليول تي اڄ بہ اڪيلو اُتاھون نظر ايندڙ اسانجو شاھہ لطيف ڀٽائي، جنھن شاعرانہ گھاڙيٽي بيت ۾ پنھنجو ڪلام سرجي ويو اُھو ڇند وِديا جي صنف دوھي ۽ سورٺي تي ٻيٺل، سندس پنھنجي خالص تخليقي حاصلات جو منفرد مثال آھي. توڙي شاھہ صاحب پنھنجي سيرانديءَ روميءَ جي 'مثنوي' رکندو آيو يا سندس دور ۾ عالمي ھوائن جي بدولت، شاعريءَ جي فارمن ۽ صنفن ۾ 'علم عروض' جو سرمايو سمورين باريڪين سان موجود ٿي آيو ھو ۽ اڄ توڻي اسان جون گھڻيون شاعرانيون صنفون سچل سرمست جي زماني کان وٺي غزل، مثنوي، رباعي، نظم جي ٻن ٻن شڪلين ۾ انھي علم عروض، صنايع بدايع جي ڇاپ سان، ڪنھن نہ ڪنھن روپ ۾ مروج آھن. فڪري سطح تي جمالياتي حِظ جي ڪسوٽي بہ بدليل روپ ۽ رنگ ۾ اسان جي پنھنجي رس سڏانت ۽ شبد شڪتي جي برھم آنند سھودر جو مبادا بدليل سڏريل ماڻ ۽ ماپو آھي.

### عالمي ادب جي ڇاپ: ادبي صنفن ۽ گھاڙيٽن تي نظرثاني:

اڳيان محض اشاري اشاري ۾ شاھہ لطيف جي حوالي ۾ بيت جو ذڪر مان ڪري آيو آھيان. اسان جي لوڪ ادب جي فارمن، قصن، ڳاھن، گيتن وغيرہ کي بہ تاريخي ساڃاھہ طور اسان کي ھتي في الحال پس منظر طور ذھن ۾ رکڻو پوندو. باقي ٻيءَ طرح بيت کان سواءِ وائي (اھا بہ غالباً شاھہ صاحب جي ايجاد آھي) ۽ ھڪ اڌ ٻيءَ صنف کي ڇڏي، ھاڻوڪي سنڌي شاعريءَ ۾ جيڪي بہ صنفون اسين ڪم آڻيون پيا، سي سڀ، اسان کي مڃڻ ڪپي، عالمي ادب جي دين آھن. اھڙي ھڪ اوپر جي ڳڙڪيءَ مان، علم عروض طور مثنوي، غزل، ڪافي، رباعي، قطع، نظم وغيرہ جون ھوائون گھليون. وچ واري ٽوري عرصي ۾ تہ اُھي جھٽڪ اِھڙو طوفان بڻجي، ھن اسانجي پنھنجي ايڪ قصر

۾ ڏوڪي پيون جو ڪجهه عرصو ته فارسي، گهوڙي چاڙهسي جي مصداق، شعر شاعريءَ ۾ اسان جو پنهنجو تخليقي شعور ئي ٻهارجي ويو. سڄيءَ الف بي تي ديوان لکڻ جي حرص غزل تي شعرگوئي ڪرڻ يا طرح مصرع تي مشاعري بازيءَ جو مرض اسانجي ادبي تاريخ جو اهو دور گهٽن کان ڳجهو ناهي. البت اپواد طور گل محمد غزل ۾ لڄ رکي يا مرزا قليچ بيت 'رباعي' ۾ ڪجهه پنهنجو تخليقي جوهر پسايو. يا پوءِ ڪشن چند بيوس 'نظم' جي ٻاهرئين ويس وڳي ۾ زندگيءَ جي نون اُمنگن ۽ دردونديءَ سان سرجن شڪتيءَ جو سنڌي شعر و شاعريءَ ۾ نئون وهائو تارو ٻڌجي وڏو موڙ آندو.

ويجهي ماضيءَ ۾ شيخ اياز فارسيءَ جي 'غزل کي گيڙو رتو' ويس ڏيڻ جي ڪي قدر قابل تعريف ڪوشش ڪئي.

ورهاڱي بعد هتي ڀارت ۾ به بدليل حالتن جي للڪارن کي قبولي، پنهنجي پنهنجي ذات ۽ ڏانوَ سان غزل جي سدابهار صنف کي، منهنجي ويچار ۾ اول اول سگن آهوجا انوکيون تخليقي بلنديون بخشيون. پنهنجي مختصر حياتيءَ ۾ مرڻ پڄاڻان سندس هڪڙي ئي شعري مجموعي 'ارمان' ۾ غزل جي هڪ شعر ۾ مذڪور صورتحال بابت هُن چيو:

پاڪ جذبن کي گُهٽيندو ٿو اچان سالن کان،
هاءِ، منطق جا راز چو کليا مُون قاتل تي.

'غزل' تي، هتي ڀارت ۾ عنقريب هر ننڍي وڏي، اڄ سوڏو پئي قلم آزمايو آهي پر غزل جهڙي نازڪ نفيس صنف سان، جنهن کي پارکن شاعريءَ جي عطر جو عطر قرار ڏنو آهي. سگن آهوجا بعد ايم ڪمل، ارجن حاسد ۽ واسديو موهيءَ، فارم جي پابنديون اندر رهندي قافئي ۽ رديف ۾ ڪي تجربا ڪندي، حسن و عشق جي هن پياري فارم ۾ نفاست سان نوان موضوع، نوان انيوَ اُتندي، سنڌي غزل کي ڪافي معتبري بخشي آهي:

غزل ۾ ايم ڪمل جا هي چند شعر غور ڪرڻ جهڙا آهن:

گاڏي ليٽ آ، اڄ پڻ بيبُو
ممي ممي ڪري سمهي پيو آ.

سڀ مسافر سهڪندا، بس کي ڌڪيندا ٿا هلن،
هڪ ڊرائيور فقط آ، جو مزي ۾ ويٺو آ.

خواهشون پنهنجون ننڍيون ٿي ويون
ٻار هاڻي وڏا ٿيا آهن.

ارجن حاسد غزل کي پنهنجي احساس ۽ انداز جون سمتون بخشيندي چيو:

روشنيءَ کي، ۽ چميم ڪرڻ کي،
اڄ ائين ناڻءُ ڪنيو مون تنهنجو
ڪنهن بہ مٽيءَ کي سڏيان ڪٿن پنهنجو
پنهنجو مان گهر ڇڏي نڪتو آهيان.

۽ هتي نئين ڪويتا جي سگهاري دستخط واسديو موهيءَ غزل کي تہ وري ازل جي اُڄ بٹائي ڇڏيو. 2001 ۾ شايع ٿيل سندس ڪتاب 'ڇهنب ۾ ڪڪ' کي هن ان دائمي طور ڇڏيل گهر کي "گهر جي تلاش کي..." ارپڻ ڪندي چيو آهي:

اڱڻ خطن ۾
سارون خوشبو
اِتي ذڪر گِل
لاٿون خوشبو
ڳنڍ ڳوٺ سان،
ياڙون خوشبو.

پارسيءَ زبان جي غزل ۾ رديف جو هي انوکو نياءُ، بس موهيءَ جي شاعراڻي ذات جوئي جوهر آهي:

توتي اُڇلون ڪري ٿي، سچ آ چنبا!
ڇول ڪان پري هتي بهڻ، سونهين؟

غم تہ شخصي، نجو رڳو پنهنجو
اُن سان ايڏو رسي بهڻ، سونهين؟

ٻاهرين (جن کي اسان پرائو رهڻ نہ ڏنو) هوائن طور آيل انهن شاعري جي صنفن ۾ غزل، پارت ۾ سيني شاعرن کي ياءُ تہ پيو آهي، ليڪن غزل کي فقط ڪي ڪي ئي ياءُ پيا آهن. غزل پلا اهڙو ڪو سولو فارم آهي بہ ڇا!

ها، اولهہ طرف کان، بحرِ وزن يا موزونيت کان آجي آيل نئين ڪويتا، گذريل صديءَ جي سٺ واري ڏهاڪي ۾، زبردست لهر بڻجي آيل. البت بزرگ توڙي نون شاعرن، نيم شاعرن يا غير شاعرن کي اِها اهڙي سولي لڳي، جو هر ڪو هٿ ڪس ڪرڻ ۾ لڳي ويو. گوڪ سرجڻ جا انيڪ امڪانات رکڻ واري نئين ڪويتا بہ سولي تہ ڪانہ هئي ۽ نہ آهي. دراصل ذات، ڏانو ۽ حوادث وارن لاءِ ڪابہ صنف سولي ڪانہ هوندي آهي.

نئين ڪوتا، اولهہ جي دين، خيال، فڪر ۽ نظرين جي، نين فني تقاضائن سان جن ڪوين لاڪار جي روپ ۾ قبول ڪئي، تن ۾ هتي پارت ۾ اُن جي باني هريش واسواڻيءَ جي انوکي سپراڻيءَ سان کان سواءِ، اُن لهر ۾ ڇاپ پيدا ڪري سگهي. اڄ بہ هن جو ڪويتا سنگرهہ 'ڇاليهہ ڇاهتر' نئين ڪويتا جو سنگ ـ نشان آهي. هُن کانسواءِ نئين ڪويتا ۾ واسديو موهي (تضاد 1976 'صبوح ڪٿي آهي؟' 1983) آنند کيماڻي (بيمار

پيڙهي ۾ شمشان گهاٽ وٽان لنگهندي) موهن ڪلپنا (جهاز جي ڊيڪ تي) مهيش نيٽواڻي (مڏو) ڪي معتبر پڙاو آهن.

شعر و شاعريءَ ۾ انهن گلوبل هوائن جي گهلنديءَ ٻيون بہ صنفون آيون انگريزيءَ جو سانيٽ، اسان وٽ چوڏسي ٻڻجي آيو ۽ نارائڻ شيام جهڙو ممتاز شاعر سانيٽ جي فارم ۾ 'روپ مايا' جهڙو ماڊرن ڪلاسڪ ڪنڊ ڪاويہ جي طرز تي ڏيئي سگهيو. يا فرينچ ادب جي ٽرائليٽ اسان وٽ اول هري دلگير ترائيل جي اسم سان آندي، مگر اُن کي تخليقي سمتون هريڪانت ۽ نارائڻ شيام عطا ڪيون. جپان جي جهوني شاعراڻي صنف 'هائڪو' بہ نارائڻ شيام جي سگهڙ ڇهاءَ سان ابرونار اجرو تجلو ٻڻجي چمڪيو ۽ اُهي 'ماڪ ڦڙا رابيل' جي شاعراڻي خوشبوءِ ڦهلائي ويا. پرڏيهي ڏيهي، انهن شاعراڻين صنفن جي گهٽ. هتي پارت ۾ هاڻوڪي يا ويجهي ماضيءَ ۾ ايتري آئي جو ڪرشن راهيءَ جي ڀهرئين انعامي ڪويتا سنگره 'ڪماچ' ۾ هُن اڳيان اهڙين ذري گهٽ 23 صنفن جو شمارو بہ ڏيئي ڇڏيو جن ۾ اسان جو پنهنجو اصلوڪو فارم بيت (دوهو سورٺو) نيو ڪلاسيڪل شاعريءَ صنف طور بہ شامل آهي. هڪ مصرع جي صنف، وڏي تخليقي سبرائيءَ سان، 'تنها' جي نالي سان اندر پوچواڻيءَ داخل ڪئي. اجا پُوري سڌ پئجي نہ سگهي آهي تہ 'تنها'، اهڙين مٿي ذڪر ڪيل شاعري صنفن جيان، ٻاهران عالمي ادب جي اثر جو روپ آهي، يا اندر پوچواڻيءَ جي پنهنجي ايجاد آهي. تازو ئي ستيش روهڙا جو 'تنها' سنگره خلاصو سٺو تنهائين جو شايع ٿيو آهي.

بهرحال هتي منهنجي مُراد گلوبل ادب مان شاعراڻين صنفن جي اسانجي مٿان پيل اثر يا ڇاپ (impact) ڏانهن اوهانجي ڌيان ڇڪائڻ جي آهي. اُنهن ۾ بہ اسانجي پنهنجي ڏات، ادراڪ ۽ فڪري ولوڙ جي جيتري بہ برتري، بلندي اچي سگهي آهي، اُها اپياسين کان ڳجهي ڪانهي. ادبي تاريخ ۾ آغاز ۽ ڳنڀ جو بہ مهت تہ آهي، ليڪن منهنجي سمجهہ ۾ 'ديرپائي' پنهنجي اهڙي قسم جي ڏات جي اوچائي تي ئي منحصر آهي.

ادب جيُ نثر واريءَ شاخ ۾ اسانجي هاڻوڪي سنڌي سرجڻ جي پلا صورتحال ڪهڙي آهي؟ ناول، ڪهاڻي، مضمون، ناٽڪ (يڪ فصلو يا مڪمل) کان سواءِ جيوني، آتم ڪٿا يا خود تنقيد، اڄ جنهن روپ ۾ (sense) اسان وٽ لکجن پيا، مان ڀانيان ٿو سڀ جا سڀ مغربي ادب جا ئي فارم آهن. عالمي ادب جو اِن ريت، نظم خواه نثر جي لڳ ڀڳ هر صنف، جنهن ۾ هاڻوڪي سنڌي ادب ۾ اسانجون تخليقي ڪاوشون جاري آهن، سڀ ٻاهران آيل آهن. ڪليءَ دل سان اِهو سڀ قبول ڪندي ڏسڻو فقط اِهو آهي تہ، شاعريءَ جيان نثر نويسيءَ جي انهن ڀن ڀن فارمن ۽ روپن ۾ اسان هتي پنهنجي ڏات، ڏانوَ ذاتي تشخص، توڙي فهم ۽ فڪر جي قوتن سان، اُنهن سيني کي، يا اُنهن مان ڪن ۾، پنهنجون ڪهڙيون ۽ ڪيتريون بلنديون حاصل ڪرڻ جيتري تسڪين ماڻي ۽ ڏيکاري سگهون ٿا. هيءَ، ٻاهريان اثر جهٽڻ ۽ جذب ڪرڻ جي فنامنا، هرويرو ڪا فقط سنڌي ادب سان لاڳو ناهي بلڪ هن برصغير جي هند جي خواه سنڌ جي، مڙني ٻولين جي، جي هاڻوڪي، توڙي ويجهي ماضيءَ جي ادبي لکيتن ۾ اِها ڇاپ نظر اچي ٿي.

مثال طور ڪهاڻيءَ جي صنف جو ئي جيڪڏهن جائزو وٺجي ته سنڌي ادب ۾ ورهاڱي کان ويهارو کن سال اڳ ئي اُن جي شروعات ٿي. پوءِ ورهاڱي بعد هتي ڀارت ۾ ڪهاڻي. پنهنجي قد و قامت، ٽِڪنڪ ۽ نِياوَ ۾ جيئن لکجي رهي آهي، مغرب جي 'شارٽ اسٽوري' تي ئي مبني آهي. ليڪن هتي ڀارت ۾ وطن کان اُکڙجي آيل ۽ شهري ۽ مهانگري ماحول ۽ پسگردائيءَ ۾ اچي وسيل سنڌي قوم جي سيگمينٽ ڪي، اُن جي ڀانڪن توڙي اديبن کي، ننڍي ڪهاڻيءَ جو مختصر گهاڙيٽو پنهنجي منڊ وچ ۽ عروج موثر گهڙت ۾ انيوَ ۽ احساس جي ننڍين افسانوي ڪڻن ۽ ڀلن کي اظهار ڏيڻ جي خيال کان، شايد وڌيڪ راس اچي ويو آهي. اِنڪري 'ڪهاڻي' باوجود ٻاهرئين گهاڙيٽي جي، هتي، ترقي پسند، رومانوي يا پريوگ وادي، ويندي جديد ڪهاڻيءَ جي ٽنهي ڏارائن ۾ اسانجي پنهنجي افسانوي ڏات ۽ ڏانو جي قوتن بدولت ڀارت جي اهڙين ٻين هاڻوڪين زبانن جي ڪهاڻي، ساهتيہ سان برميچجي بيهڻ جي تسليميءَ جو سنتوش ماڻي سگهي آهي. جڏهن مغرب ۽ ٻين ترقي يافته ملڪن جي ڪهاڻيءَ جي اوسر ۾ ٿيو هتي ٻه سنڌي ڪهاڻي، پريوگ، جدت، اڪهاڻي، ائبسرڊ ڪهاڻيءَ جي ٻن ٻن روپن ۾ اُن جي معتبري ميجرائي سگهياسين.

سنڌ جي هاڻوڪي ڪهاڻي شاخ جي پُوري شناس ته هتي اسانکي اسانجا سرحد پار جا پارکو ئي وڌيڪ ڪرائي سگهندا، ليڪن منهنجو پنهنجو جيترو ٻه محدود اڀياس آهي ته سنڌ ۾ ٻه هاڻوڪي ڪهاڻي، ڪافي سبر، گوناگون ۽ اوسر جا اهڙا سڀ مرحلا پار ڪرڻ جي تسڪين ڏياري ٿي.

البت 'ناول' اسان وٽ اوترو اُسري نه سگهيو آهي، جيترو ٻين ڪيترين ڀارتيہ ٻولين ۾ اُسريو آهي. اِن جي سببن تي خلاصو بحث ٿي سگهي ٿو. اسان هتي ٻه ڪنهن حد تائين ڪيو آهي. ناول جي صنف ۾ گلوبل ليول جي فلابيئر، دوستو وسڪي، ٽالسٽاءِ، جيمس جائس، ڪافڪا، مارل پروسٽ، فاعنر وغيره ته اسان سڌو گهڻن جي ساراهہ ريس جا باعث آهن ئي آهن، مگر ڀارتيہ سطح تي شرت چندر، ٽئگور، منشي پريمچند، وي ايس کانڍيڪر، پنا لال پٽيل، امرتا پريتم جيتري قد ۽ ڪاٺيءَ جو ڪو هڪڙو ٻه ناول نويس سنڌيءَ ۾ ڪونه اُپري سگهيو آهي. ڏيئي وٺي سندري اُتمچنداڻي (ڪرنڌڙ ديوارون)، موهن ڪلپنا (رج ۽ پاڇا)، لعل پشپ (هُن جي آتم جو موت)، گوورڌن ڀارتي (سئور جون سئو صورتون)، ڪرشن کٽواڻي (ترنڌڙ بادل) ڪي سنتوش ڪرڻ جهڙا نالا ڪٿي سگهجن ٿا.

ناٽڪ نويسيءَ ته وري ناٽڪ ڪاري (اسٽيج ۽ پرفارمنس وغيره) جي محتاج آهي. ائين ته اُن ۾ ٻاهرين هوائن جي اثر بدولت نئين ناٽڪ، ائبسرڊ ناٽڪ جا تجربا اسان حرص مان ڪيا آهن اوس. مگر ڀلي رائيٽنگ جي ادبي خاني ۾ يڪ فصلن يا ٻه فصلن ناٽڪن ۾ ڪنهن حد تائين اسانجي پت رکڻ ۾ ڊاڪٽر پريم پرڪاش (مورچابندي، ٻه فصلو ناٽڪ 'ٻاهر' يڪ فصلن جو مجموعو)، موتي پرڪاش (رات هڪ طوفان جي) ۽ ايم ڪمل (ماچس ڪٿي آهي؟) واهر اوس ڪئي آهي.

ڳڻائڻ جي خيال کان ڪهاڻيءَ کي ڇڏي، ناول ۽ ناٽڪ وانگر، اِهي ڳالهيون، مضمون نويسي، جيوني ۽ آتم ڪٿا جهڙين نثري صنفن لاءِ به ڇئي سگهجن ٿيون.

سرسري طور ساهتيہ ڪلا جي فارمن، روپن يا صنفن ۾ اج صورتحال اها آهي تہ توڙي ذات، ذاتي انيڀوَ احساسات جوهر، اُهي جهڙا ۽ جيترا بہ اسانجا پنهنجا آهن، جذب يا هم آهنگ ڪيل آهن. نظم خواهہ نثر ۾ اسان تمام گهٽي قدر جئن مون اڳيان ڏيڪارڻ جي، اختصار ۾ ڪوشش ڪئي آهي، اسين عالمي ادب کان گهڻو متاثر پئي رهيا آهيون.

خيال، فڪر ۽ نظرين جي ڇاپ:

ڌرتيءَ جي هن گولي تي جڏهن کان بہ وني، ماڻهوءَ نالي وارو پراڻي، جنهن روپ ۾ اُڀجي ۽ نسري آيو آهي، پوري جڙ ۽ چيتن پسگردائيءَ ۾، سوچ هُن جي فطري قوت بہ آهي تہ ڪمزوري بہ. مغربي فلسفي جو هڪڙو اهم ۽ بنيادي مامرو ئي ڪٿي پنهنجي ڳالهہ شروع ڪجي تہ آيا 'مان آهيان اِنڪري سوچيان ٿو يا مان سوچيان ٿو تنهن ڪري مان آهيان.' توڙي ان بحث ۾ هتي گهڻو اونهو نہ بہ وڃجي تہ بہ ماڊرن مغربي فلسفي جي اَبي ريني ڊيڪارٽ جو جڳ پرست گفتو "Cagito ergo Sum" يعني مان سوچيان ٿو تنهن ڪري مان آهيان، هاڻوڪي گلوبل سوچ، فڪر ۽ نظريي جو انساني وجود جي حوالي ۾، عقليت پسنديءَ (Rationalism) جو هڪڙو اهڙو انقلابي موڙ بڻجي آيو. جنهن انساني زندگيءَ جي هر شعبي ۾ ـ ماديت طبعيات، سماجي، نفسياتي، سياسي، ادب، لطيف فن ـ بنيادي موڙ آندو آهي. سائنس ۽ ٽيڪنالاجي، جن جو اج انسانذات جي سوچ ۽ وهنوار تي سڀ کان وڌيڪ اثر ڪليل اکين سان ڏسي ٿو سگهجي.

هتي انسان جي ٻين فئڪلٽين کي مباحثي کان ٻاهر رکندي، رڳو ساهتي ڪلا، تخليقي ادب جي ماخذن، تاثيرن تائين محدود رهجي تہ هن ننڍي کنڊ جي پنهنجي فڪري ولوڙ ويدانت ۽ تصوف جي نظرين کي بعيد ماضيءَ جي تاريخيت ۾ وجهي، هاڻوڪي سوچ ۽ فڪر ۾ ترقي پسند نظريي جي بنياد مارڪسواد رومانيت (مغربي ادب ۾ ناول جي شاخ کي اول اول چوندا ئي 'رومان' هئا) نفسياتي ۽ جنسياتي سوچ جو محرڪ فرائڊزم، جديد ادبي لاڙن ۾ وجوديت. وينْدي اج سوڌو بعد جديديت (Post Modernism)، جنهن ۾ روس جي فڪر ۽ فلسفي جي ڏين فارملزم، اسٽرڪچرازم ۽ پوءِ فرانسيسي ادب ۽ فڪر جون هوائون 'پيچ گهڙ' (Deconstruction) عورت جي ٻهُوسمتي برابريءَ ۽ ستا وغيره جا فڪري زور ۽ نظريا اسانجي هاڻوڪي ادب تي، ادبي تخليقي شرطن ۽ امڪانن جي ڪسوٽيءَ تي، ڪنهن نہ ڪنهن روپ ۾ ڪار فرما آهن، سڀ عالمي ادب جي ڇاپ (Impact) جا مظهر آهن.

اِهي سڀ فڪري ۽ نظرياتي اثر، هتي ڀارت ۾ اسانجي سنڌي سرجن تي سڀ، يا اُنهن مان ڪي ۽ ڪيترا ڪارفارما آهن يا اُنهن اسانجي ادبي ذات ۽ ذاتوَ کي ڪيترو سنواريو آهي، ڪهڙي اوسر ڏني آهي، اُن تي مختصر يا طائراڻي نظر وجهڻ کان اڳ

هڪڙي اهم ڳالھ ادب جي فطري محويت رکندڙ اپياسين کي شايد ٻڌائڻ جي گهڻي ضرورت تہ نہ آهي تہ ساهتيہ سرجن، ڪنهن بہ فڪر يا فلسفي جو Surrogate نہ آهي، احساسداري، اُمنگہ جذبي، ڏک، سُور سونهن جي سواد جهڙن تخليقي محرڪن لاءِ اُهي انفرادي سطح تي، ادبي رچنا جي پيچيدي پوليائي سمرچنا ۾ جيتريءَ حد تائين جذب ٿي اچن ٿا، اوتريءَ حد تائين ئي، هر ٻوليءَ جي ادب جو معيار ۽ آبرو ٺهن ٿا. پوءِ پل تہ گلوبل ليول تي اُهي ڪٿان بہ ڇو نہ آيا هجن، اولھ کان يا اوڀر کان، اُتر کان يا ڏکڻ کان.

مثال طور ورهاڱي کان ٿورو اڳ ئي شعر و شاعري يا افسانوي ادب ۾ اسان وٽ مارڪسوادي نظريہ کان اثرانداز جيڪو ترقي پسنديءَ جو دور آيو خاص طور ورهاڱي کان ترت پوءِ پارت ۾ تنهن هڪ لهر جي روپ ۾ ڏهاڪو کن سال، شعر، ڪهاڻي، ناول وغيره ۾ 'ٻڌي پيداوار' (Bulk Production) جو وڏو ڪم ڪيو. چڱو خاصو پڙهندڙ طبقو بہ ان سان جڙي ويو ليڪن پوءِ ڏٺوسين تہ ساهتيہ ۽ شبد جي ڪلا، ڪنهن مخصوص نظريہ جو مجموعي وهڻ ٺڄڻ سان پرچاري ۽ پئمفليٽي ٺهجي ٿو وڃي، اپواد طور ڪي شعر، ڪي چند ڪهاڻيون، يا هڪ اڌ ناول، ان ڌارا مان، احساس ۽ تخليق جي ڪسوٽيءَ خاصي ڪجھ نالا ئي رچناڪارن جا ديرپائي ماٺي سگهيا، باقي سڀ ڪجھ ترت وسري ويو.

ترقي پسند ڌارا کان پوءِ گذريل صديءَ جي ڇهين ڏهاڪي ۾ نظم کان وڌيڪ نثر خاص ڪري ننڍي ڪهاڻيءَ ۾ تجربن ۽ انفرادي ذات جي قوت وارن ڪن ڪهاڻيڪارن گهڻيءَ حد تائين احساسداري ۽ پنهنجي انيو طرف سچيار رهندي اِن مغربي صنف کي پنهنجون سمتون بخشيون: موهن ڪلپنا، ڪي.ايس ٻالاڻي گنو سامتاڻي ۽ لعل پشپ ان ڏس ۾ لاشڪ ذڪر جوڳا نالا آهن.

گلوبل هوائن جي بدليل زورن جي بدولت، توڙي ڀارت اندر بدليل، معاشي سياسي حالتن اندر وري نئين افراتفري، نااُميدي، بيگانيت جهڙين نفسياتي احساسن جي دٻاوَن هيٺ، مجموعي طور مغرب جي جديد ويچار ڌارائن، جهڙوڪ وجوديت جو فلسفو آوان گارد، ائبسرڊٽي سنڌي جاتيءَ جي نئين ٿهيءَ جي حِس ۽ سرجن شڪتي رکندڙ نوجوانن ۾ نئون ولوڙ پيدا ڪيو. اِنهن مڙني گڏيل مسيل زورن گذريل صديءَ جي ستر واري ڏهاڪي ۾، جيڪو ادبي اُڇاھ، ڇُوھ آندو اُن مان صنفن جي روپ ۾ نئين ڪويتا، نئين ڪهاڻي، نئون ناول، ناٽڪ ۽ نئين تنقيد جي نمايان روپ طور، ڏهاڪو يا ڏيڍ ڏهاڪو کن سال ڪافي فنامنل ٺهجي پيو. هر ننڍي وڏي شهر مان، بي ساخت ڪافي ادبي مخزنون ۽ رسالا، هنئين جي زور تي نڪري نروار ٿيا. فرانز ڪافڪا، البيئر ڪامو سارتر، پرومت جيمس جائس جهڙا عالمي اديب. اِن ٿهيءَ جا رول ماڊل ٺهجي پيا. اِن حوالي ۾، اڳيان نئين ڪويتا جي اهم ڪوين جا نالا ذڪر هيٺ آندا اٿم. ڪهاڻيءَ ۾ شيام جئسنگهاڻي ايشور چندر آنند کيماڻي وشنو ڀاٽيا ڪي ڌار تري بيهندڙ سرجن ڪار آهن. سنڌي ڪهاڻيءَ جي صنفن کي اُنجي اندرئين سٽاوَ ۾

تبديل اُٿت ٻٿت ۽ ٻسٽرب ڪندڙ احساسداريءَ سان هڪ تازگيءَ ڀريو نئون تيوَر بخشيو. توڙي پارت ۾ نڪرين تي بيٺل پاڙن واري سنڌي جاتيءَ ۾ پنهنجي جداگانہ سڃاڻپ، ٻولي ۽ ڪلچر کي بچائڻ ۽ وجود قائم رکڻ جي جدوجهد وڏيڪ گهري ٿي آهي ۽ سنڌي پڙهندڙ طبقو گهٽيو پر پوءِ بہ گذريل صديءَ جي اُنهن پوئين ڏهاڪن ۾ سنڌي ادب ۾ جديديت جو اهو ولولو لاشڪ عبرت ۾ وجهندڙ رهيو. محدود وسيلن ۽ ڏي وٺ جي باوجود، خود سرحد پار سنڌ جي ادب ۽ افسانوي تي، هتان جي اِنهي جديد لهر جيئڻ هتي ڏٺوسين. ڪافي اثر وڌو (خير اُن بابت آئيندڪ پنيرائي يا رد قد اسانجا سنڌ سرزمين جا پارکو وڌيڪ آڇي سگهندا).

هاڻي ويجهڙائيءَ وارن سالن ۾، ڪي سال گذريل صديءَ جا، ڪي ٻنهہ هاڻوڪا چار پنج سال ايڪويهين صديءَ جا. عام تڙيل پکڙيل محدود سنڌي سماج جي ذري گهٽ نا آشنائيءَ پڙهندڙ طبقي جي ڪنهن بہ معقول پنيرائي توڙي للڪار جي، هاڻي مونکي احساس ٿيڻ لڳو آهي تہ باوجود اُن بعد ڪنهن فيصلاڪُن نئين ٿهيءَ جي آمد کان سواءِ (پين پارتيہ ٻولين جي ادب جي برعڪس) بعد جديديت جا ڪجهہ چِڊا پاڊا آثار اِنهن گذشتہ پيڙهين جي بچيل کچيل تخليقڪارن منجهان، ڪهاڻي، ڪويتا، تنقيد وغيره جي روپ ۾، باز وقت ژاڪ ديريدا جي پيچ گهڙ واري اصول جي اثر هيٺ، يا اِستري فلاسافر، عورت جي امپاورمينٽ جي حامي ۽ ٻوليءَ جي پيچيدي اُٿت ٻٿت مان لٽرري ٽيڪسٽ جي (پراڻين نين تصنيفن) اندُران ممڪن حد تائين نوان ۽ چرڪائيندڙ تخليقي ارٿ يا معنائون ڳولهڻ جي سگهہ واري هڪ برجستي نقاد جوليا ڪرسٽ ايوا جي سوچ ۽ فڪر جا ڪجهہ پڙاڏا ڪن ڪهاڻين (مايا راهي)، ڪن ناولن (لعل پشپ ۽ آنند کيماڻي جا تازا ناول)، واسديو موهيءَ جي ڪن غزلن ۾ ٻڌجي سگهجن ٿا. پڪ سان چوڻ جي حالت ۾ تہ ڪونہ آهيان تہ اِهي ٿورا آواز ۽ اِشارا، پنهنجي ٻوليائي سماج جي عڪاسيءَ بدولت آهن يا هن وشال، گلوبل ليول تي مالي يا اقتصادي سڌارن، مارڪيٽ فورسز جي اثرن ۽ تڪڙي اينڊڙ لبرل ازم جي لهرن منجهان پونڊڙ احساسي موٽ جو نتيجو آهن. يا خلقڻ جي سنسڪارن ۽ عادتن وس، ذهني عيش يا مجبوريءَ جا مظهر آهن. مان ڪنهن پڪي نتيجي تي پهچڻ ۾ پاڻ کي قاصر پيو سمجهان.

پر هڪڙي ڳالهہ خاطريءَ سان چئي سگهان ٿو تہ پنهنجي زبان ۾ ادب خلقڻ جي تڙپ، سيني وٽ نہ تہ بہ ڪن، ڪافي ٿورن وٽ، سبڪبائي رهي آهي باوجود ان جي تہ تاريخي وهڪرا اسانجي پنهنجي ٻوليءَ ۾ سوچ، فڪر ۽ سرجڻ جي ٻنهہ برخلاف وڃي رهيا آهن.اِنڪري ذاتي طور مون لاءِ ڪافي حد تائين، هار مڃڻ تائين جدوجهد ڪندو رهڻ جي اِچا، تقويت ڀري تہ اوس آهي.



Address: Flat No. A_3/404, Gagangiri Enclave Khadakpada,
P.O. Kalyani (W), 421301, India.
Mob: 0091_9819707215

حسن درس

# رقاصه

رقاصہ قلندر تي بيٺي نچي
چوان ڪيئن تہ مجروڪري ٿي پئي.
نڪو نازيہ جا نمونا نوان
نڪو نازيہ جا اشارا نوان
ندي آ پراڻي، اُهي وهڪرا
نڪو نازيہ جا ڪنارا نوان
اُهي ئي پراڻا اٽس پيچرا
اُهي ئي پدمڙا سندس پيرڙا
اُها ئي سندس چير آهي چٽي
صدين کان جا ساڳي وڃي ٿي پٽي
مگر تون قلندر! بيٺو ڏسين
منهنجي وک توڏانهن ڪڃي ٿي پٽي
ايامن کان آئون اچان ٿو پيو
لڪيءَ ۾ لڪايم بدن جو ذرو
جبل منجھہ جهاتي بہ پائي ڏٺم
اندر منجھہ ڪاتي وهائي ڏٺم
رڳو گرم چشمو بہ ڪافي نہ آ
رڳو عورتن ۾ تلافي نہ آ
گهُميس گهٽ سارا، گهُمائي ڏٺم
چميون ڏئي ۽ خود کي چمائي ڏٺم
محبت جا مزدور وانگي ٿڪي
محبت جا جهيٽي ٿئي پئي جَهڪي
ميان مروندي توکي چا چا چوان،
سنڌ‌ءِ گس ناهن سڌا ۽ سنوان،
صفا اُپ ڪپيءَ تان اچان ٿو پيو۔
جڏهن آهي اوندهہ وکوڙي وئي،
بدن جي بتيءَ تي اچان ٿو پيو.





---

حسن درس جي شاعري همعصر سنڌ جي هڪ امڙي صدا آهي، جنهن ۾ زمانن جو روح ساهہ کڻندي محسوس ٿئي ٿو. اها صدا پاتالن مان اڀريل محسوس ٿئي ٿي ۽ اونچائين جا ڪئين آسمان سَر ڪنديہ اڳتي وڌندي نظر ٿي اچي. هُن جو تخيل ان ڏندڪٿائي گهوڙي مثل آهي، جنهن کي ڊوڙڻ لاءِ تيز ۽ صحتمند ٽنگون ئي نہ، اُڏامڻ لاءِ لهليل ۽ مضبوط پَرَ بہ آهن، جن جي آڌار تي هُو ڪيتري زمينون ۽ زمانا لتاڙيندو رهي ٿو. شعر خاص طور نظم جي اُلٽ هُو امڙيءَ ڪاريگري ۽ فنڪارانہ حُسن سان ڪري ٿو جو بڏندڙ چرڪجي ٿو وڃي. چرڪائي ڇڏڻ جي اها خوبي حسن جي شعر جي لازوال ميراث آهي ۽ جنهن هُن جي شاعري کي سنڌ جي دلڪش ۽ مٿانهين تخيل جو غيررواجي مثال بڻائي ڇڏيو آهي۔ اسحاق

---

## محقق

قبر کوٽيائين
گهر کي کوٽيائين
هن جي بيماريءَ جو
فائل کوٽيائين
هُن جي مرڻ جي
خبر کوٽيائين.
آخر ماهر کي
مُئل موسيقار جا
هڏا مليا ويا.
تحقيقاتي ٽيم کي
ترٽئون طلبيائين
مٽو ڪُٽيائين
پتر پڳائين
مٽي ڇنڊيائين
ٽورو سوچيائين
گهٽو لکيائين
مقالي جي مُڇ کي
وِيٺي وٽيائين
نڪو سُر مليو ڪو
نڪو گُر مليو ڪو
نڪو راڳداري
نڪو ساز سُرندا ـ
اچانڪ هڏا سپ ڪڙڪڻ لڳا
ٽيبل مٿان، ڪمري اندر
اُڏامڻ لڳا
هڏن پٺي هڏن کي
لوڏيو وڄايو
هڏن سازندن کي ڪيا پئي اشارا
اِها ماتمي ڌُن
ڪمري جي اندر
لامارا ڏيندي گهمندي رهي
اچانڪ هڏا سپ ٻاهر اُڏاڻا
هوائن کان ڪهڙا هڏن جا پڇاڻا
پنيان ماٺ ٿي وئي
صفا سانت ٿي وئي
مگر ميز تي جيڪو
ماهر آ ويٺو
اُنهيءَ جي تہ ڇاڙي
اچا پيئي ڪڙڪي.



## احمد فراز جي نالي هڪ نظم

احمد فراز تنهنجو
سامان تو اُڇلجي.
ميزون، گلاس، شيشا
نظمن جون عورتون ۽
نثري ڪتاب اُڇليا
توکي مليا هيا جي
اعزاز عشق جا ڪئين
سي سپ خطاب اُڇليا
نندون دريءَ دريءَ ۾
پردن تي ڳهرَ تنهنجي
جاڳيل گلاب اُڇليا
تو جي گناهہ جهڙيون
اتيون ۽ اُتي گذاريون
سارا ثواب اُڇليا.
پيارا پٺاڻ شاعر
اُردو عجيب آهي
پشتو ۾ ڇئو پنديءَ کي
”دِلي قريب آهي.“
غالب سان مئہ پيئڻ جي

سهڻي سزا ملي ٿئي
۽ ڳالھ چئي ڏيڻ جي
سهڻي سزا ملي ٿئي.
ايوان صدر سجايل
ڪوٺيون نہ تنهن کي ڪوٺو
ڪوٺو تہ ڪنهن جو گهر آ.
رنڊي تہ مانواري
رنڊي تہ معتبر آ
گاريون نہ ڏيون هنن کي
گاريون تہ پولين جون
آهن شرير ڇوريون
لبريز لفظ گاريون
گاريون تہ ساحلن تي
ننگيون حسين گوريون.
تون جو فراز خود کي
روشن خيال سمجهين
حاڪم حرام سمجهين
مئہ کي حلال سمجهين.
پر هاڻ ڏس نوان هي
روشن خيال جلوا
مولانا مئہ پيئي ۽
سالار کائي حلوا.
پنهنجو تہ يار آهي
سامان عيش عشرت
سامان عشق بازي
سامان دلنوازي
سامان دل جي دُنيا
سامان سرمدي هي
سامان دلربائي
اُڇلينِ! ڇئو اُنهن کي
هيءَ سونهن ۽ سچائي
اُڇلينِ! ڇئو اُنهن کي
شعرن جون خانقاهون
ديدار جا دُئارا
دل جون سڏيون نگاهون
اُڇلينِ! ڇئو اُنهن کي
هيءَ خيال جي خدائي
ميلاپ ۽ جدائي
هيءَ خيال جي خدائي.



## دلڪش بدن، سمندر!

دلڪش بدن، سمندر!
انداز عورتن جا،
چمڪن چٽا ڪنارا
ديدار ۽ نظارا
پاڻيءَ مٿان جسم جو
ترندو رهي ترنم
ڇپڙن تي چاهتن جو
ترسي پيل تبسم
مٺڙا مدّر تہ آهن
جي تون وڃائي چاٽين
سڀ ساز عورتن جا
دلڪش بدن، سمندر
انداز عورتن جا!
هيءَ اُس ۾ اُگهاڙپ
ڪيڏي حسين آهي
چولين جي قيد چورين
ڇاتي نشين آهي
عريان آسمان ۽
هيٺان زمين آهي
پل جو رهيو نہ پردو
پاڻيءَ ڪيا پئي پڌرا
رنگ راز عورتن جا

دلڪش بدن، سمندر
انداز عورتن جا!
واري بہ واسجي پئي
ريتي بہ رنگجي پئي
جيڪا اچي ڇُهي ٿي
ڇولي سا ڏنگجي پئي
هي زهر آ ضرورت
ڏاڍو نشو مٺو آ،
جنهن جنهن بہ هي ڏٺو آ،
سوئي سگهي ٿو سمجهي
هي ناز عورتن جا
دلڪش بدن، سمندر
انداز عورتن جا!
ناريل جي وڻن کي
آهي ڏسڻ جي عادت
۽ مرد کي مصيبت
آهي ڇهڻ جي عادت
۽ ڇوڪرين ڇتين کي
آهي ڪُڇڻ جي عادت
ڪنهن تي نہ پون ڪڙڪي
سي مرد سڀ مري ويا
ناراض عورتن جا
دلڪش بدن، سمندر
انداز عورتن جا!
هي مياڻ جي وڳن مان
تلوار جسم نڪتا
۽ واءُ کي وڍڻ لئہ
خنجر جا قسم نڪتا
ننگي خزان بہ نڪتي
۽ وڻ ٿيا اُگهاڙا
اي بي لباس موسم
ننگا ٻڌا سُٺا سون
آواز عورتن جا

دلڪش بدن، سمندر
انداز عورتن جا!
هي جسم خود وڳو آ،
پنهنجو اسان کي پاتل
هي راز آهي ڄاتل
هي جسم خود پراڻو
آهي لباس لاٿل
پائي بدن جي بيٺيون
ساحل کي سمجهہ آئي
انجام عشق تنهنجو
آغاز عورتن جا
دلڪش بدن سمندر
انداز عورتن جا!



## صحرا

صحرا جو سينو
صحرا جو ڏڙڪو
صحرا جي دل ۾
آخر ڇا آهي؟
وچايل قطارون
پراڻيون صندوقون
خيـ ـي جو ڪپڙو
ماٺهوءَ جي ڄاڙي
لالچ جو موتي
صحرا جي دل ۾
آخر ڇا آهي؟
هڪڙو زمانو
اڳتي ۽ پٺتي
ڏينهن جو ڇُورو
راتين جون ٻورون
لمحن جا سڙيل

شڪي ويل ڳترا
خشڪيءَ جي ڪاوڙ
صحرا جي دل ۾
آخر ڇا آهي؟
هوا جون گهنڊڙيون
سرگوشيون، سيٽيون
طلسم جون چنهنبون
ڪارو لامارو
صحرا جي دل ۾
آخر ڇا آهي؟
عورت جون سارون
ٻارن جي چنتا
باغن جون سوچون
پکهر جون نهرون
تتل تمنا
پيرن جو ورثو
صحرا جي دل ۾
آخر ڇا آهي؟
صحرا تجلي جو ڀريل پيالو آ.
صحرا سرابن جي هڪ حقيقت آ.
صحرا گرم رت کي چوسيندو آهي
صحرا هڏن کي تحفظ ڏيندو آ
صحرا صبح ويلي سوچيندو آهي
صحرا ٻنپهرن جو خُدا جي اک آ
صحرا سڄي رات هڪ عورت هوندو آ
صحرا چوي ٿو مون کي ڪو سمجهي
صحرا جي دل ۾
آخر ڇا آهي.



## وڏو پوڳ آهي!

انڌي ديد تنهنجي آ عادت اِها
سدائين ڏسڻ جي تي ڪوشش ڪرين.
ڇڏي ڏي تہ ماڻهو مزي سان مرن
ڇڏي ڏي هوا ۾ اُنهن کي، ترن
ڪڏهن قافلن کي تون روڪيو ڇڏين
ڪڏهن تون هوائن کي ٽوڪيو ڇڏين
ماڻهوءَ کي انسان ٿيڻو نہ آ
ماڻهو ڪرسچن ٿي ٿيندا پيا.
ماڻهو مسلمان ٿيندا پيا.
ڪٿهن ڳئون ڦپي آ. ڪٿهن ڪوئي گلبو
ڪٿهن ڪا ڪليسا، ڪٿهن ڪوئي ڪبو
سڀ صورتن ۾ اِهو سوڳ آهي
وڏي مشڪري آ، وڏو پوڳ آهي
انهي پوڳ کي روڳ ڇو ٿي بنائين
انڌي ديد تنهنجي آ عادت اِها
سدائين ڏسڻ جي تي ڪوشش ڪرين.



## سيلف پورٽريٽ

آئيني ۾ پاڻ کي بيٺي ڏٺم
شڪ پيم
تنهن ڪري ٻيهر وري جانچي ڏٺم
پڪ ٿيم
هي اُهو ئي شخص آهي
دير سان هڪ رات جو
مون کي مليو اونداهہ ۾
ماچيس جو مون کان پڇيئين
هڪ عدد ٻيڙي گهريئين
اوچتو خنجر ڪڍي
منهنجي سيني تي رکيئين
جو ڪجهہ هيو سو سڀ ڦريئين
هڪ رواجي گار سان
منهنجي وري تذليل ڪيئين

هٿ ڪي هوا ۾ ڪنيئين
حملو ڪري خنجر هنيئين
پيٽ کي ڦاڙي ڇڏيئين
پوءِ دل ڪڍيئين
پنهنجي ڪيسي ۾ وڌئين
آئون اُتي ئي پيو هيس
هو اُتان ڪاڻ ويو هليو
اڄ وري آ آئيني ۾
مون اڳيان سامهون ڪڙو
۽ سندس شرٽ جي
ڪيسي اندر
منهنجي دل ڌڙڪي پئي
ڪنهن ٻـ سيني ڪان سوا.

## ميلا محبت جا

جهُڙ جا ديوَ اُٿيا
ڪارا باغ لڏيا
تنهن ڪان پوءِ ٿيا، ميلا محبت جا.
تلوارن کي ويو ڪنوڙين مان ٿاهيو
عورت جي جلويءِ قلمي تي ڪاهيو
منظر مان گُلري، گهوڙا خوب ڪڏيا
تنهن ڪان پوءِ ٿيا، ميلا محبت جا.
مڇيون پيڙيءَ ۾ ٻارن سٽيون پي
پريون پاڻيءَ تي ننگيون لٿيون پي
طلسم جي جر تان، ٻگها نيٺ اُڏيا
تنهن ڪان پوءِ ٿيا، ميلا محبت جا.
تتل وٽن کي واڍن وڍيو پي
ماٺهو ماٺهوءَ کي ڏوبين ڏوتو پي
درزين سبيا جو انگن جا ڪپڙا
تنهن ڪان پوءِ ٿيا.ميلا محبت جا.
تارن تاڻ ترنديءِ غارن منجهه ويا
صحرا مان ٻوڙي پاڻيءَ منجهه پيا
جبل چوٽيءَ تان، آخر هيٺ لٿا
تنهن ڪان پوءِ ٿيا، ميلا محبت جا.
ساحل ساحل تي، سهڻا شهر اڏيا
گهر گهر دعوت ۾، در در دوست گڏيا
هنڌن ماڳن تي، شاعر شعر لکيا
تنهن ڪان پوءِ ٿيا، ميلا محبت جا.



## لِڪ لِڪوٽي

دل ٿي چاهي
تون مان ڪيڏون
لڪ لڪوٽي.
ٻِر جي وڻ جي چانگ ٿئي تي
ڏارن هيٺان ٻا رلڪن ٿا
ٻارن سان گڏ ٻاراٽا هي
پنهنجا ننڍڙا اپيار لڪن ٿا.
لاٽون منهنجي وَڙ ۾ آهي
ڏور تـ توکي ڦيرائي ٿي
ڪانگ وٽن تي ويٺا آهن
جهڪ پين کي ڪيرائي ٿي.
ڪاڙهي ۾ سڀ چانوَ ڇُپايا
اُس ڪڍي پئي اڪ پکين جي
تون ٻـ ٻڏين پئي ننڍ سکين جي.
تولـ وڻ تي ٽُوٽ پٽيان تو
جهوليءَ ۾ تون هيٺ جهپين ٿي
آئون توکي هٿ ڏيان تو
ٽپ ڏئي تون آڏ ٽپين ٿي.
ٻنپهرن جو ٻگهه اچا ٻئي
گڏ ٽِبي تي ويٺا آهن
مالهي ويو آ ماني ڪاڻڻ
تنهائي پئي باغ سنڀالي:

اڇو تہ ڳڏجي ڇڪلي پايون
ڇڪلي پايون، پير گسايون
پير گسايون، ڦيريون پايون
ڦيريون پايون، لڱ لسايون
لڱ لسايون، ٻاڪر پايون
هاڻي لڪ ٻلڪوٽي ڪهڙي
پيار هٿان جو پڪڙيا آهيون
وڻ جي هيٺان ويٺا آهيون
اڇو تہ ٻي ٽا راند رچايون،
اڇو تہ ڳڏڙيءَ کي پرڻايون.



# غزل

رامڪي بازار ۾ ماٺڪي بيٺي رهي،
ڪونج جهڙي ڪولهياڻي ڪاڪي بيٺي رهي

طاقتن تلوار کي وقت ڦيرايو گهڻو
اُن جڳهہ اُن جاءِ تي هوءَ ٽڪي بيٺي رهي.

ڏينهن جو تارا ڏسڻ جي آرزو ناهي ڪٿي
سو زمان ساري سڄڻ ۾ سڪي بيٺي رهي.

صورتن جا سمنڊ ٽا ٻوڙي وجهن هر ٻانهن کي
چولين کان چوڪري چوچڪي بيٺي رهي.

عشق هڪ پردو بہ آ. ۽ اُگهاڙپ آ وڏي
لوڪ جي اڳيان بہ هئي ۽ لڪي بيٺي رهي.

"ها ڪرڻ جا هُوڪريا مفت ۾ مردُن هنيا
انڪار مان آيل هُئي، سا نِڪي بيٺي رهي.

حسن هي توحيد جو درجو خدا ٿو چو ڪٿي
عشق ۾ ملحد اڪيلي ۽ اِڪي بيٺي رهي.



Address:
B_95, Qasim Nagar, Qasimabad,
Hyderabad..



# نمائش ۾ موجود ماڻهوءَ جي ڪتا
## (Self Portrait Cum Random Notes)

نصير مرزا

جنم استار ڪينسر آهي مُنهنجو. اِن حساب سان آئون هڪڙو Humble ماڻهو.. پراڻين شين سان چنبڙي رهڻ وارو جيوَ - غالباً 1973ع ۾ ادل سومري مون کي پهريون خط لکيو هو. الحمدالله، ان جو لفافو موصوف وٽ اڄ به محفوظ.. 1979ع ۾، شيخ اياز جنهن قلم سان آٽوگراف ڏنو اُهو قلمُ به يا محرم الحرام ۾ محفلِ حسيني جي دروازي وٽ، ڳوڙها اُگهڻ لاءِ خيرالنساءِ جعفري کان ورتل ٽِشو پيپر.. ٽيهه ورهيه اڳ دوستيءَ ۾، مون سان involve ٿيندڙ سائين نثار حسينيءَ جا رومينٽڪ ۽ ناراضگين ڀريا خط.. ڪيترن ئي دوستن جون گِفٽ طور ڏنل key chains، قريباً ارڙهن ورهيه اڳ دردانہ سان گڏ ڪيل پهرين سفر جون ٽڪيٽس.. امان جون هيئر ڪِلپس.. يونيورسٽي واري زماني ۾ ڪن محبوبائن جي ڳلهن تان ڪنيل وار ۽ ان کان سواءِ لاتعداد وغيره وغيره ٻيون به ڪيئي نادر و ناياب شيون.... ۽ اِهي سڀ... منهنجي ذاتي ڪبٽ جي خاني ۾، اڄ به حفاظت ۽ سليقي سان موجود.. ۽ جنهن ڏينهن موڊ ٿيندو آهي، خانو کولي، ويٺو ڏسندو آهيان اُنهن کي ۽ ڪنهن ڪم سانگي گهر ۽ شهر کان ٻاهر ويندو آهيان ۽ ڪجهہ ڏينهن اُتي رهي واپس موٽندو آهيان، تہ موٽي، سڀ کان پهرين انهن ئي شين کي ڏسندو آهيان. سوچيندو آهيان. ڪنهن ڏينهن اِهي جي هيٺ مٽي ٿي.. يا گم ٿي ويون، تہ ڀائيندس جڻ آئون ئي جهڙو ڪر: هيٺ مٽي ٿي، گم ٿي ويس هن ڪائنات مان!

۽ جاٽي وٺو تہ خود پسند تہ خير آئون قطعي بہ ڪونہ آهيان. ها پر ايترو ضرور آهيان، ۽ جڏهن جڏهن بہ سفر ۾ هوندو آهيان، تہ ڪنهن بہ ٻئي شاعر جون نہ صرف پنهنجون ئي مي سٽون پيو جهُونگاريندو ۽ ڳائيندو آهيان:

هوا وانگي منهنجو ڪو گهر ڪونهي
ڪو درَ ڪونهي،
خوشبوءَ جي سنگ سنگ
رولاڪ بادل جيان

بنَ بنَ ۾ پٽڪان پيو
توکي ڳوليان پيو.

Home sick، تہ سنڌ ۾ شايد ئي ڪو ماڻهو مون کان وڌيڪ هوندو! چوندو آهيان، نصير، حيدرآباد کان ٻاهر، معنيٰ مڇي پاڻيءَ کان ٻاهر. 2001ع کان اڳ، منهنجو 'ماءُ' ۽ 'ساهہ' هوندو هو. اِن ڪري ڪيڏانهن وڃڻ لاءِ دل ئي ڪونہ چوندي هئي. ماءُ، ٻي ساهہ تي وئي، تہ هاڻي هُن جي قبر ۾ منهنجو ساهہ اَهي. ڄمار 52 ورهيہ آهي هن وقت منهنجي. ظاهر آهي باقي زندگيءَ ۾ ڪي گهڻا سال پويان ڪونہ هوندا. ۽ اِجهو هن ايتري وڏي ڄمار ۾ بہ ڪنهن ٻئي شهر ڏانهن ٽرانسفر جو آرڊر نڪرندو آهي تہ منهنجو مُنهن ۽ سڄو سرير، ڄڻ اُونڌِي ڪٽ وانگر ٿي ويندو آهي. ۽ ان کان پوءِ ماءُ جي قبر، قدم گاهہ مؤليٰ علي ۽ حيدر چوڪ کان دوريءَ جو تصور ايندي ئي پنهنجي اندر ۾ شام غريبان جي مجلس پڙهڻ شروع ڪري ڏيندو آهيان، ۽ لڙڪن ٻنان منهنجي روئڻ جو سلسلو هوندو آهي جو بند ٿيڻ جو نالو ئي ناهي وٺندو.

۽ هتي By the way، ايترو بہ باخبر ٿيو تہ اُهو هڪڙي شاندار گهر جي، منگهہ وارو ڪمرو هو جنهن ۾، ويهين جولاءِ 1955ع تي صبح جو ڇئين وڳي مون پنهنجي هئڻ جي صدا بلند ڪئي هئي.

چا مون کي اِن ئي گهر ۾ پيدا ٿيڻ گهرجي ها؟ ۽ ان بابت مون اڳي بہ ڪٿي لکيو هو:

ها! آئون ٻئي جنم ۾ بہ اهڙي ئي ڪنهن منگهہ واري گهرَ - ڪمري ۾، ۽ ان ئي ساڳئي ماءُ شريفان ناصر علي مرزا جي گرڀ مان ۽ اتي ئي ٽنڊي نوڙهي قليچ آباد ۾ پيدا ٿيڻ پسند ڪندس ۽ ٻئي ڪنهن هنڌ: قطعي نہ!

۽ 18هن ورهين جي ڄمار ۾، 1973 ڌاري، منهنجي اندر ۾ شاعريءَ، پهريون پيرو آرس موڙيو هئو ۽ اُها سياري جي هڪ سرد رات هئي، آئون پنهنجي هڪڙي ڪزن سان پيار ۾ شدت سان جڪڙجي چڪو هوس ۽ نئين نئين بلوغت ۽ پيار جي لذت جي سرشاري ۾ رومينٽڪ شاعريءَ ڪرڻ کان اڳي مون کي ياد آهي مون پنهنجي بيوہ ٿي ويل ماءُ جي ٻي وسيءَ تي ڊائري کي مخاطب ٿي اُن ۾ پهريان پهريان هي شعر درج ڪيو هو:

ٿڪ جو ساهہ نٿو سنبران، دوستا!
ماءُ جنهن ڏينهن کان بيوہ ٿي آ.

۽ هاڻي هي سٽون پڙهو:

ڪنهن موڪل واري ڏينهن
رڪشا منجهہ چڙهي
سارو پنهنجو شهر ڏسان
پاڻ سان مان
اهڙي خواهش
ڪنيو پيو تہ گهُمان
سالن کان!

۽ منهنجي اِها ڪويتا، 1979 ۾ ان وقت 'سنڌ نيوز' اخبار جي ادبي صفحي ۾ شايع ٿي هئي، جنهن وقت آئون سنڌ يونيورسٽيءَ جي صحافت واري شعبي ۾ پڙهندو هوس. ڪويتا پڙهي، منهنجي ڪلاس فيلو مِس خاور مهدي شاهه جيلانيءَ، ڪاريڊار ۾ ان ڏينهن سرگوشيءَ ۾ چيو هو: اسان وٽ هڪ رڪشا آهي جيڪا پاڙي تي سڄو ڏينهن پئي ڊوڙي؛ ڪنهن موڪل واري ڏينهن ٿي چوا؟ جنهن وقت تنهنجي دل چاهي، رڪشا ـ هير آباد مان اچي ڪڍ ۽ هينالي ڪان هل تاپ تائين.. پيو گهم.. پيو ڦيرا ڏي ها! بس... (ڪِلندي چيائين) ٿورو احتياط رڪشا جو ڊرائيور "شيدي" آهي!!

'نہ' ـ هتي آئون پنهنجي ڪنهن بہ 'شيديءَ' جو ذڪر نہ ڪندس. ۽ ڪندس تہ هڪ غير شيديءَ ۽ معصوم صفت انسان جو ـ پيشو سندس سينيٽري انسپيڪٽر، ذات؟ مغل! ۽ تنبدي نوڙي ۽ ڦليليءَ جي صفائي جي نگراني، هُن جي ئي ذمي هوندي هئي. آئون ماٺڪ پٽي هاءِ اسڪول ۾ نائنٿ جو اسٽوڊنٽ هوس ۽ روزانہ صبح جو پنڌ اسڪول ويندي، رستي ۾ هُو گُلاب جو تازو تِڙيل گل، مون کي ڏيڻ ڪڏهن بہ ڪونہ وساريندو هو.

۽ ڪي ڏينهن مسلسل هُو مون کي نظر نہ آيو تہ ڪنهن کان پڇيم: هاڻي هو ڪٿي آهي!؟ ڪيڏانهن هليو ويو. جواب مليو، جيڏانهن آخرڪار... سڀني کي هليو ئي وڃڻو آهي.

تڏهن ٿوري دير لاءِ ذڪي ٿي اُتي بيٺي بيٺي، ۽ هن جي قبر کي تصور ۾ آڻي هُن وٽان مليل اُهي سڀ گلاب جا ڪڙيل گل، مون سندس قبر کي ارپي ڇڏيا هئا.

۽ هي پلا ادبي دوستن مان مون کي ڪير ڪيترو ۽ آئون ڪنهن کي ۽ ڪيترو ڪيترو ويجها رهيا آهن. تہ انهن مان سائين نثار حسيني ۽ طارق عالم تہ مون کي ماءُ جي ساهن جيترو ئي ويجهو رهيو آهي، ۽ هي ٻيا جيڪي ٿوري ٿوري فاصلي تي مون کي ويجهو رهيا، اُهي آهن... ادل سومرو، رميش ڪمار راماڻي، عرفان علي انصاري، آغا سعيد، ماجد صديقي ۽ جن منهنجو ڏاڍو احترام ڪيو: مراد علي مرزا، ادا مدد علي سنڌي، شوڪت حسين شورو، سوز هالائي، نورالهديٰ شاهہ، اياز گل، سميع بلوچ، ولي رام ولڀ، مختيار ملڪ، زيب سنڌي، نياز پنهور، اسحاق سميجو، گل ڪونڌر، عابد مظهر، نفيس احمد شيخ ۽ منهنجا ننڍڙا پيارا (ٻچن وانگر) شهر يار شيخ، احمد سولنگي، ذوالفقار هاليپوٽو، جاويد سوز، غلام محمد ميمڻ ميجر ۽ ڪانئن پوءِ موهن مدهوش ۽ فقير محمد ڍول... (مؤلا عليءَ فرمايو پاڻ کي شاهوڪار سمجهہ جو ايترا تہ تنهنجا دوست ساٿي آهن نصير) پر پوءِ بہ...اڪثر پاسندو اٿم... ڪنهن سڪل ٿاريءَ مثل آهيان مان ... يا جهڙو ڪرَ چٽيل پن... پاونجاهہ ورهيہ آهي هن وقت ڄمار منهنجي ۽ لڳندو اٿم نهايت ئي جلد سڪل ٿاريءَ مثل ٿي ويندس آئون!... ۽ زندگي ڪنهن ڊيڄاريندڙ خواب يا ڪنهن لاوارث ستاري وانگر ٿي ويندي منهنجي. چون ٿا، پڇاڙڪن پهرن ۾، ماڻهوءَ کي ماضي ـ ماضيءَ جون ساروڻيون، منظر، گهٽيون ۽ محبوبائون شدت سان ياد اچڻ لڳنديون آهن. ۽ هاڻي جڏهن منهنجيءَ ريٽائرمنٽ ۾

باقي اٺ سال وچي پويان رهيا آهن. تڏهن. ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو ويٺو آهيان. ڪٿي هونديون منهنجو اُهي سڀ محبوبائون ۽ ،لائي هاٿي ڪهڙيون ڪهڙيون ٿي ويون هونديون. جن منجهان ڪنهن ڪي آئون پنهنجي لاءِ سمجهندو هوس. راڌا. ڪنهن ڪي شڪنتلا ته ڪنهن کي ورڃي سيتا ۽ ساوتري!

۽ جيئن جيئن عمر وڏي پئي منهنجي، اڪيلو ڪيڏانهن وڃڻ. رهڻ. بس يا ريل ۾ ڊگهي سفر ڪرڻ کان ته ساهه پيو ويندو آهي منهنجو. ۽ ائين ڪڏهن اڪيلو رهڻ يا سفر ڪرڻ جو موقعو ملندو اٿم ته ماڻهو يادون ۽ غم! گولين جيان دل ۽ دماغ تي حملو آور ٿيڻ شروع ٿي ويندا اٿم. مزاجن چاڪاڻ ته ڪنهن اچاتل خوف ۾ ورتل ماڻهو آهيان. ان ڪري ڏينهن به ڏينهن. هيءَ دنيا مون کي رهڻ جي لائق جڳهه اصل ئي ناهي لڳندي. ۽ هونئن ته لکن ماڻهن جي پُرهجوم ميڙ ۾ بيهي ڪمپيئرنگ ڪندي مون کي نروس نيس يا خوف جو احساس بلڪل ئي ناهي ٿيندو پر الائي ڇو ڪوئي پيار وارو 'چڙهت' ڪري مٽان جي اچي ڪڙڪندو اٿم. ته منهنجو جسم پيپر جي پن وانگر ٿڙڪڻ شروع ڪري ڏيندو آهي.

هيءَ دنيا... سچ ٿو ٻڌايانءِ ته منهنجي لاءِ هڪڙي مشڪل دنيا آهي: So difficult. ۽ سڀ ڄاڻن ٿا، آئون هڪڙو innocent ماڻهو آهيان. ڊيرج سان مٺو مٺو ڳالهائڻ وارو. هر انسان جي عزتِ نفسُ جو احترام ڪرڻ وارو ۽ اندران اندران هڪڙو بلڪل صوفي صفت ۽ پڪت ٽائپ انسان. جنهن کي دنيا جون پيچيدگيون اصل ئي سمجهه ۾ نه اينديون آهن. منهنجي سياوَجا اهي سڀ، ڇا گُڻ يا اوگڻ؟

۽اهو ڪيئن چوان؟

ها! هڪڙي ٻي شڪايت ضرور آهي مون کي پنهنجو پاڻ سان. ۽ اُها. هيءَ ته هيڏانهن زمانو شديد تيز رفتار ۽ مان بلڪل سست رفتار...

هڪ DVD تي سؤ فلمون. CD ۾ هزارين گانا. رموٽ تي سويل چينل. Chip ۾ پورو ڪتاب. اوون ۾ ڪاڏو منٽ ۾ گرم. بجليءَ جي پٽيءَ تي لاش رکو ۽ پَپُڙا ۽ منهنجي لاءِاهو سڀ، ڄڻ حيرت جهڙيون ڳالهيون آهن.

نه بابا ـ آئون واقعي به هن زماني جو ماڻهو ئي ڪونه آهيان ۽ ڄڻ ڪنهن اڳوٺي ڏيگ مان پٽڪي، بچي، هن زماني ۾ پهچي ويو آهيان. ۽ ڪڏهن ڪڏهن لڳندو اٿم. دؤرِ دقيانوس جو ماڻهو آهيان. ۽ ڪڏهن ورڃي پائيندو آهيان. مياٽي ۽ ٻُبي واري جنگ جو ڪو زخمي سپاهي آهيان.۽ ڪڏهن لڳندو اٿم. ڪُوفي واري مسجد ۾ علي سائين کي ضربت وقت. نمازين جي قطار ۾ آئون به اُتي موجود هوس. ۽ مؤلا جي مداح هجڻ جي ناتي، سزا طور مون کي هيڏانهن قيدي بنائي موڪليو ويو هو (۽ ڪنهن ڪنهن رات يقين ڪريو خواب ۾ ڏسندو آهيان. ته پٽائيءَ جي بارگاهه ۾ بيٺو آهيان ۽ ٻاڏايان بيٺو ته ڪوئي آهي؟ جيڪو ديارِ غير جي هن غريب مسافر کي پاڙو ۽ زادِ راهه فراهم ڪري، ته جيئن هُو مديني، نجف. ڪوفي، شام يا ڪربلا ڏانهن موٽي واپس هليو وڃي).

۽ جيئن ٻين سيني جي پيرن هيٺان آهي - ظاهر آهي خدا جي اُن سموري مخلوق وانگر، منهنجي پيرن هيٺان بہ اُهائي ساڳئي وسيع ڌرتي آهي ۽ اکين آڏو وشال ڪائنات، ۽ مٿي مٿان ستارن جڙيل آسمان. پر هيءَ منهنجي حياتي!؟ ۽ بس ان جو عرصو هر ساهہ وانگر منهنجي لاءِ بہ ظاهر آهي تہ محدود ئي هوندو. عظيم المرتبت هستيون، رسالت ماب، علي سائين، ڀٽائي صاحب، صرف 63 ورهيہ دنيا ۾ حيات رهيا. قليچ، سانگي، اياز ۽ انهن بہ بس چوهتر پنجهتر ورهين جي ئي ڳڻپ ماڻي. ظاهر آهي سيني عظيم يا عام ماڻهن وانگر مون وٽ بہ حياتي جو محدود ۽ مقرر وقت آهي. ۽ ڇا ان حياتي دؤران، مون اُهو ڪجهہ ماڻيو آهي!؟ جيڪي مون چاهيو!

ظاهر آهي تہ: 'نہ'!

امان چاهيو تہ ڊاڪٽر ٿيان.

نہ ٿي سگهيس.

چاهيم تہ: صفيہ سان منهنجي شادي ٿئي.

اُها نصيب ۾ ڪانہ هئي.

سنڌ جو 'اعليٰ' قلمڪار سڏجان.

۽ خواب اِهو بہ اڃا پورو نہ ٿيو اٿم.

ها بس صرف ان معاملي ۾ ڳڌلڪ منهنجي صرف ايتري.. تہ جيڪي ڪتاب مون پڙهڻ چاهيا، اُهي ضرور پڙهي چڪو آهيان، ۽ اردوءَ سنڌيءَ جا جيڪي ليکڪ شاعر مون کي پسند آهن، انهن جو لڳ ڀڳ سمورو ورڪ مون وٽ محفوظ آهي.

علي سائين جو ڪتاب 'نهج البلاغہ'، 'ديوانِ علي'، ڪليات ثابت علي شاهہ شاهہ جو رسالو ديوانِ قليچ، ديوانِ سانگي، مير انيس جو بياض، شيخ اياز نارائڻ شيام، ميرا جي انتظار حسين، ۽ قرةالعين حيدر جا سمورا ڪتاب.. ۽ انهن مان شيخ اياز صاحب کي تہ مون ذاتي طرح سان، نہ فقط روبرو ڏٺو پر بي پناهہ پسند بہ ڪيو- ۽ چاهيو بہ!

۽ ان جي ايترو تہ ويجهو ويس، جو ڪيس سدائين ياڪرن ۾ پريم، سندس هٿن کي پنهنجي هٿن ۾ دير تائين پڪڙي رکيم. ۽ سندس قميص جو دامن ڪلهي الائي ڪيترا پيرا اکين تي رکيم (۽ هُو سڀ منهنجون اِهي ٻاراڻيون حرڪتون ڏسي ٻارن وانگر خوش ٿيندو رهندو هو) ۽ دنيا ڏٺو تہ لحد ۾ بہ مون ئي ڏکندڙ هٿن سان، پٽ شاهہ جي ڌرتيءَ تي هن کي ليٽايو هو ۽ سندس لحد مٿان ڇيڪي مٽيءَ جي سِرن سان 'ڪڙڳ' تيار ٿيڻ جي مرحلي ۾، اُهو بہ آئون ئي آخري انسان هوس، جنهن هن جي معصوم ساروين تي پوئين نگاهہ وڌي هئي. ۽ ڪيئي سال اڳ هڪ رات جو پُراڻي سکر ۾، جنات چوڪ لڳہ شيخ اياز جي بہ ماڙ گهر تي بہ مڙي مون..... ائين ئي نگاهہ وڌي هئي - جيئن ڪيس لحد ۾ ڏٺو هوم. آخري ڀيرو.

۽ عظيم شاعر شيخ اياز جو اُهو گهر، ڇا هاڻي شيخ اياز جو رهيو آهي؟

- نہ!

۽ ڪيڏا نہ تهذيب يافتہ آهن يورپ، انگلستان ۽ روس جا ماڻهو جن پنهنجن اديبن شاعرن جي گهرن کي بعد وفات محفوظ ڪري، اُن ۾ سندن نوادرات رکي انهن

ڪي عجائب گهرن جو درجو ڏيئي ڇڏيو آهي. ۽ هيڏانهن اسان، اهڙي ڪنهن بہ شاندار روايت جو بنياد اڄ تائين نہ رکي سگهيا آهيون سنڌ ۾.

شيخ اياز جو گهر ۽ علاوه ازين مرزا قليچ جي حويلي، تنوير عباسي وارو 'سرمد جو گهر'، استاد بخاري، حيدر بخش جتوئي ۽ عبدالڪريم گدائي ۽ مولانا گرامي جا گهر ۽ سڀ صفحہ هستيءَ تان اڄ گم ٿي رهيا آهن ۽ اسان ڪي انهن جو اڃا ڪو بہ احساس ٿيئي ڪونہ پيو.

۽ آگاهہ رهو تہ دنيا جي شهرن منجهان، پسنديده شهر منهنجو آهي: صرف حيدرآباد! توٽي جو اُن جي گهٽين ۾ خوب خوب آواره گردي مون ڪئي آهي. ان جا پراسرار ڪنڊون پاسا ۽ پاڙا مون ڇڳائي، پنڌ ئي پنڌ گهمي ڏٺا آهن ۽ ڇَڪلي ڪان چاوڙي ٽاٽي تائين، هيٺالي ڪان پوچالي شاهہ جي چاڙهيءَ تائين. ٽنڊي ولي محمد ۾ شيدين واري گهٽيءَ ڪان وٺي، آڪال پونگا لائين تائين (۽ هي شهر اندرو اندر ايترو تہ پکڙيل آهي ۽ ايترو تہ وسيع ۽ پُرپيچ آهي جو پانئيان ٿو تہ گهٽو ڪجهہ اُن جو تہ آئون ڏسڻ ڪان سواءِ ئي شايد دنيا مان ڪُوچ ڪري ويندس). ها، اُن جا قبرستان ۽ ڪتابن جا (نوان پراڻا) دڪان، البتہ مون پُوري تفصيل سان ضرور ڏٺا آهن. ۽ انهن ۾ سڀ ڪان وڌو تہ ٽنڊي يوسف جو بي ڪنار قبرستان... جتي ڪنهن قبر ۾ منهنجو دوست مانيٽو اوٺو ابدي آرامي آهي تہ ڪنهن قبر ۾ منهنجا دل گهُريا ياز فيروز گل ۽ منور حسين طبلہ نواز ٽنڊو آغا علي آباد جي قبرستان ۾ ممتاز مرزا ۽ اُن جي پرسان ٽنڊي طيب واري اُجاڙ گورستان ۾ طارق اشرف صاحب جي اڪيلي اداس لحد ۽ بلند شاهہ ٽنڊي نوڙهي ۾ قليچ صاحب، مرزا نادر بيگہ علي قلي مرزا، شيرينَ فيروز نانا ۽ امان شريفان ناصر عليءَ جون قبرون... ۽ ڪينٽ واري قبرستان ۾ سدائين لاءِ" لاپتہ ٿي ويل حفيظ شيخ جہ ، تربت، بابن شاهہ واري قبرستان ۾ ع.ق.شيخ ۽ عظيم گيت ڪار شاعر، نياز همايونيءَ جي ڪچي ٻَنڌ... ۽ انهن قديم ۽ يادگار قبرستانن وانگر منهنجي شهر ۾ ڪتابن جا ـ جي ها: اُدبي ڪتابن جا بہ ڪيڏا نہ shops هوندا هئا. زبردست، زبردست. ۽ صدر ۾ پريميئر ۽ آزاد بوڪ ڊپو. جنهن جو بوڪ سيلر، زيب ادبي مرڪز واري احمد شيخ (اعليٰ بائنڊر ۽ پبلشر پڻ) جو عزيز هو ۽ متي تي اڃا گهاٽا وار (صفا سبطِ حسن صاحب جهڙو لڳندو هو) اڃا پِرون... ۽ دڪان تي پير رکڻ سان، پنهنجي ڪرسي ڇڏي، شيلفن مان ڪتاب ڪڍي ڪڍي، هر ڪتاب وٺندڙ کي ڪتاب ائين ڏيکارڻ لڳندو هو جڻ ڪوه نور جو هيرو پيو ڪيس ڏيکاري (عيني آپا جا گهڻا ڪتاب مون ان ئي دڪان تان خريد ڪيا هئا). اڪثر چوندو هو: 'عيني ميري عزيزه هي!' ۽ هي فوجداري روڊ تي، عوامي ڪتاب گهر (جنهن جي آس پاس ڪنهن وقت هيرو نڪر صاحب رهندو هو ۽ دڪان جي بلڪل سامهون واري گهٽيءَ ۾ دردانہ جو گهر.... ۽ ٽنڊي هوندي ڪئي پيرا مون هن کي اسڪول ڊريس ۾ سينٽ ميري اسڪول ڏانهن ويندي ڏٺو هو ۽ هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ ڪونہ سوچيو هو تہ اِها ئي پياري خوبصورت ڇوڪري، اڳتي هلي مون منجهان پار ڇٽيندي). روسي ادب جا شاهڪار ناول ۽ ٻيا روسي ادب جا

ڪتاب مون اِن ئي عوامي ڪتاب گهر تان خريد ڪيا هئا: ناول 'ماءُ'، 'چراغ جلتا رها'، 'ظلمتون ڪي ماري لوگ'، 'جميلہ'، 'ميرا داغستان'، 'ڪليات پُشڪن'، 'ٽالسٽاءِ ڪا بچپن' ۽ تلڪ چاڙهي تي ادا سليم قريشي جو شاندار ڪتاب گهر: 'ادبيات'. جتي شاندار شيلفن ۾ چا ت. ادبي ڪتابن جي ڪليڪشن هر وقت موجود هوندي هئي. (۽ ياالله! هاڻي تہ هن شهر ۾ ادبيات جهڙو ڪوبہ تہ بوڪ شاپ موجود ناهي). ها، رابعہ اسڪوائر گاڏي کاتي ۾ فڪشن هائوس وارن جو دڪان ۽ اُن ئي بلڊنگ ۾ دوست ناز سنائي جو 'سنڌي ساهت گهر'، ۽ ان جي سامهون گهٽيءَ ۾ روشني پبليڪيشن وارن جو 'لطيف ڪتاب گهر'، ۽ ان جي opposite 'سنڌيڪا' اداري جو نئون ڪتاب گهر ۽ گاڏي کاتي ۾ حيدر چوڪ لڳ 'ربي چيمبر' ۾ اسان جي من موهن دوست، موهن مدهوش جو ادارو: اِنٽيل ڪميونيڪيشنز جتان 'ڪويتا پبليڪيشن' جا ڪتاب شايع ٿيندا آهن. يا تلڪ چاڙهي تي سنڌي ادبي بورڊ جو بوڪ اسٽال ۽ shop.
۽ الاس!

جن جن هنڌن تي اُهي سڀ اڳوڻا منهنجا من پسند بوڪ شاپس ڪنهن وقت هئا. جن جي شيلفن آڏو ڪلاڪن جا ڪلاڪ آئون وڃي بيهندو ۽ ڪتابن سان ڊائلاگ ڪندو رهندو هوس. اڄ اُتي اتي ڊاڪٽرن جا ڪلينڪس، ڪلاٿ هائوسز باربر شاپس ۽ فيشن ڊزائينرس جا دڪان کُلي چُڪا آهن. ۽ جن جن سئنيما هائوسز ۾ امان کي ٻڌائڻ بنان ۽ گهران لِڪي ڇپي ميٽني شوز وڃي ٻالڪ پڻ آئون ڏسندو هوس: اُهي سڀ اڄ صفحہ هستيءَ تان ائين غائب آهن جڻ هيون ئي ڪونہ اهي سئنيمائون. ۽ هي منهنجو شهر ۽ اُن جا قديم گهرَ. تفريح گاهون. باغَ... ۽ هر هنڌ بلڊرس مافيا قابض ٿيندي پئي وڃي ۽ شهر جو ساهہ گهٽبو پيو وڃي ۽ اُوچا اُوچا ماڙ ۽ فليٽ. منهنجي شهر کي هر طرف کان گهيريندا پيا وڃن.

۽ هي آئون!! واقعي بہ سچ پچو تہ هڪڙو عجيب ماڻهو آهيان. بادشاهن ۽ امير ڪبير ماڻهن جا تاج محل نما محل، اصل ئي ناهن موهيندا مون کي ۽ ڌرتي تي موجودَ صرف اهڙا. اپرا سپرا گهر ئي وڻندا اٿم جن ۾ ويهي ليکڪن. شاعرن مصورن وڏيون وڏيون تخليقون پئي سرجيون ۽ اهڙن گهرن مان ٽنڊي نوڙي ۾ مرزا قليچ بيگ جو گهر. علي آباد ٽنڊي آغا ۾ مرثيہ نگار شاعر، مرزا ٻُڍل بيگ جي ڳاڙهي ماڙي. جيل روڊ سان محمد ابراهيم جويي صاحب جو گهر. سکر ۾ جنات چوڪ لڳ شيخ اياز جو گهر. غريب آباد دادوءَ ۾ استاد بخاريءَ جو اجهو کوکر پاڙي حيدرآباد ۾ طارق اشرف جو ڇَپَرَ نما. ننڍڙو ڪوليءَ جهڙو گهر! ۽ انهن سڀني هاڪارن انسانن جي گهر - درن اڳيان هاسيڪار آئون وڏي شوق سان وڃي لنگهيو هوندس ۽ انهن کي جُهڪي سلام ڪيو هوندم. ۽ اهڙن گهرن سان چاهت کان سواءِ. شايد باب العلم جي مريد هئڻ جي ناتي، ڪيئي اهڙا 'باب' (دروازا) آهن. جن جي ديدار فرحت آثار سان منهنجو روح خوشيءَ سان سرشار ٿي ويندو آهي. ڏنم گاهہ مؤلا علي جو مکيہ دروازو ٽنڊي جهانيان ۾ سرڪار دادن شاهہ جي حويلي جو ٻاهريون شاهي در. پيٽائي صاحب جي درگاهہ ڏانهن

وٽي ويندڙ ۽ اتان وٽي ايندڙ رستي وارا، ’بابِ مصطفيٰ‘ ۽ ’بابِ مرتضيٰ‘، ٽنڊي ٺوڙهي ۾ قليچ ڪتب خاني وارو ’بابِ قليچ‘، سن ۾ سائين جي ايم سيد جي لائبريري وارو پراسرار دروازو رني ڪوٽ قلعي جو سن واري پاسي کان هيبت ناڪ شاهي گيٽ، حيدرآباد ۾ پڪي قلعي جو اُجاڙ دروازو... ۽ اِهي سڀ دروازا الائي ڇو مون کي ڏاڍا Haunt ڪندا آهن. ۽ علاوه ازين جنهن multi colour گهراڻي ۾ آئون پيدا ٿيو آهيان ان جا مذهبي ۽ فقهي طور طريقا بہ ڇا تہ نرالا آهن. 15 شعبان، يعني امامِ زمانہ جي ولادت واري ڏينهن، فجر وقت، زعفران سان، هڪ ڪاغذ تي اسين سڀ پنهنجون پنهنجون مرادون ۽ التجائون لکندا آهيون ۽ فجر جي نماز بعد، ان خط (عريضيءَ) کي آٽي جي پيڙي ۾ اندر وجهي، وجي دريا بُرد ڪري ايندا آهيون ۽ تصور ائين ڪندا آهيون، تہ اِها عريضي، امامِ زمانہ جي خدمت ۾ ڪنهن مڇيءَ جي معرفت وڃي پهچندي ۽ ضرور ان ۾ لکيل التجا مستجاب ٿيندي. ۽ ائين روز عاشور ذوالجناح حويليءَ ۾ اندر ايندو آهي تہ باسون باسيندڙ خواتين اُن جي ڪن ۾ ڪجھ چٽيون چڙهينديون آهن ۽ سمجهنديون ائين آهن، ڄڻ سندن اِها مدعا، امام حسين عليہ السلام تائين، ذوالجناح معرفت پهچي ويندي ۽ ورهاڱي کان اڳ، ناني ٻڌائيندي هئي تہ هُوءَ شاهي بازار ۾ اندر هڪ گهٽيءَ ۾ سرڪار ڇٽن شاھ سُرخ بخاريءَ جي زيارت لاءِ ويندي هئي، جيڪي ننگ ڏڙنگ مٽيءَ جي ڍڙي مٿان ويٺا هوندا هئا. هونئن تہ چپ چاپ مونن ۾ مُنهن وجهي ويٺا هوندا هئا. پر ڪنهن وقت پاڻ کان پري بيٺل بي پناھ عقيدت مندن جي هجوم کي ڏسي، اوچتو بيزار ٿيندا هئا تہ انهن کي سروٽا هڻڻ ۽ گارين ڏيڻ شروع ڪري ڏيندا هئا. تڏهن گارين ۽ سروٽا کائيندڙ عقيدت مند ـ بقول نانيءَ جي، پائيندا هئا. سندن سرڪار جي گارين عيوض مراد، بس اجهو ڇاڻ تہ پُوري ٿي! ۽ ڪيئي سال ٿيا، سنجهوري ۾ آئون پنهنجي دوست رميش ڪمار جي ماڙيءَ واري گهر ۾ ٽڪيل هوس، جو صبح جو ڏٺم. هن جي ماءُ تلسيءَ جي ٻوٽي کي پاڻي ڏيئي، اُن جي اڳيان اگربتي ٻاري رهي هئي. تڏهن ماڙيءَ تان هيٺ لهي پڇيومانس، هي سڀ ڇا پيا ڪريو تہ. چيائين: تلسيءَ جو ٻوٽو لڪشمي ديوي جو اوتار آهي. پوڄا سان مايا ۾ برڪت وجهندو آهي. ۽ ائين ڪراچيءَ ۾ حُسين ڊِي سَلوا بلڊنگ ۾ رميش جي فليٽ تي رهيل هوس جو هڪ صبح جو ڏٺم اُتي ٽڪيل منهنجو دوست ڊاڪٽر سنتوش ڪامراڻي (برادر ستيہ پال، هاڻي نو مسلم سليمان شيخ) گرو نانڪ جي تصوير آڏو اگربتي سان واس ڌوپ ڏيئي رهيو هو.

۽ ڇا اهڙين سيني ريتن رسمن کي حيرت سان ڏسندڙ پسند ڪندڙ هي آئون نصير مرزا! ڇا ڪوئي مذهبي ماڻهو آهيان!؟

’نہ‘ ـ مختلف مذهبن ۽ فقهن جا colourful aspects الائي ڇو مون کي ڏاڍا موهيندا پيا آهن. محرم ۾ برآمد ٿيندڙ تعزيہ ۽ انهن جي جڙاوت... حُسناڪي، حيدرآباد ۾ يعقوب ڪاسائي واري پڙ جي بُلندي ۽ خوبصورتي. روهڙي مان نائين محرم تي برآمد ٿيندڙ ’ڪربلا‘ ۽ اهڙن ايامن ۾، ’شاهي محلي‘ مان جاني شاھ جي

مزار پرسان بر آمد ٿيندڙ جواهر (طوائف) پاران جاري ٿيندڙ تعزيو (۽ ڪنهن وقت ادا وڏو ٻڌائيندو هو جواهر پاڻ ان تعزيہ سان. وارَ کولي ۽ پيرَ اگهاڙا ڪري پوري شهر ۾ جلوس سان گڏ هلندي رهندي هئي. ۽ اوڇنگارون ڏيئي روئيندي رهندي هئي) ۽ ڪاهي روڊ لڳہ رستي جي ڪناري سان معطر معطر. جواهر جي پڙ جي حسناڪيءَ ۾ بہ جهڙوڪر منهنجو اڄ بہ ساهہ اٽڪيل هوندو آهي - ۽ 'عطريات' جو مرڪز هن وقت تہ حيدرآباد ۾ 'صدر' ۽ بيليئر ڪلينڪ وٽ آهي. جتي طرحين طرحين جا عطر ۽ انهن جون رنگارنگ شيشون مون کي ڏاڍو موهينديون آهن. پر اڳي عطر جا اهڙا دڪان رڳو يا تہ قدم گاهہ مؤلا علي واري انجمن اماميہ جي بلڊنگ ۾ روڊ واري پاسي کان هوندا هئا. يا سري گهاٽ اڳيان مدينہ مسجد جي ديوار سان.

۽ جهونا پراڻا ئي سهي. قديم عطر فروشن جا. اِهي منهنجي ننڍپڻ وارا پڳل ٽٽل دڪان. اڄ بہ موجود آهن ۽ محرم الحرام ۾ سيجن. پينگهن ۽ عَلَم طوقن کي معطر ڪرڻ لاءِ آئون هاڻي بہ سال بہ سال اُتان ئي عطر وجي وٺندو آهيان ۽ اُتي دڪانن تي ويٺل جهونا جهُونا. ڪلاسيڪل مهانڊن وارا ۽ زام پُوري ٽوپيون پائي ويٺل اُهي پوڙها عطر فروش! جڻ الف ليليٰ جي ڪهاڻين مان نڪتل ڪي ڪردار پيا مون کي لڳندا آهن.

۽ پلا هي ستارا - ستارن جا. وڻ - وڻن جا. گُل - گلن جا. ۽ پکي - پکين جا آخر لڳندا ڇا آهن؟ ۽ انهن جا پاڻ ۾ رشتا ڪهڙا آهن. جو پٺاڻي صاحب انهن جي قرابت کي ڏسي چيو هو: "ولر ڪيو وتن. پِرت نہ ڇنن پاڻ ۾"..... ۽ بسُ. اديب شاعر ٿيڻ کان پوءِ. رت جي رشتن وارن مائٽن بدران. هاڻي لڳندو اٿم. اهي ليکڪ. شاعر. ڊراما نويس ۽ محقق وغيره ئي تہ آهن منهنجا سچا پچا مٽ مائٽ. دوست احباب - ۽ سڀ ڪجهہ!

۽ هونئن تہ آئون قطعي بدلحاظ ڪونہ آهيان. ۽ باوجود اُن جي - جو خبر بہ اٿم. تہ سينيئر. هر طرح سان (واجب القتل نہ) واجب الاحترام هوندا آهن. آئون تڏهن بہ وڏي شاعر شمشير الحيدريءَ کي صرف 'شمشير' چئي مخاطب ٿيندو آهيان. امداد حسينيءَ کي: 'امداد'.. علي بابا کي: 'علي'. عبدالقادر جوڻيجي کي: 'قادر'... شوڪت حسين شوري کي: 'شوڪت'... ۽ هڪ جيڏن مان ادل سومري کي پيار ۾ 'ادلا'... طارق عالم کي: 'تارا'... اياز گل کي: 'گل'. ذوالفقار سيال کي 'زلف'. مختيار ملڪ کي: 'مُکي' ۽ تاج جويي کي: 'تاجُو'... 'تاجو' پيو سڏيندو آهيان.

۽ ڪين ائين پيار ۾ مخاطب ٿيندي ٿيندي زبان ٿڪبي ئي ناهي ڪڏهن منهنجي!

۽ پلا هيءَ زندگي ڇا آهي منهنجي نظر ۾!؟

هڪ واهيات تماشو. قطار در قطار هڪ ٻئي پويان بيٺل ماڻهن جو سلسلو. ۽ فضول آئوٽ - بيڪ!

۽ دنيا!؟

۽ اها تہ هڪ مسلسل اذيت خانو... آهي منهنجي نظر ۾.

شايد عيني آپا جي ڪنهن ناول ۾ پڙهيو هوم. سندس ڪردار ڪنهن هاريءَ کان پڇو پئي.

هي ڇا ٿيا پوڪيو؟
وراٿيائين: ٺڪ!
۽ پوءِ موٽ ۾ لٺون ڇا؟
چيائين: رڳو ٻڪ. رڳو ڏڪ!
ڇا ڪنهن به عظيم ليکڪ جي تحرير ۽ مشهور شاعر جي شعر سان ماڻهن جي بک دور ۽ دک ختم ٿي سگهيا آهن اڄ تائين دنيا ۾؟
- ۽ آئون نٽو ٻانيائن.
۽ ڪيئي ورهيه اڳ روسي ليکڪن جي ناولن کي پڙهندي لڳندو هوم ادب واقعي بک ڏک ڏور ڪري سگهي ٿو. ڪايا پلٽي ٿو سگهي سماج جي. پر جڏهن مون اکيون کوليون ادب ۾. ته ڏٺم روسي ادب جا پوئلڳ، ڇا اردو ترقيءَ پسند ۽ ڇا سنڌي روشن خيال ليکڪ..... اپرچُونسٽ ٿي نظر آيا مون کي.
سماج اوڙاهه جي تري ۾ وڃي پويه ته پلي وڃي پوي. بس هنن کي ڇا ته ٿي پويه کهڙي به آمر جابر جي حڪومت هجي، انعام اڪرام ايوارڊ تمغه عهدا ۽ ادبي ادارن جي ميمبرشپ! هر حال ۾ گهُرجي ٿي گهرجي. ۽ اهڙن مثالن سان اڄ به جائزو وٺو سنڌي ادب جو هر دؤر ڀريو پيو آهي.
۽ ادبي دنيا جي اهڙي سيناريو ۾ هي پلا 'آئون'، ڇا شئي!؟
ته يقين ڪريو نه شرابي نه ڪبابي ۽ نه انقلابي.
ها، جمهور پسند يا آمر سرڪار جو ملازم ضرور آهيان. پر غلام قطعي نه ۽ هر حالت ۾ رهندو پيو اچان وطن پرست ۽ علي پرست پڻ. جي.ايم.سيد منهنجو رهبر، شيخ اياز منهنجو هيرو، نارائڻ شيام منهنجو آئيڊيل. ۽ هي امداد حسيني ۽ شيام جئسنگهاڻي ته منهنجي لاءِ جڻ هميشه ادبي اتساهه جو سبب رهندا پيا اچن.
۽ آگاهه رهو ته زندگيءَ ۾ ڪڏهن مون، ڪنهن سان به حسد ناهي ڪيو. ۽ معروف هممصرن ۽ هڪ جيڏن، طارق عالم، ادل سومري ۽ اياز گل جي ادبي شهرت ته مون کي دل و جان سان تمام گهڻو وڻندي آهي ۽ مون کي فخر آهي ته ڪنهن به ليکڪ شاعر سان منهنجي ڪڏهن به ۽ ڪائي به ادبي رقابت يا جيليسي ڪڏهن رهي ئي ڪانهي ها، انهن هممصرن جي شهرت ڏسي مايوسي البت ضرور ٿيندي اٿم ۽ اڪثر پاڻ کي ٽوڪيندي چوندو پيو آهيان: 'انهن وانگر اوچاين تائين اڏامڻ جي سگهه جي نٽو ساري سگهين ميان نصير! ته قلم رکي ڇڏ نه بابا - وقت ضايع نه ڪر پڙهندڙن جو ۽ بس رڳو پين جو لکيل ادب وينو پڙهه ۽ پينگهي ۾ لُڏ ۽ ٽائيم پاس پيو ڪر پنهنجو!
۽ ڇڏ هي بابا 'لکڻ - ڪرڻ' جي پچر ۽ پڇي جانُ ڇڏاءِ جاني — جائو ڪر بابا جائو!!

[28 سيپٽمبر 2007 ڪراچي]



Address: Mirza Paro, Tando Thorho,
Hyderabad, Sindh.



# سَتر سالن جو مهاتما

علي دوست عاجز



توڙي جو درياءَ شاهه سان هن جو ياراڻو ذري گهٽ مُني صديءَ جيترو پُراڻو آهي، جنهن جي ڪنارن سان پيرين اگهاڙين وتندو آهي هي همراهه پسارَ ڪندو. ائين پيو لڳندو ڄڻ اهي پَسارَ هي صدين کان ڪندو پيو اچي. واريءَ تي ٻوڙين پرينندو ان جي لڙاتيل پاڻيءَ ۾ ترندو ۽ تڙڳندو. طبيعت ۾ به ان ئي وانگيان مست الست ۽ پُورالو پاڻ، ته ڪنڌيون ڪانهن ٻوڙي هڪ ڪري ڇڏيندو. ڪڏهن ته وري صفا چُپ چاپ، مائو ۽ ملمر - ڄڻ سرءَ جو سِنڌُو هجي. ليڪن ايڏي هڪ جيهائي هوندي به هن درياءَ سان ڪڏهن به هُجت ناهي ڪئي. سنڌ جو درياءَ، جتان هن جو خمير جُڙيو آهي. جنهن جي هي روزانو شيوا ڪندو آهي. ڪاليداس جي "ميگهه دوت" واري هيري جيان سندس چرڻن ۾ پينٽنگز جا گل چاڙهيندو آهي. تنهن ڪري هن ڪڏهن به پٽي نه ڏني. چوندو آهي: "درياهه ڪي پٽي ڏنيسين ته ڇا بچو الا. جيئن منهبي ماڻهو مقدس جاين ڏانهن منهن ڪري پيشاب ناهن ڪندا. آئون به ايئن درياءَ ڏي منهن ڪري پيشاب ناهيان ڪندو."

ان ئي درياهه جي پَر ۾ آباد رِندن جي ڳوٺ ۾ سندس جنم ٿيو جو ڪوٽڙي شهر کان ميل ڪن پري هوندو هو. هاڻي ته اهو شهري آباديءَ سان ڳنڍجي ويو آهي. تڏهن به سندس من ۾ جو هڪ ڳوٺاڻو ويٺل هو سو نڪري ناهي سگهيو. وٽندي ته ڪيس ڪوٽڙي به آهي. توڙي جو هاڻي ڪوٽڙي اها نه رهي آهي جنهن ۾ سرنهن، نمن جا وڻ هئا. باغ ها، ڪجين جا. جنهن جا هليلا مشهور هوندا هئا. چارَ پهر، لوا ۽ انهن جي تارين جي چوٽڙين ۾ لڙڪندڙ جرڪندڙ موتين وانگر هوندا هئا مالڪ جا لڙا - برٽش امپائر پاران پُل جي مُهڙ وٽ پوڪايل بڙ، جنهن کي پڻ ڪٽي ڪٽي ويا ۽ پُل جي سونهن ٻسي ڪري ويا. نه اها اسٽيشن جي خوبصورتي نه صفائي درياهه تي سا وڏي لوهي پُل آهي،

جا هن کي ننڍي هوندي کان سپنن جي ڪوٽ ڪڙن ۽ مُنارن جي بُرجن کان به وڌيڪ حُسناڪ لڳندي آهي: "جهڙو پندرهن سورنهن سالن جو ڪوئي مهاتما ـ مَريانءِ روئي پيو مَريانءِ کلي پيو."

ان ئي ڪوٽڙيءَ ۾ سندس ننڍپڻ نهايت خوبصورت گذريو هو. توڙي جو هو ايتري تعليم حاصل ڪري نه سگهيو پوءِ به پنهنجي مُنهن پڙهندو رهيو ـ ۽ انگريزي ادب جو مطالعو سڌيءَ ريت ڪندو رهيو. شيڪسپيئر جا ڪيئي شعر کيس برزبان ياد هوندا آهن. هن پهريون ڪتاب "قصص الانبياءَ" گهر ۾ ٻُڌي پڙهيو. اڳتي هلي هي خود ڪيئي ڦصا ٺي ويو. "ننڍي هوندي پروچ زادو ته لڳندو ئي نه هوس. اچي ٻُشرٽ، ننڍي نيڪ ٺاءِ اچي نِڪر. ڪارن گليڪسز سان گوڏن تائين ڪارا جوراب، ڪارا بوٽ". هو ٻڌائي ٿو. سچ ته هي اڄ به ايڏو ئي صاف سٿرو ۽ معصوم لڳندو آهي جهڙو هُو ننڍپڻ ۾ هوندو هو.

وڏرا ڳاڙهڙا وارَ ڪلين شيو شلوار قميص، سردين ۾ ڪوٽ. هي ڪڏهن سنڌي سليمي ته ڪڏهن انگريزي ڪپڙا به ته استائيل به جڻ ڪو لارڊ هجي. سنڌيءَ جو لارڊ بائرن ـ اسان ته کيس ائين ئي ڏٺو. تڏهن ته هو ڪڏهن به ڪُرائڙو فِيل نه ٿيو. حالانڪ هاڻي سندس هلڪيري ۽ سنهي بت تي اهو ماسُ به نه رهيو آهي. هن جي ننڍين ۽ مضبوط ساخت وارن هٿن جي پٺيءَ تي رڳون اڀري آيون آهن. پيرن ۾ هلڪو بوٽ، چوندو: بوٽ اهڙو هجي جو سؤ ڪوهه پنڌ ڪرڻ کانپوءِ به پيرن مان لاهجي ته ٿڪ لهي وڃي. معصوم ٻارن جهڙي معصوميت هيڏو سارو هو لکندو هو پر کيس اها خبر نه هوندي هئي ته رسالا ڪٿان ٿا ڇپجن، نڪرن. سچي ۽ کري اديب واري سچائي ۽ ڪرائيپ اهڙي جو لاٽَ لاٽَ جو پٽ به سندس قلم جي نوڪَ تي چڙهي آيو ته ڏنڻجي ويندو. پوءِ اهو وقت جو بادشاهه ئي چو نه هجي. چوندو آهي:

"اسلامي دنيا اتا تُرڪ کانپوءِ جنرل ايوب ۽ جنرل نيازيءَ جهڙا مٽي ۾ گند پريل گوڏا کوڙ چامڙا پيدا ڪندي آئي آهي جي پاڪستان جا درياهه به وڪڻي کائي ويا."

هن جي خاندان سان لاڳاپيل ڪيترن فردن پنهنجي پنهنجي فيلڊ ۾ سُٺي ناماچاري حاصل ڪئي، هن تي سندن شفقتون به ضرور هونديون پر عليءَ ڪتيو پنهنجي ئي ڪمائي جو پٺي ڪاڏو آهي. ڏهن ٻارنهن سالن جي عمر ۾ هن جي جڏهن قلم ۽ ڪتابن سان شناسائي ٿي ۽ لکڻ لاءِ هٿ ۾ قلم کنيو ۽ ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيائين، تڏهن سندس والد چُتو خان رند کلندو ۽ خوش ٿيندو هو. چوندو هو ته "شاهه لطيف واري ڏنڌي کي لڳو آ. الله ڪامياب ڪندس!" ۽ سنڌي ادب جو هي جينيس طبيعت ۾ ڏايو جينيس هڪ اهڙي الڳ ادبي حيثيت ۽ شخصيت ۾ نمايان طور ائين سُڃاڻجي ميڃجي چڪو آهي جيئن ڏيهه جي ڏونگرن ۾ ڪارونجهر سُڃاتو ويندو آهي.

عليءَ جا عشق سندس آڪاٽين جي پيٽ ۾ آهن. پيٽ جو هلڪو ناهي. هونءَ به ڪنهن پرٽيڪيولر شيءِ ڏانهن هٿ چو ڪنجي. هڪ موقعي تي رازداريءَ واري انداز ۾ رقيب رُوسياهه جو ذڪر ڇيڙيو. ماحول کي گهڙي کن لاءِ دلچسپ ٻڻائي ڇڏيائين.

سنڌس کيسي ۾ جا موبائيل فون آهي، ان جو نمبر هر عام خاص لاءِ ناهي- "فون ڪنٽي ٿم ته ڪنهن کي ته ڪندو هوندس نه!" چوي ٿو ته هوندو باقي مون کي نه ٿو لڳي ته ڪنهن کي ڪو Message به ڪيو هوندائين. جو ته فون آپريٽ ڪرڻ هن لاءِ مسئلو آهي.

شوبز جي دنيا ۾ ڪيس مهه جبين قزلباش وٺندي هئي. هڪ ٻي عورت به ساٿس ٽڪرائي، پر سنڌس چوڻ موجب جڏهن به ٻي شاديءَ جو سوچيائين يا ڪنهن ٻي عورت کي فون ڪيائين، تڏهن ڪيس پنهنجي زال ياد اچي ويندي هئي. ٻڌايائين ته "زال جي معاملي ۾ آئون Luckiest رهيو آهيان. تنهن ڪري منهنجي نجي زندگي تمام خوبصورت، ڊراميٽڪ گذري."

توهان هن کي ويجهو وينڌؤ ته اوهان کي هن جو اندر اهڙو ئي اُجرو لڳندو جهڙو برسات کانپوءِ ڪارونجهر. جنهن جا پوڙ ۽ پٿر سمورن رنگن ۽ رعنائين سان نکري نروار ٿي پيهندا آهن، جڻ ڪيئي مورَ پر کنڊيڙيو بيٺا آهن. هن پنهنجي تحريرن کي پنهنجي اندر جي اڄائي ۽ تخليقي سونهن عطا ڪري ڇڏي آهي. علي بابا لکڻ پڙهڻ کان ڪڙهندو وڏيڪ آهي. سڀ چاهيندا آهن ته علي لکي پر هي لکندو تڏهن آهي جڏهن سنڌس دل چوندي آهي. هونءَ لکڻ لاءِ ڪيس ڪنهن کي چوڻ جي ضرورت آهي ڪانه. جو ته بقول سنڌس: "افسانو منهنجو شوق آهي." هن لاءِ ڊرامو لکڻ عبادت آهي ۽ هن ڪڏهن به پنهنجي عبادت ۾ ٻي ڪنهن شيءِ جي ملاوت ناهي ڪئي. علي لکڻ ڏانهن ايڏو ئي ريسپانسيبل آهي جيڏو ناتي طور سماج ڏانهن. تنهن ڪري هن جو هر لفظ ۽ هر قلم ٻولڻ هئڻ جي باوجود ڪنهن فرض جي ادائگيءَ واري سجدي وانگر رهيو آهي. هن کي ان ڳالهه جو پورو پورو احساس آهي ته "هڪ اديب جي ننڍڙي حرڪت ساري وايومنڊل ۾ ٻڌبُو پيدا ڪري سگهي ٿي."

علي فطرت جو نهايت گهرائيءَ سان مشاهدو ڪرڻ وارو ليکڪ آهي. هي پنهنجي آبزرويشن ۾ تيستائين اڪيلو هوندو آهي، جيستائين هي انهن شين کي تحريري صورت ۾ ناهي آڻيندو.

هو ڪڏهن رات جي پوئين پهر ۾ پنيرڪي اوير جي اونداهي پولار ڏانهن وهائوءَ جا گهاٽ جهليو وهائو کي رنگن جي پاتار ۾ ڏسڻ لاءِ ٽڪ ٻڌيو ڏسندو رهندو ڪڏهن ڏس ته وتندو رني ڪوٽ جي ورن وڪڙن، لاهين چاڙهين ۾ ٻهرن جا ٻهر هلندو ته ڪڏهن وتندو ڪارونجهر جي ڦوٽن ۽ ڦاٽن ۾ ڦرندو ۽ ڪارونجهر جي چوٽين ۾ ڦاٽل اوهيرا ڪنڌڙ آڪمن کي گهُوريندو، ته ڪڏهن وتندو ريبارن، پيلن، ڪولهين ۽ ميگهواڙن جي ٻونگين ۾ ڪردار ۽ انهن ۾ ٻوڙندڙ زندگي ۽ جواني ڳوليندو ۽ جوان ادائن کي هميشه لاءِ لفظن ۾ مجسم ڪندو: "هي پڙو ڪنجهي ٻوڙ وجهي ته ڪجين تي چڙهڻ کان اڳي وڃي، هٿ وجهيس! چڙهڻ نه ڏئيس ڪجين مٿان! هاءِ هاءِ جواني..." ۽ انهن جوانين سان گڏ جوان ٿيندڙ انهن جا ڏک، واهڻ ۽ واهڻي ناريون- جي ڪيس وينس ديويءَ جون گريس ڀاسنديون آهن. انهن جو ڪلچر، انهن جي سادگي، انهن جو پورهيو انهن جو هنر، انهن جي ٻي قدريءَ ۽ ٻي پهچائي جنهن کي هن پنهنجي تحرير ۽

تخليق جو حصو بڻايو آهي: "اي ادا، ڏس، تولاءِ اسان ڦوٽو ڪڍايا. ڏس نہ ڦوٽو ڪڍائڻ اسان ماڻهن ۾ ڪيڏو عيب آهي. پر اسان ڪي هٿي توکي عزت ڏيٽي. هاڻ پيٽن جو ڪٽي هيڪڙو ڪم ڪر. هن انگريچاٽيءَ کي چئہ تہ پُٽي ساب کي چئي، اسين راتو ڏينهن سورهن سورهن ڪلاڪ ويهو ٿيون. اهي چِٽ چِٽيون. اجا اسان شهہ ڪاريگريءَ تي رشون ٿي ڪين تہ اکين ۾ موتيو ڪريو پوي. بس ڏاڪدر کي اسان جي پارٽ ڪري اسين آيون مزور ماڙو. مئو رڳو اک اٽلائي ڏسي تہ بہ خاشو."

علي ڪراچيءَ ويندو آهي تہ ڪيس ڪراچي روڪي ڇڏيندي آهي. اڳي PTV تي گهڻو هوندو هو. ڪريم بلوچ صاحب هوندو هو جو ڪيس گهڻو پائيندو هو. پانڻ وارا تہ هاڻي بہ ڪيس ڪيٿي هوندا. خبر ناهي تہ علي اتي پاڻ کي ويسٽ ڪري رهيو آهي يا اسين ڪيس ويسٽ ڪري رهيا آهيون.

ڪراچي ڪيس ان ڪري بہ وڻي ٿي تہ، اتي عورت آهي. روڊن تي، رستن تي، پارڪن، بسن ۾. هر هنڌ نظر پئي اچي، صاف سُٿري عورت. جا سندس ڪهاڻين جو مرڪز هوندي آهي. جنهن کي هو ڪالرج جي لفظن جو سهارو وٺندي Ray of God ڪوٺيندو آهي. هن ڪان عورت جي بي مانائي برداشت ناهي ٿيندي. پوءِ اها ڪنهن جي هٿان بہ ٿئي.

هن وٽ وطن جو تصور آٽيندڙ هر شيءِ وٽندڙ آهي. موهن جو دڙو، رني ڪوٽ، ڪينجهر، ڪارونجهر.... سندس چواڻي: "اهي نہ هجن ها. پِٽُون، ٽر بر. جهنگ هجي ها، تہ بہ اسان کي هي وطن ايڏو ئي وڻي ها. پناهگير ٿوروئي آهيون...."

هو ڪچهرين ۾، رستي هلندي، ادب تي، سياست ۽ زندگيءَ جي ڪيترن ئي معاملن تي ايترو سٺو ڳالهائي ويندو آهي، جو اهو هوائن ۾ تحليل ٿيڻ بجاءِ اچي تي ڪارو بنجي ها تہ هوند، وڏو ادبي خزانو بنجي پوي ها. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اسان ڪان لکت ۾ آيل تحريرون، رڪارڊ ٿيل شيون بہ سانڍيون نہ ٿيون ٿين. نہ رڳو اهو پر اسان تہ وڏن وڏن ماڻهن کي بہ ويسٽ ڪري ڇڏيو!

سنڌ يونيورسٽي ڪيس اتساهيندي رهي آهي. تنهن ڪري ان لاءِ هن جي دل تانگهيندي رهندي آهي. يونيورسٽيءَ جي روڊن تي هلندي ساٿس ڪچهريون ڪندي پتندو تہ عليءَ جي سوچ جي رفتار سندس گفتگوءَ جي رفتار ڪان گهڻو تيز آهي. هن جو ذهن، ادا ڪيل لفظن ڪان ٽِڪو سوچيندو پيو وڃي. ان جي باوجود سندس تحرير ۾ زبردست قسم جو ڌيرج هوندو آهي. هن جي سِٽن، جملن تان تيزيءَ سان گذري نہ سگهبو. اهو عليءَ جي تخليقي ٻولي ۽ سندس سيني ڪان الڳ اسلوب جو ڪمال آهي.

"اڪيون ايڏيون اونهيون، ايڏيون اونهيون، جو نهارِ تہ گرپ ۾ سُتل ٻار بہ نظر چي وڃي."

....

"پڪي پڪيءَ کي سؤ سؤ ڪوهن تي ڳولي وٺندو آهي، فقط اسين وچڙڻ ڪانپوءِ ڪيٿي کي ڳولي نہ سگهندا آهيون!"

....

"آواز ڪيڏو نہ مِٺو اٿس. جڏهن اندر ۾ پريل آٽس راڳڻيون، جن کي ڇيڙي ويٺو ڪرپ ۾ ويٺل هڪ ننڍڙو ٻالڪ."

.....

آئون ڪانئس پڇان ٿو: "علي، ڇا توکي خبر آهي، تہ تون پنهنجي فن ۾ تخليق جي حُسن سان ماڻهن کي حيران ڪري ٿو ڇڏين؟"

"نہ، مون کي خبر ڪانهي. لا اِلاهَ الا الله محمد رسول الله" هو ٻارن وانگر جواب ٿو ڏئي.

عليءَ جي ڪهاڻين جا ڪردار ايڏا سگهارا آهن. جيڏا شاهہ سائين جي سُرن جا سورما. سندس ڪهاڻي "ڪارونجهر جو قيدي" جو هيرو روپلو تہ وڏي ڳالهہ آهي ئي، پر سندس گهر واريءَ کي بہ غير معمولي ڪردار جي مالڪياڻي ڏيکاريو اٿس. جڏهن ڪيپٽن ٽروٽ جا سپاهي سندس ڇهن ستن مهينن جي ڳرپ واري نوجوان زال کي ڪيپٽن جي چوڻ تي مٿي ۾ پيرين اگهاڙي وٺي ٿا اچن، تڏهن هُو ڪيس سمجهائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري تہ تون مڙس کي سمجهاءِ تہ انگريز سرڪار سان وفاداري ڪري، اسين ڪيس انعام ۾ جاگير ڏينداسين. هوءَ رُوپ سان ملڻ کانپوءِ ٽروٽ ڏانهن اک کڻي بہ نہ ٿي ڏسي ۽ هو سندس ورندي ٻُڌي دنگ رهجي ٿو وڃي - "گورا، تون پل اسان جا مڙس مارائي ڇڏ! آئون بہ ڏسنديس ڪارونجهر ۾ گهڻا ڏينهن تو جُهڄ ڪرين. ڪولهياڻين جا پيٽ اچا سُڪا ڪونهن. ڪٽي حلالي ڪين حرامي ڦر ڄڻي توکي مارائي نہ وجهون. اسان جا ٻار توکي نرڳ ۾ بہ ڪونہ ڇڏيندا. شاهہ بيگڙي وانگر پڇي وڃ، گورا پڇي وڃ، مري ويندين."

علي اَهنسا ۽ ڪميا جو ماڻهو آهي، پر هن کي قومي ڏيوالپڻي تي ڏکر اچي ويند آهن. هن جي سَهپ تڏهن جواب ڏيئي ويندي آهي، جڏهن درياهہ جي بي حرمتي ٿيندي ڏسندو آهي؛ "اهي ماڻهو جيڪي درياهہ جي پُوڄا ڪندا هئا، گُل اڇليندا هئا هاڻ گند ٿا اڇلائين. درياهہ سڄو ناپاڪ لڳو پيو آ. اهو گناهہ ڪنهن ڏي ٿو وڃي...!"

عليءَ لاءِ تارن ڀري رات ڏينهن کان بہ پلاري هوندي آهي: "چوان تہ تِڪ ٻڌيو بيٺي هجي."

عليءَ وٽ پيار ڪان وڏيڪ فقط الله آهي. سندس چوڻ موجب: "مون وارو الله" سندس جيون ۾ ڪابہ احساس محرومي ڪانهي. هو خواهشن جي ذڪر تي غالب جي سِٽ ٿو اُچاري، "هزارون خواهشين ايسي، ڪہ هر خواهش پہ دم نڪلي." پر هو ڪنهن بہ خواهش کي چنبڙي ڪونہ پيو سواءِ ان جي تہ ڪهاڻي سٺي لکجي. ڪيس روئڻ ايند ناهي، پر جي ايندو آهي تہ سنڌ جي، مينهن وانگر. هي ان ڳالهہ تي بہ اندر ئي اندر ڪيئي ڏينهن روئندو رهيو هو تہ هڪ سائوءَ علڻ فقير جهڙي سَنت کي چرچن ج موٽ چَرچن سان ڏيڻ تي چماٽ وهائي ڪيئي هئي!

پنهنجي جيون ۾ هڪ ڇوڪريءَ جي موت کان پوءِ هو ايترو ڪڏهن بہ نہ رنو هو. جيترو هو هن ڳالهہ تي رُنو هو:

"اڃا مون ڏهہ ٻارنهن ڪهاڻيون مس لکيون هيون ۽ ان سان گڏ ناول 'موهن جي دڙي' جو شروعاتي حصو مڪمل ڪري چڪو هئس. هڪ ڏهاڙي مون کي جوڻيجي واتي ويٺي دعوت ڏني تہ 'سنڌي ادبي بورڊ' ۾ گڏجاڻي آهي. اياز جي ڪري۔ تنهن ڪري مون سان هل" ۽ آئون ساڻس گڏجي ويس.

اياز پليجو جويو رباني، حميد سنڌي، غلام محمد گرامي ۽ ٻيا وڏا وڏا اديب موجود هئا. منهنجي ٽولي مان نہ شمشير هيو نہ امداد، نہ شوڪت، نہ عالماڻي، نہ ماڻڪ. مون کي اياز پليجي ۽ ٻين دوستن ڏسي، آذرياءَ ڏنو ۽ پوءِ عبدالقادر جوڻيجي کي ڪجهہ چيائون ۽ پوءِ جوڻيجو مون کي ٻاهر وٺي آيو ۽ چيائين. "هينئر خاص ڳالهيون پيون هلن. تون ڪلاڪ کن کان پوءِ اچجانءِ. يار تو ۾ شڪ ٿا ڪن تہ تون جماعت اسلاميءَ جو آهين. تون ڪلاڪ کن ترسي، پوءِ اچ." ۽ پوءِ جوڻيجي مون کي ٻاهر سونهون ڪرڻ لاءِ بورڊ جي سنگ مرمر جي ڏاڪڻين تان لاهي ڇڏيو.

مون کي ڏاڍو ڌڪ پهتو. مان سڌو مينا رام هاسٽل (ماڻڪ ڏانهن) ويس.

"ڳالهہ ڇا آهي؟" ماڻڪ پڇيو.

۽ مان ننڍڙن ٻارڙن جيان وڏا رانياٽ ڪري روئڻ لڳس!



Address: B-82, Phase-II, Qasimabad,
Hyderabad.
e-mail: alidostaajiz@yahoo.com

○ ساحر لڌيانويءَ جانثار اختر کي چيو:
"يار جانثار! هاڻي توکي بہ "پدم شري" جو خطاب ملي وڃڻ کپي."
جانثار حيرت کائيندي پڇيو:
"ڇو؟"
ساحر جواب ڏنو "هاڻي مون کان اها ذلت اڪيلي سِر برداشت نٿي ٿئي."



# روماني تحريڪ ۽ ان جو فڪري پسمنظر

اڪبر لغاري

ادبي تنقيد بہ تقريباً اوتري ئي پراڻي آهي جيترو خود ادب. يونان ـ جي ها يونان. علم جي تقريباً هر شاخ وانگر ادبي تنقيد جون پاڙون پڻ يونان جي زرخيز عقلي ذهن ۾ کتل آهن. جڏهن شاعري ٿيڻ لڳي ۽ جڏهن ڊراما پيش ٿيڻ لڳا تہ انهن جي ڀلي ۽ ڊلي هجڻ جون ڳالهيون پڻ ٿيڻ لڳيون. قديم يوناني هڪ بيحد سوچيندڙ قوم هئي. هو هر شئي متعلق ڏاڍا سوال پڇندا هئا ۽ سچو سچو ڏينهن ويٺا انهن سوالن ۽ انهن جي جوابن تي بحث ڪندا هئا. شاعري ڇا آهي؟ ان جا ڪيترا قسم آهن؟ شاعريءَ جو مقصد ڇا آهي؟ ڇا اها خوشي ڏئي ٿي يا ڏک؟ شاعريءَ جا اثرات ڪهڙا ٿين ٿا؟ اخلاقيات جو ڪيترو پرچار ٿيڻ کپي؟ جماليات ڪيتري هجي؟ وغيره وغيره.

ارسٽوفينز ايشلس ۽ يوريپائيڊ وارن وٽ مسئلو اهو هو تہ ادب (شاعري ۽ ڊرامي) کي اخلاقي قدرن جي پرچار ۽ ابلاغ لاءِ ڪم ڪرڻ گهرجي يا حقيقت کي جيئن جو تيئن پيش ڪرڻ گهرجي؟

افلاطون چيو تہ شاعرن کي منهنجي رياست (Utopia) مان ڏيهہ نيڪالي ملڻ گهرجي، ڇو تہ اهي رڳو جذبات کي اڀاريندا آهن.

ان کان پوءِ ارسطو سيسرو هوريس ۽ لانجائينس ادبي تنقيد کي اڳيرو ڪيو. بوڪيشو ڊانتي، ابن رشد، فلپ سڊني، جان ڊرائيڊن، اليگزينڊر پوپ، سيموئل جانسن وغيره تنقيدي ادب ۾ بي بها اضافو ڪيو.

هن رسالي جي محدود گنجائش کي نظر ۾ رکنديءَ غير ضروري طوالت کان بچون ٿا ۽ اچون ٿا موجوده موضوع يعني روماني تحريڪ تي.

ادب ۽ سياست کان وٺندي سماج جي هر شعبي ۾ وقتاً فوقتاً تحريڪون تہ هلنديون ئي رهنديون آهن. پر ڪي ڪي تحريڪون طوفان بنجي اينديون آهن ۽ ان جي زد ۾ ايندڙ هر شئي کي ڪک پن ڪري ڇڏينديون آهن. اهڙو ئي طوفان هئي روماني تحريڪ.

وردس ورٿ، ڪولرج، شيلي، بائرن، ڪيٽس ۽ بليڪ وغيره وارن وٽ زندگيءَ جو مفهوم صرف ۽ صرف رومانيت بنجي ويو. ڇا رومانيت جو مطلب صرف پيار، محبت هو؟ بلڪل نہ پيار و محبت، رومانيت جو صرف هڪ جزيا هڪ رخ هو.

ڪابہ تحريڪ نہ تہ خلا ۾ پيدا ٿيندي آهي ۽ نہ ئي وري ختم ٿيڻ کان پوءِ هوا ۾ تحليل ٿي ويندي آهي. روماني تحريڪ جا بہ يقيناً ڪي طاقتور سبب هئا. جيئن هڪ دور جي سائنس (ٽيڪنالاجي) ٻئي دؤر ۾ ثقافت بنجي ويندي آهي تيئن هڪ دور جو فلسفو ٻئي دور ۾ ادب بنجي ويندو آهي. روماني ادب جي پاڙ بہ ان کان اڳ واري فلسفي يعني روسو ڪانٽ ۽ ٻين مفڪرن جي فلسفي ۾ کتل آهي. تنهنڪري رومانيت کي سمجهڻ کان پهرين روسو کي ڪجهہ سمجهڻو پوندو ۽ روسو کي سمجهڻ لاءِ وري اهو بيحد ضروري آهي تہ "عهدِ روشن خيالي" (Age of enlightenment) بابت بہ اکر ڇئجن.

سترهين صديءَ جي اڌ کان پوري ارڙهين صديءَ واري دؤر کي روشن خياليءَ جو دؤر سڏجي ٿو. هي دؤر عقل جو دؤر هو ۽ عقل جي بنياد تي حاصل ڪيل سائنس جو دؤر هو. هي دؤر علم جي بالادستي ۽ تعليم ذريعي ذهنن کي منور ڪرڻ جو دؤر هو. هن دؤر ۾ چيو ويو تہ فطرت عقل جي تابع آهي. مذهب ۽ اخلاقيات بہ عقل جي ڪسوٽي تي پرکجڻ لڳا. قرونِ وسطيٰ جي اونداهي دؤر ۾ غربت ۽ جبر کي لکيي جو ليک سمجهيو ويندو هو پر هن دؤر ۾ ان کي جهالت جو نتيجو سمجهيو ويو. جنهن جو حل هو علم ۽ عقل. عقل ۽ علم جو ماخذ فطرت کي سمجهيو ويو نہ ڪہ مذهب کي. خدا کي سمجهڻ جو ذريعو بہ عقل کي قرار ڏنو ويو.

ڊيوڊ هيوم، لاڪ، مونٽيسڪيو، نيوٽن، ايڊم سمٿ، والٽيئر ۽ ٻين وغيره وارن تجربي ۽ مشاهدي کي بنيادي حيثيت ڏيندي، انهن کي علم جو بنيادي ماخوذ سمجهيو ۽ مذهب ۽ تصوف کي بطور "علم جي ماخذ" جي رد ڪيو.

جتي عهدِ روشن خيالي اڳتي هلي جديد مغربي سائنس ۽ تهذيب جو روپ ورتو اتي روشن خياليءَ جي مخالفت ۾ ڇيلهہ ڪي سندرو ٻڌي ميدان ۾ لهي پيو جي جي روسو.

روسو (1712_1778) تهذيب ۽ تمدن کان سخت بيزار هو. هو سائنس جي مخالفت، عقل جي مخالفت ۽ ان جي ذريعي جنم وٺندڙ تهذيب ۽ ثقافت جي مخالفت ڪرڻ لڳو. سندس خيال هو تہ عقل ۽ سائنس انسان کي تباهہ ڪري ڇڏيو آهي، انسان جو سڪون برباد ٿي ويو آهي ۽ انسان جي نجات انهيءَ ۾ آهي تہ هو شهري تهذيب ۽ تمدن کي الوداع چئي، جهرجهنگ جو رخ ڪري. سندس مشهور نعرو هو "فطرت ڏانهن واپس وڃو." (Go back to nature)

سندس خيال هو تہ فطرت جي ڪئن مگر سادي زندگي ئي انسان کي خوشي ۽ اطمينان ڏيئي سگهي ٿي. عقل ۽ سائنس تي ٻڌل زندگي انسان کي سواءِ ذهني عذاب ۽ ڏکن سورن جي ٻيو ڪجهہ نہ ڏيئي سگهندي. خدا کي سڃاڻڻ لاءِ عقل جي بجاءِ ايمان

ڪي ڪم آڻجي. انسان جي رهبريءَ لاءِ عقل جي بجاءِ وجدان کي ذريعو بنائجي ۽ طرز زندگي توڙي ذاتي خوشيءَ جي حاصلات لاءِ فڪر جي بجاءِ احساسات کي اوليت ۽ اهميت ڏجي.

روسو جي ڳالهه کي اڳتي وڌائيندي ڪانٽ (1804_1724) به خدا کي سڃاڻڻ لاءِ عقل بجاءِ ايمان کي ترجيح ڏني ۽ چيو ته جماليات خالص دل جو معاملو آهي ۽ عقل کي پنهنجي تنگ اڙانڻ نه گهرجي.

ڪانٽ جي فلسفي کي شيلنگ (1854_1775) اڳتي وڌايو. جنهن فطرت ۾ روح عالم کي ڏٺو جيڪو فطرت سان گڏوگڏ انسان جي جسم ۽ ذهن ۾ به جاري و ساري آهي.

روشن خيالي جو مخالف ۽ ارڙهين صديءَ جو اهو خرد دشمن فلسفو اوڻيهين صديءَ ۾ روماني ادب جو روپ وٺي، پنهنجي زور و شور سان نمودار ٿيو.

رومانيت هڪ ادبي ۽ فني تحريڪ هجڻ سان گڏ طرزِ زندگي ۽ طرزِ عمل پڻ بنجي ويئي.

رومانيت جي تحريڪ پهرين جرمني کان شروع ٿي ۽ پوءِ اها فرانس ۽ انگلستان کان ٿيندي، پوري يورپ ۽ آمريڪا تائين پهچي ويئي.

## رومانيت جا ترڪيبي جزا:

بنيادي طور رومانيت هڪ خرد دشمن تحريڪ هئي ۽ زندگي جي هر شعبي ۾ احساسات ۽ جذبات کي غور ۽ فڪر تي فوقيت ڏيڻ جي قائل هئي. هيءَ تحريڪ جيئن ته گهڻ پاسائين هئي، تنهنڪري ان جي هر پهلو جو مختصر جائزو ضروري آهي.

(1) فطرت: شيلنگ فطرت ۾ روح عالم کي جاري و ساري ڏٺو هو. ان کان پهرين اسپائنوزا چئي چڪو هو ته فطرت خدا جو هڪ روپ يا صفت آهي. روماني شاعرن به فطرت کي هڪ بي جان مادو سمجهڻ بجاءِ ان کي هڪ جيئري جاڳندي روپ ۾ ڏٺو. انهن وٽ فطرت هڪ نامياتي جسم (organic body) هئي. فطرت تهذيب جي تباه شده ۽ معذور معاشري لاءِ هڪ جاءِ پناه ۽ زخمي روحن جي لاءِ هڪ مرهم هئي. فطرت جي حسن روماني شاعرن کي ديوانو بنائي ڇڏيو. بلند قامت پهاڙ برق رفتار جابلو نديون، طوفاني برساتون، برفاني راتيون، چنڊ جي چانڊوڪي، گهاٽا ٻيلا، جهنگلي جيوت جا ٽولا، پکين جا ولر، ڪنوٽين جا تجلا. ڪڪرن جي گجگوڙ صحرائن جا پنڌ، بيابانن جا گس، تاريخي عمارتن بلڪ عمارتن جي ڪنڊرن ۾ حسن جي تلاش وغيره وغيره روماني شاعرن جا نه صرف موضوع هئا بلڪ انهن جي تلاش ۾ روماني شاعر سياح بنجي سفر به ڪندا رهيا. روماني نوجوان برفاني راتين ۾ چانڊوڪيءَ جو مزو وٺڻ لاءِ نڪري پوندا هئا، جن مان ڪي ته ڪڏهن به موٽي نه سگهيا.

(2) تخيل: تخيل جيئن ته ادب جو هڪ لازمي عنصر آهي تنهنڪري روماني تحريڪ جو گهڻو دارومدار تخيل تي هوندو هو. تخيل جنم ڏيندو آهي تخليق کي ۽

تخليق ڪرڻ هڪ خدائي ڪم آهي ـ تنهنڪري تخيل ۽ تخليق کي انساني ذهن جو سڀ کان اعليٰ ۽ افضل فعل قرارڏنو ويو جڏهن تہ عهدِ روشن خياليءَ ۾ ذهن جو افضل ڪارنامو "عقل" هو جنهن جنم تي ڏنو سائنس ۽ ٽيڪنالاجي کي.

(3) وجدان: عهدِ روشن خيالي جو انداز مدلل ۽ منطقي هو پر رومانيت راهہ ورتي وجداني ولولي، جوشيلي جذباتيت ۽ جنوني جبلت جي ۽ بيحد اهميت ڏني احساسات کي. ورڊس ورٿ اعليٰ شاعريءَ جي وصف هيئن بيان ڪئي: "اعليٰ شاعري اها آهي جنهن ۾ پُرزور احساسات بي ساختگيءَ سان ڇلڪي پون." يعني شاعري هڪ داخلي هيجاني ڪيفيت آهي ۽ ان جو ڪم اهو نہ آهي تہ خارجي دنيا جي عڪاسي ڪندي وتي.

داخلي هيجاني ڪيفيت سان وجدان کي بيدار ڪندي جڏهن جذبا اٿل کائين ٿا تہ شاعر اندر جي اونهائين ۾ وڃڪ پيهي وڃن ٿا ۽ ائين هو پنهنجي "خودي" سان نہ صرف متعارف ٿين ٿا، پر سندن خودي بہ ارتقا پذير ٿئي ٿي.

(4) انفراديت: رومانيت جو دؤر ۽ صنعتي انقلاب جو دؤر گڏ گڏ هلي رهيا هئا. معاشرو تبديل ٿي رهيو هو ڇو تہ پئداوار جا اوزار تبديل ٿي رهيا هئا ۽ اجتماعيت جي جڳهہ انفراديت والاري رهي هئي. روماني شاعرن خصوصي طور بائرن انفراديت کي تمام گهڻو فروغ ڏنو. فرد پنهنجي انفرادي حيثيت ۾ هيرو هو جيڪو بهادر، بي خوف، بي لوث، آزاد، بي پرواهہ ۽ باغي هو. هن کي سماجي رسمن، رواجن، قانونن ۽ نظامن کان نفرت هئي، پوءِ نظام چاهي ملڪي ۽ مذهبي هجن يا سماجي ۽ سياسي. انفراديت پسند آرٽسٽ تہ ادبي اصولن سان بہ بغاوت ڪري ٿو ۽ رواجي گهاڙيٽن ۽ هيئتن (forms) جي ڪا پرواهہ نٿو ڪري، هن وٽ اهميت انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ بي ساختہ اڇل کائي نڪرندڙ احساسن کي ڪنهن بہ طريقي سان قلمبند ڪري.

سياسي ميدان ۾ بہ انفراديت کي هٿي ملي. روماني باغي سماجي، قانوني، رياستي، ۽ مذهبي ريتن، رسمن ۽ قانونن کي نٿو مڃي. هو انفراديت جي راهہ وٺي ٿو ۽ بقول رومانيت پسندن جي تہ سندس ملاقات "خود" سان ٿي ٿئي ٿي ۽ هو پنهنجو پاڻ کي خود دريافت ڪري ٿو. (جيڪو گهڻو ڪري نيپولين، هٽلر ۽ مسوليني جو روپ وٺي فاشسٽ يا نازي بنجي، نظامن کي تباهہ رياستن کي تهس نهس ۽ عالمي امن کي برباد ڪريو ڇڏي).

(5) هيبت ناڪ شين ڏانهن ڪشش: رومانيت جو هڪ عنصر هيبت بہ هو. قديم قلعا جيڪي کنڊر بنجي چڪا هجن، پراسرار پهاڙي رستا، جنن ڀوتن جون ڪهاڻيون، ڏائڻيون، جادوگر، ديو پريون، جادوگر جي قبضي ۾ شهزاديون وغيره وغيره ڪافي اهم روماني موضوع هئا. جن جو حقيقت سان ڪوبہ تعلق نہ هو ـ پر انهن فضوليات ۾ رومانيت پسندن کي پرلطف رومان نظر ايندو هو. قديم شيون ۽ قرونِ وسطيٰ جي دؤر سان وابستہ شين سان انهن کي بي پناهہ محبت هئي. (ساڳيو جنون ڪجهہ سنڌي رومانيت پرستن کي بہ آهي).

(6) **لوڪ ادب:** اوائلي روماني دؤر ۾ جرمنيءَ ۾ لوڪ ادب تي تمام گهڻو زور ڏنو ويو. گِرم ۽ جيڪب ڪانبو ڀڏي ڳوٺن ۽ وسندين ۾ ڪاهي پيا ۽ اتان لوڪ ڪهاڻيون ۽ لوڪ شاعري وغيره گڏ ڪندا ويا. ساڳيءَ ريت موسيقي ۾ لوڪ ڌنن کي وڏيڪ اهميت ملڻ لڳي. دراصل اهو رد عمل هو صنعتي شهري زندگيءَ جو جنهن ۾ پڙهيل ماڻهو خصوصاً مڊل ڪلاس جو ماڻهو منافقي واري زندگي گذاري رهيو هو جنهن تي رومانيت پسندن ترجيح ڏني سادن. سپاجهڙن ۽ سچن ڀهراڙي واسين کي ۽ انهن جي ادب ۽ موسيقيءَ کي.

(7) **حسن کي ڪارج تي ترجيح:** حسن ۽ حسن پرستي، رومانيت جو بيحد اهم جز آهي. حسن چاهي انسان جو هجي، فطرت جو هجي يا فن جو هجي، رومانيت پسند ان کي حد کان وڌيڪ اهم سمجهي ٿو بلڪ حسن کي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي سچائي سمجهندي، ان کي هر چيز تي فوقيت ڏئي ٿو. نتيجي ۾ هو شين جي ڪارج جي بجاءِ انهن جي حسن کي ترجيح ڏئي ٿو. ڍڳو هر هلائي ٿو تنهنڪري ڪارآمد آهي ٺي - پر رومانيت پسند ڍڳي تي چيتي کي ترجيح ڏيندو ڇو تہ چيتو ڏسڻ ۾ حسين آهي.

مٿين جزن کان علاوه بہ رومانيت پسندن، ادب ۽ فن تخليق ڪيو. جا بہ شئي عقل جي خلاف ۽ جذبات مطابق هئي، ان کي پسند ڪيو ويو. جا بہ شئي حسين هئي، ان کي ترجيح ڏني ويئي، پوءِ اها چاهي فضول ۽ تباهہ ڪن ڇو نہ هجي.

## رومانيت جا اثرات:

رومانيت جي دؤر ۾ سٺو ادب ۽ فن تخليق ٿيو. اهو تہ نٺو چئي سگهجي تہ اهو بهترين ادب هو. ڇو تہ وڏا نقاد شيڪسپيئر ۽ ملٽن جي ادب کي عظيم ادب ۽ روماني ادب کان بهتر ادب سمجهن ٿا. بهرحال هن دؤر ۾ ورڊس ورٿ، بائرن، شيلي، ڪيٽس ۽ ڪالرج بيحد مقبول شاعر هئا. جن فطرت، محبت ۽ ٻين روماني موضوعن تي جاندار ۽ زوردار شاعري ڪئي. هر طرف روماني ادب، شاعري، مصوري ۽ موسيقي گونجڻ لڳي جيڪا نوجوانن کي ڏاڍو متاثر ڪرڻ لڳي ۽ رومانيت يورپ جي تقريباً هر نوجوان جي زندگيءَ جو طرز عمل بنجي وئي. عقل جي مخالفت، روماني نوجوانن کي جتي ڪيف ۽ سرور جا ليپ چاڙهي ڇڏيا، اتي انهن کي زندگي ۽ معاشري کان بہ پري ڪري ڇڏيو. فطرت جي محبت ۾ هو زندگيءَ جي تلخ تجربن ۽ حقيقتن کان منهن موڙڻ لڳا.

خوابن کي حقيقي زندگيءَ تي ترجيح ملڻ لڳي. حال جي حقيقتن کان مفرور ٿي، ماضي پرستي جا مزا وٺجڻ لڳا. احساسن ۽ جذبن، عقل ۽ فهم جي جاءِ والاري. شهري زندگي سان نفرت ۽ ڳوٺاڻي زندگي سان محبت وڌڻ لڳي.

هر قسم جي روايت، قانون ۽ رسم رواج خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ٿيڻ لڳو. روايتي لباس، روايتي طور طريقا، فن جون روايتي بندشون نفرت جي نگاهه سان ڏٺيون وڃڻ لڳيون.

اخلاقي اصولن سان بغاوت، امن ۽ سڪون سان بغاوت، معاشري جي سماجي، سياسي ۽ ثقافتي پابندين سان بغاوت، جديد معيشت ۽ صنعتي گوڙ شور سان نفرت، جوش و جذبي، ولولي ۽ پرخطر زندگيءَ سان محبت، انفرادي زندگي سان محبت، اجتماعي زندگيءَ سان نفرت، قوم پرستي عروج تي، انقلاب زنده باد، حقيقي تاريخي ۽ سائنسي حقيقتن کان لاپرواهي، ڪوڙن قصن ۽ ديومالائي داستانن لاءِ ديوانگي.

غير اهم فضول، تباهه ڪن ۽ پرتشدد شين ۾ حسن جي تلاش ڪرڻ رومانيت پسندن جو دلچسپ مشغلو هو. برٽرينڊ رسل لکي ٿو "رومانيت پسند شديد جذبات جا قائل هوندا آهن، پوءِ نتيجو خواه ڪجهه به نڪري، روماني محبت خصوصاً جڏهن اها ناڪام هجي، رومانيت پسندن کي ڏاڍي وڻندي آهي. شديد جذبات گهڻو ڪري تباه ڪن ٿين ٿا. نفرت، حسد ۽ ساڙ غم ۽ اندوه، فخر ۽ وڏائي، فوجي قسم جي بهادري وغيره اهڙا جذبا آهن، جن جي شدت انسان کي سڪون جي بجاءِ تشدد پسند ٺاهيو ڇڏي (سياسي) رومانيت پسند آخرڪار هڪ بدنظم باغي يا جابر فاتح بنجيو وڃي."

رومانيت پسندن فلسفي تي تصوف کي ترجيح ڏني، علم ۽ عقل تي احساسن کي ترجيح ڏني، سائنس ۽ تحقيق تي ايمان ۽ تخيل کي ترجيح ڏني.

رومانيت جيئن ته حقيقت کان فرار جو هڪ پرلطف پيچرو هو. تنهنڪري هر ڪو ان راهه جو راهي ٿيڻ لڳو. سج جي تيز گرميءَ ۾ هني ڪيڙڻ بجاءِ، رات جي چانڊوڪي ۾ محبوب جي ذلفن جي تعريف ڪرڻ آسان به هئي ته مزيدار پڻ. ڪنهن ڪارخاني ۾ اٺ ڪلاڪ مشقت ڪرڻ هڪ مشڪل ڪم هو پر ڪنهن جلسي ۾ انقلاب انقلاب جا نعرا هڻڻ انتهائي ولوله انگيز تجربو هو.

هر ان تحريڪ جو حتمي نتيجو ناڪاميءَ جي صورت ۾ نڪرندو آهي جيڪا عقلي بنيادن تي نه هجي. جنهن عمارت جي پيڙهه ۾ جذبات جي پُرپُري ۽ ڪچي متي هجي، ان عمارت کي ڍير ٿيڻ کان ڪير به بچائي نٿو سگهي.

روماني تحريڪ به ناڪام ٿي وئي. رومانيت پسندي جو تعلق نوجواني سان آهي. روماني طوفان جو اثر وڏ کان وڏ ٽيهن سالن واري ڄمار تائين هوندو آهي ۽ ان کان پوءِ ان جو اثر ختم ٿيڻ لڳندو آهي. ڪالهه جا اهي رومان پسند، اڄ جا پڪا آلي عيالي ٿي ويهي رهن ٿا. سڄو ڏينهن سونهن سونهن ڪرڻ بجاءِ پيٽ جي دوزخ کي ڀرڻ لاءِ صبح شام محنت ڪرڻ لڳن ٿا. حقيقت کان دوري انسان کي انسانيت کان دور ڪري ڇڏي ٿي. جيڪي رومانيت کان نڪري حقيقت جي دنيا ۾ موٽي آيا، اهي بچي ويا ۽ جيڪي نه موٽيا، اهي يا ته چريا ٿي ويا، يا خودڪشي ڪيائون يا بدنظم باغي بنجي انتشار ڦهلايائون.

روسو جي پرستار انهن بدنظم باغين يا پاڻ کي ۽ ٻين کي تباهه ڪري ڇڏيو يا فاتح بنجي ظالم حڪمران ٿي ويا. روسو جي مداح ابيسپيري جڏهن فرينچ انقلاب کي حقيقت ۾ تبديل ڪيو ته هن پهريون وار پنهنجي ساٿين تي ڪيو ۽ انهن جا سر قلم ڪرائي، پاڻ بادشاهه کان به بدترين حڪمران بنجي ويهي رهيو.

رومانيت بطور تحريڪ جي ته اوڻيهين صديءَ جي آخر تائين ناڪام ٿي ويئي ليڪن ان جي باقيات اڄ تائين هلندي اچي. يورپ ۾ ته اها نالي ماتر آهي، پر غريب ۽ اسرندڙ ملڪن ۾ زور شور سان جاري آهي. اسان وٽ به روماني ادب ۽ شاعري خوب سرجن پيا. ڇو ته جتي ماڻهن ۾ تلخ حقيقتن کي منهن ڏيڻ لاءِ همت نه هجي، اتي روماني ادب فراريت لاءِ هڪ زور اثر گوري (Tablet) جي حيثيت رکي ٿو جنهن جو مقصد ڪثيرالجهت مسئلن جو حل ڪونهي، پر صرف لمحاتي خوشي آهي.



○قتيل شفائي، ليڪ ايم. اسلم سان پنهنجي پهرين ملاقات جو احوال ڏيندي لکيو آهي:

"ڪيڏي عجيب ڳالهه آهي ته مان اسلم صاحب جي بنگلي تي ساڍس ملڻ ويس، پر ان جي باوجود سندس نئون افسانو ٻڌڻ کان بچي نه سگهيس."

"اهو ناممڪن آهي."

واقفڪارن مان هڪ چيو، سندس ڳالهه اڌ ۾ ڪٽيندي چيو:

"ٻڌو ته سهي..." قتيل مسڪرائيندي چوڻ شروع ڪيو. "ٿيو هيئنئن ته تمام گهڻي خاطر تواضع کان پوءِ جڏهن اسلم صاحب پنهنجو نئون افسانو ٻڌائڻ جي موڊ ۾ اچڻ لڳو ته هن چيو "قتيل صاحب! توهان جا ڪجهه شعر منهنجي نظرن مان گذريا آهن. توهان ته ڏاڍا معقول شاعر آهيو. پر خبر ناهي ته ڇو عام ماڻهو هر ترقي پسند شاعر بابت بدگمانيءَ جو شڪار آهن." ۽ اسلم صاحب جي ان ڳالهه جي جواب ۾ مون انتهائي انڪساريءَ کان ڪم وٺندي چيو:

"جي ها! واقعي عام ماڻهو ڏاڍيون غلط فهميون پيدا ڪندا آهن. ڏسو نه، توهان جي باري ۾ به اها ڳالهه مشهور آهي ته توهان هر نئين ايندڙ مهمان جي تواضع ڪرڻ کان پوءِ پنهنجو ڪو نئون افسانو ضرور ٻڌائيندا آهيو. جيتوڻيڪ اها ڳالهه بلڪل غلط آهي."

تاثراتي مضمون



# گُل مان خوشبو هلي وئي

آدرش

• برف ۾ موت گھنٽي وڄائي ڪونہ ايندا آهن. (نرمل ورما)

• ۾ برصغير جي برک ناولسٽ، ڪهاڻيڪاره ۽ سيبتي مائي، قرةالعين حيدر 21 آگسٽ 2007ع تي گذاري وئي ۽ هن ڏانهن موتُ برابر گھنٽي وڄائي ڪونہ آيو. هن جا مرڻ وقت آخري لفظ هئا:

"ريحانہ! جلال کي ڪهين سي بُلائو."

جلال، هُن جو ڀاڻيجو آهي، جيڪو ڪراچيءَ ۾ رهندو آهي.

افسوس! قرةالعين حيدر جي اها ڪلپنا پوري نہ ٿي سگهي.

• هڪ ننڍڙي پوليش ڇوڪري ٻارَ اڃا لکڻ پڙهڻ بہ نہ سکيو هو تہ هن جا ماءُ پيءُ مري ويا. هن کي دعائن جو هڪ ڪتابُ مليو جيڪو ڳئُرو هو. اُهو ٻارُ ان ڪتاب کي ڪٺي عبادت گاهہ ۾ ويو ۽ عبادتي ميز تي ڪتاب رکي چوڻ لڳو:

"اي ڌڻي! مُون کي دُعا گهرڻ نہ ايندي آهي، هي سڄو ڪتابُ توکي ٿو ڏيان."

(گردش رنگِ چمن ـ قرةالعين حيدر)

• سال 1978ع. ڦوهہ جواني، بدتر آمر ضياءُالحق جي مارشل لا جا گهاٽا، ڪارا ڪڪر اُڀ تي ڇانيل. هيسيل هانوَ خوف جو راڪاس گهمي ويل. زندگي ڪنهن ڦاٽل نقشي جيان، نہ درياءَ جي خبر پئي، نہ پهاڙ جي ۽ نہ ڪنهن ديس جي.

اسان جو پڙهڻ جو جنون. شڪارپور ۾ هڪ سرڪاري لائبريري، جگن ناٿ لائبريري، ميونسپل ڪاميٽي جي حوالي، ميونسپل عملو ڪتابن کان ڪورو. ڪين پگهارون ئي وقت تي نہ ملن تہ لائبريريءَ جي ڪهڙي سار لهندا. جگن ناٿ لائبريري ڪنهن رن زال وانگر اُجڙيل.

شڪارپور ۾ اُن مهل بہ پرائيويٽ لائبريريون هونديون هيون. برق لائبريري، جيڪا ڏڪ بازار ۾ هوندي هئي. ڏڪ بازار شروع ٿيندي ئي ٽيون نمبر دڪان هوندو هو. ان جو مالڪ هڪ پنجاهہ ورهين جو اردو ڳالهائيندڙ شخص هو. برق هن جو تخلص هو. هي همراهہ حُسن پرست هو. صوفَ، جهڙن ڇوڪرن جو چاهيندڙ هو. تُڪ بند شاعر هو. هاڻي ان دڪان/لائبريريءَ ۾ هڪ هندو سوناري جو سونَ جو دڪان آهي. ائين ئي جيئن ڪراچيءَ ۾ عبدالله هارون روڊ تي، عاليشان ڪتاب گهر ۾ هاڻي

جُوتن جو دڪان آهي. شڪارپور ۾ وري بہ ڪتابن جو قدر ٿيو جو لائبريري ۾ زيوَر تہ آيا.

برق لائبريري ۾ جاسوسي ۽ رومانوي ڪتاب هوندا هئا.

ٻي پرائيويٽ لائبريري، پتا لائبريري، گهگهرياٽي گهٽي ۾ هوندي هئي. مختيار پتو اُن جو مالڪ هوندو هو. سُلڇڻو ۽ خاموش طبع ماڻهو اڄڪلهہ سلائي مشين جو دڪان هلائي ٿو. ان لائبريري ۾ هاڻي درزڪو دڪان آهي.

پتا لائبريري ۾ چڱا خاصا ڪتاب هئا. ان لائبريريءَ ۾ گهڻا ئي جاسوسي ۽ رومانوي ڪتابن جي هوندي هئي. ابن صفي، ايچ۔ اقبال، اثر نعماني، ايم.اي.راحت، اظهر ڪليم، مظهر ڪليم ۽ ٻين جا جاسوسي ناول، ايم. اسلم، رضيہ بٽ، سلميٰ ڪنول ۽ ديبا خانم ايم اي وغيره جا سماجي ۽ رومانوي ناول تہ نسيم حجازي وغيره جا ايمان افروز اسلامي تاريخي ناول ان لائبريريءَ ۾ هوندا هئا.

جوانيءَ جو عجب مست زمانو تہ خوابن جي عجيب اُٿت هوندي هئي. ٻہ ٻہ ناول پڙهبا هئا. رنگين ۽ عجيب خواب ڏسبا هئا.

جاسوسي ناولن جو اهو اثر هوندو هو جو خواب ۾ جاسوس عمران ٿي، مُلڪ دشمن عناصر کي پڪڙيو هو تہ رومانوي ناول پڙهي، بيل باٽم پائي، لغڙ اڏاري، لغڙ ۾ پيارَ جو خط وجهي، لغڙ کي محبوبا جي ڇت تي لاهبو هو. خطُ محبوبا لغڙ مان اجا مس ڪڍندي ئي هئي تہ اک کُلي ويندي هئي ۽ پنهنجو هَٿُ دل تي رکيل هوندو هو.

ايمان افروز اسلامي تاريخي ناول پڙهي، هٿن ۾ تلوار کڻي ڪافرن کي ماربو هو. هاڻي تہ ڪو فرق ئي ناهي رهيو. ڪهڙا ڪافر ماريون؟ ڳُل پيران دا خير لڳو پيو آهي!

ان لائبريري جا انيڪ پڙهاڪو هئا. مسلم ليگي رهنما مرحوم اختر محمد شيخ، مرحوم واجد علي شيخ رٽائرڊ جج ۽ اهڙي قسم جا ڪيئي ڪتابن جا پڙهاڪو هوندا هئا. پتا لائبريري جي تقريبن هر ڪتاب جي هڪ ڪنڊ تي هڪ نالو ٻين سان لکيل هوندو هو "مودي". اهو همراهہ ڏاڍو جنوني پاڙهُو هوندو هو. اهو هاڻي تمام وڏو ڪمرشل رائيٽر آهي، "اخبار جهان" کان ويندي هر ڊائجسٽ ۾ هن جون ڪهاڻيون ۽ ناول شايع ٿيندا رهن ٿا. ان جو نالو محمود احمد مودي آهي. ورهيہ لنگهي ويا ڪيس شڪارپور کي ڇڏي اڄ ڪلهہ نرسري ڪراچي ۾ رهي ٿو لکي ٿو ۽ هوميوپيٽڪ ڊاڪٽري ڪري ٿو.

خبر ناهي وقت شين کي، ماڻهن کي ڪتابن کان ڪٿي پهچائي ڇڏي ٿو؟ ڪاڏي وئي برق لائبريري؟ ڪاڏي وئي پتا لائبريري؟ ڪاڏي ويا ڪتاب؟ ڪٿي ڳولا ڪجي؟ يا ائين تہ ناهي!

- ڏاند تہ گم ئي ڪونہ ٿيو هو. پوءِ ان کي ڳولڻ مان ڪهڙو فائدو؟
ڏَنارُ پاڻ کي ئي گم ڪيو وينو آهي.

(ستمبر ڪا چاند ۔ قرةالعين حيدر)

پتا لائبريري ۾ ادبي ڪتابن ۾ رڳو ڪرشن چندر جا ناول ۽ ٻہ ڪن ڪهاڻين جا مجموعا هوندا هئا. الا الا خير صلا.

هڪ ڀيري، هڪ ڪنڊ مان قرةالعين حيدر جو ناول "ميري ڀي صنم خاني" ملي ويو. دز لڳل ڪتاب کي ڇنڊي ڦوڪي گهر کڻي آيم. ان ناول کي پڙهندي، هڪ نئين

نرالي دنيا ۾ هليو ويم. عجيب نالا ڪردارن جا، نئون ماحول، هڪ جادو ٿي ويو ۽ ان ناول قرةالعين حيدر لاءِ منهنجي دل ۾ گهر ٺاهيو جيڪو اڄ تائين ٺهيل آهي.

جڏهن بہ ڪو ليڪڪ من کي وڻندو آهي تہ ان جي لکڻين جي هورا کورا ٿيندي آهي. ان جون لکڻيون ڳولي ڪري هٿ ڪيون آهن ۽ انهن کي ڏيان، گيان ۽ پيار سان پڙهبو آهي. سٺو ڪتاب هڪ سٺي سنگتيءَ وانگر هوندو آهي.

۽ پوءِ قرةالعين حيدر جي ڪتابن جي ڳولا شروع ٿي وئي. قرةالعين حيدر جي ڪهاڻين جو مجموعو "شيشي ڪي گهر" گهڻ پڙهڻي، ڏاهي ۽ اسٽائلش نوجوان دوست جاويد پنهور وٽان مليو. عيد ٿي وئي. منهنجي زندگيءَ جون سهڻيون گهڙيون، اهي آهن، جڏهن مون سان سٺو ڪتاب ۽ سگريٽن جو پئڪيٽ گڏ آهي.

جاويد پنهور تمام ذهين نوجوان آهي. زندگيءَ ۾ رڳو هڪ سٺي ڪهاڻي "اڌ ڪوٽيل قبر" لکيائين، جيڪا ٽماهي "مهراڻ" ۾ ڇپي هئي. جاويد پنهور جي صدر واري اوطاق علم ادب جو مرڪز هوندي هئي. جاويد جي اوطاق ۾ شهر جا ذهين پڙهاڪو مونس ايان آغا رفيق، زاهد منگي، ڪيلاش، شفقت سومرو مظهر اُجڻ، پريل مري ۽ اوستو برادرس کان سواءِ رسول بخش پليجو مرحوم منصور عباسي ۽ مرحوم ڪيهر شوڪت کان سواءِ سنڌ جا ليڪڪ ۽ سياست ڪار پڻ ايندا رهندا هئا.

جاويد پنهور انگريزي صحافڻ نفيسا هودڀائي سان وهانءُ ڪري، آمريڪا هليو ويو.

"اڄ نہ اوطاقن ۾ طالب تنوارين." "

قرةالعين حيدر جو ڪهاڻي ڪتاب "شيشي ڪي گهر" پڻ پنهنجي اسلوب، ماحول ۽ ڪردارن جي حوالي سان منفرد آهي. ان ڪتاب ۾ سرءَ جا پن وکريل آهن.

جڏهن ڪا ڪبوتري تنهنجي دريءَ وٽ اچي ويهي تہ اُن جو خيال ڪجانءِ، ڇو تہ اُها مون وانگر آهي.

(شيشي ڪي گهر- قرةالعين حيدر)

• سگهاري ليکڪا قرةالعين حيدر سياري واري سهڻي مهيني جنوري جي 20 تاريخ تي 1926ع ۾ علي ڳڙهہ هندوستان ۾، سجاد حيدر يلدرم جي گهر ۾ جنم ورتو. هن جو پيءُ مرحوم سجاد حيدر يلدرم پڻ هڪ ليکڪ هو. هو ترڪي ٻولي ڄاڻيندو هو ۽ ترڪيءَ مان ڪيترين ئي ڪهاڻيون اُردوءَ ۾ ترجمو ڪيون هيائين.

قرةالعين حيدر اُن ماحول ۾ اک کولي جتي ڪتاب ئي ڪتاب هئا. هن جي والده پڻ سماجي ڪهاڻيون لکيون.

قرةالعين حيدر جي جڏهن عُمر 13 ورهيہ هئي تہ هن جي پهرين ٻاراڻي ڪهاڻي، 1938ع ۾ رسالي "ڦول" ۾ ڇپي. هيل تائين هن جي پائي جو ڪو ليکڪ ناهي پيدا ٿيو. قرةالعين حيدر هميشہ نيري مَسُ سان لکيو ڪڏهن بہ ڪاري مَسُ استعمال نہ ڪيائين.

قرةالعين حيدر جو ديس ڇائو انگريزيءَ ۾ لکندڙ سلمان رشدي، هن جي لکڻين کان اڻ ڄاڻ آهي يا وري پوز ڪيائين.

سلمان رشدي پنهنجي ناول "Midnight's Children" تي بُوڪر انعام ملڻ ڪري مشهور ٿي چڪو هو. هو ڪراچيءَ جڏهن آيو تہ انگريزي رسالي "News Line" جي ڪاطوءَ هن ڪان هڪ انٽرويو ورتو.

هن ڪان هڪ سوال اهو بہ پڇيائين تہ: "اوهان پنهنجي ناولن ۾ تاريخ کي سموئڻ کي اهميت ڏيندا آهيو. ڇا اوهان قرةالعين حيدر کي پڙهيو آهي؟"

ان سوال تي سلمان پُڇيس: "?Who is he"

انگريزي ليکڪ سمرسيٽ ماهم لکيو آهي تہ:

"سُٺو نثر، ڪنهن ڪمري ۾ ٻن مهذب ۽ سُٺن ماڻهن جي ڳالهہ ٻولهہ وانگر هوندو آهي."

مون کي قرةالعين حيدر جو نثر ائين لڳندو آهي ڄڻ هوءَ منهنجي ڪمري ۾ ويهي، مون سان نرم ۽ جهيڻي لهجي ۾ ڳالهائيندي هجي. زِندگيءَ جا راز سمجهائيندي هجي ۽ مان وهاڻي تي مٿو رکي، آهلي ڪري هن جي خوبصورت گفتگو ٻڌندو هجان.

قرةالعين حيدر جو ناول "آگ کا دريا" مون ڪراچيءَ جي فوٽ پاٿ تان ڏهن روپين ۾ ورتو هو ائين ڀاسيو هيم ڄڻ ڏهن روپين ۾ علي بابا جو خزانو مليو هجيم.

اهو ناول پڙهي مان خواب ۾ گوتم نيلمبر ٻڌجي ويو هيم.

شيخ اياز پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ وڏا زٽ هنيا آهن. هونئن بہ آتم ڪهاڻي ڪنهن جي بہ هجي، گهڻي ڀاڱي وڏاءَ ۽ زٽ هونئا آهن. جوش مليح آبادي کان ويندي قدرت الله شهاب تائين رڳو "مان" آهي. تمام ٿورن ليکڪن سهڻي آتم ڪهاڻي لکي آهي.

مئڪسم گورڪي جي آتم ڪهاڻي "ننڍپڻ"، "تربيت" ۽ "درسگاهون" آتم ڪهاڻي، عاليشان ۽ سگهاري لکيل آهي. سنڌيءَ ۾ ان جو ترجمو مرحوم اياز قادريءَ خوبصورت ڪيو آهي.

• "اياز جي آتم ڪهاڻي ستر سيڪڙو وڏاءَ تي مبني آهي." اها ڳالهہ ڏيڍ ورهيہ اڳ، مون پيراڊائيز چيمبرز ڪراچي ۾، مرحوم نورالدين سرڪيءَ جي آفيس ۾ ڪئي هئي. مرحوم سرڪي کان سواءِ اُتي محمد ابراهيم جويو ۽ آغا سيف الله خان، وڪيل جن ويٺا هئا. مرحوم سرڪيءَ، منهنجي ڳالهہ ٻڌي جويي صاحب کي چيو هو: "سائين! ٻڌو ٿا آدرش جون ڳالهيون؟" ۽ جويي صاحب مُرڪي ڏنو هو.

• شيخ اياز پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ لکي ٿو:

"مون قرةالعين حيدر کي چيو تہ مان اوهان جو ناول 'آگ کا دريا' سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ چاهيان ٿو." مائيءَ پڇيو: "گهڻو ڏيندين؟" مان حيرت مان کيس ڏسڻ لڳس."

شيخ اياز جي اها ڳالهہ قرةالعين حيدر کان، اردو اديب آصف فرخيءَ هڪ انٽرويو ڪندي پُڇي:

قرةالعين حيدر وراڻيو: "هن اهي غلط لفظ لکيا آهن. ڇو تہ مان اول تہ اهڙي نموني ڳالهائيندي ناهيان. ايڏي بي تڪلفي ۾ ائين تہ "گهڻو ڏيندين" اهڙي ڪاروباري ڳالهہ ناهيان ڪندي. منهنجي ذهن ۾ ئي ناهي هوندو تہ پئسي جي ڳالهہ ڪريان يا معاوضي

جي. هن ائين ڪيئن لکيو آهي ۽ ڇو لکيو آهي؟ جيئرو هجي ها تہ مان ڪانئس ضرور پڇان ها "ڇا ڏيندين؟" مون ڇيو ٿي ناهي This is not my character. اهو منهنجي مزاج جي خلاف آهي."

• هندوستاني ليکڪ لڇمڻ ڪومل، جنهن قرةالعين حيدر جي ڪهاڻين جو مجموعو "پت جهڙ ڪي آواز" سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. اهو ڪتاب ساهتيہ اڪيڊمي، انڊيا پاران شايع ٿيو هو. لڇمڻ صاحب پنهنجي آتم ڪهاڻي "وهي ڪاتي جو پنو" ۾ لکي ٿو:

"ڳالهين دوران عينيءَ (قرةالعين حيدر) پڇيو: "شيخ اياز اڄ ڪلهہ ڪٿي آهي؟ هن هڪ ڀيرو سکر ۾ منهنجي ۽ علي احمد بروهيءَ جي دعوت ڪئي هئي."

چيومانس: "ديدي! اڄ ڪلهہ وڪالت ڇڏي پرنس ڪامپليڪس ڪراچيءَ ۾ رهي پيو."

چيائين: "ٻڌو اٿم تہ پنهنجي ڪتاب ۾ هن منهنجي باري ۾ لکيو آهي تہ ڪراچيءَ ۾ فلاڻي شيخ، نشي جي حالت ۾ عيني عيني ڪندي چوٿين ماڙ تان ٽپو ڏئي خودڪشي ڪئي هئي. اِها ادبي شرافت ناهي."

• قرةالعين حيدر جو ناول "آگ ڪا دريا" سنڌيءَ ۾ ترجمو اڃا ناهي ٿيو پر سيبتي ليکڪ آغا سليم ان اسٽائيل ۾ خوبصورت ناول "اونداهي ڌرتي، روشن هٿ" لکيو آهي.

قرةالعين حيدر جي پهرين لکڻي، هن جو ناول "سيتا هرڻ"، سنڌيءَ ۾ سن 1977ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي اهم ۽ سگهاري سنڌيڪار ۽ ڪهاڻيڪار ولي رام ولڀ ترجمو ڪري آندو.

سنڌ جي جديد ڪهاڻيڪار شاعر ۽ سيبتو نثر لکندڙ ماضيءَ جي انقلابي مدد علي سنڌي، قرةالعين حيدر جي ڪِن ڪهاڻين جو سهڻو ترجمو ڪري "قلندر" جي نالي سان مجموعو سنڌي ادب کي ڏنو آهي.

ولي رام ولڀ هن جو هڪ ٻيو ناول "آخرِ شب ڪي همسفر" پڻ سنڌيءَ ۾ "پوئين پهر جا پانڌيئڙا" جي عنوان سان ترجمو ڪيو، جيڪو "آج" اداري پاران ڇپرايو ويو.

• مان چنڊ جي بتي ٻاريندس ۽ ماڪ سان ڳالهيون ڪندس ۽ سپنن جي پيچري تي هلندي توڏانهن ايندس.

• ڇا ڪجي؟ تون جتي رهندينءَ، اهوئي مُنهنجو گهر هوندو.

• سموري بدي، ذلالت ۽ ڪميٽائپ جي باوجود دنيا ڏاڍي خوبصورت آهي.

• هيپي لينڊ ڪٿي بہ ناهي. يورپ، آمريڪا، لنڊن انڊيا، پاڪستان ڪٿي بہ ناهي.

• هر انسان پنهنجو آغاز ۽ انجام خود آهي.

(پوئين پهر جا پانڌيئڙا)

• قرةالعين حيدر جو ناول "آگ ڪا دريا" ڇپيو تہ نام نهاد اديبن هن خلاف ٻاھہ ٻاري ڏني ۽ هوءَ هندوستان هلي وئي. اُتي سندس وڏو قدر ٿيو ۽ ڪيس عزت ۽ احترام سان انعام ڏنا ويا. اُتي هن پنهنجي زندگي شان مان ۽ اطمينان سان گذاري سُٺو ٿيو

هلي وئي، نہ تہ هن ديس ۾ ڪيس اذيتون ۽ عذاب ملن ها ۽ اسان وانگر جهنم ۾ زندگي گذارڻ جي ريهرسل ڪري ها.

- "اُن ۾ جادو ڪهڙو آهي"، چمپا حيرت مان پڇيو. "ڇا ڪا ڇوڪري ڪنهن مرد کي پاڻ پسند نہ ٿي ڪري سگهي، مان تہ توکي چونديو آهي ۽ مان تنهنجي اڳيان جهُڪان ٿي."

"ڇا ڪفر پئي بڪين. مان نعوذ باالله ڪو خدا آهيان."

"آهين تہ سهي، دل ٿي تہ خدا کي جنم ڏيندي آهي."

- شاهي تخت هجي يا غربت، خوشي هجي يا غم، موت اچي سڄو قصو ختم ڪري ڇڏي ٿو.
- شادي هڪ جوئا آهي.
- جوتي وانگر زندگي پُوري نہ ٿي اچي.
- هر مذهب جو بنياد خالص محبت آهي.
- تاريخ ۾ ڪوبہ اهڙو دؤر ناهي آيو جڏهن ويچاري ماڻهوءَ مٿان ڪا قيامت نہ گذري هجي.
- محبت اصل ۾ وڇوڙي کي چئبو آهي.

(آگ کا دریا۔ قرۃالعین حیدر)

- ڪٿي رهندو آهين؟

آسمان جي هيٺان ۽ زمين جي مٿان.

- هڪ سٺو شاعر هر جاءِ تي ۽ هر زماني ۾ هوندو آهي.
- هن جو ڪبوتر آسمان تي پهچي ستارو بڻجي ويندو آهي.
- اسان سڀ تولاءِ هٿن سان ڇانوَ ڪنداسون.
- حق سچ واري ماڻهوءَ کي چريو چيو ويندو آهي.
- مذهب اسان وٽ وڏو ڏنڊو بڻجي چڪو آهي.
- هر وڻ، هر ندي، هر گل ۽ هر پن ڌرتيءَ جي اسٽيٽمينٽ آهي.
- جتي گل هوندو اُتي ڀَريون بہ هونديون.
- مينهن جي چال ۽ ايشيا جي زندگيءَ جي رفتار ساڳئي آهي.
- نالو عزت جو پاسپورٽ آهي.

(گردش رنگ چمن۔ قرۃالعین حیدر)

۽ قرۃالعين حيدر جو آخري وقت آيو تہ هُوءَ ائين وئي جيئن گُل مان خوشبو هلي وڃي.



Address: Ghaghrani Ghiti, Shikarpur,
District Shikarpur, Sindh.



# شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ موضوعن ۽ صِنفن جي گُوناگونيت

رينا شهاڻي

شيخ اياز نہ صرف سنڌ جو بلڪ سموري نئديي کنڊ جو ويهين صديءَ جو وڏي ۾ وڏو ۽ اهم ترين شاعر آهي. هڪ اهڙو شاعر جنهن جو ڪلام لوڪن جي زبان تي صدين تائين رهندو ۽ سندن دلين کي ڏڏائيندو رهندو. هو پاڻ آتم - وشواس سان پنهنجي شاعريءَ بابت چوي ٿو:

روهيراڙي رات، سامهون چنڊ چِٽاءَ ۾،
مون کان پوءِ بہ مهڪندي، موت نہ ڪندو مات،
جيئن منهنجي ذات، مون کان پوءِ بہ ڏيهہ ۾.

هو نہ رڳو هڪ برجستو شاعر هو مگر نثر تي بہ هن جي سگهاري ۽ مضبوط گرفت هئي. اهڙو نثر جنهن ۾ ڪويتا جي سرهاڻ ۽ موسيقي آهي. تنهن کانسواءِ هڪ عالم، اپياسي، مُفڪر، ذهين، سنساز پر جي سياست کان بخوبي واقف، دنيا جي ادب کان باخبر، فلاسافي ۽ اتهاس جو ڄاڻو سجاڳ اديب، حساس شاعر، پنهنجي جنم ڀومي سنڌڙيءَ کي ڄِندڙيءَ کان بہ وڌيڪ پيار ڪرڻ وارو پنهنجي قوم ۽ ديش سان وفاداري نڀائڻ وارو قربانيون ڪرڻ وارو جيل جون ڀوڳنائون ڀوڳڻ وارو انقلابي اديب هو. هو حيرت انگيز تخليقي قوتن جو مالڪ هو.

هو پڻ ڏٺي، شاهہ عبداللطيف جو شيدائي هو. جنهن کي هن پنهنجو مُرشد مڃيو هو. شاهہ سائينءَ سان هن بيپناهہ محبت ڪئي هئي ۽ ان محبت ۽ عقيدت جو هن وقت بوقت اظهار پڻ ڪيو هو.

پرسان تنهنجي پٽ ڏٺي جهلي بيٺس جهول،
ڏنئہ بہ تي ٻول، سخي منهنجي ساهہ کي.
يــا
ڪجهہ شاهہ ڏني، ڪجهہ شيخ ڏني
هِن سنڌڙيءَ کي صورت لوڪو.

تون جي ايندين رات، الا او رات
تہ منهنجي رات امر ٿي ويندي
تون جي ايندين ڍول تہ ٻهہ ٻهہ ٻرندا ٻول،
تہ منهنجي بات امر ٿي ويندي
وائي آئي وات الا او وات،
تہ منهنجي لات امر ٿي ويندي

روحانيت:

شاهہ ۽ شيخ اياز مذهب جي ٻاهريئن ڏيک ۽ ڏيکاءَ کي ڪونہ مڃيو. اُهي روح جي وحدت جا قائل هئا. هنن تصوف کي يعني ويدانت کي مُڪتيءَ جي راهہ ٻڌائي ۽ اهوئي هو عقيدو هنن جو. اياز جي گهڻي ڪلام مان روحانيت جي خوشبو اچي ٿي.

تون منهنجو آواز آن. تون جو آدي سُر.
هيڏي ساري سانت ۾ آ تنهنجي چُرپُر.
هيٺن ۾ هُرڪُر. سمنڊ ٻري جيئن ڪوڏ ۾.

خالق ۽ سندس خلقيل شاعر ۾ ڪو فرق ڪونہ آهي. خلقيندڙ جو آواز آدي سُر آهي ۽ اهو ئي شاعر جو آواز آهي. سموري سرشتيءَ جي شانتيءَ ۾ ايشور جي شڪتي سمايل آهي. جهڙي طرح ڪوڏ ۾ سموري سمنڊ جو آواز سمايل هوندو آهي. اُن طرح ئي ڪويءَ جي ٻاهرين شانت روپ اندر اُٿل پٿل متل آهي.

ڪونهي ڪونهي مون چيو پوءِ بہ سائين،
پيو ڪڙڪائين، منهنجو در اڌ رات جو.
يـا
شايد پري ناهہ تون، ويجهو آن پيارا،
مون تنهنجا چارا، چوڌاري ڳولهي لڌا.
۽
تون ئي مون ۾ ٿو لکين، اُٿي آڌيءَ رات،
مون ۾ تنهنجي ذات، اج بہ آهي باک جئن.

۽ واقعي ڀٽ ڌڻي جي آشيرواد سدائين هن مٿان رهي.

شاهہ ڀٽائي مِستڪ شاعر هو ۽ شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ بہ مستسزم آهي. ڀٽائيءَ جو سمورو پيغام روحاني آهي. شاهہ پنهنجون سموريون علامتون ۽ سمبل، عوام جي زندگيءَ مان کنيا هئا، پر اڻسڌي نموني. شيخ اياز روحانيت سان گڏ، سياست سان بہ لاڳاپو رکيو. هن پرليٽيڪل تحريڪن سان پاڻ کي جوڙي رکيو هو جنهن ڪارڻ هن کي عقوبتن جو مقابلو ڪرڻو پيو هو. قيدخانن ۾ ڏينهن، مهينا ۽ سال گذارڻا پيا هئا. ٻنهين جي جنم ۾ اڍائي سئو سالن جو وقفو آهي. دؤر مختلف هئا، حالتون نراليون

هيون. ٻنهي پنهنجن دورن جي حالتن کان متاثر ٿي شاعري ڪئي هئي. بقول شيخ اياز جي، "شاهه جي شاعري سنڌس دؤر جي آئينه دار آهي تہ منهنجي، منهنجي دؤر جي."

شيخ اياز نہ صرف نظم ساڻ گڏ نثر تي قلم آزمائي ڪئي مگر هن شاعريءَ ۾ بہ مختلف فارم استعمال ڪيا. بيتن ۽ وائين کي ڇڏي بہ هن نظم، گيت، غزل، هائيڪو تہ سنتا، آزاد نظم، قطعا، لوڪ گيت بہ لکيا. پر ڪي نوان فارم بہ ايجاد ڪيا. جهڙوڪ: چوسٽا ۽ ڏيڍ سِٽا. هن وائين، نظمن ۽ گيتن ۾ پڻ ڪي نيون صنفون ايجاد ڪيون. انهن تي وري ڪن نون شاعرن طبع آزمائي ڪئي. هُن 'هائيڪو نُما' نظم بہ خوب لکيا.

شيخ اياز جا موضوع بہ گوناگون آهن. انهن ۾ روحانيت تہ آهي ئي، پر هن جي نظمن، بيتن، غزلن ۽ وائين ۾ پيار جي جذبات جي مدّ لڏ آهي تہ تال بہ آهي. هن جي گيتن ۾ سنڌ لاءِ بيحد پيار ٿو پسجي. هڪ قومي شاعر جي حيثيت ۾ سنڌس ڪويتا ۾ جذبات جي جوالا آهي تہ باغيءَ جي روپ ۾ هن جي شاعريءَ ۾ شعلا ڀڙڪن ٿا.

محبتي گيتن ۾ موسيقيءَ جو هڪ مثال پيش ڪريان ٿي:

**قومي گيت:**

شيخ اياز جي سوچ جو مرڪز ۽ چنتا جو باعث آهي، سنڌ - سنڌس سنڌ لاءِ شفقت ۽ عقيدت جي ڪا سيما ئي ناهي.

سنڌ ديس جي ڌرتي تو تي پنهنجو سيس نوايان،
مٽي ماٿي لايان.
تنهنجي مِٽيءَ منجهہ مِلان جي، آنءَ امرتا پايان،
مٽي ماٿي لايان.

يـــا

اڳ ۾ هيس شاهه شل مون کي سمجهين سگهين،
سنڌڙي تنهنجو ساهه جرڪيو منهنجي جند ۾.

مٿيون بيت يا ٻيا ڪيترا ئي ڪلام ڪيس سنڌ ۽ ڀٽائيءَ سان هم آهنگ بڻائين ٿا.

وري چوريان چنگ، صدا ڪريان سنڌ ۾،
ڪونهي اڄ ڪلام ۾، سُرُ جو سِرَ سان سنگ
پريان آنءَ امنگ، ڪريان لات لطيف جي.

۽:

توکي کهڙي ڳلَ
جيءَ اچي نہ جهَلَ،
مون کان سنڌ نہ وسري،

پيار:

رومانس زندگيءَ جو اهم پهلو آهي. پيار ئي زندگيءَ کي رنگيني بخشي ٿو ۽ اهو اسان کي ججهي ۽ دلڪش انداز ۾ ملي ٿو.

چنڊُ چهرو گلاب جيئن گردن،
چا چُمي چا چُمان، ٻئي آهن.
(سورج مکي سانجها)

صنوبر جي سايي ۾ ويهي رهون،
چُمي جئن سگهي، چنڊ تنهنجون ڇڳون،
گهڙيءَ لاءِ گناهه محبت ڪيون،
نه شايد وري زندگيءَ ۾ ملون.

۽:

هلي آءِ آغوش ۾ نازنين
تمنا سدا آهه جنت نشين،
محبت گناهگار آ پرين
پرين، او پرين، او پرين، او پرين.
(پونر پري آڪاس، ص_134)

ظاهر آهي ته هو سونهن جو شيدائي آهي، پرينءَ جي سونهن جو بيان هن "ڇيڄ" ذريعي ڪيو آهي. ان ڇيڄ تي نرتيه بہ ڪري سگهجي ٿو.

اڙي چنڊ، اڙي چنڊ، پرين تو ته ڏٺو ناهه،
سندس روپ سندس رنگ، ائين آهه جيئن تون.

اڙي رات اڙي رات، پرين تو ته ڏٺو ناهه،
سندس وار سندس ونگ، ائين آهه جيئن تون.

اڙي ڦول اڙي ڦول، پرين تو ته ڏٺو ناهه،
سندس رنگ سندس انگ، ائين آهه جيئن تون.

اڙي هير اڙي هير، پرين تو ته ڏٺو ناهه،
سندس ساٿ سندس سنگ، ائين آهه جيئن تون.

نهايت سِڌا سوَلا لفظ مگر لفظن جي چونڊ هڪ دلنواز ترنم پئدا ڪري ٿي.

باغي ۽ انقلابي اشعار:

هيءَ سِرُ، ڪپهه جو بيت نہ آ،
مون اُن ۾ رُڪ پريو آهي.

ڏرتيءَ سان وابستگي:

اي ڌرتي ڇا ڇا ڏانهن ٻڌي
مون تنهنجي واڪي واڪي ۾
۽ تنهنجي گهايل مرڪ ڏٺي
مون پنهنجي لونءَ لياڪي ۾
۽ تنهنجي پيتل لُڙڪ ڪيو
ڪو ناتو ڇٽنگ ڇُٽاڪي ۾
ڄڻ مون پنهنجي تصوير ڏٺي
اڄ پٽ ڏٽيءَ جي خاڪي ۾.
(وِڄون وسڻ آئيون)

منهنجا گيت ٻڌائي،
تنهنجي جنگ پيا جوٽن
تو وٽ ڏنبوُر هيو تو
ڪالهه تعصب جي سِر تي ڦهڪايو هو.
.................
.................
ڪلهه جا تنهنجي وائي هئي
تنهن ۾ ٽِن سان جنگ هئي.
ڌرتي تنهنجي سنگ هئي
رنگي تنهنجي رنگ هئي
هوءَ جا تنهنجي جنگ هئي
سا اڄ تائين جاري آ.

۽ هن جو احتجاج ڏسو جنهن جو اظهار هو حَشو ڪيولراماڻيءَ کي ياد ڪندي ڪري رهيو آهي.

اُلهاس نگر جي تيز هوا
ڪنهن وقت حشوءَ کي ڳولهي ٿي
هي حشو جيڪو سنڌ هيو
انسان هيو ارمان هيو
نادان هيو
هن ڪونہ ڪيو هو سمجهوتو
اي ڪاش
انهيءَ جو ڪو جُوتو
ڪنهن وقت ڪٿان

اي ڪاش! سمنڊ جي ٺوڙهه مٿان
ايڏو ته هٽان
ايڏو ته هٽان
ايڏو ته هٽان!

(چوليون ڀوليون سمنڊ جون)

هن جي ڪاوڙ ۾ آهي صداقت ۽ بغاوت ۽ اُنهن ماڻهن تي جيڪي چپ چاپ ظلم سهن ٿا، ودروهه نٿا ڪن. تڏا ثريا تي ويٺا آهن. انهن تي هو ڪاوڙيل آهي:

ڏاڍ ڏسي جڳ سمهي پيو آ،
ڌرتيءَ تي انسان ڦرن ٿا،
ماڪوڙن جئن ڪيڙن وانگر،
انڌ الوليون ائين ماڻي ٿو
پانءِ ته پونءِ تي پنگ نه پوندو
شال اچي گهنگهور گهٽا ڪا
اوت ڪري اوهيڙن وانگر.

(رڻ تي رم جهم ص_43)

اهو ته ظاهر ٿي بيٺو آهي ته اياز جي مشاهدي جو ڪئنواس بيحد وسيع آهي. هن ورهاڱي کي ڪڏهن قبول نه ڪيو. نه ديش جي ورهاڱي کي، نه ئي سنڌين جي ورهاڱي کي!

ناهي پنهنجي ساهت جو ڪو ورهاڱو،
پانيو مون پاڱو ڪڏهن ناهي پاڻ کي.

هن جو ڌرم انسان ذات هو. هو دنيا ڀر جي شاعرن سان هم آهنگ بڻيو. هن پنهنجي تصور ۾ شاعرن سان گفتگو ڪئي، پوءِ اهو چاهي شاهه هجي، نارائڻ شيام هجي، ڪبير هجي، ڪاليداس هجي، سلطان باهو هجي يا بُلي شاهه "سُر نارائڻ شيام" ۾ هو نارائڻ شيام سان مخاطب آهي:

ساري رات ڪبير سان، تو مون ڳالهايو،
ڌرتي امبر ٿي وئي اهڙي ڀر ڳايو،
وَرَ وَرَ ورجايو نيانپو هن جي نينهن جو.

يــا

مان ئي ڪاليداس هان، مان ئي پڙائي
ميگهه دوت ۾ ڪالهه ڪنهن ڄا شيءِ ٻڌائي،
سا مون سمائي، آ اڄ سُر سارنگ ۾.

سلطان باهو بلي شاهه فريد، امير خُسرو، خيام جهڙن شاعرن جو ڀرپور ذڪر اچي ٿو هن جي ڪويتا ۾:

ساڳي گورک ناٿ ۽ پت ڏٺيءَ جي پوڻ،
مورک ريت نہ تون، پرمپرا هن ديش جي.

هن پنهنجي سنڌ ديش جي پرمپرا قائم دائم رکڻ چاهي هئي، هميشہ

دادو پنٿي ڪيترا، اڄ بہ تنهنجي ڳير،
توڙي مون کي اڏ، پنٿائيءَ پيرو ڪيو.

چاهي رويءَ روپ آ، يا آ پنٿائي،
وات اچي وائي، تن تي چو سوچي پئي.

هن جي ذهن ۽ سوچ ۾ رويندرناٿ ٽئگور، پنٿائي، ميران ۽ ٻيا ڪئين شاعر ڇانيل هئا. تڏهن تہ هن جي وات ۾ اهڙيون وايون پئي آيون.

هن پنهنجي نثر ۾ چيو آهي:

"مون خيام جو رسُ ۽ ميران جا ڳوڙها مِلائي، ڪيئي جام پيتا آهن."

هن کي سرحد جي هن پار پنهنجن همعصر سنڌي ليکڪن سان اَپار پيار هو. ورهاڱي کان اڳ جڏهن سرحدون نہ ٺهيون هيون، اُهي ليکڪ ۽ شاعر سندس ساٿي ۽ دوست هئا. هن توڙ تائين ساڻن سنيهہ جا سنبند نڀايا.

هي سنگرام،
سامهون آ
نارائڻ شيام!

واري نظم جي واقعي کان هرڪو سنڌي اديب واقف آهي. جيڪو هن 1965ع واري هند - پاڪ لڙائي دوران لکيو هو. جنهن ڪري هن کي ڪيڏا عذاب ڀوڳڻا پيا هئا. هن مذهب جي نالي تي ٿيندڙ جنگ جي خلاف جنگ جوٽي هئي. هو پنهنجن اصُولنَ تي اٽل رهيو. هن کي جيڪي بہ چوڻو هو هن بيباڪ نموني، نڌڙ ٿي، شاعريءَ ذريعي چيو. هن جي دشمنن جي ڪا ڪمي ڪانہ هئي. هو پنهنجي دؤر جو مباحثا آميز (Controversial) شاعر هو. هن کي جيتري شدت سان ماڻهن پيار ڪيو، چاهيو ۽ عزت ڪئي، اوترا ئي مخالفتي ماڻهو بہ پئدا ٿي ويا، مگر هن پنهنجن ويرين جي بلڪل پرواهہ ڪانہ ڪئي. هن کي ايترو تہ آتم وشواس هو جو هن پنهنجن نقادن جي تنقيد کي تڇ ليکيو. هن پنهنجن نقادن کي وڇن جو لقب ڏئي انهن لکي:

"ڪنهن چيو تہ هن تو تي تنقيد ڪئي آهي؟ مون ڀهاڙ ڏانهن ڏٺو. هڪ وڇون هن کي ڏنگ هڻي رهيو هو."

۽ ٻئي هنڌ:

تون جي مون کي ڪين مڃيندين،
مون کي ڪا پرواهہ نہ آهي،

آنءِ سياڻي لاءِ لڪان ٿو
جيڪو نيٺ تہ اچڻو آهي،
مون تي ميڙو مچڻو آهي.

يا:

"توکي منهنجي زندگيءَ تي چڙ آهي، پر توکي منهنجي موت تي وڌيڪ چڙ ايندي، چو تہ موت مون کي اهو ڪجهہ ڏيندو جو مون کي زندگي نہ ڏيئي سگهي آهي ۽ جنهن جو مان حقدار آهيان."

هن پنهنجي ڪينري (ساز) کي مُخاطب ٿي چيو آهي:

تون چئہ مون کان پوءِ ڪنهن جو ٿيندين ڪينرا؟
واڪا ڪندي ووءِ، صديون تو لئہ سنڌڙي

۽:

جڏهن ويندوسانءِ، تڏهن روئندين رَٽُ،
مان جو پورو ٽٽُ، هن تنهنجي تاريخ جو.

مان هتي سندس لکيل "ساهيوال جيل جي ڊائري" مان سندس ڏٺل هڪ خواب جو ذڪر ڪنديس، جيڪو اياز جي ذهني ڪيفيت کي ظاهر ڪري ٿو.

خواب ۾ هو پاڻ هندوڪش پهاڙ جي برفاني چوٽي چڙهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. هو سج کي پڪڙڻ ٿو چاهي، "مون اُتاهين چٽ تان بيهي هيٺ ڏٺو تہ مون کي پنهنجا ويري ۽ واهرو ڪيڙن ماڪوڙن وانگر چرندا نظر آيا. مون وري منهن ورائي هيٺ نہ ڏٺو ۽ اڳتي ڇلانگ ڏيندو ويس."

جڏهن هو چوٽيءَ وٽ پهتو تہ سج نڪري آيو ۽ ڪيس پنهنجن ڪروڙين آگرين ۾ جهلي، هوا ۾ اُڇو ڪيائين ۽ پوءِ زور سان هيٺ ڦِٽي ڪيائين. هن جا هڏ گڏ پچي پيا. پوءِ ڳجهون هن جو ماس کائڻ لڳيون. رڳو هڏا وڃي بچيا. اوچتو هڪڙو ٻيڏڙو آيو هن جا هڏا ميڙڻ لڳو.

اياز جي سوال "تون ڪير آهين؟" جي جواب ۾ هن مُرڪي چيو:

"مان پٽائي آهيان، مان پانيان ٿو تہ توکي مون کان بہ وڌيڪ سزا ملي آهي."

ها، برابر، هن جي ذات هن کي اڪيچار ڏک ڏولاوا ڏنا، مگر هن کي ڪو پرو هوئي ڪونہ.

"مون کي مُور نہ پئہ، مرڻو ناهي آدمي!"

هن برابر موت کي مات ڏيئي ڇڏي.



Address: 7_Floriana Estate, Boat Club Road,
Pune_411001, Maharashtra, India.
Tel: 0091_20_26162526

حسن مجتبيٰ (نيويارڪ)

# جلاوطنيءَ ۾ خواب سڀ آن پهرين مرن ٿا!

جلاوطني ڪو گرمرءِ فينسي جيڪٽ ناهي
جنهن کي تون پائي
زمستاني هوائن ۾، برفاني رتن ۾
چنڊ گرهڻ جو نظارو ڪرڻ نڪرين.
جلاوطني ڪوئي ڊرامو بہ ناهي، جيڪو
رات ڏينهن
هفتن، مهينن، سالها سال کان براڊ وي تي
بس هلندو رهي....
جلاوطني نہ هن شهر جو ميئر-
جلاوطني تہ هڪ پراڻي اخبار جو اهڙو
تراشو آ،
جيڪو ميپل جي خزان آلود پنن سان گڏ
شهر جي رستن تي اڏندو رهي ٿو.
جلاوطنيءَ کي ٽنگون بہ ناهن هونديون
ٽنگون تہ تون پنهنجي ئي ديس ۾ ڇڏي
اچين ٿو
انهن ئي گهٽين، محلن بازارن ۽ ميلن
ملاکڙن ۾ پٽڪڻ لاءِ
جن ۾ هاڻ تون شايد ئي ڪڏهن موٽين!
اهي زندگيءَ جي پهرئين پهرئين سيڪس
جهڙا ڏينهن
هاڻ شايد ئي ڪڏهن اچن!
اسين جيڪي پنهنجي پنهنجي شهر مان
ورتل ننڍپڻ جي
جنهن فوٽوءَ ۾ رهون ٿا
اهي ڏينهن شايد ئي هاڻ ڪڏهن موٽن!
جلاوطني نہ ڪائي خواب جي منزل.
جلاوطنيءَ ۾ تہ خواب سڀ کان پهرين مرن
ٿا!
جلاوطني اها گهٽي آهي
جيڪا توکي ATM يا سوشل ويلفيئر
جي آفيس مان ئي نڪرندي
اهو پاڻ هينڊلر ڏئي ٿي: "مدر فَڪر"!
جلاوطني، خودڪشيءَ جي ماٽيلي ڀيڻ
هوندي بہ
شاعر جي محبوبا آهي!
خودڪشي جيڪا هاڻ منهنجي ديس جو
قومي ترانو آهي،
پر پوءِ بہ منهنجا پاءِ!
جلاوطني هن هوم ليس (homeless)
جي سچي انا
۽ ڪڙي، پر دوستاڻي مرڪ آهي.
جيڪا هن شهر جي اسڪاءِ لائين
(skyline) کان بہ
وڌيڪ خوبصورت آهي!



# اوينيو ففٿ تي هلندڙ هجومن ۾

اوينيو ففٿ تي
راما ڪرشنا جي جلوسن ۾
هو ايلن گنسبرگ جو همشڪل پوڙهو
هو گيڙوءَ رنگن ۽ جلترنگن ۽ ڌمالن ۾
گورن، ڪارن ۽ ڪيئي ست رنگن ۾
ڌرتيءَ جي جون ۾
چپ چاپ، تنها ۽ يگانو
ائين ڄڻ بس هجي
هن ساري فلسفي جو آخري نُڪتو.
اوينيو ففٿ تي هلندڙ هجومن ۾
مان هڪ گم ٿي ويل ٻالڪ
۽ هو ايلن گنسبرگ جو همشڪل پوڙهو
مان هن جي خيال جي آگر جهلي
وڃي ڏور هوس نڪتو
سيوهڻ جي گهٽين ۾
هي سڀ ڪجهه خواب ۾ ڏٺل ۽ وائٺل
لڳي ٿو پيو
ميراوانا جي سرگوشي،
منهنجي ڪنن ڪي نرواڻ لڳي ٿي پئي،
اوينيو ففٿ به منهنجو ۽ سيوهڻ جي
گهٽي به منهنجي،
سنڌو تنهنجي ڪنارن تي
لکيل رگ ويد جا سارا شبد منهنجا.
قرآني آيتون منهنجون،
اهو چاغيءَ جو باغي مان
۽ اهو پوڪران جو منڪر،
منڪر هان مان اورنگزيب جي ساري خدائيءَ جو
وطن تنهنجي جدائي جو
مان جڏهن به گيت ڳايان ٿو
مان پنهنجو پاڻ پايان ٿو،
پر گوليءَ جي ٻوليءَ ۾
هو مون سان ڳالهه ڪن ٿا،
هو ديوارن تي تحريرون ناهن پڙهندا،
خاڪي وردين مٿان پڪي وٺيون لاهين ٿا
هو دهليءَ جون خواب آلود گهٽيون،
ننگ ڌڙنگ سرمد
اپيچند تنهنجي اکڙين تي
قطب، اقطاب ولين جا
وضو ٿيندا،
منهنجي اندر جي عورت
۽ هي انگور جون وليون،
اهو ئي چنڊ هڊسن تي
روپهري شام سنڌوءَ تي لهي ٿي،
ائين ڄڻ
وحي لهي ٿي پيامبر تي!

---

- ايلن گنسبرگ: 60 ۽ 70 وارن ڏهاڪن جو مشهور آمريڪي شاعر.
- ميروانا: فرينچ ٻوليءَ ۾ نرواڻ کي چوندا آهن.
- هڊسن: نيويارڪ مان وهندڙ ندي



E_mail: hasanmujtaba@sbcglobal.net

بخشڻ مهراڻوي

# پيار

نه ڪي توکي اختيار آ.
نه ئي مون کي اختيار آ.
مون کي ته بس رڳو ئي،
توسان ئي پيار آهي.
ساگر، هوا ۽ ڪشتي،
اُپ تي پکين قطارون،
۽ منظرن جون آهن،
ڪيڏيون ڏکيون ڪهاڻيون.
رم جهم هئي راهه تنهنجي
جهُڙ ڦُڙ اکيون اسانجون،
ڪيڏو ڪمال آهي.
تنهنجو جمال آهي،
پل پل جي آشنائي،
پورين پٽن جي پر ۾،
طلسم لڳي ترائي،
هر جاءِ جلوه گر آ.
تنهنجو ذڪر زباني
چا چا وئي آ جوڙي
هي پيار جي ڪهاڻي.
هي سار جا ڪبوتر،
ناسي نگاهه تنهنجي،
گهنڊ مندرن ۾ گونجيا،
سانجهي اذان تنهنجي،
ڪهڙو خمار آهي،
جو آرپار آهي،
بي وس جَڏو هي جيئڙو
۽ آس جو ڪو ڏيئڙو
تنهنجا ليئا تو ڳولي،
هي ساهه جو پکيئڙو.
ڪنهن چرڪ جان اچين ٿو
مون کي پري تون ياڪر،
ڪيڏانهن وئي وڃين ٿو
هي ڪهڙي بي خودي آ.
هي ڪهڙو آرُ آهي.
..... مونکي ته بس رڳو ها،
تو سان ئي پيار آهي.



# دوست حسن مجتبيٰ لاءِ هڪ نظم

اي حسن!
اي مجتبيٰ!
تون ڪٿي آهين ڪٿي؟
سارَ تنهنجي ساٿيا،
پيار پڇرئين جان پرين،
اڄ وري آهي وري،
اڄ صدوري سندَ جا،
وڻ توکي ٿا سڏين،
۽ نڏٽڪا هي اڪيلا.
ڏڙَ توکي ٿا سڏين.
تون الائي ڪيترو
ڏند ۾ آهين لِڪو
تو ڪڏهن آ سوچيو
اڄ به توکي سانوٽيون،
سندَ جون سارين ٿيون
هي اکيون هي بانُوريون
پارَ تنهنجا ٿيون پُڇن.
تون جو هڪڙو ڏڍُ هئين،
۽ ڪميني ڪوڙ پويان

ڪنهن سُگهڙ پيري جيان،
ڪيترو تون ڪڏُ هئين
تو سِوا سڀ سلسلا،
اڄ اڌورا ٿا لڳن،
سنڌُ جا هي ٻرجهلا،
ڪُل ڪوڙا ٿا لڳن
سنڌڙي جي جندڙي،
اڄ جڏي آهي اڳهي،
تون تہ هڪڙي جاڳ هئين،
نااميديءَ جي سفر ۾،
ٻرجهلوءِ ڀاڳ هئين
اي حسن!
اي مُجتبيٰ!
تون ڪٿي آهين ڪٿي؟؟



خليل ڪنيار

# ڀلي هڏ جيئن ڏڪان آئون

گهڙي تي ڏن سارنگ جي
چيو پئي هن سانوڻ کي
ڪڏهن ڪو سانگ اهڙو ٿي
سڄڻ کي ياد پان آئون
ڀڳي هڏ جيئن ڏڪان آئون.
نمورين سان سموهيل سينڌ
ڪچوراڙين سَرهي ڪنڌڙي،
ڊيجوڙي جا پيڙيل پاڪر،
سنياري سينڌ جا سڏڙا،
وڇوڙن کي رُئان آئون.
ڀڳي هڏ جيئن ڏڪان آئون.
ڪجل جي ريک ڪپرن تي،
تلاءَ ۾ چنڊ پئي ٿڙڪيا
ڪٿورين جا اکا آڻي
سکين پئي جر ڏيئا موهيا
ڪڏهن ٿيندس سکان آئون.
ڀڳي هڏ جيئن ڏڪان آئون.
چڳن ۾ چيڙهہ پيو جاني
نہ ڪو چوڙا اچائن ٿا
چڪيل هي چيٺ چانڊوڪيون،
وڇوڙا من کي گهائن ٿا،
اچان توکي ڪڪان آئون
ڀڳي هڏ جيئن ڏڪان آئون.
سدائين ونجهہ ويرن ۾،
سدا سودا سنيارين تون،
سدا پرديس جو اونو
نہ تو مون وٽ گذارين تون،
اڪيلي ڪيئن جيئان آئون.

پڳي هڏ جيئن ڏکان آئون.
پرين هي ڳوٺڙو پنهنجو
ستارن سان پريون راتيون،
پيا هِن پوهہ جا پارا،
ورهيہ کان پيو وڌيون راتيون،
اڪيلي ڪيئن نيان آئون.
پڳي هڏ جيئن ڏکان آئون.



## گنگا جتڻ

پتوار بہ هئي ۽ پتڻ هئي،
هوءَ جا گنگا، جتڻ هئي
جڻ ڪا قولن واڙي هئي
جنهن جا سارا قول پٽائي
پنهنجي جهولي پاتا هئا
۽ تنبوري تي ڳاتا هئا.
جيڪا ڏڻ ردن جو چاري
ٿڪي ماندي ورندي هئي
سارو ياد رسالو هن کي
راتون جاڳي ڳائيندي هئي
آڏاٽي تي ڪيس نئون هو
سال نئين لئہ ٺاهيندي هئي
پٽ تي ويٺو سوچي پٽائي
ڪيڏو مون کي پائيندي هئي
هن کان ڏاران جيڪا گهاري
مونن ۾ منهن پائي گهاري
ميري سا محبوب هئي منهنجي
سيڪي هو محبوب هئي منهنجي
ڪچ جي ڪچ ستي آ جيڪا
ان جي بني اڳ الاڙي
مينهن وساڻن مهڪائي ٿي،
ان جي بني هيل الاڙي
بم لڳي ٿو ڏاهيندا
بم لڳي ٿو ڏاهيندا.

---

گنگا جتڻ: پٽائي جي عاشق عورت، جنهن وٽ پٽائي ڪچ ويندو هو ۽ هوءَ پٽائيءَ کي هر سال پنهنجي هٿن سان ٺهيل "ڪيس" تحفي طور ڏيندي هئي.



## وڇوڙو وير جيئن آهي

سينڌ جنهن جي سينڌ ۾ پيو
پيڙياتو ڳوٺ ڳائي
ڇوڪري سا ڇا تہ آهي؟
جا ستارا سينڌ پائي
دريا جي اُپ ڪپري تي
اُپين پيرين ڪڙي آهي
ڇمر تي چاٺ چانڊوڪي
نياپو شل وڃي نيئي
مسافر تنهن پرين تائين
وساري جو رهيو ويهي
اُتر جي هير کي سامهين
جواني ۾ جلان بيٺي
نہ ڪي اوڇڻ، نہ ڪي اولو
نہ ڪي ڳيرو تهنجون ڳالهيون
انگن تي انگ چاڙهي پئي
اڪيلي چنڊ کي گهوريان
سنياريان پئي سي ئي ڳالهيون
ڇيتاري جي ڇيم توکي
وڃين ٿو تون تہ پوءِ هٿ
اسان جو ڇا هي ساموندي،
وڇوڙو وير جيئن آهي
وڃي نا پائي ساموندي!



ستيش روهڙا

# نيلڪنٺ ٿي جيئنداسين

ڏاڏي آدم جي اولاد،
هي مرد ملنگ،
استري ٿيڻ
ڪو پاپ نہ آهي
جنهن کي ڌوئڻ لاءِ
مان
پنهنجي سويمان جو سودو ڪريان
۽
پنهنجو استري ـ ڌن ڏيئي
موتِ ۾ توکان
تنهنجي نامرد مردانگي وٺان!

جي مان اهو مڃي بہ هلان تہ
خدا
تنهنجين پاسرين مان
مون کي ٺاهيو آهي
تہ بہ توکي اهو حق نٿو ملي تہ
تون
مون کي ڇباڙيندو ـ هين
جو
ڪو جانور بہ
پنهنجو ماس پاڻ نہ کائيندو آهي.
تو تہ مهاڀارت جي زماني کي بہ
مات ڪري ڇڏيو آهي.
ان وقت پنج نامرد مرد ـ
پنهنجي استريءَ کي
ننگو ٿيندو
ڏسندا رهيا هئا.
پر تون تہ
پرئي سماج ۾
ڪي نہ ڪي الزام ڏري
پنهنجي استريءَ کي
خود
اُگهاڙو ڪرڻ جي
ڪوشش ڪندو ٿو رهين
خوش ٿيندو ٿو رهين
تہ
هاڻي مون کي
ڪوبہ ڪرشن
ننگو ٿيڻ کان بچائي نہ سگهندو!

تون سچ پچ مورک آهين!
تون ـ
اهو وساري ٿو ويهين
تہ
عدن جي باغ ۾
منهنجي چوڻ تي
تو
خدا جي حڪم جي پيچڪڙي ڪري
منع ٿيل ميوو کاڌو هو
جنهن سبب توکي سرڳ مان ڌڪو ڏيئي
ڌرتيءَ تي اُڇلايو ويو هو!
مان چاهيان تہ
اڄ بہ توکي
تنهنجن ڪِنن ڪرتوتن سبب
ڌرتيءَ تان
نرڳ ۾ موڪلائي سگهان ٿي
پر
مون کي هميشہ
توتي رحم آيو آهي.

توتي سدائين
مون
قياس پئي ڪيو آهي
جو
منهنجيءَ ڳُڪ کي ڇُهي
تو
مون وٽان
اپڻي رهڻ جو
اڻ گهريو وردان
پراپت ڪري ورتو آهي.

توکي
اهو به ياد نه رهيو آهي
تنهنجي اڪيلائيءَ اپوترتا
دور ڪرڻ لاءِ
خدا
مون کي تو لاءِ بڻايو آهي.
ان ڪري
مان تنهنجي اپوترتا جو ثبوت
۽
پوترتا جو روپ آهيان.
پنهنجي خوديءَ کي پورو رکي،
مون کي
پنهنجي وجود جو حصو سمجهندين
ته
تنهنجي سيني سان جُڙي
توکي پورڻ ڪندس
پر جي
مون کي گوشت جي هڏي سمجهي
چباڙيندو رهندين
ته
ڪنڊو بڻجي
تنهنجي نڙيءَ ۾ اٽڪي پوندس!
چونڊڻ جو حق

وري به توکي ئي ڏيان.
جيتوڻيڪ
جڏهن به توکي موقعو مليو آهي
تو
استريءَ جي چمڙي کي ئي
چونڊيو آهي.
ڇو ته
تنهنجي پهچ
هميشه
استريءَ جي چمڙي تائين
محدود رهي آهي
پوءِ اهو رشي وشومتر هجي
يا
سادارڻ شخص هجي
استريءَ جو شرير ئي
سندس منزل ۽ حاصلات رهي آهي
استريءَ جي تن کان
استريءَ جي من تائين
پهچڻ جو رستو ته
ڪائنئن لڌو ئي نه آهي
ها، ان ڪري ئي
استري
سندن لاءِ پرولي بڻجي پيئي.

اجا تائين پرولي آهي
جو
استري رڳو تن نه آهي
استري، من به آهي
استري تن ۽ من ٻئي آهي
استري
جڏهن رڳو من هوندي آهي
تڏهن
ديوي هوندي آهي.
استري

جڏهن تن ۾ من بئي هوندي آهي
تڏهن مانوي هوندي آهي
۽
استري
جڏهن رڳو تن ٻڻجي پوندي آهي
تڏهن سمھ ج
نرڳ سڏجڻ لائق به نه رهندو آهي!

ٻگھڙ جيان ٻاهر لڙڪندڙ
ڳِگ ڳاڙيندڙ
ان ڪني زبان سان
'سيتا' جو نالو نه وٺ
سيتا سان اکيون ملائڻ جي همت
نه
خود رام ۾ به نه هئي
۽ سيتا
ر.م کي ڌسڻ جي بدران
ڌرتيءَ ۾ سمائجي وڃڻ
بهتر سمجھيو.
'اصلي سيتا' نه منهنجي اندر آهي
راوڻ نه ڪوڙي ٻاهرين سيتا
چورائي ويو آهي.
چوڻ واري رام کي به
ٻاهرين ڪوڙي سيتا
جي پوترتا جو نوتو هو
سيتا جي چمڙيءَ جي پوترتا
رام لاءِ به اهم بڻجي پيئي.
اندر ۾ ويٺل
اصلي سچي سيتا جو درجو
رام لاءِ به اهم نه ٿيو.
نه پوءِ
توکي ڪھڙو ڏوهه ڏجي؟
مان اڳني پريکشا ڏيئي
پنهنجي چمڙيءَ جي پوترتا جي
شاهدي به ڏيان
نه به
تون
پنهنجي اندر مان
اهڙو ڏوبي- موچي
ڳولهي ئي لهندين
جنهن جي سمجھ جي عينڪ سان
تون
منهنجيءَ چمڙيءَ تي
ڪونه ڪو داغ ڳولهي ئي وٺندين
ڇو نه هر چمڙيءَ تي
پگھر ۽ مٽيءَ جا داغ هوندا ئي آهن.
ها، تنهنجيءَ چمڙيءَ تي
اهڙا داغ شايد نه ٿين
جو
تنهنجو
سمورو وجود ئي
گندگي ۽ گپ سان ثقيل آهي!

تنهنجو پيار
ها، تنهنجي پيار جو روپ به ڏٺو اٿم.
مون کي مٿائيءَ جي ٿالهي سمجھي،
بخمل سان ڍڪي، الماڙيءَ ۾
تالي چابيءَ هيٺ بند رکندو آهين
۽
جنهن وقت چاهيندو آهين،
ٻاهر ڪڍي،
جتان وٽيئي اتان
کائيندو آهين
يا
ڇٽيندو رهندو آهين.
۽
ڪنهن نظر نه ايندڙ
نهاريندڙ جو انومان ڪري

وچ وچ ۾ ٻاڏائيندو رهندو آهين
جيئن
مون کي ياد رهي تہ
مان رڳو تنهنجو ڪاچ آهيان.
تون
سچ پچ مورک آهين
تون
نٿو ڄاڻين تہ
الماڙيءَ ۾ بند مٺائي
باسي ۽ بدبودار ٿي ويندي آهي
۽
جيڪا پوءِ، ڪانوَ ۽ ڪتا کائيندا
آهن
۽
انهن کي کائيندو ڏسڻ کان پوءِ بہ
توتي
گررائڻ جو حوصلو نہ رهندو!

اصل ۾
تون ان نياڻي شخص وانگر آهين
جيڪو
ڪلپ ورڪش جي هيٺان ويهي
ان کان
واڳڻن جو وردان گهرندو هجي!
توکي بہ
استريءَ جي
ديا، ممتا، من جي پوترتا، ڪروڻا،
شانيتتا، پنهنجائپ، سگهڙتا جهڙا
انمول،
پدارٿ نہ گهرجن
توکي
رڳو استريءَ جي چمڙي گهرجي
چي، لسي، چمڪندڙ چمڙي،
ٻاڻ کي سياڻو سمجهندڙ

ڏاڏي آدم جي اولاد
توکي خبر نہ آهي تہ
اڇي، لسي، چمڪندڙ چمڙي
نانگڻ جي پيٽ جي ٿيندي آهي
اُها
تڏهن ڏسڻ ۾ ايندي آهي
جڏهن
اها ڏنگ هڻي
پنهنجو زهر اوتيندي آهي
استريءَ جي پيٽ جي
اڇاڻ ۽ لساڻ ڏسڻ لاءِ
زور نہ لڳاءِ
نہ تہ
هوءَ توکي ڏنگي وجهندي
انيوءَ تہ توکي آهي ئي
ان ڪري ئي
تون ڪيس نانگڻ چوندو آهين
ها، هوءَ نانگڻ ٿي پوندي آهي ان لاءِ
جيڪو پاڻ کي تيسمار خان سمجهي
سندس پيٽ جي لساڻ کي
پنهنجيءَ مُٺ ۾
قابو ڪري رکڻ چاهيندو آهي.
نہ
تون غلط ٿو سمجهين
مان،
تنهنجيءَ برابريءَ جو حق نٿي گهران
ڪنهن کان برابريءَ جو حق گهرڻ
آهي
ڪنهن کي پاڻ کان وڏو سمجهي
ان جي برابر ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ.
۽ تنهنجي برابر ٿيڻ جو مطلب ٿيندُو
تنهنجي مورکتا، تنهنجي ڪنائي،
تنهنجي نياڻائيءَ جو حصيدار ٿيڻ!
جيئن غلطيءَ وچان

اڄ جي استري ڪرڻ لڳي آهي
پرش جهڙو لباس اوڍڻ سان
استريءَ ڪي
پرش جون ڪي عادتون ته ملنديون
پر ڪيس
'استري' هئڻ جي سويڪرتي نه
ملندي
'استريءَ جي هئڻ' ڪي سويڪار
ڪرڻ
معنيٰ
استريءَ ڪي سندس تن، من ۽ آتما
جي
اڱڪار سان سويڪار ڪرڻ
نه ڪ
دان ۾ مليل ملڪيت سمجهي قبولڻ
ان ڪري جيئن مان
تنهنجي 'تون' ڪي سويڪاريان ٿي
تيئن تون به
منهنجي 'مان' ڪي سويڪاري
منهنجيءَ پر ۾ ويهه
ته
زندگيءَ جي امرت ۽ زهر ڪي
گڏجي پيئون
وشواس ڪر ته
زندگيءَ جو زهر به گڏجي پيئنداسين
ته اهو به امرت ٿي پوندو
يا وري زندگيءَ جي زهر ڪي ڪنٺ ۾
رکي
نيلڪنٺ ٿي جيئنداسين!



Address:
5_Maleer, Ward 4_A; Adipur (Kutch)
370205, India

اشرف پلي

## آدو ملاح

سمنڊ ڪنڌيءَ تي جهونو آدو
لُڙهه ۾ چنڊ لِڪي ٿو ڪوئي
چڻ ڪو رَڃ رڳن ۾ آهي
جنهن جو پانڌ ڇڪي ٿو ڪوئي
هينئڙو ونجهه جيان ٿو ٽوڙي
بيهڪ دل جي پاٽيءَ جي
آدو سُڏڪي ڳالهه ڪري ٿو
پنهنجي پيار پڄاڻيءَ جيءَ:
سمنڊ پرهه جو تنها تارو
ڪڙندي ڪوڙ جدايون ڏسندو
ايندو سڄ سواليءَ جهڙو
خالي هي سڀ جايون ڏسندو
هوندا ڪونه ڪکيءَ جا ڪارا
جن جي ڇت وٽي تي توکي
پاٽان ڪيئن پليندس آئون
دل هيءَ سين هٽي تي توکي
هائو صبح کان اڳ ۾ ايندا
تڙ تان ڪير تڙڻ لئه مُونکي
پوڙهاپي ۾ ماريو ويندو
نئون ڪو محل گهڙڻ لئه مونکي
ها پر توتي سمنڊ صدورا
ساڳيو تارن ڇَت به هوندو
تنهنجو ڪوئي مٽ نه هوندو
چولي چولي تي پيو چلندو
چنڊ به چوري ،ٻار جيان
تنهنجي پر ۾ محل اڏيندا.
ڪاري ڪارونڀار جيان
ها تنهن محل مٿانهان بيهي
توکي جوان نگاهون ڏسنديون

توتي هيل آسوءَ جا آگم
عاليشان نگاهون ڏسنديون
۽ او سمنڊ صدورا سائين
هوءَ جا پوڻ ڏسين ٿو سامهين
جنهن ۾ هڏ لٽيا مون آهن
پنهنجي بابي ڏاڏي جا
تنهن تي پڪنڪ پوائنٽ ٺهندي
ڏاڍيون رنگ رهاٽيون ٽينديون
ٻانهون چيلهه وٽن تي ول جئين
ڪيئي ور وراڪا ڏينديون
ها پر پيچ پنيءَ جو تو ۾
پنهنجا پير پساري ڪوئي
پنهنجي رنگ برنگي دنيا
ويهندو ڪين وساري ڪوئي
لَس ۾ عڪس پرين جا پائي
ڪو ٻه نه هاڻ ڪٿوري ڏيندو
ڪوبه نه "آدو" مهاڻي وانگي
توکي عمر سموري ڏيندو
سمنڊ نه ساڳي سيوا هوندي
هاڻ نه آڏيءَ ڏاري ايندي
توتي ڏيئا ٻارڻ ڪائي
پنهنجو پاڻ وسارڻ ڪائي
جن سين موجون ماٽا تنهنجا
جن سين پل وهاٽا تنهنجا
جن سين شامون رنگ رتوليون
سانجهيون چندن واس جيان
اڄ سي ويندا ڏور هليا
ويندڙ ڪنهن احساس جيان
تن جي سار ستيندي توکي
ڪامي نيٺ ڪٽيندي توکي
لوڻ لوڻ منجهه لٽيندي توکي
هر ڪا گندري گهاءَ جيان
شيشي جيئن وڃي ٿو ڳذري
هي غم منهنجي هانوَ منجهان

ماري چار اُٺيو جو آهي
پنڇي سو ڦاسائي ويندو
پنهنجا سڀ اباڻا ماڻهو
شهر وڏو ڳڙڪائي ويندو.



## قبوليت

پيار سفر ۾ منهنجي جانان
تون مان الهڙ ناهيون ليڪن
مُک تي هي ڏيکاءُ نئون آ
هڪ ٻئي تي ويساهه نئون آ
لاک لڳي ڪنهن باک ڦٽي ۽
چانڊوڪيءَ سان چاهه نئون آ
ها پر هڪڙي ڳڻتي منهنجو
ڳاهه جيان من ڳاهي ويٺي
منهنجي شعور جي چائنٽ تي سا
ڳالهه ڳجهي ڳالهائي ويٺي
مان ٿو سوچيان منهنجي جانان
ويري وقت سندو هيءُ واءُ
پنهنجي اوگهڙ آڏو ٽيل
اوچڻ ڦاڙي ماضيءَ جا
پنهنجا عيب ڦلهوريندو
تنهن پل هڪ ٻئي آڏو ڇڻ
تون مان ننگا هوندا سين
ماضيءَ جا ڪجهه ڪارا پل
ماتا جي نيشان جيان
ڏوران ڏور ڏيکائيندا
تون چئو اهڙي اوگهڙ ۾
ماتا جي نيشانن جهڙي
عيبن جي ايوانن ڪي
مُرڪي ڳل ڳراٽي پائي
پاڻ انا جي تاج جا وارث
ڪيئن قبولي سگهنداسين؟!



شبير هاليپوٽو

# آيت

وڏو پوجھ آ ڪو
ذهن تي، گهتايو
تنيءَ دل کي ٽاڪو
لڳي جي، لڳايو.
جهڙالين اکين سان اسان پيار آچيو
ونو رات ٽر ۾ ونو خوب ڪاچو
نہ آيو نہ آيو
نہ آيو الا ڪو
تنيءَ دل کي ٽاڪو
لڳي جي، لڳايو.
اُهي چپ ڪاڳر تي ڪنهن جا گلابي
اهي نيڻ ڪنهن جا نشيلا شرابي.
ڏنل هو سوايو
سڳيءَ کي وراڪو
تنيءَ دل کي ٽاڪو
لڳي جي، لڳايو.
لڳي جوت جوين، تيا سنگ سينا
بنا ناڪئي جيئن سمنڊ ۾ سفينا
پرين پير پايو
ڏکيو آهي ڏاڪو
تنيءَ دل کي ٽاڪو
لڳي جي، لڳايو.
اهو خيال شفاف شيشي جيان آ
اهو شعر شاعر! صحيفي جيان آ
انهيءَ ۾ سمايو
پرينءَ جو تو خاڪو
تنيءَ دل کي ٽاڪو
لڳي جي، لڳايو.



آئي گهٽا گهنگهور
رڙي پيو مور
نہ آئين تون اڄا ساجن!
اڄ بہ سڏي سڏونت
نہ جنهن جو انت
نہ ڪوئي دور
الا او دور
رڙي پيو مور
نہ آئين تون اڄا ساجن!
ڪير پريندو خال
اهو هر سال
وڏي پيو پور
الا او پور
رڙي پيو مور
نہ آئين تون اڄا ساجن!
سيارو ڪجھ ساويل
اسان وٽ هيل
وٺي ويو زور
الا او زور
رڙي پيو مور
نہ آئين تون اڄا ساجن!
تو بن من ويران
منجهس طوفان
انهيءَ ۾ شور
الا او شور
رڙي پيو مور
نہ آئين تون اڄا ساجن!



درد آ دل اندر
اڄ ميو درد آ

درد آ دل اندر.
خيال خنجر جيان ٿو لهي دل اندر
تون نہ آن، درد هي ٿو رهي دل اندر
جلد آ جلد آ، ورد آ دل اندر
درد آ دل اندر.
هونئن تہ آئي گلن رت، بهاري بہ آ
هونئن تہ ماحول ۾ خوشگواري بہ آ
رنگ رُت جو مگر زرد آ دل اندر
درد آ دل اندر.
رَتُ اميدن جي ديپن ۾ پيو ٿو ٻري
ڪجهہ ڪجي ڇا ڪجي ڪيئن ڇنجي ٻري
آهہ هڪ جا بچي سرد آ دل اندر
درد آ دل اندر.
ڌيان ۾ گيان ۾ ننڊ ۾ جاڳ ۾
سوچ ۾ لوچ ۾ شاعريءَ، راڳ ۾
بس اهو هڪڙو ئي فرد آ دل اندر
درد آ دل اندر.



Address:
C/o Gul Hotel, Main Road Halani,
District Naushehroferoz, Sindh.



# تلخي

مراد قريشي

هو ڏسي ٿو آئيني ۾ پنهنجو پاڻ کي، "سڀ ڪجهه تہ فضول آ"۔ هو سوچي ٿو ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ هو محسوس ٿو ڪري تہ آئينو مون کي ۽ منهنجي زندگيءَ کي ڪليل آگرين وارو هٿ ڏيکاريندو ٿو رهي. هو حيران نٿو ٿئي، پر ڪافي دير تائين پنهنجي اندر ۾ پيدا ٿيندڙ پنهنجي وجود لاءِ نفرت کي ڏسندو ٿو رهي!

انڌيري جيان ڦهليل هن جي وجود جي چوگرد نفرت هن جي اڳيان سوالن جا پتا اڇلائيندي ٿي وڃي ۽ هو انهن سوالن جي اڻ سمجهہ راند ۾ منجهي ٿو پئي.

"سيني ماڻهن جون نظرون صرف منهنجي ئي وجود جو وزن ڇو ٿيون ماپن!!؟" هو سوچي ٿو. ماڻهن جي نظرن ۾ منهنجي لاءِ ايڏي نفرت ڇو آ!!؟ هر وقت سيئي ماڻهو مون کي ڇو ٿا ڏسن!!؟؟ پر مون کي تہ ڪير بہ تہ نہ ٿو ڏسلي!!. پوءِ آخر مون کي ائين ڇو ٿو لڳي تہ هتي هر ڪوئي مون کي ئي ڏسي ٿو!!؟

هو پاڻ سان گڏ هلندڙ هڪ دوست کي چوي ٿو تہ "مون کي ائين ڇو ٿو لڳي تہ ماڻهو سڀ مون کي ٿا ڏسن؟"

"نہ! هتي تہ ڪير بہ نٿو ڏسي تو کي."

"نہ نہ تون غور سان ڏس تہ سيئي ماڻهو واقعي بہ مون کي ئي ٿا ڏسن!!"

"اهو تنهنجو وهم آ، ڪير بہ تہ تو کي نٿو ڏسي."

هو محسوس ٿو ڪري شدت سان تہ ڪافي دير کان هِن سان گڏ هلندڙ هِن جو دوست هن کي غور سان ڏسندو ٿو رهي، هو ڪجهہ چڙڪجي ٿو وڃي، ۽ نفرت کي پنهنجي اندر ۾ لڪائيندو ٿو رهي.

هو ڪلاس ۾ سيني کان لڪي آخري ڪرسين تي ٿو اچي ويهي، پر تڏهن بہ محسوس ٿو ڪري تہ ڪلاس ۾ ليڪچر ڏيندڙ ٽيچر سيني کي ڇڏي صرف هن کي ڏسندو ٿو رهي... پر پوءِ ائين ٿو لڳيس تہ جڻ ڪلاس ۾ سمورا شاگرد مونئي کي ئي ٿا ڏسن. هو يڪدم لڪڻ ٿو چاهي، پر هُن کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿو اچي. هو يڪدم

پنهنجي پرسان ويٺل ڇوڪريءَ جي ڇپن تي لڳل ڳاڙهي لپ اسٽڪ ۾ لڪي سمهي ٿو پئي.

هُن جي هٽ ۾ جهليل ايپران هُن کي گاريون ٿو ڏيندو رهي... ۽ مختلف ڇوڪرين کي پاتل ايپرانن جي کيسن ۾ لڪي هو انهن ڇوڪرين جي جسمن سان کيڏندو ٿو رهي... هو ڇت تي ويهي هوائن ۾ مختلف ڇوڪرين جا خوبصورت چپ، پنهنجن ڇپن سان بند ڪري وساري ڇڏيندو آهي. هن جا چپ اجايل ئي هن کي نظر آيا آهن. هن جا چپ هن جي نفرت کي محسوس ڪنديءَ خاموش هن جي اڳيان هميشہ احتجاج ڪندا رهندا آهن.

هُو هاسٽل جي ڏاڪڻ جا ڏاڪا الاءِ گهڻا دفعا ڳڻڻ جي باوجود، روز لهندي ۽ چڙهندي ڏاڪا ڳڻيندو لازمي آهي.

هڪ، ٻہ ٽي، چار پنج، ڇهہ ست..... هو روم کوليندي نفرت طرفان آجيان ڏسي ڏکي ويندو آهي. آئيني اڳيان بيهي هو هميشہ نفرت کي ڏسندو آهي غور سان. پوءِ هو آئيني کان هٽي ڪري آئيني کان هڪ خوبصورت عڪس گهرندو آهي. ڪمري جي چئن ئي ڀتين تي لڳل مختلف تصويرن کان خوبصورتي گهرندو آهي. ٽيبلن تي پيل بند ڪتابن کان لفظ گهرندو آهي. هو ڪبٽ ۾ پيل پرفيوم کان خوشبو گهريءَ اداس ٿي ويندو آهي. ۽ انهيءَ ڪبٽ جي مٿئين خاني ۾ پيل پنهنجي پرسنل ڊائريءَ کان پنهنجو ماضيءَ گهريءَ ماضي جي سمنڊ ۾ خودڪشي ڪري ڇڏيندو آهي. ساڳئي ڪبٽ جي مٿئين خاني ۾ پرسنل ڊائريءَ جي پرسان الاءِ ڪيترين وسڪيءَ جون خالي بوتلون ڏسي، هُن جي اکين مان شراب هارجڻ لڳندو آهي... هو پنهنجي پرسنل ڊائري کي ڇڏيءَ ڪبٽ جي خاني ۾ پيل خالي وسڪي جي بوتل ڪڍي ڏسندو آ. ۽ وسڪي جي خالي بوتل تي پيئڻ واري ڏينهن جي تاريخ ڏسي، انهن لمحن ۾ ڪجهہ لمحن لاءِ پاڻ کي ڳولڻ ۾ گم ٿي ويندو آهي... پوءِ هر خالي بوتل تي پنهنجي طرفان لڳايل تاريخ، هن کي انهن لمحن ۾ سمهاري ڇڏيندي آهي.

هن کي خبر آهي تہ وسڪي پيئڻ کان پوءِ روئڻ ۽ کلڻ ڪيڏو نہ سولو آهي. پر هو نہ روئيندو آهي، نہ ئي کلندو آهي ـ پر وسڪي پيئنديءَ هو صرف خاموش سوچيندو رهندو آهي. هن کي خبر آهي تہ "سڀ ڪجهہ فضول آهي"... پر تڏهن بہ هو سوچيندو رهندو آهي. هن سان گڏ پيئندڙ هن جو دوست پنهنجي محبوبا جون ڳالهيون ۽ تصويرون ڏيکاريءَ پاڻ ئي روئي ويهندو آهي. ۽ شراب هُن جي اکين ۾ برسات آڻي ڇڏيندو آهي... پر هي چاهيندي بہ پنهنجي دوست کي پرچائي نہ سگهندو آهي، محسوس ڪندو آ تہ "مان هن کي پرچائيندي پاڻ بہ روئي پوندس..!"

هو ڪهاڻيون لکنديءَ ڇوڪرين جي جسمن لاءِ لفظ چونڊينديءَ انهن جي جسمن جي تصور ۾ گم ٿي ويندو آهي. ڪهاڻيون لکڻ کان پوءِ الاءِ ڇو هو محسوس ڪندو آهي تہ سمورين ڪهاڻين جا سمورا لفظ منهنجي وجود کي ڏنگيندا ٿا رهن. هو پنهنجي چوگرد لفظن جو هڪ وڏو جُلوس ڏسي ڏڪي ويندو آهي... پر تڏهن بہ صرف

ٻہ لفظ هِن جي اڳيان انڌيرو آڻي ڇڏيندا آهن. "ڇا؟" ۽ "ڇو؟"... "سڀ ڪجهہ تہ فضول آهي.." هو روز رات جو انڌيري کي سيني سان لڳائي، اکيون بند ڪري سوچيندو رهندو آهي.

هن جي پرسنل ڊائريءَ ۾ لڙڪن ۽ محبوبا جي تصويرن کان سواءِ هڪ اڇي رنگ جو ٽشو پيپر بہ پيو آهي، جنهن ٽشو پيپر سان هن پهريون ڀيرو پنهنجي محبوبا جي چپن تان لپ اسٽڪ اُگهي، ان جا چپ چميا هئا. هر ڀيري هُو هُن ٽِشو پيپر ۾ لڳل ڳاڙهي نشان تي پنهنجا چپ رکي، پنهنجي پرسنل ڊائريِ سان ڀيهر لڙڪ شيئر ڪرڻ لڳندو آهي... هو محبت جي راند جو هڪ ڪامياب رانديگر هجڻ جي باوجود بہ هڪ هارايل رانديگر آهي.

هن کي ياد آهي... هن اها محبت جي راند پاڻ کي هارائي هئي. هو هر چانڊوڪي رات تي چانڊوڪي ۾ ويهي پنهنجي پرسنل ڊائريءَ جو پهريون صفحو کولي پڙهندو آ...!

"مون شدت سان محسوس ڪيو هو تہ اهو سڀ ڪجهہ فضول آهي!"

الاءِ ڇو مون محسوس ڪيو هو تہ اها ڇوڪري (جنهن کي مون پنهنجي محبوبا سڏيو آهي) جنهن سان هر ڀيري ملاقات کان پوءِ منهنجو وجود پنهنجي لاءِ ٿي پيدا ڪيل "نفرت" کي پنهنجي ويجهو ڏسندو."

"مون شدت سان محسوس ڪيو هو تہ هن ڇوڪريءَ جي چپن تي ڏنل سموريون چميون منهنجي وجود تي نفرت جو هڪ نئون اسٽيمپ هڻنديون ٿي ويون!"

"سڀ ڪجهہ تہ فضول آهي." روز مان سوچيندو هيس. اُن سان ڪيل سموريون ملاقاتون، هُن سان ڪيل سموريون ڳالهيون، هُن کي ڏنل سمورا ٽهڪ، لڙڪ، ۽ هُن لاءِ ڏٺل سمورا خوابہ... سڀ ڪجهہ ٿي تہ فضول آهن!!"

"الاءِ ڇو اهو احساس منهنجي اندر کي کائيندو ٿي رهيو هميشہ تہ مان هُن سان پيار نٿو ڪريان!!"

"الاءِ ڪڏهن ۽ الاءِ ڇو مون کي اهو احساس دل ۾ جاڳيو هو!؟ آخر اها سوچ ڇو آئي هئي منهنجي ذهن ۾؟ جڏهن تہ اها ڄاڻ بہ هئي تہ هو مون سان ڪيڏو نہ پيار ٿي ڪري!"

"پر مون بہ تہ هُن سان پيار ڪيو هو. مون بہ تہ هميشہ پنهنجي ڊائريءَ ۾ هُن لاءِ "صرف پنهنجي محبوبا" لکيو هيو!! مون تہ هميشہ پنهنجي ڊائريءَ مان هُن جون تصويرون ڪڍي رات جي اڪيلائي ۽ خاموشيءَ ۾ هُن جي تصويرن سان ڳالهايو هو ۽ چميو هو!"

"پوءِ آخر مون کي ائين ڇو لڳو تہ مان هُن کي دوکو ٿو ڏيان ۽ پيار نٿو ڪريان!؟"

"... مون کي ياد آهي مون پنهنجي پيار، پنهنجن خوابن، پنهنجين چمين، سمورن ٽهڪن ۽ لڙڪن کي تصور ۾ هُن ڇوڪريءَ کان الڳ ڪري، صرف هُن ڇوڪريءَ کي ڏٺو ۽ شدت سان محسوس ڪيو تہ "نفرت" منهنجي سموري وجود کي وڪوڙي ويئي آ.

اهو محسوس ڪندي مان ڇرڪجي پيو هيس ۽ پنهنجو پاڻ کي لڪائڻ لڳو هيس، پنهنجو پاڻ کان ئي!"

مون کي ياد آهي مون هن کي چيو هو "مان اڄ تو کي آخري ڀيرو پيار ڪرڻ ٿو چاهيان!"

"اڄ اسان جي وڇڙڻ جو ڏينهن آهي، اڄ کان پوءِ اسان ٻيهر ڪڏهن به نه ملنداسين!!"

يڪدم هڪ عجيب قسم جي چمڪ هُن جي اکين ۾ ظاهر ٿيڻ لڳي هئي ۽ يڪدم اداسي هُن جي وجود ۾ سمائجي وئي هئي. هو ڳالهائڻ لڳي هئي. هُن جي هر لفظ ۾ هُن جي اندر جي اداسي پڙجندي ٿي وئي ۽ هُن جو آواز خوبصورتيءَ جو احساس ڪٽي، مون کي ڳوليندو پئي رهيو.

"اسان ڪڏهن به اڄ کان پوءِ هڪٻئي کي نه ڳوليندا سين. اڄ کان پوءِ اسان ٻئي هڪٻئي لاءِ اجنبي ٿا بڻجي وڃون. بنا ڪنهن سبب جي هڪٻئي کي الوداع چئي!!"

"اڄ آخري ڀيرو مان تو کي پيار ٿو ڪرڻ چاهيان، تمام گهڻو پيار. مون کي تون اجازت ڏي!."

ان پل هُن جا آخري ڀيرو چپ چمندي منهنجو پيار منهنجي لاءِ امر ٿيندو ٿي ويو هن جي قميص لاهيندي مان پاڻ کي ڪجهه به نه سمجهه جي ڄار ۾ ڦاسندو محسوس ڪندو ٿي رهيس. هن جون ڇاتيون منهنجي اڃ وڌائينديون ٿي ويون ۽ مان ٻيهر "نفرتن" جي شهر مان نڪري خوبصورتين جي مختلف هوائن ۾ پاڻ کي ڳولڻ لڳس. ۽ اهي سمورا لمحا منهنجي لاءِ زندگي بڻجي ويا. مان انهن سمورن لمحن ۾ زندگيءَ جي خوبصورتين کي چمندو رهيس.

ان ڏينهن مون هُن کي پيار ڪيو ايترو پيار... جيترو پيار هيل تائين ڪنهن به ڪنهن کي نه ڪيو هوندو.

هن جي اکين ۾ چمڪ وڌندي ٿي وئي. ان پل منهنجا چپ سبجي ويا. خاموشي پوري گهر کان علاوه، اسان ٻنهين جي چوڪيداري ڪندي، پنهنجي معنيٰ، اسان جي اڳيان وڃائيندي ٿي وئي.

"مون کي اڄ ماري ڇڏ!" هن جو آواز سڏڪي جيان لڳو.

سڏڪن جو آواز پوري گهر جي خاموشيءَ کي وڃائي ويٺو... مون ڪافي ڪجهه ڳالهائڻ چاهيو ۽ هُن جي سمورن سڏڪن کي پنهنجي اندر ۾ جذب ڪرڻ چاهيو پر منهنجون اکيون بند ٿينديون پئي ويون، خاموشي لڪندي رهي ۽ مان خاموشيءَ کان پاڻ کي لڪائي نه چاهيندي به هن جي جهول ۾ روئي ويٺو هيس. ڪيئن پرڇايان پاڻ کي، يا هن کي، ڪجهه نه سمجهه جي سوچ منهنجي وجود کي منهنجي اڳيان وڃائيندي پئي وئي. نه چاهيندي به اکيون پڙجنديون ٿي ويون. اسان ٻنهي جي روئڻ جو آواز ڪمري جي ڇت ۽ ڀتين تي پنهنجا اڻ پورا نشان ڇڏيندو ٿي ويو ۽ چارئي ڀتيون اسان جي روئڻ ۾ پنهنجو پاڻ کي وڃائينديون ٿي ويون. خاموشي منهنجي

ويجهو اچي، مون کان هزارين "سوال" ڪندي ٿئي رهي. منهنجي اندر جي نفرت هُن جي هر "سوال" جو "جواب" هئي.

واپسي مهل مان هُن جي چپن تي لڳل لپ اسٽڪ، پنهنجن چپن سان چورائي. هُن جي جسم جي خوشبو مون پنهنجي اندر ۾ قيد ڪئي. هن جي يو شيپ وارن جي چمڪ مون پنهنجي ڊائري ۾ لڪائي، هن کي پنهنجي بلڪل ويجهو ڪيو ايترو ويجهو ڪيو جو "مان"، "مان" نه پر "هُوءَ" بنجي ويس.

اِهو گهر جتي مان الاءِ گهڻا ڀيرا هُن سان مليو هيس. مون ان گهر جي سمورين پٿين کان اجازت گهري، ان گهر جي مٽيءَ جي لَپ پنهنجي کيسي ۾ رکي، گهر جي خوشبو کي پنهنجن ساهن ۾ لڪايو ۽ پٿين تي لڳل اسان ٻنهي جي ساهن، چمين ۽ روئڻ جي پورن ۽ اڻ پورن نشانن کي متائڻ جي ڪوشش ڪندو اچا وڌيڪ اداس ٿيندو ٿي ويس.

ان گهر مان ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ اهو گهر ۽ اها ڇوڪري منهنجي لاءِ "سوال" جي نشاني بنجي ويا ۽ مان جواب جي ڳولا ۾ پاڻ کي ڏسڻ لڳس. "نفرت"، پهرين کان وڌيڪ نفرت منهنجي اندر ۾ ڦهلائيندي ٿئي وئي. مان چڙڪجي ويس ۽ منهنجي پويان هلندڙ منهنجو پاڇولو مون کي گاريون ڏيندو ٿئي آيو. پنهنجي ڪمري ۾ آئيني ۾ مون نفرت کي، غور سان ڏٺو ۽ سڃاتو هيو.

هن کي ياد آهي، اها رات چانڊوڪيءَ جي رات هُئي. هن چانڊوڪيءَ کي ئي پنهنجو سڀ ڪجهه سمجهي، پنهنجي پرسنل ڊائريءَ تي اهو سڀ لکيو هو پر ان کي ڪهڙي خبر هئي ته اڄوڪي چانڊوڪي رات کان پوءِ هر ايندڙ چانڊوڪي، هِن کي اچا به وڌيڪ اداس ڪري، هن جي اندر ۾ پنهنجي وجود لاءِ نفرت جي اونده ڪندي ويندي "ڪيڏي نه روشني هوندي آهي، هر طرف. پر منهنجي اندر ۾ ايڏي اونده ايڏي نفرت. پنهنجي وجود. پنهنجي زندگيءَ کان!! آخر ڇو؟ هو سوچيندو رهندو آهي، ۽ محسوس ڪندو آهي، ته چانڊوڪي مون کان پڇندي ٿي رهي: "ڇا" ۽ "ڇو؟" ۽ هو منجهي پوندو آهي.

هو هينئر به سوچيندو ٿو رهي، ان ڇوڪريءَ لاءِ، چانڊوڪيءَ لاءِ ۽ پنهنجي پرسنل ڊائري لاءِ- پر هڪ لمحي کان پوءِ محسوس ٿو ڪري ته ڪلاس ۾ ويٺل سڀني شاگردن جا ڪنڌ پوئتي ڦري ويا آهن ۽ اهي سڀ ڪيس غور سان ڏسندا ٿا رهن. هو پنهنجي "نفرت" کي پنهنجي اندر ۾ ئي لڪائي، پاڻ کي ٿلهن ڪتابن ۾ لڪائڻ جي ڪوشش ڪندو ٿو رهي. پر هن جي پرسان پيل ڪتاب صرف پنهنجن مختلف لفظن جي جادو ۾ هن جي نظرن کي لڪائي ٿا ڇڏين. هو پنهنجي سامهون اڄوڪو ليڪچر ڏيندڙ ميڊم سان خوبصورت خواب ملهائيندو ٿو رهي. ميڊم چاڪ سان بورڊ تي لکي ٿي "Deep Structure of Breast" هو محسوس ٿو ڪري ته هن جا هٿ بي ساخته مئڊم جي سيني ڏانهن وڌيا آهن ۽ ان کي بي لباس ڪري ڇڏيو اٿن. هو پنهنجي هٿن ۽ چپن ۾ ديوانگي ۽ جُنون جي طوفان کي محسوس ڪري ٿو جيڪو هن کان بيوسيءَ مان

الائي چا چا ٿو ڪرائي وڃي. سندس نظرون هُن جي اڳيان ڪير جهڙي جسم جي خوبصورتي پنهنجي اکين ۾ چورائيندين ٿيون رهن. پر ٻئي لمحي پنهنجي وجود ۾ پنهنجي سوچ لاءِ نفرت هُن کي پنهنجي اڳيان وجائي، هن کي دانهون ڪرڻ تي مجبور ٿي ڪري، پر ڪجهه وقت کان پوءِ هو محسوس ٿو ڪري ته مون ايتريون ته زور سان دانهون ڪيون آهن، جو ڪلاس ۾ ويٺل سڀ شاگرد ۽ ميڊم مون کي ٿي تا ڏسن. انهن سمورن جي نظرن ۾ هو پنهنجو وجود ٽڪرا ٿيندي ٿو پائيين.

هو هاسپيٽل ۾ يوراالاجي وارڊ ۾ وڃي، ان سورهن سالن جي ڇوڪري سان ملڻ ٿو چاهي. جنهن ڇوڪريءَ کي ڪالهه چانڊوڪي رات جي اوٽ وٺي هڪ ڊاڪٽر پرائيويٽ ڪمري ۾ زوري ريپ ڪيو هو. هو پرائيويٽ روم ۾ ٿو پهچي، جنهن روم جي پٽين ۾ ان ڇوڪريءَ جون دانهون لٽڪل آهن. ڪجهه لمحن کان پوءِ هو اُهي سموريون دانهون ٻڌندو ٿو رهي. هن جا ڪن بند ٿا ٿيندا وڃن. هو ان ڪمري ۾ اڪيلو ويٺو زور زور سان رڙيون ٿو ڪري، "اهو مرد مان ئي آهيان، جنهن هڪ ڇوڪريءَ کي ريپ ڪيو هو ۽ اها ڇوڪري به مان ئي آهيان، جنهن کي چانڊوڪيءَ ۾ ريپ ڪيو ويو هو."

"Every man is setter" هو سوچيندو ٿو رهي. خاموشي هن جي اندر ۾ ٻيهر نفرت ٿي ڦهلائيندي وڃي. ٻاهر هو سيني ماڻهن جي اکين ۾ پنهنجي لاءِ نفرت ڏسي ڏڪي ٿو وڃي. هو محسوس ٿو ڪري ته "سڀ ماڻهو مون کي تا ڏسن ۽ مان ئي اهو "مرد" آهيان، جنهن هن دنيا جي سيني عورتن سان ريپ ڪيو آ."

نفرت هن جي وجود کي کائيندي ٿي رهي. هو سوچي ٿو ته "پنهنجي اندر جي "نفرت" کي گهٽائڻ لاءِ اهڙو آئينو لازم هجي، جنهن ۾ پنهنجو عڪس خوبصورت نظر اچي." هو سمورا آئينا ٽوڙيندو ٿو رهي. "ڇا اهڙو آئينو ڪوبه ناهي، جيڪو آئينو منهنجي عڪس کي خوبصورت ڪري سگهي!!"

"Every man is corrupt!!"

"Every man is setter_"



E_mail: muradortho@yahoo.com

○ جوش مليح آبادي علي ڳڙهه يونيورسٽي يونين جي جلسي ۾ پنهنجو نظم پئي پڙهيو جنهن ۾ ڪجهه منڪرانه خيال هئا.

ظفر احمد صديقي ڪاوڙجي پيو ۽ وڏي واڪي چوڻ لڳو:

"لاحول ولا قوت. اسان ڪفر ٻڌڻ ناهيون آيا. شعر ٻڌڻ آيا آهيون."

جوش مليح آبادي هڪدم جواب ڏنو "اسان به شعر پڙهڻ آيا آهيون، تراويحون پڙهڻ ناهيون آيا."



# ائبنارمل شخص جي ڪهاڻي

شوڪت حسين شورو

”گھر ڌيل پاڇو“ ڪهاڻي لکندي، مون کي اهو خيال ايندو هو تہ پاڳل خاني ۾ بند چريا ڪڏهن پاڻ بابت سوچيندا هوندا! ان ڪهاڻيءَ جو ڪردار چرين کي ان لحاظ کان خوشنصيب ٿو سمجهي، تہ اهي سوچيندا ڪونہ هوندا.

پر جيڪڏهن ڪو پاڳل شخص پاڻ تي ڪهاڻي لکي تہ هو ڇا لکندو؟ ”سارنگا“ ۾ ڇپيل هن ڪهاڻيءَ جو ڪردار جيڪو پاڻ ڪهاڻيڪار آهي، هڪ abnormal شخس آهي، بلڪ Psycho آهي. هو سخت احساس ڪمتريءَ جي مرض ۾ ورتل آهي. فرائڊ جي سائي الفريڊ ايڊلر Inferiority complex جا جيڪي اهڃاڻ ٻڌايا آهن، تن ۾ هڪ اهو بہ آهي تہ ان ماڻهوءَ کي لڳندو آهي تہ ٻيا هن کي ڏسي رهيا آهن.

”سڀني ماڻهن جون نظرون صرف منهنجي ئي وجود جو وزن ڇو تيون ماپيون؟“

گهمندي ڦرندي ماڻهو پاڻ سان گڏ اهو احساس کنيو هلندو وتي تہ ٻيا ڪيس جانچي رهيا آهن. شخصيت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندڙ آهي. هن جي چرپر تي، هر ڳالهہ تي ٻين جون نظرون آهن. سو تہ سمجهہ ۾ ايندڙ آهي، پر چرين جون ڪيترين ڳالهيون، جيڪي اهي سوچيندا هوندا (ڇا چريا سوچيندا آهن؟) سي رواجي ماڻهن جي سمجهہ کان ٻاهر هونديون. هڪ عام ماڻهوءَ وٽ ان سوچ جو بنياد هجڻ کپي تہ ”ماڻهن جي نظرن ۾ منهنجي لاءِ ايڏي نفرت ڇو آهي؟“ پر هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪردار جي اها سوچ تہ ماڻهو ڪانئس نفرت ٿا ڪن، ان جي ڪارڻ ٻڌائڻ جي ضرورت ڪانهي. پڙهندڙ کي خبر آهي تہ اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪانهي، جنهن سبب ماڻهن جي نظرن ۾ هن جي لاءِ نفرت هجي. ائبنارمل ماڻهو اهڙيون ڳالهيون سوچيندو آهي، جيڪي اصل ۾ هونديون ڪونہ آهن.

ماڻهو ڇرِيا ڪيئن بڻجي ويندا آهن؟ هڪدم يا آهستي آهستي ڇرِيائپ هنن جي ذهن کي وڻ ويڙهيءَ وانگر وڪوڙيندي ويندي آهي؟ هن ڪهاڻيءَ جو ڪردار اِجا ڇرِيائپ جي سرحدن کي ڇهي رهيو آهي ۽ هو محبت جي راند هارائي چڪو آهي.

هڪ روايتي عاشق جيان هن اهو ٽشو پيپر سانڍي رکيو آهي جنهن ٽشو پيپر سان هن پهريون ڀيرو پنهنجي محبوبه جي چپن تان لپ اسٽڪ اگهي هن جا چپ چميا هئا. هر ڀيري پنهنجي محبوبه کي ياد ڪنديءَ هو ٽشو پيپر ۾ لڳل ڳاڙهي نشان تي پنهنجا چپ رکي لڙڪ لاڙيندو رهي ٿو پر عشق جي ان بيماريءَ سان گڏ هن سان وڏو مسئلو آهي. هن جي ذهني بيماري. هن جي وجود کي وڪوڙي ويٺل "نفرت" جو موتمار احساس. اها ڇوڪري (جنهن کي هو پنهنجي محبوبه سڏي ٿو) جنهن سان هر ڀيري ملاقات کان پوءِ پنهنجي لاءِ ئي پيدا ڪيل "نفرت" کي پنهنجي ويجهو ڏسي ٿو. هو پاڻ کي اهو مرد سمجهي ٿو جنهن دنيا جي سڀني عورتن سان ريپ ڪيو آهي. هو پنهنجي اندر جي نفرت کي (جنهن جا ڪئين ڪارڻ ٿي سگهن ٿا ۽ ڪوبه ڪارڻ نه ٿو ٿي سگهي) گهٽائڻ لاءِ اهڙي آئيني جي ضرورت کي محسوس ڪري ٿو جنهن ۾ ڪيس پنهنجو عڪس خوبصورت نظر اچي. ٻين لفظن ۾ هن کي علاج جي ضرورت آهي.

By the way هيءَ ڪهاڻي 70 ۽ 80 جي ڏهاڪن ۾ لکجندڙ مابرن يا نئين ڪهاڻيءَ جو پڙاڏو آهي ۽ rough draft آهي. شايد اِجا هڪ ٻه ڀيرا ٻيهر لکڻ سان ان جي ڪا بهتر صورت نروار ٿي سگهي ها.

ڪهاڻيءَ ۾ ڪجهه جملا نهايت خوبصورت آهن:

"هو يڪدم پنهنجي پرسان ويٺل ڇوڪريءَ جي چپن تي لڳل ڳاڙهي لپ اسٽڪ ۾ لڪي سمهي پئي ٿو."

يا

"هو ڇت تي ويهي هوائن ۾ مختلف ڇوڪرين جا خوبصورت چپ پنهنجن چپن سان بند ڪري وساري ڇڏيندو آهي."

مون کي پنهنجي اڻ ڄاڻائيءَ تي سخت چڙ اچي ٿي جڏهن مون کي اهو سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته Every man is setter جي معني ڇا آهي!





# ٽاءِ

مئو دراگ بلانو وچ

ترجمو: ولي رام ولڀ

مون سوچيو مان ايڏو بيوقوف ناهيان، جو اُنهن ماڻهن جي وچ ۾ انهن هڪ ٿي طرح جي ماڻهن جي وچ ۾ وڃي وِهان. منجهانئن ڪوبہ ايترو لائق ناهي جو منهنجا بوٽ بہ صاف ڪري سگهي. هُو جو ڊگهي نڪ وارو هڪڙي ڇيڙي تي ويٺو آهي، سندس شڪل بِڇڙي ۽ ڪاوڙيل آهي ۽ وري منجهانئن هڪ ڄڻو ڏرَ جي پرسان ويٺو آهي ۽ ٻيو سندس پرسان. اُنهن سان گڏ ويهڻ جو مطلب آهي، انهن جهڙو ٿيڻ. مان ڪانئن مٿاهون ٿيڻ چاهيان ٿو.

مون پنهنجي منجهند جي ماني هڪ ننڍي قد واري 'بيڪر' کان ورتي. پوءِ پنهنجي سيٽ تي لڪايل بنڊل کنيم ۽ وهنجڻ جي جاءِ جي نويڪلائيءَ ۾ هليو ويس، جتي مونکي اُميد هئي تہ منهنجي ٽاءِ جي ساراهہ ڪندڙن مان ڪوبہ نہ ڏسندو.

'اِي خدا! ڇا مان ايڏي سٺي ٽاءِ، جنهن تي اڇو گول نشان آهي، پائڻ ڪري پاڳ وارو ناهِيان؟ اڄ تائين ڪنهن جي پاڳ ۾ ههڙي ٽاءِ نہ هوندي!" مونکي ياد آيو جڏهن مان ننڍو هوس، منهنجو هڪ پاڙيسري بلڪل انهيءَ شخص جهڙو هو جيڪو ڇيڙي تي ويٺو آهي. ها، وٽس اهڙي ئي ٽاءِ هئي، پر اُهو پاڙيسري تہ گذاري ويو مان سندس لاش سان آخري سفر ۾ بہ گڏ ويو هئس.

رڳو اڪيلو مان ئي نہ هوس، جو انهيءَ ٽاءِ کان متاثر ٿيو هوس، پر ٻئي ڏرَ جي پرسان ويٺل ڇوڪريءَ بہ پنهنجون اکيون ڦاڙي ڏٺو هو جن ۾ جڻ سموريءَ دنيا جي ڏک جو آستانو هجي. هوءَ چوڻ لڳي: "او منهنجا خدا، ڪيڏي نہ عجيب ٽاءِ آهي تو وٽ!"

پاسي ۾ ويٺل شخص بہ متاثر ٿي چوڻ لڳو "اِها تہ سانڍي رکڻ جوڳي آهي."

"انهيءَ کان بہ مٿي" ٻئي چيو.

"توکي اڪثر اهڙيون شيون نہ ملنديون"، ٽئين اکيون ڦاڙيندي چيو.

"اها تہ اُنهن کان بہ گهٽي سُٺي آهي جيڪي پرڏيهہ کان ايندڀون آهن." منهنجي دوست مونکي يقين ڏياريندي چيو.

"ڪو هن لاءِ توکي ماري نہ وجهي! بهتر ٿيندو تہ تون بنا حفاظتي بندوبست جي ٻاهر نہ نڪر." اهو سڀ ڪجهہ اُنهن چيو. هڪڙي ڪي تہ ٽاءِ ايڏي پسند آئي جو چوڻ لڳو "يار! هڪ شام لاءِ مونکي اها ٽاءِ اُڌاري ڏي تہ پنهنجيءَ گرل فرينڊ کي متاثر ڪري سگهان." ائين مان سمجهان ٿو ماڻهو چاڻي واٽي رستي تي بيهي ويندا. دڪانن جون سينگاريل دريون ڏسڻ بيهي رهندا. ۽ اُهي عورتون، جيڪي اڳ ڪڏهن مون ڏانهن نهارينديون ئي نہ هيون، مون کي ڏسندي چپن ۾ پٽڪنديون. "ڏس! تون هن ٽاءِ ۾ ڏاڍو وڻين ٿو."

"توکي خبر آهي، هيءَ ٽاءِ ٺهر جي آهي. توکي ڏاڍي ٺهي ٿي." هنن چيو.

"ڇڏ ڪٽي... اهو منهنجو ذاتي معاملو آهي، مان ٺهان ٿو تون تہ نہ!" مونکي چوٽو ئي پيو.

پڇاڙيءَ ۾ مونکي اهو سوچڻو پيو تہ اهي عورتون، اهي ماڻهو جيڪي رستي تي بيهي مونکي ڏسڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ۽ منهنجا دوست، جيڪي مونکي ساراهين ٿا تہ منهنجي ٽاءِ ولايتي ٽائين کان سُٺي آهي، لڳي ٿو ٽاءِ واپس وٺڻ جي سازش سِٽي رهيا آهن. انهيءَ ڪري مون ڪانئن پري رهڻ جو سوچيو.

سنسار جي سڀني انيڪ ٽائين کان الڳ جيڪي دڪانن جي درين ۾ ٽنگيل آهن، منهنجي هِن ٽاءِ جي هڪ تاريخ آهي. منهنجي ڏاڏي هن ٽاءِ جي حفاظت جو بار منهنجي پيءُ کي سونپيو هو. انهيءَ نرالپ جي ڪري منهنجي پيءُ، مرڻ مهل مونکي چيو هو تہ چاهين تہ منهنجا پٽ سڀ ڪجهہ بيشڪ وڪڻي ڇڏج، پر هيءَ ٽاءِ ڪڏهن بہ نہ وڪڻج. هڪ ڀيرو اها ٽاءِ تنهنجي هٿان ويئي تہ توکي گهڻيون مصيبتون سهڻيون پونديون. تون بہ ختم ٿي ويندين ۽ اسانجي خاندان جي بہ تباهي ٿي ويندي

مون سوچيو مان هن ٽاءِ کي ايترو گهڻو پسند ڪريان ٿو تہ ضرور هڪ سُٺو پُٽ ۽ پوٽو آهيان. ايتري قدر جو مان اها اسپتال بہ ڪٽي ويس. جتي اهڙيون شيون ڪٽي وڃڻ جو ڪو سوچيندو بہ ناهي.

چوڪيدار جو کُهرو آواز ڪاريڊور ۾ ڦهلجي ويو. دروازو ٺهڪن جي طوفان سان گڏ بند ٿي ويو. هاڻي مان ماڻهن جي ساراهہ جو عادي ٿي چڪو آهيان. هتي بہ منهنجي خواهش آهي تہ ماڻهو مونکي ساراهين. مان انهن ماڻهن کي بہ پنهنجي ٽاءِ ڏسڻ جو موقعو ڏيڻ چاهيان ٿو. تڏهن گهڻو ڪري اهي ماڻهو سمجهن تہ اُهي ڪنهن سان ڳالهائي رهيا آهن ۽ پوءِ شايد مون کي گهُورڻ بند ڪن. پوءِ اهي مون سان سخت ٿيڻ جو ساهس بہ نہ ڪري سگهندا ـ مون سوچيو.

مان ڪمري ۾ هليو ويس. مريضن اَچرج وچان پنهنجَون ٻانهون ڦهلايون، ڄڻ اهي ڪنهن پياري دوست جو آڌرڀاءُ ڪري رهيا هجن. ڄڻ اهي مون کي ڀاڪر ۾ ڀرڻ چاهيندا هجن.

هڪ ننڍو چوڪر پرسان لنگهيو. "ڪهڙي نہ ڏسڻ جهڙي ٽاءِ آهي!"

هڪ مُڇن واري ماڻهوءَ پنهنجي بستري تان ٽپو ڏنو ۽ راز واري نگاهہ سان مون ڏانهن ڏٺائين. "تو اها ڪٿان ورتي؟" هن مون کان پڇيو.

ماڻهن جي وچ ۾ ئي، هڪ ٻئي ڏانهن ڏسندي ٻار چيو "هيءُ پاپا جي ٽاءِ کان به سٺي آهي."

"مون اها پنهنجي ڏاڏي کان ورتي آهي. منهنجي پيءُ پڻ پنهنجي ڏاڏي کان ورتي هئي."

**

هڪ هڪ ڪري مريض اُٿيا. اُهي سڀ، جيڪي دريءَ کان ٻاهر جهاتي پائي ڪلي رهيا هئا، سڀئي جهلي بيٺا هئا.

"آ...ها...!" سڀني اچرج وچان چيو.

مون سوچيو، هاڻي اهي هڪجهڙو ورتاءُ ڪندا. اهي مون ڏانهن ڪِلندي ڏسڻ بند ڪندا. مون سندن گنجا مٿا ڏٺا، جيڪي منهنجي چوڌاري گهيرو ڪري ويا هئا ۽ سندن اکيون، جيڪي منهنجي ٽاءِ جي نشان کي ڏسڻ لاءِ آتيون هيون.

اُتي هڪ ٻيو مريض به ويٺو هو. هو ڪنڊ واري بستري تي، جمي، پنهنجن هٿن جي ترين سان مٿو ڍڪي ويٺو هو. هن سڀني کي نظرانداز ڪيو. خاص ڪري مونکي. سڀن کان پري رهڻ جو وس وڌو ڪارڻ هو مون اول ساڻس ڳالهايو هو. ڪوشش به ڪئي هئي. اسان مان ڪوبه ڪانئس اهو پڇي نه سگهيو ته هو پنهنجي زال ۽ ڌيءَ کان سواءِ ڇو اُداس آهي. جي هر خميس ۽ آچر جي شام جو چئين وڳي ساڻس ملڻ ايندليون هيون. مون ڪڏهن هڪ ٻيرو به (اسپتال ۾ رهڻ دوران) سندس چهري تي مُرڪ نه ڏٺي هئي. مان نٿو سمجهان ته ڪنهن ٻئي به ڏٺي هجي.

هو ڇو نٿو اُٿي؟ اُتي ڇو نٿو مونکي ساراهي. مونکي انهيءَ ڳالهه تي تپرس پيو وٺي. ڪيس مجبور ڪرڻ گهرجي. جيئن منهنجي دوستن پاڙيسرين کي مجبور ڪيو هو. ٽاءِ ڏسڻ لاءِ ڪيس مون ڏانهن ڏسڻ ۽ اَچرج پريل ٻانهن ڦهلائڻ لاءِ چوڻ گهرجي.

اسان سڀن ڏٺو هو اُتي ويٺو... هن چوڌطرف ڏٺو... پنهنجي هٿن جي ترين سان ڳلن ۽ گنجي مٿي کي رڳڙيائين ۽ پوءِ هُو اسان طرف وڌيو. اسان سڀئي ڏسندا رهجي وياسين. هن جا هٿ مُڪ هڻڻ جي عمل لاءِ اُڀا ٿيا. ۽ هو ٻاراٽي نموني کليو. اها ڪِل عجيب هئي جڻ گهوڙو هڻڪيو هجي. مون ڏٺو هو تکيءَ نظر سان مونکي گهوري رهيو هو.

هڪ ٻار پڇيو "هي پنهنجي هٿن سان ڇا ٿو ڪري؟"

مان ڊپ واري ڪيفيت ۾ اچي ويس. مون دانهن ڪرڻ چاهي ٿي ته اوڏي مهل سندس چهرو هلڪي مُرڪ سان ٽڙي پيو. سندس مرڪڻ جي ڳالهه تي مون سوچيو "اُهو نه رڳو بچڙو لڳي ٿو پر پاڻ انهيءَ روپ ۾ اهو ٻين سان دشمني ظاهر ڪري رهيو آهي."

هن ٽاءِ ڏسي ورتي هئي. هُو اهڙي طرح ڏسڻ لڳو جڻ ڪو شرابي هجي. هن پڻ پڻ ڪئي ۽ پنهنجو چهرو مون ڏانهن ڪيائين.

"هُو ڪهڙي شيءِ لاءِ مرڪي رهيو آهي" هڪ ٻار پڇيو.

اسان سڀئي اهو ڏسي ٻڏي رهيا هئاسين.

"نوجوان، تو اها حيرت انگيز ٽاءِ ڪٿان ورتي آهي؟"

مون ڪيس ٻڌايو...

"تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين" هن مون کي وچ ۾ ئي ٽوڪيو.

"مان ڪوڙ نٿو ڳالهايان. مون کي اها پنهنجي ڏاڏي کان ملي آهي ۽ منهنجي پيءُ پنهنجي ڏاڏي کان..."

"تو اها چورائي آهي... ائين آهي نه؟ قبولين ڇو نٿو؟"

مون صاف صاف ٻڌايو ته ڪيئن اُها روايت موجب مونکي ملي آهي.

تاءِ ڏانهن ڏسي هُو اڍنگي نموني کليو ۽ دانهن ڪيائين. هن اهڙي طرح دانهن ڪئي، جيئن ڪو ٻڌندڙ شخص بچائڻ واري کي ڏسي دانهن ڪندو آهي.

❋❋

"پوڙهو جج صحتمند ٿي ويو"، ٻار چيو.

ڪيترائي اڳوڻي جج کي ڏسي کِليا ۽ خوش ٿيا. ڪيترائي غير جانبدار رهيا. مان سندس وڌيڪ پرواهه نه ڪري سگهيس.

"ڇا تون مونکي اها تاءِ ڏيئي سگهندين؟" ٻيڍي جج پڇڪيو.

"نه..."

"مان توکان پڇان ٿو... نه... ڇو؟"

"ڇو ته اِها سانڍڻ جهڙي شيءِ آهي. مان اوهان کي ٻي وٺي ڏيان ٿو."

"مون کي اهائي گهرجي."

"نه اوهان کي اها نه ملندي"

"ڇا ٿيو جيڪڏهن مون وٽ رهي."

"ائين نٿو ٿي سگهي"، مون تاءِ بچائيندي ڪاوڙ وچان چيو.

"ائين نه ٿيڻ گهرجي." پر جج پنهنجو هٿ منهنجي ڇاتيءَ تي رکيو "مهرباني ڪري اها مون کي ڏيئي ڇڏ." سندس ٿلهو چهرو لچارو ٿي ويو هو.

"منهنجي تاءِ ۾ اهڙي ڪهڙي خصوصيت آهي، اوهان اها ڇو ٿا گهرو؟"

"ڇگو آهي ته تون نه پُڇين. جيڪڏهن مون کي اها نه ملي، ته مان ڇريو ٿي پوندس."

"اوهان اها وٺي نٿا سگهو" مان ٻڇي ويو هوس. "مان پنهنجي ماءُ کي لکندس، هوءَ اوهان کي ٻي وٺي ڏيندي. جيڪڏهن اوهان پسند ڪريو ته مان چوندس ته هوءَ تائين جو بنڊل ئي هتي ڪٺي اچي، پر اوهان کي اها تاءِ ايڏي پسند ڇو آهي؟"

"مان خودڪشي ڪندس. جيڪڏهن تون مونکي اها نه ڏيندين." پوڙهو روئي پيو. "اڄ ئي خودڪشي ڪندس." ڪانئس بچڻ لاءِ مان پنهنجي بستري ڏانهن هليو ويس. هُو جڏهن منهنجي پويان اچڻ لڳو ته مان در ڏانهن وڌيس. پوءِ مان درئ جي سيخن سان چنبڙي پيس.

"هر رات مان هن تاءِ جا سپنا ڏسندو آهيان ۽..."

منهنجي تاءِ جي باري ۾ اها انوکي ڳالهه آهي. مون سوچيو ڳالهه ته غيرمعمولي آهي جو ڪيئن اهي ماڻهو مونکي هن تاءِ کان محروم ڪرڻ چاهين ٿا. بلڪل غيرمعمولي- ۽ مان انهيءَ تي اڳي کان وڌيڪ مُست ٿي ويس.

"اوهان ٻي ڪنهن تاءِ جا سپنا ڇو نٿا ڏسو؟" مون پڇيو.

"رڳو انهيءَ ڳالهه جي لاءِ... مان هن جا هميشه سپنا ڏسندو آهيان."

"ڪڏهن کان...؟" مون پڇيو.

"ورهين کان....."

"اوهان ته اڄ پهريون ڀيرو اها ڏٺي آهي، پوءِ ڪيئن شروع کان هن جا سپنا ڏسندا رهيا آهيو؟"

"مون کي خود خبر ناهي. پر..." سندس اکين ۾ لُڙڪ تري آيا. "خدا جي واسطي، اها مون کي ڏيئي ڇڏ." مونکي هڪ عجيب تجربو ٿيو. مان روئڻهارڪو ٿي ويس. "ٻڌو". مون چيو "ڇا اوهان مهرباني ڪري مونکي ٻ منهنجي تاءِ کي اڪيلو ڇڏيندا، مون کان ٻي ڪا شيءِ گهرو. ڀر هيءَ نه. ڇا اوهان کي پئسا گهرجن. ڪپڙا، عورت، جيڪي ڪجهه اوهان گهرندؤ مان اوهان کي آڻي ڏيندس. مان هر طرح سان مجبور آهيان. بس اوهان رڳو هيءَ تاءِ نه گهرو."

""تون مون کي هيءَ ڏيئي ڇڏ. ته مُنهنجون سڀ مصيبتون دور ٿي وينديون."

مون سوچيو "مان ڇريو ٿي پوندس. هن ڇرئي شخص کي ڏسڻ سان. هنن مونکي جڻ جيل ۾ نظربند ڪري ڇڏيو آهي ۽ مان هتي مري ويندس. دم ـ گهُٽ جاءِ ۾ اڇي ڦاٽو آهيان."

"اوهه اها ڪيس ڏيئي ڇڏ." انهيءَ مُڇر شخص چيو.

"هو ايڏو بيوقوف ناهي جو ايڏي قيمتي شيءِ ڏيئي ڇڏي"

"ڏيئي ڇڏينس. ڏس. هُو روئي رهيو آهي."

"ٿورو جلدي ڪر". ننڍي قد واري بيڪر چيو "اسان ٿوري دير ڪئي آهي..."

"اها ڪيس ڏيئي ڇڏ". مُڇر وري چيو.

"جيڪڏهن تون ڪيس ڏيندين، ته هو خوش ٿيندو."

"هو خوش ٿيندو سڀ خوش ٿيندا.... ايڏا خوش. اوهه اهو ڏاڍو سُٺو ٿيندو... ايڏو پيانڪ سک ٿيندو اهو...."

مون کي اٿل رهڻ گهرجي، مون سوچيو. اهي ماڻهو اڄا به مون سان سُٺو ورتاءُ نه پيا ڪن. اهي اڄا به مون ڏانهن گهُوري رهيا آهن.

"مان پنهنجي تاءِ ڪيس نه ڏيندس. پوءِ پل هو هينئر. هِن پَل مري پوي.. اوهان ڇا ٿا سمجهو."

"تون ڪنجوس آهين. ننر آهين" مُڇر چيو.

"اسان جو ڪهڙو مقصد آهي؟" ننڍي قد واري بيڪر چيو.

"اوهه هو ڪيڏو خوش ٿيندو... ڪيڏو مزيدار... پيانڪ..! سڀڪا شيءِ ڪيڏي خوش ٿيندي!"

چوڪيدار اندر آيو. مان بستري ۾ گهڙي ويس. ڪيس مُرڪندي جڻ ڪافي عرصو گذري ويو هجي. چوڪيدار جج کي جهنجهوڙيو پر هو پوءِ به نه چُريو. هو پڻڪيو "مون ساري دنيا گهمي آهي، ڀر ههڙي تاءِ نه ڏٺي اٿم."



ٻئي ڏينهن صبح جو هُو وري پڇڪيو "ڇا تو پڪو فيصلو ڪيو آهي تہ اها تاءِ مون کي نہ ڏيندين؟ ڇا تون سچ پچ مون سان مذاق نٿو ڪرين؟"

"نہ"

"تاءِ منهنجي آهي." جج ڊرامائي لهجي ۾ چيو.

"اها نہ..."

تڏهن اسان سين ڏٺو: پوڙهي جج ڊگهو ٻهارو کنيو ۽ پنهنجي مٿي تي گهمائڻ لڳو جئن ڪو سپهہ سالار تلوار مٿي جي چوڌاري ڦيرائيندو آهي.

"تون بدمعاش، واهيات ۽ بڪواس ماڻهو آهين... تو کي خبر ناهي تہ ڪنهن سان تو ڳالهائين، مان اوهان سڀن کي ڦاسيءَ تي چاڙهيندس..."

چوڪر ڪاريڊار ۾ ويندي چوندو ويو "پوڙهي جج کي وري ڏڪ لڳو آهي."

مون ڏٺو جج جي مٿي تي پگهر جون ڦڙيون اچي ويون ۽ سندس چپن تي ڦِڪ ڄمي ويئي. هٻڪندي هو مون ڏانهن مڙيو "نوجوان، تون مونکي تڪليف ڏيئي رهيو آهين. تاءِ منهنجي آهي، اها منهنجي ملڪيت آهي... تون سمجهين ٿو تون ڪير جو ننڍو دڪان... جيڪڏهن نٿو سمجهين، تہ تون چريو آهين. توکي اندر بند ڪرڻو پوندو تون چريو آهين."

"اها تنهنجي ناهي"، مون ڪنهن جي پوئتان رڙ ڪئي.

"منهنجا پيارا چوڪر"، هو روئي چوڻ لڳو "هيءَ مونکي ڏيئي ڇڏ. مون هِن جا سپنا ڏٺا آهن. مون گذريل رات هن جو سپنو ڏٺو آهي. جيڪڏهن اها مونکي نہ ملي تہ مان مري ويندس." مون بچڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪڏهن مان ڪمري ۾ گهڙان ها تہ هو منهنجي پويان اچي ها، مونکي جهلي وٺي ها. جيڪڏهن مان ٻاهر ڪاريڊار ۾ اچان ها، تہ هُو بہ .... مون ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي هڪ رتا ٿاهي تہ تاءِ لڪائي رکجي. چو تہ هُو سمورا وقت مون وٽ رهندو هو. هڪ رات مان گهري ننڊ مان جاڳيس تہ ڏٺم تہ پوڙهو جج منهنجي بستري جي پرسان جهُڪيل آهي. مان واري واري سان ڪيس ۽ چنڊ کي ڏسندو رهيس، جو سيخن مان ڏسڻ ۾ پئي آيو ۽ جج رڙيون ڪري رهيو هو "مان توکي گهڻي دولت ڏيندس، جيڪڏهن تون مونکي اها ڏيندين. مان وڏو مالدار آهيان."

مان وهاڻي ڏانهن مڙيس ۽ مون ڪمبل سان پنهنجو منهن ڍڪي ڇڏيو. هن رُئڻ شروع ڪري ڏنو.

"مان پنهنجي زال کي لکندس تہ هوءَ سيڪجهہ وڪڻي ڇڏي، جئن مان توکان اها خريدي سگهان." هن چيو "توکي هن جا گهڻا پئسا گهرجن؟"

مان ماٺ ڪري پنهنجي دل جي ڌڙڪن ٻڌندو رهيس.

"مان جيئڻ نٿو چاهيان"، جج ڀڻ ڀڻ ڪئي، "ڏس، اها ڳالهہ مونکي ڪتي ڪٽي آئي آهي، يا تہ تون مون کي ڏيئي ڇڏ يا مونکي ماري ڇڏ. مونکي انهن سڀني کان ڇوٽڪارو ڏيار."



چوڪيدار جي ڪُهري آوازن ڏينهن ڪان پوءِ پڇيو "جج ڪيڏانهن ويو؟"

"هو هتي ناهي."

"ڪجهه دير اڳ هتي هو"، ڪنهن چيو.

"آهه"، مون سوچيو "هو منهنجي تاءِ چوري ڪري پڃي ويو آهي. شڪ اٿم، هو گهر هليو ويو آهي يا شڪ اٿم، پري آمريڪا هليو ويو هجي."

"ڪيس کوليو"، چوڪيدار چيو.

"منهنجي سيٽ جي هيٺان پيل پيڪيٽ گم ٿي ويو آهي." مون سموري مجموعي ۾ رڙ ڪئي، "منهنجي تاءِ غائب آهي، اها هتي ناهي."

مون سڀئي ڪمرا کوليا، پر ناڪامي ٿي. مون وهنجڻ جي جاءِ به ڏٺي، اُتي به نه هئي. "اِهو هتي آهي" ڪنهن ڪاريڊور مان رڙ ڪئي، "پوڙهو بدمعاش هتي آهي."

مان ڊوڙندو ويس، مجموعي کي چيريندو اڳتي وڌيس. ڏٺم، جج جي پيرن جون ترِيون پيليون پئجي ويون هيون. زمين کان هڪ فوٽ مٿي... رڳو.

"ءِ تنهنجي تاءِ سان گڏ ئي...."

انهن ڪيس ڪمبل ۾ ويڙهي ڇڏيو هو. جيستائين ڊاڪٽر اچي، اسان سڀ پنهنجي جاين ڏانهن پڃي ويا هٽاسين.

"هن اها تاءِ ڪنهن کان ورتي آهي؟"

"مون کي خبر ناهي ڊاڪٽر..."

"هي جج جي ڪمري واري نوجوان جي آهي." ڪنهن چيو.

اُهي مونکي ڏسڻ نه آيا، نه ئي ڪنهن کي ڪجهه چيائون.

اسان ڪاريڊار ۾ گڏ ٿياسين. هڪ ڊگهي چادر ۾ جج ويڙهيل هو وتس سندس زال ويٺي هئي. ننڍي چوڪري روئي رهي هئي. ءِ مان اچرج ۾ هئس ته اُهي نيٺ ڇو روئي رهيا هئا. جڏهن ته هُو ايترو بڇڙو هو. مان به رڙيون ڪري رهيو هوس، جج جي لاءِ نه پر پنهنجي تاءِ جي لاءِ، جيڪا چوڪيدار جي ڪيسي مان نظر اچي رهي هئي.

"اسان جو ڪهڙو مقصد آهي...؟" بيڪر چيو.

هڪ عورت مُڙي، بيڪر وري چيو "سائين اسان جو ڪهڙو ڪم آهي، ڪهڙو مقصد آهي؟"

"اوهه... ڪيڏو خوش، ڪيڏي پيانڪ خوشي..."

مان ڏک وچان پنهنجي تاءِ کولڻ لڳس، ڇڻ ڪا خوشي يا سُک کوليندو هجان. آخر ۾ مون ڪيس دوا گهر مان کولي لڌو.

"اها تاءِ بيهر ڪيڏانهن گم ٿي ويئي؟"

"تو ڪالهه اها ڪٿي ڇڏي هئي؟"

"مون کي خبر ناهي ڊاڪٽر."

"جج جي ڪمري واري نوجوان ته نه چورائي اُها؟"

"سمجهان ٿو هن ئي، ڊاڪٽر..."

اُهي اُها تاءِ وري مون کان نہ ڪڍي سگھيا.



منهنجي ماءُ خوش هئي. مان صحتمند ٿي ويس. مان خوش هوس تہ انهيءَ تاءِ سان ڪجھہ ڪلاڪ گذاري سگھندس. منهنجي ماءُ منهنجي تاءِ سان محبت ڏسي، منهنجي جنم ڏينهن جي موقعي تي هڪ درجن سهڻيون تائيون ڪٽي آئي. پر مون اهي باھہ ۾ وجهي ڇڏيون.

هر خوشيءَ جو وقت مختصر ٿيندو آهي. هڪ صبح جو جڏهن مان شهر وڃڻ لاءِ تيار ٿيس، انهيءَ ڇوڪريءَ سان ملڻ لاءِ وڃڻ لاءِ جا، مونسان محبت ڪندي هئي ۽ جنهن کي ملڻ جو وقت ڏنو هئم .. مان اوچتو ڏڪڻ لڳس... مون آرسيءَ ۾ جج کي لتڪندي ڏٺو. سندس چهرو ماسارو هو. مان ڇوڪريءَ ڏانهن ڊوڙيس تہ اوچتو تاءِ اتان سڙڪ تي وڃي پئي. هڪ ننڍي قد وارو ٻار جهپي هٿي، تاءِ کڻي وٺي ڀڳو. مون کي تڏهن پنهنجي ڏاڏي ۽ پيءُ جا لفظ ياد آيا. مان ٿڌي پگهر ۾ ٻڏسي ويس. مان سڌو گهٽيءَ ڏانهن ڊوڙيس.

ڇتيون تاڻجي ويون هيون ۽ برف جون پوڙيون ڪرڻ لڳيون هيون. روشني جهڪي ٿي ويئي هئي. هڪ بس جو پويون حصو برف سان پرجي ويو هو. "ڇا توهان مان ڪنهن هڪ ٻار کي منهنجي تاءِ سان ڏٺو آهي؟"

"ڇا تون اهو چوڻ چاهين ٿو ڇگا مڙس تہ اها تاءِ تنهنجي هئي؟" هڪ شخص پڇيو.

"ها، اُها منهنجي هئي، اها منهنجي ڏاڏي منهنجي لاءِ، منهنجي پيءُ جي ڏاڏي منهنجي پيءُ لاءِ ڇڏي هئي، جيڪڏهن اها گم ٿي ويئي تہ مان مصيبت ۾ ڦاسي ويندس، اهو ٿي منهنجي ڏاڏي.."

"اسان بہ انهيءَ ڇوڪر کي پيا ڳوليون." هن چيو.

"اهو پڇي ويندو"، مون چيو.

ڇتيون هڪدم هيٺ ڪري پيون. "هو پڇي نٿو سگهي، فوج شهر کي گهيرو ڪري وٺندي"

"معاف ڪريو ڇا ڪنهن ڇوڪر کي منهنجي تاءِ سان ڏٺو آهي؟"

برف جون پوڙيون گم سم ۽ ڏکي ٿي ڪريون.

۽ مان روئي پيس.



Address: B_44, Sharif Square,
Hussainabad, Hyderabad.

E_mail: valiramvallabh@yahoo.com

کهاڻي



# گلاب جان

محمد صديق مگيو

ناٽيل ڪپهہ جي ٻڙن جهڙي مُند ۾ ڊپ جي ڦڙن جهڙو صبح هو. ننڊاکي رات جي ڏکهي اوباسي، ڪوهيڙو ٻڌجي ماحول کي ٺار جو ڦوهارو ڏئي چڙهيو هو. ماڪ ڀنل ٿڌڙي هوا جا لورين جهڙا جهوٽا، ننڍ جهڙي آسيس ڏئي رهيا هئا. گلاب جي ننڍي ياءُ قيصر جي ڪمهلي سڏ تي اکيون مهٽي اٿيو هئس، جيڪو گلاب وٽان تڪڙو نياپو کڻي آيو هو. هونئن تہ سندس سڏائڻ تي اڳ بہ ڪيئي ڀيرا وٽن گهر ويو هئس، پر اڄ نہ رڳو نياپو آٽيندڙ جا پير تتل هئا، پر نياپي ۾ بہ سيگهائتي ڇڪ هئي.

شهر جي ڏاکڻين ڇيڙي تي ڪچي آباديءَ جون سرنگهن جهڙيون ور وڪڙ گهٽيون لتاڙي اڳتي پئي وڌياسين. ڪچا گهر، جهُريل پٽيون، چوڌاري گند ڪچري جا ڍير. نيڪال نہ هئڻ ڪري، گهرن جي اُٿليل هودين جي گندي پاڻيءَ، گهٽين ۾ ڇڙواڳ دٻا ٺاهي ڇڏيا هئا. پاڻيءَ جا سينوريل ڪنا ٽُبا ۽ ڪچري جا ڍير، مڇرن جي نسل جي افزائش جون وڏيون ڪالونيون ٺهيل هئا. پرسان لنگهڻ تي سوين مڇريل مڇر، آرام ڦٽائڻ تي ڀون ڀُون ڪري احتجاجي نعرا هڻي رهيا هئا. بستيءَ جا پورهيت چانهہ پاڻ سان هانءُ جهل ڪري، صبح جي سائينءَ جو نالو وٺي، شهر ڏانهن ويا پئي. ننڍا ٻار جيڪي ننڊ مان اکيون مهٽي اُٿيا هئا، گهرن ٻاهران پٽين جي پاڙن ۾، ٻي اونائيءَ سان ائين ٻہ ڪري رهيا هئا، جڻ ڪليل گهٽيءَ ۾ نہ پر اٽيچ باٿ ٽوائلٽ ۾ ڪموڊ تي ويٺل هجن. ڪجهہ ٻار جيڪي ان ڪم مان واندا ٿي ويا هئا، قميصون اڳيان پنيان کڻي ڪچي پٽ تي گيسيون پئي ڏنائون. يلا! غريبن جي ٻارن کي طهارت جي ضرورت بہ ڪهڙي هئي؟ ان عمر ۾ سندن ابن ڏاڏن بہ تہ طهارت ڪانہ ڪئي هئي....!

سنهڙي گهٽيءَ ۾ ڪني پاڻيءَ جي ٻُہن ڪان پاسو ڏئي، هڪ گهر جي دروازي تي ٽنگيل ڳرڻ جو پراڻو پال کڻي اندر داخل ٿياسين تہ هن تي نظر پئي، ٻن ڪچن ڪمرن واري گهر ۾ هو سامهون واري ننڍي ڪمري ۾ اڌوراڻي ڇڳل واڻ واري کٽ تي سنئون ستل هو. نِستائي ۽ سانٽائي گهر ڪري وئي هئس. موت جي ٻي قياس چنبي ۾ ڦاٿل

گلاب. جيون جا رهجي ويل پساهه ڳڻي پئي ڪٽايا. اکيون ذرا ذئي ڪڏون ٻڏجي ويون هئس. سراپيل اکين جي اجاڙ اڱڻ تي موت جا پاڇولا ننگو ناچ نچي رهيا هئا. ڳري ڪنڌا تي ويو هو. ڏينهن. مهينا ته پريءِ هو لمحن جو مسافر هو. مون تي نظر پيس ته روح جي انڌاري کوليءَ ۾ جهڻ روشنيءَ جي لهر ڊوڙي وئي هئس. بي رونق چهري تي اڻ لکي مرڪ پکڙجي وئي هئس. هن ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هيٺي حال جا جهيٽا پٽڪا چپن ۾ ئي وچڙي پيا هئس. ڪيس چتائي ڏٺم. ائين لڳو جهڻ چيائين پئي ته:

"سائين، لکندين نه منهنجي ڪهاڻي...؟"

هو سڙ وڃائو بيماريءَ جي آخري اسٽيج تي هو. آسون اُجڙيل ۽ جيون جا سمورا رنگ اڏاٽل هئس. بي ترتيب ساهن واري سرير ۾ قيد. روح جو پنڇي، جنم ٽيپ جي سزا ڪاٽي اڏرڻ لاءِ آخري هڏڪيءَ جي سائي جهنڊيءَ جي اوسيئڙي ۾ هو. آءُ سندس پيرانديءَ کان ڪٽ جي ايس تي ويهي رهيس. هن نماڻيون اکيون کڻي، سيرانديءَ کان ويٺل امڙ ڏانهن ڏٺو ۽ اوباڪيءَ سان ڪنڌ مٿي کڻڻ جي ڪوشش ڪيائين. سورن ساڙي ماءُ جو هِنيون صدمي کان نپوڙجي اکين مان اُتلڻ لڳو هو. هوءَ سندس بيچينيءَ کي پروڙي وئي هئي. ڪُک جو درد ته ڪُک ئي سمجهي سگهي ٿي. هن پوتيءَ جي پلئه سان اکيون اگهيون ۽ ٻنهي هٿن سان وهاڻي تان سندس مٿو کڻي، پنهنجي هنج ۾ رکيو ته هن جي ساڻي سرير ۾ سکون جون لهرون ڊوڙي ويون هيون. شايد جنت، ماءُ جي پيرن مان سِرڪي، سندس هنج ۾ سمائجي وئي هئي. هن ٻيهر ٿورائتين نگاهن سان امڙ ڏانهن ڏٺو ته هوءَ جهري پئي. سندس آگميل اکين جي آڪاس سان گونگيون ڪٽيون، هن جي پيشانيءَ جي ٽوٽ پڌر تي ڪِريون پئي.

گلاب پنجن پائرن ۽ ٻن ڀينرن ۾ پنجين نمبر تي هو. ٻه پائر ۽ ٻه ڀينرون وڏا ۽ ٻه پائر ڪانئس ننڍا هئا. هو جيون جي تڪر تولن سان پگهر پسيني جي پورهئي سان جهيڙيندڙ پورهيت گلڻ جو پٽ هو جيڪو گهر جو گاڏو گهلڻ لاءِ گڏهه گاڏي وهائيندو هو. گلاب جي جيون چوپڙيءَ ۾ زماني جي بي ترس ڪردارن جيڪي عبارتون لکيون هيون، انهن عبارتن کي مون وَر وَر ذئي پڙهيو هو. سندس جيون جو ڪوبه پاسو مون کان ڳجهو نه هو. هن نه رڳو مون سان زندگيءَ جون ڪڙيون سچايون اوريون هيون، پر اندر جي پاونائن جا ڪتاب به مون اڳيان کولي رکيا هئا. ۽ موت ۾ رڳو نماڻي التجا ڪئي هئي ته:

"سائين، لکندين نه منهنجي ڪهاڻي...؟"

هو ٻکن ۽ ڏکن وارين غربت وارين حالتن ۾ ڄائو ۽ نپنو هو. نه پيٽ پورو هئن ۽ نه ئي وري انگ تي سڄي اڳڙي. آمدني گهٽ ۽ وڏو ڪهول. سو جيئاپي لاءِ ڳُٽيل اٽيا گرهه نصيب ۾ هئن. هر ويلو جيون جي ڪڙي آزمائش جهڙو، جنهن ڏهاڙي چُلهه تي دانگيءَ سان گڏ ڳنڍڻ جو ديگڙو چڙهندو هو اهو ڏهاڙو هنن لاءِ عيد کان گهٽ نه هوندو هو. نه ته رکي ماني چانهه سان. يا ٻن سِن جي لسيءَ سان ته ڪڏهن بصر جي پتيءَ سان رڙڪي ويلو ٽپاڻو پوندو هئن. گلاب جو مزاج ننڍي هوندي کان ئي عورتاڻو هو.

ڪنهن عورتائي روح جو پاڇو پيو هئس. الائجي تہ عضوا مرداڻا ۾ روح زالاڻو مليو هئس. ننڍي هوندي کان ئي هڪ جيڏن ڇوڪرن سان کانہ پوندي هئس. ويڙهي جا ننڍا ڇوڪرا گهٽين ۾ اِٽي ڏڪر، بلورن ۽ لاٽونءَ راند ڪيڏندا هئا ۽ هو گهر ۾ ڇوڪرين سان گڏ نوڙين تي ٽپا پيو ڏيندو هو يا ساڻن گڏجي گُڏين راند ڪيڏندو هو. ڪجهہ ڏيرانجهو ٿيو تہ پٽس حجام ڪي سڏي، ڀڏئي بوٽ پاٽ تي وِيهاري، سوني جهرڪي ڏيکاري ڇڏي هئس. ننڍو هو تہ سندس هٿن جون اڇلون ۽ عورتاڻا تال ڏسي سندس مائٽ خوش پيا ٿيندا هئا. ڪجهہ گُريءَ چڙهيو تہ وڏن پائرن ٽوڪڻ ۽ دهمان ڏيڻ شروع ڪيس، پر هو نہ مڙيو، مڙي بہ ڪيئن...؟ اها تہ سندس سرشت (جينس) ۾ شامل هئي. سندس وڏن پائرن جي "پارُ تہ پيار" بدران "پارُ تہ مارَ" واري ورتاءَ ڪيس گهرو ماحول ۽ وڏن پائرن کان باغي پئي ڪيو. آزاد فضائن جي خواهش من ۾ اڇلون ڏيڻ لڳي هئس.

هو پهريون ڀيرو پندرهن سال کن اڳ، شهر جي مولائي هوٽل تي مليو هو. ان وقت سندس عمر پندرهن سورهن ورهيہ مس هئي. هو ڪچڙي وهيءَ جو لسڙات ڇوڪرو هو. سخت گرمين جي گرم منجهند هئي. هوٽل جون سموريون ٽيبلون والاريل هيون. ڇئن ڪرسين واري ٽيبل تي آءٌ اڪيلو ويٺل هئس. هو هوٽل ۾ داخل ٿيو تہ مون سميت هوٽل ۾ ويٺل سمورن ماڻهن جو ڌيان هن ڏانهن ڪڇي ويو. هن ڪاٻو هٿ ڇيلهہ تي رکي، دلربائيءَ واري ادا سان هوٽل جو جائزو ورتو. مُنهن تي گرميءَ جي بيزاري هئس. هو اڳتي وڌيو ۽ مون واري ٽيبل جي مٿان بيهي، مون ڏانهن سواليہ نگاهن سان ڏٺائين ۽ پوءِ ڪرسيءَ تي ويهندي چيائين:

"سائين، ويهان...؟"

"واهِ، جوان جا پٽ، ويهي پوءِ تو موڪلائين....؟" مون مرڪي وراڻيو. هن ٿڌو ساهہ کڻي چيو:

"سائين، الائجي...! وڏا ماڻهو اسان کان ڇرڪن ٿا...!"

"توکي تہ ماڻهن کان ڇرڪ ڪونهي، نہ....؟"

هن جي چپن تي البيلي مرڪ تري آئي. وراڻيائين

"سائين، اسان غريبن کي ڪهڙو ڇرڪ...؟"

ٽيبل وارو چانهہ کڻي آيو. ڪيس چانهہ جي صلاح ڪيم تہ انڪار نہ ڪيائين. چانهہ جون ڪُوسيون سُرڪيون پريندي ڪيس چتائي ڏٺم پئي. ڳورو رنگ، پاڻيءَ جي ڳُونار ۾ چنڊ جي عڪس جهڙو گول چهرو، نماڻيون ۽ وڏيون مقناطيسي اکيون، جن ۾ خمار جا ڪيپ اوتيل، پُورو پنو قد بت، ڪياڙيءَ تي پونڊڙوار، منهن مهانڊي ليمڪ وارو ڇهري جا تکا نقش. پهرين نظر ۾ ڏسندڙن جي اندر ۾ پيهي تي ويا. ڳالهاءَ جهيٽو. لفظ لفظ ڇني ٿي ڳالهايائين تہ ساهن جي خوشبو رقص ڪندي ٻاهر پئي آئي. هو ڇيهہ سهٽو هو وهيءَ جي بانور تي سونهن ۾ سوپيا. غربت ۽ سادگيءَ جا پردا ڦاڙي نڪري پئي

هئس. هو سيني پارين سهڻو تہ هيو ئي، پر سندس سونهن تي جڙاءُ سندس معصوميت هئي. جيڪا سندس سياءَ جو حصو هئي. ان ۾ بناوت جي ڪا هواڙ بہ ڪانہ هئي.

هو نہ رڳو هوٽل ۾ ويٺلن جي تيز تکين ۽ چپندڙ نگاهن جي گهيري ۾ هو پر ڪجهہ لُنڌيون ۽ لچيون نگاهون تہ سندس سونهن جا پيرا ڪٽي، پوئنٽرن وانگر هوٽل تائين بہ اچي نڪتيون هيون. بکيون ۽ سڪٽيون نگاهون مٿس ڦيرا ۽ لامارا ڏئي رهيون هيون، پر هن سمورن کي ڏنو اڻ ڏنو ڪري، مون سان ڪچهري پئي ڪئي. اها ڪچهري اسان ٻنهي جي ضرورت هئي. هن کي پنهنجي دوست جو انتظار هو ۽ ان جي اچڻ تائين، پاڻ کي بکين نگاهن کان بچائڻ لاءِ هن کي منهنجي وقتي ساٿ جي ضرورت هئي ۽ هن جي سادگي ۽ معصوميت منهنجي دل ۾ گهر ڪري وئي هئي. مون کي ساٿس اُنسيت ٿيڻ لڳي هئي. سندس ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو انداز هٿن جا اشارا ۽ چهري جا تاثر عورتاڻا هئا. مزاج ۾ عورت پڻو هئس. هن چانهہ جو آخري ڍُڪ پري ڪوپ ٽيبل تي رکندي، پنهنجي مخصوص انداز ۾ چيو.

"سائين، ڇا ڪندو آهين...؟"

"ڪهاڻيون لکندو آهيان...!"

"آئي...! ڪهاڻيون....؟" هن "آئي" لفظ کي ڇڪي ورائيو. اهو لفظ سندس تکيو ڪلام هو جيڪو خوشي يا حيرت جي اظهار لاءِ هر جملي سان ورجائيندو هو.

"ها، ڪهاڻيون...!"

"پرين ۽ ديون جون...!" هن جي لهجي ۾ معصوميت هئي.

"نہ ماڻهن جون....!"

"آئي... ڏسو. ماڻهن جون ڪهاڻيون بہ هونديون آهن...؟" هن اشهد آڱر چپن تي رکي حيرت مان چيو.

"ها، ڇو نہ..؟"

هو ماٺ ٿي ويو ۽ ٻئي ٺونٺيون ٽيبل تي کوڙي، ٻنهي هٿن جي کليل پيالن ۾ ڄاڙي رکي مون ڏانهن ڏسڻ لڳو ۽ پوءِ معصوميت مان چيائين.

"سائين، پوءِ منهنجي بہ لک نہ ڪهاڻي...!"

مون ڏانهس ڏٺو ۽ سندس سادگيءَ تي مرڪي ڏنم.

ان کان اڳ جو آءٌ يا هُو ڪجهہ ڳالهائي، سندس نالو وٺي ڪنهن جي سڏ ڪرڻ تي هن ڪنڌ ورائي هوٽل جي دروازي ڏانهن ڏٺو.

"آئي، گلاب...! هاءِ هاءِ، تون اتي ويٺو آهين؟ مائي، آءٌ توکي بس اسٽاپ تي پئي ڳوليان، ها....!" هن مخصوص انداز ۾ تاڙي هڻي، مصنوعي ڪاوڙ ڏيکاريندي، وڏي واڪ چيو ۽ عجيب اڏنگي چال سان نڌڙيون وکون کڻي اسان ڏانهن وڌي هن گلاب جي پرسان ڪرسيءَ تي ويهي، منهن ۾ گهنڊ وجهي، هوٽل ۾ ويٺل ماڻهن ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ چپ ۾ هلندڙ پکي ڏانهن ڏسي بيزاريءَ جو تاثر ڏيندي چيو.

"ها...! مائي، گرمي تہ گرمي. هاءِ هاءِ...! ساهہ ٿو وڃي."

ڪجهہ ساعتن کان پوءِ ساهہ سامت ۾ آيس. تڏهن هن مون ڏانهن اچاتري نگاهہ وڌي ۽ رازداراڻي انداز ۾ گلاب کي چيو:

"آئي، هاءِ هاءِ....! ڳريو (يارُ) وهاريو ويٺو آهين ڇا...؟"

گلاب لڄي نگاهن سان مون ڏانهن ڏٺو ۽ سندس وات تي هٿ رکندي چيو.

"ڪڙي تال ڪر (ماٺ ڪر) سائين آهي. ڪهاڻيون لکندو آهي...!"

"ها...! ڪهاڻيون....! "هن حيرت مان مون ڏانهن ڏٺو ۽ وڏو وات پٽي، ساڄو هٿ وات تي رکندي چيو. وڏيڪ ويهڻ پاڻ پٽائڻ کان گهٽ نہ هو. چانهہ مانيءَ جو بل ڏئي هوٽل مان ٻاهر نڪري آيس.

هوءَ شهر جي پراڻي ڪوتمي (ڪدڙو) ماهہ رخ هئي. نالو تہ ماہ رخ هئس. ٿڌي روشنيءَ واري چنڊ جهڙو پر هن ۾ نور نالي ڪا شئي ڪانہ هئي.نہ منهن ۾ مٺيا ۽ نہ اکين ۾ ليمڪ. رنگ ڪارو چپ ٿلها. نڪ بنو ۽ ڏند وڏا. مطلب تہ ڪنهن بہ پاسي کان سهڻي تہ پريءِ چڱي بہ ڪانہ هئي. ميڪ اپ جو ٿلهو تهہ بہ سندس ڪوجهائپ کي لڪائي نہ سگهيو هو. مٿو ننڍو پيٽ وڏو پولهہ ٻاهر نڪتل ۽ ٽنگون ٽنيهر جهڙيون سنهڙيون. شهر جا ٻار ۽ کيچلي ڇوڪرا کيس 'ڏِڪي ٻلي' چئي چيڙائيندا هئا. وڏي ڳالهہ تہ هوءَ پنهنجي چال ڍال ۽ ڪردار جي حوالي سان شهر ۾ ڪا چڱي ساک رکندڙ نہ هئي. ان ڪري گلاب جهڙي سادڙي ۽ معصوميت واري ڇوڪري کي سندس صحبت ۾ ڏسي دل ۾ سوچيم پئي تہ 'پوري بلبل الائجي ڪيئن سِرڻ جي چنبي ۾ ڦاٿي آهي.'

هو مونکي 'ڪهاڻيءَ وارو سائين' سڏيندو هو. گسين پنڌين ڏسندو هو تہ سڪ مان وڌي اچي ملندو هو. ساڳيون هٿن جون اچلون. ساڳيا ڇهري جا عورتاڻا تاثر ۽ ساڳي دل ڦينڪ عاشقن جي قطار پٺيان. ڪڏهن اڪيلو تہ ڪڏهن ماہ رخ سان گڏ هوندو هو. هڪ رات گهران ماني کائي ڏند کوٽيندو رستي سان پسار پئي ڪيم تہ پٺيان ڪنهن جي سڏ ڪرڻ تي بيهي رهيس. ڪنڌ ورائي ڏٺم. گلاب هو. هو روڊ مان نڪرندڙ گهٽيءَ مان پري کان هٿ لوڏي سڏي رهيو هو.

"ڪهاڻيءَ وارا سائين...! اتي بيهجان...!"

هو ماہ رخ سان گڏ پئي آيو. سگريٽ دکائي واچ ۾ ڏٺم. رات جا ساڍا نو وڳا پئي. هو چوهيون وکون کڻي مون وٽ آيو ۽ ماہ رخ پوئتي رهجي وئي هئي. موقعي جو فائدو وٺندي چيم.

"هيءَ گيدوڙي جي گگ ڪٿان لڳي اٿئي...؟" مون ماہ رخ ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

"سائين، ماٺهو پلو اٿئي....!"

"چريا، پاڻ بچائجانءِ...! لُڙهي نہ وڃين....!" مون کيس سمجهائيندي چيو. ايتري ۾ ماہ رخ بہ پيير گهليندي سُهڪي اچي پهتي.

"مائي، هلُ هاڻي...! اڳيئي دير تي وئي آهي." هن نخري سان هٿ جي اچل ڏئي چيو.

"ها، ها، هلون ٿا...! هاڻ نہ ڦاٿئي...!" گلاب کيس ڇڙٻ ڏيندي وراڻيو ۽ پوءِ مون ڏانهن ڏسي چيائين.

"سائين، پرينهن رات ڊرامون آهي. هيروئن جو پاٽ (پارٽ) ڏنو اٿن. گرينڊ رسيل (گرانڊ ريهرسل) تي پيا وڃون....!"

"اڙي، ڊرامن ۾ ڪم پيو ڪرين ڇا...؟"

"ها، سائين، شونق اٿم...!"

ماه رخ کيس زوريءَ ٻانهن مان وٺي وڃڻ لڳي. هن هلندي ڪنڌ ورائي چيو.

"سائين، ڊرامو ڏسڻ ضرور اچجانءِ..."

آءٌ حيرت مان کيس تيستائين ڏسندو رهيس، جيستائين اهي اڳتي گهٽيءَ ۾ مڙي نہ ويا.

رات جا نوَ ٿيا هئا. وڪون پاڻ مراديون شهاب سئنيما ڏانهن ڪچي ويون. اها اربع جي رات هئي ۽ سئنيما تي چڱي رش هئي. جڏهن تہ هفتي جا ٽي ڏهاڙا اربع، خميس ۽ جمع رات سئنيما تي نالي ماتر رش هوندي هئي. سئنيما جي گيٽ کي رنگ برنگي بلبن ۽ ٽيوب لائٽن سان سينگاريو ويو هو. گيٽ جي مٿان ڪپڙي جو وڏو پينٽ ٿيل بينر لڳل هو. گلاب جي زناني لباس ۾ وڏي تصوير بينر جي وچ تي ٺهيل هئي. بينر جي ڪنڊ تي ماه رخ جي ننڍڙي منڍي بہ ٺهيل هئي. مون غور سان بينر کي ڏٺو پئي. گلاب تصوير ۾ ايترو سهڻو نہ پئي لڳو. مصور جا رنگ سندس سونهن سان انصاف نہ ڪري سگهيا هئا. ٺيڪ ان وقت ڪلهي تي ڪنهن جي هٿ جي ڇهاءَ تي ڪنڌ ورائي پوئتي ڏٺم. ماه رخ بيٺي هئي. ائين لڳو ڄڻ هوءَ بينر مان ٽپ ڏئي سامهون اچي بيٺي هئي.

"هاءِ، هاءِ...! سوير کان ڳوليان پئي...! هان، وٺ. گلاب موڪليو اٿئي." هن ڊرامي جو ڪارڊ هٿ ۾ ڏيندي بيزاريءَ مان چيو.

"پاڻ ڪٿي آهي....؟" مون ڪانئس ڪارڊ وٺي پڇيو.

"اهو تہ اندر آهي، ميڪ اپ روم ۾. ها...!" هن تاڙي هڻي بي رخيءَ مان وراڻيو ۽ چيلهہ کي لوڏا ڏيندو ماڻهن جي پيهہ ۾ گم ٿي ويو.

هال ۾ گهڻي رش هئي. اسٽيج رنگين روشنين سان جرڪيو پئي. ٽري ايڪٽ پلي "دلاري" پيش ڪرڻ لاءِ اسٽيج تي تي پردا ۽ بہ ونگون ٺاهيون ويون هيون. ڊرامون لڏڙائو قبيلي جي هڪ ڇوڪريءَ جي پريم ڪهاڻيءَ جي موضوع تي هو جنهن قبيلي جي روايتن سان بغاوت ڪري هڪ نوجوان سان پيار ڪيو هو. گلاب لڏڙائو قبيلي جي ڇوڪريءَ جي ڪردار ۾ اسٽيج تي آيو تہ هال ۾ ڪوڪريا پئجي ويا هئا. هال تاڙين ۽ سيٽين جي تيز آوازن سان ٻرڻ لڳو هو. هو عورتاڻي لباس ۾ ڪنهن اپسرا کان گهٽ نہ پئي لڳو. ميڪ اپ سندس سونهن کي ويتر نکاري ڇڏيو هو. سندس سادو لهجو ڪردار سان واهہ جو ٺهڪي پئي آيو. هو ڊرامي جي جان هو. جهڙي اداڪاري پئي ڪيائين، تهڙوئي ڊانس سان نياءُ پئي ڪيائين. ماه رخ جڏهن اسٽيج تي آئي تہ هال ۾

ٺهڪڙا پئجي ويا هئا. هال مان ’ڊڪي ٻلي‘ جا آواز پئي آيا. ڪيچلن ڇوڪرن ساڻس ڇرچا پئي ڪيا.

"هيءَ ڪنهن جي ماءُ آهي...؟" هال مان آواز آيو.

"پٺاڻين جي...!" ٻيو آواز آيو.

"ها، پر پهرَ تہ ڏُٺاريوس...!" آواز آيو.

ماه رخ چڙي پئي. مڪالما وسري ويا هئس. مائيڪ تي هن جيڪو گند پئي ڪيو اهو اسڪرپٽ کان ٻاهر هو.

"ماٺو آهي يا ڪُتر جي مشين...؟" آواز آيو.

"ڪات مُڏا اٿس، تيلا ڇباڙي ٿي...!" ٻيو آواز آيو. ماه رخ آپي مان نڪري وئي، هن تاڙي هٽي ڪاوڙ مان ڇيو پئي.

"پٺاڻين مشين...! ماٺهين مشين... ها...!" هال ۾ ٺهڪڙا هئا. ٽريجڊي ڊرامون، ڪاميڊيءَ ڊرامي ۾ تبديل ٿي ويو هو. ماٺو ڪلي ڪلي ڪيرا پئي ٿيا.

گلاب اسٽيج ڊرامن جي ضرورت ۽ ڊرامن جي ڪاميابيءَ جي ضمانت بڻجي ويو هو. ڊرامن جي معاوضي کان سواءِ هال مان سامعين وٽان جيڪو انعام مليس ٿي، ان مان ڪيس چڱي آمدني بہ ٿيڻ لڳي هئي. "دلاريءَ" کان پوءِ هن ٻيا بہ ڪيترائي ڊراما ڪاميابيءَ سان ڪيا هئا. آءٌ صحافي هئس ۽ اخبارن ۾ ڪالم بہ لکندو هئس. صحافتي ذميدارين تان موٽي جڳهہ تي ايندو هئس، تہ هو مون وٽ ڪچهريءَ لاءِ ايندو هو. ڪڏهن اڪيلو تہ ڪڏهن ماه رخ سان گڏ. جڏهن بہ ايندو هو تہ هتان هُتان جي ڳالهين کان پوءِ چوندو هو "سائين، لکندين نہ منهنجي ڪهاڻي...؟"

مونکي ساڻس ٻُڇ وانگر ڳنڍيل ماه رخ ڏٺي بہ ڪانہ وڻندي هئي. هوءَ جهڙي شڪل صورت جي ڪوجهي ۽ ٻي ڊولي هئي، تهڙي لڇڻ جي ڪڏي بہ هئي. وات جي اهڙي چُڙيل جو جيڪو منهن ۾ ايندو هئس، چئي ڇڏيندي هئي. گلاب کي هن ئي ڊرامن ۾ آندو هو. ان ڪري ڪيس هن جي صحبت خراب نہ پئي لڳي، پر هن محسوس ڪري ورتو هو تہ آءٌ ماه رخ کي پسند نٿو ڪريان. ان ڪري هو جڏهن بہ مون وٽ ايندو هو تہ ماه رخ کي ساڻ نہ آڻيندو هو. مون کي ڊپ هو تہ گلاب جهڙو ڪچي ذهن وارو ڇوڪرو ماه رخ جي صحبت ۾ دنيا جهان کان ئي نہ نڪري وڃي. مون ڄاتو ٿي تہ ماٺهوءَ جي ٽڙڻ جو گهڻو امڪان بہ ان وهيءَ ۾ هوندو آهي. هن وهيءَ ۾ ڪيل اُبهرا فيصلا سموري ڄمار جو روڳ ۽ پڇتاءُ بڻجي ويندا آهن.

منجهند جو وقت هو. ڪپڙا مٿائي مس ويٺو هئس، تہ دروازو ڪڙڪيو. دروازو کوليم تہ هڪ ڪراڙي هڪ ننڍڙي ڇوڪري سان گڏ بيٺل هئي.

"جيءُ، امان....!"

"ابا، ذاڪر صابُ تون آهين...؟" هن منهنجو نالو وٺي وراڻيو.

"ها، امان...! خير...؟" مون حيرت مان ڇيو.

"هائو ابا...! آءٌ گلاب جي ماءُ آهيان. تو ۾ ڪم اٿئون، ابا...!"

کين وٺي اچي ڪمري ۾ وهاريم. چانهه جي تواضع کان پوءِ جڏهن ڪانئس اچڻ جو ڪارڻ پڇيم ته اچي روئڻ ۾ چٽڪي. بس ٿي نه ڪري، ذهن ۾ ڪوڙ وسوسا جنم وٺي رهيا هئا. روئڻ سان دل جو غبار هلڪو ٿئي ٿو ان ڪري ڪيس روئي جيءَ هلڪو ڪرڻ ڏنم. هونئن به سنڌي سماج ۾ روئڻ، عورتن ۾ خاص ڪري مائرن جي ته ڳنڍ ۾ ٻڌل هوندو آهي. هوءَ جڏهن سڏڪي ۾ سڏڪي ڪجهه سامت ۾ آئي، تڏهن ڏکاري لهجي ۾ چيائين.

"ابا، تو وٽ ڪم سين آئي آهيان."

"ها، امان چئه....!"

"ابا، گلاب جو جن توسين ريڊل آهي. ڪيس سمجهاءِ"

"امان، ڇا سمجهايانس....؟"

"ابا، ٻچي شل، شاديءَ لاءِ پير نٿو ڪوڙي"

"پر، امان پيءُ ۾ پائر نٿا چونس ڇا؟"

"ابا، چئي چئي، دماغ ڀُنو ٿي ويو اٿن. مٺو ابو انهيءَ ڪار مُنهين ڪڌڙيءَ جو جڏهن کان گڏي اٿس. دماغ ئي چرخ ٿي ويو اٿس." ڪراڙيءَ جي لهجي ۾ درد هو.

"پر، اڃا ته گلاب جي عمر به ته شاديءَ جي ڪانهي."

"ابا، ٻچي شل جوان آهي. هن کان پوءِ ڪهڙي جواني ايندس. پر، ابا...! ڇوري به ته ساماڻي ويٺي آهي."

"پوءِ آخر ڇو نٿو شادي ڪري..؟"

"ابا، انهيءَ ندوريءَ ڪڌڙيءَ پڙهيا وڌا اٿس." هن اعتماد سان ورائيو.

"امان، اڃي ته چوانس ٿو...!" مون ڪيس دلداري ڏني.

"ابا، هيءَ جهولي اٿئي. توکان پري ڪونه ويندو...!" ڪراڙيءَ وڃڻ لاءِ اٿنديءَ پوتيءَ جي جهولي جهلي چيو.

گلاب، ضرورت کان وڌيڪ ماه رخ جي ڌاڳي ۾ اچي ويو هو. ساڻس گڏ راتين جون راتيون گهر کان ٻاهر رهڻ لڳو هو. آءٌ ان باري ۾ ڪانئس پڇندو هئس ته ٽائي ويندو هو. ماني ڪائي هٿ پئي ڏوتم ته گلاب به اچي نڪتو. هيڏانهن هوڏانهن جي اوپارين لهوارين کان پوءِ ڪيس چيم.

"گلاب...!"

"جيءُ، سائين...!"

"هڪ ڳالهه چوانءِ، جي مڃين ته...!"

هن مون ڏانهن گهوري ڏٺو ۽ ورائيو.

"ها، سائين، چئه...!"

"پهرين واعدو ڪر، ته مڃيندين...!"

هو تپيءَ ۾ پئجي ويو ۽ پوءِ ڏيرج سان چيائين.

"سائين، ماه رخ کي ڇڏڻ کان سواءِ تنهنجي هر ڳالهه اکين سان مڃيندس."

"شادي ڇو نٿو ڪرين...؟"

هن ٿڌو ساهه کڻي ورائيو: "بابا ڇيو آهي توهان کي...!"

"ڇيو به هونداٿين، ته به تنهنجي ڀلي لاءِ نه...!"

"سائين، الائجي ڇو دل نٿي ڪري...!"

"تون پهريون ماڻهو آهين جيڪو هن ڇريءَ مُند ۾ شاديءَ کان انڪار پيو ڪرين...!"

"سائين، ها پر...!" هن جملو اڌ ۾ ڇڏي ڏنو.

"ائين ته ناهي، ته توکي ڇوڪري پسند ناهي...؟"

هن پاسي واري ڪيسي مان پَٽون ڪڍيو ۽ ان مان هڪ تصوير ڪڍي مون ڏانهن وڌائيندي چيو.

"سائين، هيءَ آهي فوزيا..... سؤٽ به اٿم ته ماسات به...!" آءٌ تصوير ڏسي دنگ رهجي ويو هئس. هوءَ معصوم صورت واري سدا ملوڪ ڇوڪري هئي. گلاب به گلاب هو پر هوءَ به سونهن ۾ ڪانئس سرس نه ته گهٽ به ڪانه هئي. تازي ٽڙيل گل جهڙي نازڪ ۽ ڪومل. عابد جي عبادت جهڙي ڦوه جوانيءَ واري فوزيا جي سراپي ۾ سونهن ۽ سوڀيا جا سمورا رنگ ۽ انگ موجود هئا. سندس سونهن جو سُرور شاعريءَ جي شعور جهڙو هو. مون کان بي اختيار دانهن نڪري وئي، ڪيس ڀُل تي پيار مان هلڪي چماٽ هڻندي چيم.

"اڙي پٽيا...! پيو ڦاهو ڪپڻي ڇا...؟ مهڙي سدا ملوڪ ڇوڪريءَ کي ادولي، پاڳ کي لتون پيو هڻين....!"

هو ڪنڌ جهڪائي ويٺو رهيو ۽ ڪابه ورندي نه ڏنائين. مون ڪيس سمجهائڻ جي گهڻو ئي ڪوشش ڪئي پر "سؤ ماڪوڙا، ڦرڙ ۾" هن تي ڪوبه اثر نه پئي ٿيو. ماه رخ جي پڙهايل پڪي پٽيءَ سندس اکين تي اند جا ڪوپا چاڙهي ڇڏيا هئا. نئين دنيا جا اهڙا ته سپنا ڏيکاريا هئائين، جو سندس دماغ جو ڪانٽو ان جاءِ تي اچي اٽڪي بيهي رهيو هو ۽ جو اڳتي پوئتي ٿيڻ جو نالو ئي نه پئي ورتائين.

وقت پنهنجي هٿيلي چال سان هلندو رهيو. ڇهه مهينا وقت جي پيرن جي دز بڻجي ماضيءَ جي ڪنڌي ۾ داخل ٿي ويا هئا. هو اوچتو غائب ٿي ويو. ڳولائو اکيون ڪيس شهر جي گهٽين ۽ رستن تي تلاشينديون رهيون. پر هو شهر ۾ هجي ته ڏسڻ ۾ به اچي نه...! هن کي ته ماه رخ ڪنيي کڻي وئي هئي. ڪچڙي ذهن واري ڇوڪريءَ ڪڙيل گروه جي ور چڙهي اُهي. ڻ وچي ڪنيا هئا، جتان جڏهن به جنهن جي موت ٿيندي آهي، اُن جون خواهشون مٿل ۽ جذبن جو مٽڪو ڀڳل هوندو آهي. انهن جي ڪال ڪوٺڙين جهڙي جيون ۾ بيون ته سڀ رنگينيون هونديون آهن، پر جيئاپي جي معنيٰ ۽ موهه مٿل هوندو آهي.

ٽن مهينن جي ڏگهي ٽَپيءَ کان پوءِ، هو شهر ۾ اوچتو ظاهر ٿيو ته اڳيون معصوميت وارو گلاب نه رهيو هو. هو پنهنجي مخصوص عضوي ۽ خواهشن جي قرباني ڏئي (نِربان ٿي) ٽين دنيا جي چلڪڻي ۽ جرڪڻي دنيا جو حصو بڻجي ويو هو.

سندس ادائن ۾ فطري معصوميت بدران مصنوعيت اچي وئي هئي. گروهه جي تربيت ۽ صحبت ۾ هو گلاب مان گلاب جان بڻجي، نت نوان نٽ نخرا ۽ جلون جي جادوگري سکي ويو هو. هو شهر ۾ داخل ٿيو ته شهر جي عاشق مزاج ماڻهن تي ڄڻ ڪنوڻ ڪڙڪي پئي هئي. پياسي ماڻهن جي پياس، نڙيءَ جا ڪنڊا بڻجي وئي هئي. زنانا ڀڙڪيلا ڪپڙا، ڪڙيءَ وارو سينڊل، بوديءَ ڪلون ڊوتل ڪلهي تي پونڊرڀي بي ڪٽ وار، هٿ ۾ رومال، ڪلهي ۾ پرس، هلڪي ميڪ اپ ۾ به سونهن اهڙي نکري پئي هئس، جو چڱن ڀلن جون واڇون گگ ڇاڻ لڳيون هيون. جتان پئي گذريو ٿڏن ساهن ۽ وڏن شوڪارن جو طوفان ڪڙو ٿي پئي ويو. ڪيڪارون، هڪلون، چانهه ٻاٽليءَ جون صلاحون، فقرا ۽ سيٽيون سندس پيڇو ڪري رهيون هيون. پر هن ڪابه ورندي نه پئي ڏني. ماه رخ جيڪا ساڻس گڏ پئي هلي، تاڙيءَ جي ٺڪي سان، واڳونءَ جيڏو وات پٽي، ماڻهن جي فقرن جا جواب پئي ڏنا. هوءَ زمين ڪان به ۽ هٿ مٽي پئي اڏاٽي، چو نه اڏامي؟ ملهائتو نگينو جو هٿ ۾ هئس. اهي ماڻهو ۽ ڪيچلا ڇوڪرا، جيڪي کيس "ڏکي ٻلي" چئي چيڙائيندا هئا، سنجي واري مينهن وانگر ڊِڪون ڏئي سندس پٺيان پئي هليا. اهي گلاب جان جي ٻن مٺن ٻولن ۽ قربت لاءِ ماه رخ کي اکين تي ويهارڻ لاءِ آتا پئي لڳا. هونئن به ڪسي ۽ لانئين شئي جو قيمتي شئي سان گڏ مُلهه وڌي ويندو آهي، ائين جيئن خفت واري ٻلي ڪڪڙ سان ايري خفتيءَ جي عزت وڌي ويندي آهي.

گلاب جان جي سراپا ۾ دلربائي جا سمورا رنگ هئا. هن ادائن جي ڇُرين ۽ نگاهن جي نشترن سان گهائل ڪري تڙپائڻ جا گُر ۽ گس سکي ورتا هئا. ماه رخ وانگر ٻچڙي منهن تي نه پئي ڪيائين، پر بانور جهڙي سونهن تي ناز پئي ڪيائين. هو هئو به ته پشم جي ٿونر جهڙو. جهڙو هئس هلڻ هزاري، تهڙي لکن جي لوڏ. جهڙو ڳالهائڻ ۾ مٺاس ۽ ترنم هئس، تهڙو کلڻ ڪستوري. هڪڙو هٿ چيلهه تي رکي ٻيو هٿ ادا سان لوڏي نانگڻ واري ٽور سان شهر مان پئي گذريو ته ڏسندڙن کي جهومائي پسي ڇڏيائين. ڄڻ ڪا چنچل لهر هئي، جيڪا سمنڊ جي پيٽ تي ترندي پئي وئي. هلڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ توڙي جو اڳوڻي معصوميت واري سادگي نه هئس پر ان ۾ به ردم هو. لفظ لفظ لٽي ۾ ٻڌل ۽ هر ادا ۾ نفاست هئس.

گهر وڃڻ لاءِ بازار جو موڙ ڪاٽي جيئن روڊ تي چڙهيس ته هو ٻَهو به ٻَهه منهن ۾ پئجي ويو. هڪو ٻڪو ٿي ڏٺائين ۽ پوءِ منهن ٻڪو ڪري کلي ڏنائين. هن ٻناوٽي ادا سان منهن کي موڙو ڏئي اشهد آڱر چپن تي رکي چيو:

"آئي ڪهاڻيءَ وارا سائين. خوش ته آهين نه...؟"

"گلاب، تون...؟" منهنجي واتان بي اختيار نڪتو.

"هاءِ هاءِ...! سائين، گلابُ نه گلاب جان چئه ها...!" هن تاڙي هڻي چيو.

"پر، تون...!"

"ها، سائين...! جهان مٽ ٿي ويو."

"مطلب تہ...!" مون غير ارادي طور ساڄي هٿ جي آڱر سان کاٻي هٿ جي اشهد آڱر کي وڃڻ جو اشارو ڪندي چيو. هن لڄي نگاهن سان ڏٺو ۽ پوءِ پاڻ سنڀالي مصنوعي ادا سان چپن تي مرڪ آڻي وراڻيو:

"ها، سائين...!، خلاص...!"

آءُ ڪجهہ وڌيڪ ڳالهايان، ان کان اڳ ماه رخ مون ڏانهن فاتحاڻي نگاهہ وڌي ۽ چپن تي طنزيہ مرڪ آڻي، ڪيس ٻانهن مان ڇڪيندي چيو.

"آئي رنوتي...! هاڻي هل...! ائين مُنهن نہ لڳندي ڪر جنهن تنهن جي منهن ها...!"

"اَئي ڊورائي رنَ...! ٻيهہ تہ هاءِ هاءِ سامُہ ٿو وڃئي...!" گلاب جان ڪيس چڙڀ واري لهجي ۾ وراڻيو. ماه رخ ڪيس اڻ ٻڌو ڪري، ٻانهن مان گهلي وڃڻ لڳي. هن ڪجهہ وڪون هلي، ڪنڌ ورائي ڏٺو ۽ وڏي واڪ چيو.

"او سائين...! منهنجي ڪهاڻي لکجانءِ... ها...!"

آءُ حيرت ۽ صدمي مان پنڊ پهڻ بڻجي کين ويندي ڏسندو رهيس. ٻئي ماڻهن جي رش ۾ گم ٿي ويا. مون کي ماه رخ تي جهڪ پئي آيا. هوءَ مون کي شيطان جو روپ پئي لڳي جنهن هڪ ڦوهہ جوانيءَ واري ڳڀروءَ کي پنهنجي شيطاني چالن ۾ ڦاسائي سندس معصوم جذبن جو قتل ڪيو هو. اسان جي گفتگوءَ ۾ هيڪاندا ماڻهو مڙي ويا هئا. هڪ ٻي پهچ عاشق جي واتان بي اختيار نڪري ويو.

"وڏو پاڳ وارو آهين يار...!"

منهنجو دماغ اڳيئي تتو پيو هو. همراهہ ڏانهن ڪاوڙ مان ڏسي چيم:

"ڪيئن...؟"

"ظالم سڄي شهر مان رڳو توسان ئي ڳالهايو آهي."

"پوءِ مٺائي ورهايان...؟"

"ايترو مون سان ڳالهائي ها، تہ ديگ ٧٨ يان ها...!"

همراه ٿڌو ساه کڻي وراڻيو. چوڌاري ٺهڪڙو پئجي ويو ۽ مون کان بہ کل نڪري وئي. کلندي چيم:

"وڃ...! صفا واڙي پيلايو وتين، پيو...!"

همراهہ ٽڪڙو اڳتي وڌي ويو.

مون گلاب سان ملڻ جلڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڇڏي ڏنو هو. وقت جي بي رحم وهڪري ۾ هو منهنجي دل تان بہ لهي ويو هو. هو شهر جو بدنام ڪردار بڻجي ويو هو. هو شهر جي سيٺين، واپارين ۽ ٻين سٺين ۽ جنسي بکايل ماڻهن جي ونڊر ۽ آسيس جو ڪل پرزو بڻجي ويو هو جنهن جي چاٻي ماه رخ وٽ هئي. هو پياسي ۽ شوقين ماڻهن جي دل جي ڌڙڪن بڻيل هو. ماه رخ جي لاٽري نڪري آئي هئي. گلاب جان جي قربت جي ڏنڍي ۾ هو شهر جي سٺيين ترين کي پنڻ ڦرڻ لڳو هو. ڏٺن پوزين ۽ سڪڻ دلاسن تي کيسا خالي ڪرائيندڙن جو تہ ڪاٿو ئي ڪونہ هو. پريا ڏهہ سال شهر گلاب جان تي سحر ۽ ماه رخ جي قهر ۾ مبتلا رهيو. توڙي جو هو چويهن ستاويهن سالن جو ٿي ويو

هو اهو جوڀن ۾ سوڀيا نہ رهي هئس. پر ڇهري ۾ جسم جي بيهڪ ۾ اڃا بہ ڪشش هئس. ايترو ضرور ٿيو هو تہ وقت جي بي رحم وهڪري سندس سونهن کي ميڪ اپ جي محتاجي ڏئي ڇڏي هئي. گلاب جو پيءُ بيماريءَ ۾ ڇُڙي ڇڙي مري ويو هو. وڏا ڀائر ماءُ ۽ ننڍين ڀائرن کي ڇڏي ويا هئا. ننڍا ڀائر مزوري ڪري ماءُ جو پيٽ پالڻ لڳا هئا ۽ فوزيا ٻئي هنڌ پرڻجي، ٻارن ٻچن واري ٿي وئي هئي. هڪ ڏينهن ٻئي گم ٿي ويا. ڪي مهينا تہ سندن ڪو بہ پتو ئي نہ پيو. ۽ پوءِ شهر ۾ ڳالهيون هُلي ويون تہ ٻئي ڪراچيءَ ۾ آهن. هڪ چڱي ڀلي ماٺهوءَ وٽ آهن. جنهن گلاب جان کي مسواڙي جڳهہ ۾ رهايو آهي. بہ سال گذري ويا هئا.

جون جي ٽاڪ منجهند هئي. ڀڪي هيٺان بہ ڇڻ ساهہ ڀئي نڪتو. مٿان بجاڀءَ جي اک ڀوٽ تہ هانءُ ئي ٻوڙي ڀئي ڇڏيو. گرميءَ اهڙو تہ ڇتو ڪري وڌو هو جو منجهند جي وقت بہ چار گهڙيون اک ڪڙي ڪرڻ جو تہ سوال ئي پيدا نہ ٿي ٿيو. آءُ تڙ ڪري، ٻتِ جي ڪوساڻ ساري ڀڪي هيٺان اچي ويٺس تہ. دروازي جو ڪڙو ڪڙڪيو "ٽاڪ منجهند. ڪنهن جي ڦتي آهي...؟" دل ۾ ڇيم ۽ ٻاهر نڪري دروازو کوليم تہ هو ڀگهر ۾ شل دروازي تي بيٺل هو. مرداڻا ڪپڙا. وار ڪٽيل ۽ پورا پنا. سنها شهپر. ڏاڙهي وڌيل. منهن تي ڀاروٺائي. نراسائي ۽ اکين هيٺان ڪارا چٺا گهرا ٿي ويا هئس.

"گلاب جان. تون...؟" منهنجي واتان نڪتو.

"سائين. گلاب جان نہ. گلاب چٺہ...!" هن مٺڙ لهجي ۾ ورائيو.

هو پوتيءَ سان ڀگهر اگهندو ڪمري ۾ داخل ٿيو ۽ ڀڪي هيٺان ڪرسي سيري ويهي رهيو. مون ڪيس غور سان ڏٺو ڀئي. هو اڳ بہ نہ رهيو هو. اونها ساهہ کڻي، بي ترتيب ساهن کي جائيتو ڀئي ڪيائين. ڪا بيماري لڳل هئس. جنهن سنڌ وٺي ساٺو ڪري ڇڏيو هئس. سرءُ جي وڻ وانگر سونهن جا سمورا پن ڇڻي ويا هئس. بہ گلاس پاڻيءَ جا اوتي، سامت ۾ آيو تہ مون ڏانهن ڏسي اچي روئڻ ۾ ڇڻڪيو. ڪيس ساروڻين روئاڙيو ڀئي. زندگيءَ جون محروميون زهريلا وڇون بڻجي ڏنگ هڻي رهيون هئس. هن جي حالت رحم جوڳي هئي. منهنجي دل ۾ هن لاءِ ڌڪار جا جذبا همدرديءَ ۾ تبديل ٿي رهيا هئا. هن سڏڪن ۾ ڪنڌ مٿي کڻي ڇيو.

"سائين. منهنجي ڪهاڻي لکندين نہ...؟"

"ها. پر تنهنجي هيءَ حالت...؟" مون حيرت مان سوال ڪيو.

"ها. سائين. مون کي ايڊز ٿي وئي آهي." هن سڏڪن ۾ ورائيو.

"ايڊز...!" مون کان ڇرڪ نڪري ويو.

"ها. سائين...! بس. ڪرٽيءَ جا ڪيتا پيو ڏيان. هٽ جي وڏئي جو تہ ويج طبيب آهي ئي ڪونہ...!" هن ڏکاري لهجي ۾ ورائيو.

"پر. هيءَ رنگ روپ جي تبديلي...؟"

"ها...! آءُ گلاب جان مان ٻيهر گلاب بڻجي ويو آهيان."

"ڪارڻ...؟"

"اها، وڏي ڪٿا آهي. تڏهن ته چوان پيو ته منهنجي لڪ نه ڪهاڻي....!"

"ها، ضرور لکندس تنهنجي ڪهاڻي....!"

"مون وٽ جيون جا سال مهينا نه پر ڪجهه ڏينهن بچيا آهن." هن اونهو ساهه کڻي وراڻيو.

هن موٽ ڪاڏي هئي، پر ان وقت جڏهن سندس زندگيءَ جو ٽانءُ سڪڻو هو. پڇتاءُ واري بچيل جيون جي حساب ۾ پاڇيءَ وارا پل نه هئس. هو زندگيءَ جو ڪاروان لٽائي، بيماريءَ ۾ نپوڙجي موٽيو هو. بيماريءَ جي حالت ۾ گريو به هٿ پتي ويو هئس. ته گڙو (ماه رخ) به اسپتال پيڙو ڪري ڇڏي ويو هئس.

گلاب جي نندي پاءُ قيصر جي آواز تي ڇرڪ پري، خيالن جي دنيا مان موٽيس. هو ڪيتري دير کان چانهه جو ڪوپ هٿ ۾ جهلي مٿان بيٺو هو.

"چانهه جي ڪهڙي ضرورت هئي؟"

"ابا، مڙئي آئي جي غريباڻي آڌر آهي." گلاب جي امڙ ڏکويل لهجي ۾ وراڻيو.

مون گلاب ڏانهن ڏٺو جيڪو امڙ جي هنج مان اکيون ڦاڙي ڏسي رهيو هو. امڙ جي هنج ڪيس آسيس پئي ڏني. هو ان ڪليسا وانگر پئي لڳو جنهن جي اجاڙ پڊر ۾ سڪل پنن جا ڍير هئا. مون سوچيو پئي ته "ڇا هن سماج ڪڏهن گلاب مان گلاب جان بنجڻ وارن جي درد جا پيرا کڻي، انهن جي پيڙا تي سوچيو آهي...؟" مون قيصر ڏانهن ڏسي چيو: "اسپتال مان ڇو هليا آيئو...؟"

"ابا، مُئو ابو سندن...! چون ته اسان وٽ عِلاج ڪونهي. دوائون لکي ڏنائون ته وڃي گهر پياريوس." قيصر بدران سندس امڙ ورندي ڏني.

ويچاري امڙ کي ڪهڙي خبر... ڊاڪٽرن به غلط ته ڪونه چيو هو. دوائن جا ڌر ته پُورجي ويا هئا. هاڻي دعا جي در کلڻ جو ئي آسرو هو ۽ دعائن لاءِ ڪنهن به اسپتال جي بيڊ جي ضرورت ڪانه پوندي آهي. ڇو ته دعائون اسپتالن جون محتاج نه هونديون آهن. اُهي ته دلين جي شفاخانن مان اٿنديون آهن ۽ اڳهامي وڃن ته دوائن کان به تڪڙو اثر ڏيکارينديون آهن.

گلاب جي روڳي روح جا ڦلڪڙا ڦسي ببا هئا. يادن جا ٽٽل لمحا، ٽاندن جهڙا چٽڪا ڏئي رهيا هئس. اوچتو طبيعت بگڙڻ لڳيس. وڏا وڏا ساهه کڻڻ لڳو. وڇوڙي جا پل اچي پهتا هئا. هن ڦاٽل اکين سان مون ڏانهن ڏٺو پئي ۽ چپ چور ۾ ڪجهه چيائين پئي. ۽ پوءِ ساهه جو پکيئڙو پرڙا هڻي، گلاب جي جسم جي پڃري کي ساڪت ڪري نڪري ويو. سندس بي جان جسم جون اکيون کليل هيون ۽ مون ڏانهن نهاريندڙ اکين ۾ هڪ سوال ۽ هڪ التجا هئي:

"سائين، لکندين نه منهنجي ڪهاڻي...!"





# ڄيٺي مِينهُن

ماکن شاھہ رضوي

ڄيٺ جو ڪاڙهو ٻه اُڀ ۾ ڏرتيءَ کي تانڊو ڪريو بيٺو هو. واءُ جي ڦُرڪ ٻه ڪانه ٿي لڳي. وڻ ٽڻ صفا سُڪ ـ ائين جو پن ٻه نٿي چُريو. هي ڪو پهريون ڏينهن ڪونه هو پر هيل ڄيٺ کان وٺي اونهاري زور ورتو هو. ويساک ۾ ته ويتر لُکون ٻه باھہ پڙڪائي ويون هيون، پر هاڻي ڄيٺ جو چنڊ چڙهيو هو ته جهڙوڪر دوزخ جا در کلي پيا هُئا. سج اُيرڻ کان لٿي تائين صاف ڄيرو ٿي وسايو ته رات جا ٻه ٽي پهر انهي ٻوسٽ ۽ گهُٽ ۾ ٿي گذريا. ڄيتوڻيڪ ناني سوڍي ۽ ماما ٻچل پنهنجي سڄي حياتي جي موسمي تجربن کي آڏو رکي، بار بارِاهو اعلان ڪريِ چُڪا هئا ته هيل 'مينهن آڳاٽا پوندا' ـ ۽ "ڄيٺ وسندو".

ڄيٺي مينهن ۽ پوٺيئي جا پٽ ته ٻاڦن واري کي پلئه پوندا آهن، ان ڪريه سڄي ڳوٺ جون اکيون اُڀ ۾ هيون ته ڪٿان ٿو ابر ۾ اُماءُ ٿيئي ـ پر اڃا ته ڪو ڇمر ٻه اُڀ جي اگهڻ تي ڪونه ٿي ڏٺو. نه وري چانڊوڪين راتين ۾ ڪو چنڊ کي مينهن جو پڙ ٿي ڏٺو. جو اُميد اڃا ٻه پُختي ٿيئي، پوءِ ٻه الله مان آس ته ڪنهن ڪانه پلي آهي.

آسن اُميدن جي آسري ۾ جيئندڙ جهان جتي، مينهن جي اوسيئڙي ۾ هو اُتي وري سانوڻي جي اوهيرن کان بچاءُ جا جتن ڪرڻ ٻه ضروري سمجهي، ان ڪِرت ۾ ٻه قابو هو. هارين، مرچن، ڦُٽين ۽ ٻاجي ٻڪر جي ٻنين مان چنڊٽون ٿاهي، پاٺيءَ جي نيڪال جو بندوبست ٿي ڪيو ته نارين وريه ڇيٽي، مٽي ۽ ٻهه کي گڏيه گارو ٿاهي، گهرن جون ڇتيون راڳڻ جو ذمو کنيو هو جيئن، ٻن رلين جا ٻُچ پُسڻ کان بچي پون.

سو هينئر ٻه سڦوران ۽ ڏيٽس شاهدان، ڇت راڳڻ ۾ مصروف هيون. سڦوران ڇت تي چڙهي مارو هٽڻ جو ذمو کنيو هو ته شاهدان هيٺان پاٽوڙا گاري جا ٻري ماءُ کي ڏيڻ جو ڪم سنڀاليو هو پر تتل اُڀ هيٺ تتل ڇت تي پيرن اُگهاڙن سان ويٺل سڦوران کي نه گرميءَ جو احساس هو نه پيرن سڙڻ جي سُرت هئي. هن جي ڪاوڙاج، اونهاري جي هِن اوُج کان ٻه گهڻي مٿيري هئي. هو راڳو گهٽ ڪري رهيَ هئي، ۽ زبان گهڻي هلائي

رهي هئي. گڏوگڏ هتن جا بہ لهرا ۽ اُڇلون جاري هُيون. شاهدان جي جهل پل بہ هُن جي زبان کي جهلي نہ پئي سگهي. هونئن بہ ماٺهوءَ جي اندر ۾ جڏهن ڪاوڙ ڪروڌ ۽ ڏک گڏجي باهہ ٻارينداآهن تہ زبان پاٺمرادو ڇپي بنجي پوندي آهي. سو سڦوران جي زبان بہ اڄ ڇپيون پئي اُڇلايون.

"اڙي ڦيٺ مُئي مَ ڇائي مُرادان!... اڙي، پنهنجا آنڊا ٽڏا ٽي ڪري ۽ منهنجي جگر ۾ ٻاٻرا ڪنڊا ٽي ڇُپائي... مُئي! نہ ديد نہ ڏيان. ڪاري قيام جو بہ ڊپ ڊاءُ ڪونہ اٿئي..."

"امان! هاڻ ٺهيو ڇت تي ويهي. اٿين جهيڙيندينءَ تہ پڪ اهو ڳالهاءُ پورو ڳوٺ ٻڌندو، وري چاچي مُرادان جي ڪنين پڙلاءُ پيو تہ هُو بہ تاڙ هٽي اڱڻ ۾ نڪرندي ۽ پوءِ..."شاهدان ماءُ کي ايندڙ خطري کان آگاهي ڏيندي صلاح ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي.

"بس ڇوري!... سڦوران جي ڏيءُ ٽي. اِنهن ڪروڏين پر ٽي ڊڇين..." سڦوران، شاهدان جي جملي کي کهاڙي سان ڪپيندي، پنهنجي جولان کي جاري رکيو.

"اڙي، ڏيءُ منهنجي، سُور ڪائي ڇائي مون، ٽاتي نپائي، وڏي ڪيم، راتين جا اوجاڳا مون ڪيا. ۽ هاڻ سڱاوتي وري مُرادان ڪندي؟ اهڙي ويڏن تہ نہ سمن ڪئي نہ سومرن. مُئي! اٿين پُري اُٺ جي گهوگهيتو ماسات...، مون جي ڏيءُ جو سنگ پنهنجي پاءُ جي پُٽ کي ڏيٺو ڪيو تہ هِنين جي آنڊن ۾ ڪهڙو هٽ پيو؟...."

"امان! تون ابي کي چئو تہ هُو چاچي ياقُب ۽ چاچي مرادان کي کُتو جباب ڏيئي ڇڏي. باقي تون ڇو پئي اجايو رت ولوڙين..." شاهدان وري بہ متيءَ جو پاتوڙو ماءُ کي ڏيندي چيو.

"اڙي! پٺهين ۾ جي اِها مٺيا هجي ها تہ آئون ڇو هيڏن وڦلان وللان ها. هُو تہ صفا نما شام آهي. سدائين ڪنڌ هيٺ. صاف گگدام ٽيو وات کي لغام ڏيو وينو آهي. نہ ڪُڇي نہ پُڇي. نہ تہ ياقُو ۽ مُرادي کي ڪهڙي ڪاڪت جو تنهنجو نالو بہ زبان تي آڻين؟ پر آئون بہ ڳائي وڃائي ٽي چوان تہ مُرادي جي انهيءَ ٻوٽ ڦڏي پُٽ ميرُو کي ڏيءُ جو سنگ تہ ڇا، پر پُراڻو پادر بہ ڪانہ ڏينديس، ڪانہ ڏينديس_ منهنجي شاهدان مامي جي ننهن ٽيندي، جڳ جهان ڏسندو."

سڦوران جي هوڏ حق تي هئي. هُو جڏهن غلامون سان لانئون لهي هتي آئي هئي، تڏهن کان هُن غلامون ۽ ياٺس ياقُو ۾ وڏي وڇوٽي ڏٺي هئي. غلامون غريب هو ۽ چار مينهون ۽ هڪ ڍڳي ڪانسواءِ هي ڍينگهرن جي وچ ۾ اڏيل لانڍي وارو گهر ئي هُن جي ڪُل ملڪيت هو. جتي رهي، ڪير لپ وڪڻي، هُو گذر سفر ڪندو هو. پر ياٺس ياقُب کي اٺ ايڪڙ ٻني بہ هئي تہ پنج ست مينهون، ٻڪريون ۽ بہ جوڙا ڍڳن جا بہ هٽ ۾ هُئس. ان ڪري هُو وڏيڪ سُکيو سٽابو هو. ۽ اِهو تہ اڄڪلهہ پڌري پٽ هرڪو ٽو ڄاڻي تہ سيري جي ايري سان نہ مِٽي نہ ماٽتي. رت جا رشتا بہ غربت جي گهاٽي ۾ پيڙجي، پنهنجي شڪل وڃائي ويهندا آهن. ان ڪري، ياقُو بہ ڀاءُ کي برابري جو درجو ڏيڻ لاءِ تيار نہ هو. عيد برات بہ هو بہ وڪون لنگهي، ڀاءُ ۽ ڀاڄائي سان ڪڏهن ملڻ ڪونہ آيو _ نہ ڪڏهن هُن اڳهي سَگهي ڪانئن حال احوال ورتو. سڦوران، مڙس جي مائيٽي

طبيعت ڏسي، سمجهي ويئي هئي تہ غلامون نہ رڳو غريب آهي پر، موڳو بہ آهي. نہ ڪنهن جي تيرهن ۾ نہ تيجين ۾، ڪو چئي وچي تہ بہ چُپ، جي ڪنهن ڪي چوٽو هجي تہ بہ چُپ۔ ان ڪري، هُن نہ رڳو مڙس سان پر پنهنجو پاڻ سان بہ همدردي ڪئي هئي ۽ گهر جو گهڻو بار پنهنجي سر تي کڻي، هُن گهر هلائڻ سان گڏ گهر ٺاهڻ جو بہ فيصلو ڪيو هو.

جيتوڻيڪ سُکئي گهر جي هئي. پاڻس رحيم ڏنو پنهنجي ماني مڇي وارو هو بہ، ٻارا ٻني جا بہ هئس تہ ڳوٺ ۾ وڏو دُڪان بہ هُئس. غلامون کي بہ پنهنجو چاٺي، هُن، غربت ۽ اميري جي فرق کي پري رکي، پيڻ جو سنگ ڏنو هو. ۽ شاديءَ کان پوءِ هو غافل بہ ڪونہ هو. جُماٽي چنباٽي، پيڻ تان پيو پيرو ڪندو هو پر ڪڏهن خالي هٿين ڪونہ آيو. جڏهن بہ ايندو هو تہ ڪپڙي لٽي سواءِ، بہ ڏوڪڙ بہ نياٽي جي هٿ تي رکي ويندو هو.

پر سڦوران – رڳو پاءُ جي همدردي، يا مڙس جي ڪمائي تي ڪونہ پاڙيو. هُن، ڦٽين جا چونڊا ڪيا، مرچ چونڊيا، ڪٽڪن جا لابارا ڪيا، ڪماند جي چلي ڪئي. رليون سبيون، پرت پريا. ۽ پورهيا ڪري، بہ چار روپيہ بچت ڪندي رهي. ائين جو ڪنهن جي محتاجي ڪرڻي نہ ٿي پيس.

پوءِ هُن کي شاهدان ڄائي. تن ڏينهن، ريڊيو ٽي وي بہ عام جام ٿي ويا هئا. –جن سرحدون ۽ ثقافتون بہ گڏي ڇڏيون هيون. ان ڪري هتي بہ ويس وڳن سان گڏ نالن ۾ بہ ڦيرو آيو هو هاڻي سوڍي سدوري، نيامت، سليمت بدران ماٺهن رضيہ رشيدان، حميدان، رابعان جهڙا نالا رکڻ شروع ڪيا هئا. ان ڪري مڙس جي مرضي خلاف سڦوران بہ ڌيءَ تي شاهدہَ نالو رکيو هو جيڪو ڳوناڻي زبان ۾ شاهدان بنجي پيو هو. جيتوڻيڪ غلامون جي مرضي هئي تہ ڌيءَ تي ماڻس ستپرائي جو نالو رکي، پر سڦوران صاف چئي ڏنو هئس تہ جڏهن تنهنجي وڏي پاءُ ياقُب عرف ياقو ڌيءَ تي. رضيان نالو رکي، ستپرائي جي سڪ کي سارڻ ويچارڻ جي ساچاہ بہ ڪانہ ڪئي تہ پوءِ هُو ڇو مرهيات سبس جي نالي ببان ئئين تهي کي پراڻو ڪري؟ بس غلامو بہ هميشہ جيان ڪنڌ لوڏي ماٺ ڪئي ڪئي. ۽ سڦوران جي ڄائي نياٽي، ستپرائي بدران شاهدان ٿي ويئي.

شاهدان ڄائي تہ سڦوران جي ڄڻ تہ هيڪلائي پُڄاٽيءَ تي پهتي. غلامون فجر سارڻ ويجهي شهر ۾ کير ڏيئي. پهرئين پهر ئي موٽندو هو ۽ ٻنا دير جي مال جهنگ ڏي پهرائي ويندو هو. پيهري جي ماني بہ کيس ٻڌي ڪٽي پوندي هئي. پوءِ سارو ڏينهن هُو هوندو هو ۽ واهہ جا ڍاڪا يا سيڙها، نما شام ٺاڻي مال وٺاڻ ڏي واري، – اُنهن کي سڦوران جي ڪيل گاهہ جي مُٺ ڏيئي، بہ گراهہ لولي جا کائي، سمهندو هو تہ وري بہ فجر جو مُلان سانوڻ جي ٻانگ جاڳائيندي هُيس. هن کي ايترو ويلو وقت ٿي ڪونہ ملندو هو جو هُو زال سان ويهي، من جون مقالون اوري سگهي.

رهيو ڏير ۽ ڏيراڻي جو گهر تہ اُهو سڦوران لاءِ ڏارين کان بہ وڌيڪ ڏاريو هوندو هو. – هڪ بہ پيرو هُو تڏهين هجت ڪري ويئي هئي، جڏهين هن نئين ڪنوار بنجي،

هتي پيير رکيو هو. پر هُن کي خبر پئجي ويئي هئي تہ غريب ڪنهن جو بہ مائٽ ناهي هوندو. غريب صرف هوندو آهي اهڙو اڇوت، جنهن کي سُڪئي مائٽ جي ڪنهن بہ شئي کي هٿ لائڻ جو بہ حق ناهي هوندو. سندس ڏيراڻي مُرادان جي منهن تي لکيل اندر جي اکرن کي هُوا ڻ پڙهيل هوندي بہ پڙهي ۽ سمجهي ويئي هئي.

۽ هُن اوڏانهن وڃڻ ئي ڇڏي ڏنو هو. وري جو مُرادان جي ننڍڙي پُٽ مير محمد عرف ميرو، ٻاتڙي ٻوليءَ ۾ چاچي، کي ماٺس ۽ پٽس جي پر پٺ ڪيل ڳالهين کان واقف ڪيو تہ سڦوران جي دل ڦرهي تان اُهي محبت جا لکيل بہ اکر بہ ميٽجي ويا. جن رت جي رشتن ڏي ڏيان تي ڏيارپو. باقي راڄ جون اهي عورتون تہ هن سان لائي لاباري ٻني ٻاري گڏ هونديون هيون. جن کي پورهئي مان مٿي ڪنهڻ جي بہ واندڪائي ڪانہ ٿيندي هئي. اُهي پِلا ڪچهريون مارڪا ڪهڙا ڪنديون. بس جي اُڃ اُجهائڻ يا پن جي ٻيڙي مان دونهن ڪيڻ خاطر ڪٽي ڪنهن وڻ هيٺ ساهي پٽڻ بہ ويهنديون هيون، تہ هر هڪ وٽ ايترا تہ سُور ۽ پُور هوندا هئا جو رکو اهو سوچيندي ٽاٽو ٽري ويندو هُئن تہ اڃ ڪهڙي ڏک جي ٻُجڪي کولجي. ان ڪري سڦوران شاهدان سان ئي رُوح رلائڻ ۽ من پرپائڻ شروع ڪيو. هُن جي آڏِ مک ڪرڻ ۽ نک نيڻ ڪيڻ کان وٺي، سندس ننڍڙن ڪپڙن تي پرت پرڻ کان ڏُڪو ڪارائڻ، ماکي چٽائڻ ۽ ٽڄ پيئارڻ واري وقت ۾ بہ پئي ڳالهيون ڪندي هئي. —ائين جڻ سهيلي سان سُور اورپندي هجي.

هي معصوم ٻارڙا ٻي سمجهہ هيٺا . ۽ پرائي وس هوندي بہ سچائي جي سڃاڻپ هوندا آهن. وڏن جي ٻڌايل رام ڪهاڻين، تي بہ پڪو اعتبار ڪري وهندا آهن. "ڳُڙ ٻڌوڪي ڪنڌ ڪلڙ ۽ ديو جي آکاڻي کان ڊڄي سمهي پوندا آهن. ۽ ـ اڪبر بادشاهہ ويرمل وزير جي آکاڻي تي خوش ٿيندا آهن. پاڻ ۾ وڙهندا تہ بہ نہ ڪو ڪينو نہ ڪا ڪدورت. ٿوري دير کان پوءِ وري هڪجهڙا ـ ۽ پوءِ جيئن جيئن ڄمار وڌندي آهي تيئن تيئن ماڻهو دنياداري سکندو ۽ ڪوڙ جي ڌٻڻ ۾ ڌڪبو ويندو آهي. هو پاڻ ڳُڙ جهڙو مٺو ٿي، ٻئي کي فريب جي ٻڌ (پري) ٻڌائي ڇڏيندو آهي. ڪنڌ جهڙو ڳالهائي، ٻئي جي ڪل لاهي وٺندو آهي. وقت مڪتب، دنيا استاد ۽ ماڻهو ڪتابي هوندو آهي.

سو شاهدان جو ننڍپڻ جيڪو رڳو ماءُ جون ڳالهيون ٻُڌندي گذريو هيو سو جواني ۾ بدلجي، ماءُ کي ڳالهيون ٻُڌائڻ لڳو هو. هن جي سُونهن ۽ سرسي ۽ ڳلن تي حياءَ جي سُرخي رنگ هارڻ لڳي هئي. اکين مان معصوميت جو پکي آکيرا ڊاهي اُڏامي ويو هو ۽ ان جي جاءِ تي، ڳولا جا گل ٽڙڻ لڳا هئا. هوڏانهن ياڦُو جو پٽ ميرو بہ شهپر وٺڻ لڳو هو تہ ڪريم ڏني جو پُٽ گلاب بہ گلاب بنجي پيو هو. ٻنهي ۾ فرق اهو هو تہ ميرو جي من ۾ ڪانڪو سنگت مير پري ڇڏيو هو ۽ گلاب جي دل تي. الف انب، ٻي بدڪ ......
اُجري سُرهاڻ اوڏڻ شروع ڪئي هئي.

ميرو کي مڃي هئي، ان ڪري هُن پنهنجي هر پسند جي شئي تي، پنهنجو حق ٿي سمجهيو. کيس پڪو اعتبار هو تہ ٻيو ڪوبہ هٿ هن کان سندس وٽندڙ شئي کسي سگهڻ جي سگهہ نٿو رکي. ان ڪري هُن کي پڪ هئي تہ هُوئي شاهدان کي ڪنوار

بنائيندو. آخر تہ ڏاڍ مڙسيءَ سان ڳڌ. پٽس جي مال ملڪيت ۾ ڳوٺ جي وڏيري والي ڏني تائين پڄت بہ ڪا تہ حقيقت هئي، پر ڪڏهين ڪڏهين اکين وچان نڪ بہ نڪري ويندو آهي. سو هي بہ ائين ئي ٿيو هو. سمن سرڪار جو ميڙو متو هو ۽ ميرو پنهنجي ساٿ سنگت سان ميڙي ۾ موج ڪرڻ لاءِ ويل هو.

هوڏانهن ڪريم ڏنو ۽ جوٽس حُرمت بہ اچي غلامون ۾ سڱوران جا مهمان ٿيا. غلامون ڪي تہ ڪڏهين بہ اهڙي ويل وقتَ جي اصل اون ئي نہ هوندي هئي. چو تہ سڱوران گهر جي حوالي سان ڪڏهين بہ هُن ڪي ميار ڏيڻ جو موقعو ئي نہ ڏنو هو.

ڪير، مکڻ، گيهہ، ڏنئورو لسي پنهنجو هو تہ ڪڪڙن جو بہ خاصو ولر موجود هوندو هو. جيڪي ننڍڙا چوزا هوندا هُئا تہ مائرن سان گڏ متيءَ جي ٺاهيل کُڏين ۾ رهندا هُئا ۽ وڏا ٿي، اڱڻ ۾ بيٺل ٻير ۾ ٻير جي وڻن تي وڃي وهندا هُئا. ڪُڪڙ ۽ ساريون تہ لاباري جي ڏينهن ۾ "لائي" ۾ ئي ملي ويندِيون هيون. جنڊ گهر ۾ هو. باقي، ساڳ ڀنين مان ۽ لوڻ هٽ تان ايندو هو.

ان ڪري — ڪريم ڏني ۽ حرمت جي مهماني ڪرڻ ۾ نہ ڪو سڱوران ڪي ڳڻتي ٿي ۽ نہ ئي غلامون ڪي ڪتڪو هو. چانڊوڪي چنڊ عرش تي دولهہ دريا خان جي پڳ جيئن ڪڙيو بيٺو هو. ان ڪريَ ماني ٽڪي کائي، واندي ٿيڻ کان پوءِ — هنن اڱڻ ۾ رکيل کٽن تي ويهي رهاڻ رچائڻ شروع ڪئي. پُراڻيون کٽن تي، شاهدان، رليون وڇائي، ٽُڪن وارا وهاڻا رکي ڇڏيا هُئا.

مومل جي ڪوٽ ۽ نوڪٽي قسم جي رلين جي ڪنگرين ۽ وهاڻن جي ٽڪن تي، پندرهين تاريخ جي چنڊ جي هاريل چانڊوڪي، ڪنواري نينگريءَ جي دل ۾ ٽڪي پوندڙ پهرئين پيار جذبي جهڙي ٿي لڳي. وري جو نئون راڱيل اڱڻ، اچي ڪير جهڙو اُن آرسي جيان وڇايل هو جيڪا ڪڏهين ميري نہ ٿي هجي. مٿان وري، سرءُ مُند جي واءُ، جي ٿرڪ ڪنهن ويل واهوندو تہ ڪنهن ويل اُتر.. اکين ۾ ننڊ جا خمار نہ اوتجن تہ ٻيو ڇا ٿيئي. جهڙوڪر اونهاري ۾ گهاٽي لسيءَ جا ٻہ وٽا پي، نم يا ٽالهي جي ڇانوءِ هيٺ ليٽجي، پر غلامون تہ سدائين ٽڪل هو. — ان ڪري اُن تي ننڊ جي گهيرٽ وڏيڪ ئي هٽ تي رکيو. شاهدان پريرو رکيل کٽ تي اڳ ئي ليٽي پئي هئي. وڏن جي رهاڻين ۾ پلا ٻارن جو ڇا وڃي؟

پر عمر جي هن ڏاڪي تي، اکين ۾ ننڊ بدران جاڳندا خواب يا تصور جا محل اڏيا آهن. ان ڪري هُن جي اکين ۾ اچا ننڊ آکيرا ڪونہ اڏيا هُئا. باقي غلامون آرس ڀڃي اُٿڻ جي ڪئي تہ، رحيم ڏني روڪي ڇڏيس.

"ادا! هينئر ساڻ ٿو اُٿين، يارا ايتري تہ ننڊ سان گهرائپ نہ ڪر."

"ٻيلي رحيم ڏنا! سارو ڏينهن زناورن سان گڏ ڊوڙٽو ٿو پوي، سارو بُت وساڻل چُلهہ جو مارنگ ٿيو وڃي... اڄ بہ اوهان جي ڪري ايتري دير ويٺو آهيان" غلامون پهريون پيرو ڪچهريءَ ۾ زبان چوري

"ادا! اهو ڪو اڄ نئين مان تہ ڏنڏو ڪونہ ڪيو اٿئي. ساري سڀ ڄمار جو پاڳيو آهين. –اهو ڪم تہ تنهنجي عادت آهي. ان ۾ ڪهڙو ٽڪ تہ ڪهڙي آرس؟" حرمت وارو ورائيو.

"هاڻ! ادا ۽ ڀاڄائي ڀيا ڇُونئي تہ ڪٽي گهڙيون ويهہ... ويچارا حُب ڪٽي آيا آهن" سڦوران جي لهجي ۾ حڪم هو.

۽ غلامون هڪڙي اوباسي ڏيئي ويهي رهيو تہ رحيم ڏني ڳالهہ اڳتي چوري.

"ادا! هونئن تہ هي گهر، هي ٻچا اسان جا پنهنجا آهن. هتي نہ تہ اسين مزمان نہ اوپرا. پيڻ ڀاءُ ۽ ڀائيچن جو رت مڙيئي هڪڙو.

پر.... پوءِ بہ راڄا رسم سمجهي، اڄ آئون ۽ گلاب جي ماءُ اوهان ٻنهي کان ڪجھ گهُرڻ آيا آهيون."

"ادا! سڦوران جو سِر تو تان صدقي. هر شئي تنهنجي ۽ ڀاڄائي جي مِلڪ آهي. گهُرڻ جي ڪهڙي ڳالهہ ٿي؟" سڦوران چيو.

"پوءِ بہ ادي!... رسم تہ آهي نہ...." حُرمت وارو ورائيو.

"ادي! پوءِ ڀا بسم الله.. جيڪا اوهان جي صلاح. جنهن ۾ اوهين راضي هجو." سڦوران سڀ واڳون ڀاءُ ۽ ڀاڄائي حوالي ڪندي چيو. غلامون ننڊاکڙين اکين سان ڏسندو ۽ ٻڌندو رهيو. جڻ تہ ڪنهن ڳالهہ سان بہ هُن جو ڪو واسطو ئي نہ هجي.

"ادي! ڳالهہ اها آهي تہ اڄ اسين اوهان کان ٻچي شال گلاب لاءِ شاهدان جو سڱ گهُرڻ آيا آهيون...." رحيم ڏني چيو.

"ٻچي شال منهنجو گلاب هاڻي ڏهہ درجا پاس ڪري ويو آهي. خدا ڪندو تہ ماستر صاحب ٿيندو.... اوهان ڏنو آهي......" حُرمت چيو

"هنن جو پنهنجو ٻچو آهي.... ڏسڻ جي ڪهڙي ٿي ڳالهہ ڪرين. هاڻ پندرهن ڏينهن هتي رهي ويو آهي." رحيم ڏني زال جي ڳالهہ ڪاٽي.

"مون ائين ڪونہ ٿي چيو... مون تہ چيو ٿي تہ اوهان ڏٺو آهي تہ گلاب پٽ اشراف، مائيٽو ۽ چٽي دار ٻچو آهي" حرمت چيو.

شاهدان جي دل جو ڏڙڪو وڌي ويو هو. ڪنن ۾ جڻ تہ گهُوگهاٽ ٿي ٿيس. نراڙ تي پگهر ڪي تہ هٽ لائي محسوس ڪيائين. رات ۽ رلي جو برقعو نہ هجي ها تہ، هُن جي ڳلن جي ڳاڙهاڻ لهندڙ سج جي لالي سجو ڳوٺ ڏسي ها. چپن تي پکڙيل شرميلي مُرڪ کي هُن لڪائڻ لاءِ چپ ۾ چڪ پاتو هو. جڻ تہ رِلي مان بہ ڪو ڪيس مُرڪندو ڏسي سگهي ٿو.

هُن جي دل تي، اُن ڏينهن واري ڳالهہ تري آئي هئي. جنهن ڏينهن هُن ناني سُهراب جي ٻني مان گُوار جون ڦريون ٻوڙ لاءِ پٽي پٽيون.

گلاب ٽن ڏينهن وٽن آيل هو. ماٽس جو وس پڄي ها تہ هُو ڀائيٽي کي سيئي ڪِڪڙ ڪهي کارائي ۽ سيئي مينهون ڏُهي کير پيئاري ها، پر ٽن چئن ڏينهن کان پوءِ گلاب ڪڪڙ کائڻ کان صفا نابري واري هئي.

چئي، "پڦي! هاڻ تہ آنڊا تپي پيا آهن. سائي پاڃي رڌيو تہ ڪاڻيندس. نہ تہ مون مانجي تان ٿي هٽ ڪنيو". ۽ نيٽ سڦوران کي گلاب جو رابو رکڻو پيو. ۽ هُن شاهدان کي پاڃي پٽڻ لاءِ اُماڻيو هو. نہ تہ سڄي جمار هُن ڏيءُ کي ڪک ڇني ٻہ ڪرڻ ڪونہ ڏنو هو. هٽ جو چالٽو ڪري نپايو هئائينس. شاهدان زوري ڪم ۾ ساڻس هٽ ونڊائيندي هئي. سو بہ گهر اندر ڪڌهن چانهہ ڪاڙهڻ تہ ڪڏهن اٽو ڳوهڻ، يا رلي سِبڻ.... يا وري سال پُڄاٽان مينهوڳي جي مُند کان اڳ گهر جي اڱڻ ۽ ڇت جو راڳو ڪرڻ لاءِ گاري جو پاتاڙو ڪٽڻ ۾ ماءُ سان ڀاڱي ڀائيوار ٿيندي هئي، نہ تہ الا الا خير صلا.

۽ پاڃي پٽڻ جي موڪل ملڻ سان هُن کي ڏاڍي خوشي ٿي هئي. هونئن تہ ناني سُهراب جي ٻني سڄي ڳوٺ جي سهوليت هئي. جنهن ۾ پوکيل فصل اندر موسم جي هر پاڃي پوکبي هئي. ڪٽي ٻارين ۾ پالڪ ساڳ بہ اصل سنڌي جنس ڪُنگرين واري، يا ٻني جي چوڌاري ڏنل لوڙهي تي ڏينگهرن کي ويڙهيل تورين، ڪدو ڪريلي، ياسينَ جون وليون. ڪرين ۾ وري واڱڻ، پيندي ۾ گوار جا ٻوٽا. ڪوٽ مير ۽ مرچ تہ اصل لٽن پيا لڳندا هئا. نہ ڪا جهل، نہ ڪا پل.

چئي: "ابا! سهراب جو سِر بہ ڳوٺ وارن لاءِ حاضر آهي. هي پاڃي تہ سڀني جي لاءِ آهي. جيتري ڪائي سگهو ڪائو. چو تہ لشڪر بنا سلطان، مهمان بنا خان، سخي سواءِ دان ۽ ٻني بنا نان سڪڻو لڏو ليکبو آهي."

سو هو بہ نانا سُهراب جي ٻني مان بي ڏڙڪ پاڃي پٽي رهي هئي تہ هُن جي ڪنن تي، ڪو پڙلاءُ پيو رسيلو آواز... پر ڳرو جڻ تہ ڪو ڳائڻ جي ڪوشش ڪندو هجي. جُهونڳار بہ صاف دل ۾ ڪُپڻ جهڙي

"آءِ راتڙا! رهہ رات... تنهنجي چانگي کي چندن چاريان."

شاهدان... ويجهو ايندڙ آواز ڏانهن نظر جا ڪبوتر اُڏاريا... نيٽ ڪمند جي وچ واري ٻني تان گلاب کي ايندي ڏسي ورتائين. جيڪو پنهنجي منهن جُهونگاريندو اچي رهيو هو. شاهدان جي چپن تي مُرڪ پکڙجي ويئي.

اکين ۾ شرارت چمڪڻ لڳيس.

جڻ هن ڪنگهار ڪئي. گلاب ڇرڪي ڏانهس نهاريو. هُن جو ڪلام اڌ ۾ رهجي ويو. اکين ۾ ڀرين حيرت ۽ پوءِ چاهت جي چمڪ اُڀري هئي.

"اڙي! تون هتي ڇا پئي ڪرين!" هُن واٽڙن جيان پڇيو هو.

"ڏڳو رنيندو آهي تہ ان کي گاهہ ڏبو آهي.... تون ڳائين ٿو تہ توکي بہ گوار جي مُٺ کپي. سو تو لاءِ گوار پئي پٽيان." شاهدان چرچو ڪيو.

" ڏڳو سمجهين ٿي تہ بہ ٻڌ بس تنهنجي هر ۾. ۽ جي ماٺو سمجهين ٿي تہ بہ رهندس تنهنجي گهر، تنهنجي پير ۾" گلاب چيو.

"ڇو؟" هُن شوخيءَ سان پڇيو ۽ گُهوري هن جي اکين ۾ ڏنائين.

"دل ڦري، پوءِ اها پُڇا ڪرڻ واجب تہ ڪونهي" گلاب دل جهلي چيو.

شاهدان هن جي آواز جي ڏڪٽي صاف محسوس ڪئي.

"ديماڪ تہ جائتو اٿئي، اهڙيون ڳالهيون مون سان ٿو ڪرين. هل گهر تہ امان کي ٻڌايان" شاهدان هن کي ڍيڄارڻ لاءِ ڪاوڙ جو تهہ چهري تي چاڙهيندي چيو ۽ ان ڌمڪي گلاب کي سچ پچ ڪُومائي ڇڏيو.

"نہ نہ.... شاهدان! ائين نہ ڪجان. پڦي کي ڪجهہ نہ چئجان. ڏس آئون هٿ ٿو ٻڌان...."

"پر تو اهڙيون ڳالهيون مون سان ڪيون ڇو؟" شاهدان پڪائي سان ڪوڙي ڪاوڙ کي اڃا بہ قائم رکيو.

تہ گلاب صفا هينئڻ هاري ويٺو.

"مون توبهہ ڪئي، زاري ڪئي.۔ آئون هتان ئي ڳوٺ هليو ٿو وڃان ۔ مري ويندس، پر وري ڪونہ ايندس."

گلاب جي انهيءَ ڳالهہ شاهدان جي دل کي لوڏي ڇڏيو.

"الا.... ماروٺ جي ڪاوڙجي ويو تہ.... سندس مُنهن لاءِ سڪنديس.

اهي مست اکيون، اهو سهڻو مُهانڊو اهي اُجرا ڪپڙا ... ماروٺ جهڙو تہ ڪو ٻيو ڪٿي آهي ڳوٺ ۾. حيف آهي مون کي، جو پنهنجي رت ۽ روح کي پئي رُسايان، ڍيڄاريان...." هن دل ئي دل ۾ سوچيو ۽ هڪدم شوخي واري مُرڪ هن جي چپن تي پکڙجي ويئي.

"واه ماروٺ واه!.... صفا ڏڄڻو آهين ٻيو..."

"نہ نہ.... پر غلطي تہ منهنجي آهي نہ" گلاب اڃا بہ هٺن مان پئي ويو.

"نہ، ڪا غلطي ڪانهي... تو مون کي پسند ڪيو مون توکي پسند ڪيو تہ ان ۾ ڪهڙي اريما خطا ٿي، پنهنجا پاڻ ۾ تہ آهيون. وڃن تنهنجا دشمن. اڳتي اهڙي ڳالهہ نہ ڪجانءِ" هُن ڪنڌ هيٺ ڪري چيو ۽ گلاب جي من ۾ هزارين گلاب ٽڙي پيا.

"تون راضي هجين تہ آئون امان ۽ ابي کي تنهنجي سڱ لاءِ موڪليان؟..." هُن وري بہ پُڇي پڪ ڪئي.

"پڦي ماما ۽ مامي کي موڪل، مون کي توکان مٿي ٻيو ڪير آهي." هن وري بہ ڪنڌ هيٺ ڪري، ٻڏل لهجي ۾ چيو جڻ ڳُوار جي ٻوٽن ۽ ٻني ۾ ٻيٺل وڻن کان بہ شرمائيندي هجي.

۽ پوءِ گلاب انهي ئي ڏينهن شام جو واپس هليو ويو. ضروري ڪم جو بهانو ڪري پڦيءَ کان موڪلايو هُٺائين ۽ اڄ ... رحيم ڏنو ۽ حُرمت... انهيءَ ڳالهہ کي ڳنڍ ۾ ٻڌي پڪو ڪرڻ آيا هئا.

شاهدان جي معصوم دل ۾ جاڳندڙ اهو اٿپورو ۽ اڻ ڄاڻ عشق، هُن جي وجود کي ولوڙي رهيو هو. وهم، وسوسا... ڊپ.... گهڻو ڪجهہ... هن جي دل کي ڌڙڪائي ۽ من کي منجهائي رهيو هو.

"گهوڙا گهوڙا.. ڪٿي گلاب، مامي ماما کي اهو تہ ناهي ٻڌايو تہ مون هن سنگ کي پاڻ پسند ڪري، هُن کي ماڻن جي موڪلڻ لاءِ چيو هو....؟ جي ائين هوندو تہ ماما ڇا

چوندو هوندو ته ٻليءَ چوريون پاڻ پيون دل وٽندا حق ڪن..؟... هي به الاءِ ڇا ڪندا. سنگ هِنن کي ملندو به الاءِ نه....؟ جي امان ٿي مون کان پڇي ته گهوڙا... آئون ته جيئري مري ويندس...."

هن جي اندر ۾ لوچ پوچ لڳل هئي ۽ هتي هنن جون ڳالهيون هلندڙ هيون.

"ادي! برو ير گلاب جهڙا پٽ ته ڀاڳن وارن کي ملندا آهن. جهڙو ڇئجي ڇوڪر اهڙو آهي. صاف چٽيهه لکٺو آهي." سڦوران گلاب لاءِ پنهنجي راءِ ڏني.

"ته پوءِ ڪريوس پنهنجو دير ڇاجي آهي" رحيم ڏني ٺهڪ ڏيئي چيو.

"ادا! ڏٺي وينو آهي. سُڌ آهيس ته نياڻي جي مائي باتشاهه جي گهر ۾ به ڪانهي، پوءِ جيڪا سندس مرضي..." سُڦوران غلامون ڏانهن اچل ڏني.

"ها ادا غلام محمد! هاڻ ته ادي به توتي فيصلو ڇڏيو آهي. ڇا ٿو چوين؟" رحيم ڏني چيو. رحيم ڏنو پهريون ماڻهو هو جنهن اڄ پهريون ڀيرو غلامون جي زندگي ۾ هُن کي غلام محمد چئي، سچي نالي سان سڏيو هو.

"ٻيلي! پاڻ کي ته ڪير جي اگهه جي خبر آهي. مال لاءِ گاهه ڪٿي آهي، ڪٿي ڪونهي. ساتو ڪري ٻهر جا تازا پن. ٻور ۽ گل ڪيئن ڇاٽجن ته ٻري لاءِ ڊينگهر گهٽا ڏينهن سُڪائجن. اها سڀ ڪل اٿم ـ باقي هي ڳالهيون ڄاڻي." غلامو وراڻيو ۽ سڄو اختيار زال کي ڏيئي ڇڏيو.

"تون سچو آهين شاهدان جا پيءُ! پر سُياڻي، تو وارو ڀاءُ ڀاڦو جي اکيون ڪڍي ته پوءِ ڇا ڪندين؟..." سڦوران اڳ پوءِ تي نظر وجهندي چيو.

"ڀاڦو ڇو اکيون ڪڍندو. نه پنهنجي هُن ۾ ڪا هجت. نه هُن جي پاڻ ۾. ـ ٻوري داڻن جي ته ڪونه ٿو موڪلي جو اکيون ڪڍندو."

غلامون پهريون ڀيرو دل جي باهه ڪڍي، ڀاڦو کان بيزاريءَ جو اڻ چٽو اعلان ڪيو.

"ته بس ادي سڦوران! هاڻي بسم الله ڪري ڪٽي ها ڪر ته صبح جو آئون نينگريءَ تي پوتي وجهان، منائي ورهايان، باقي مڱڻو ۽ شادي گڏ ڪٽي ڪنداسين."

"ها ادي! هيلوڪي ڪتي جُهلائي، ڏينهن چٽا ڪنداسين. منهنجا پئسا ڏوڪڙ سال جي اوڌر ۾ ڦاٿل رهن ٿا، ڪٽي ۾ ملندا آهن. اها وصولي ڪري، وهانءُ ڪبو." رحيم ڏني چيو.

"هاڻ ڳالهه توڙيو. ـ رات ويئي وهامي، هُو ڏس ڪتيون لهي ويون، پٽون اُڀريو آهي. ـ تيڙو به لهڻ تي آهن" حرمت اوٻاسي ڏيئي، اُپ ۾ نڪت ڏسندي چيو.

"بس ڀاڄائي، اوهان آئي اکيون ٿڏيون. مون نياڻي وڌي اوهان جي جهولي ۾ ـ" سڦوران نيٺ فتوا جاري ڪئي.

"مبارڪون ادي مبارڪون....."

"خير جُون، ادا اوهان کي به مبارڪون."

رحيم ڏني پيڻ جي مٿي تي هٿ رکيو. غلامون کي ڀاڪر پاتو. غلامو وري حرمت جي مٿي تي هٿ رکيو ۽ سڦوران حُرمت کي ڳرلائي. ڪجهه دير ڀاڪر ۾ جهلي بيٺي

هئي- ۽ پوءِ سيڪو ڪٽ تي ليٽيو تہ ماحول تي ماٺار ڇانئجي ويئي هئي، پر شاهده جي اکين کان ننڊ صفا رُسي ويئي هئي.

انهي هيڏي ماٺار ۾ هن جي ڪنن نہ تہ ٻِڇُس جي کونگهرن کي تي ٻڌو نہ مامي حُرمت جي وٿَل کي تي ڪنايو. هن جي ڪنن ۾ تہ الاءِ ڪٿان پري کان ايندڙ سهرن، دهل ۽ شرناءَ جا سر پئي گونجيا.... ۽ نيٺ صبح ٿيو. اج شهرهان سوير سائگئي ويلي ورڻ واري غلامو بہ مال کي قدر دير سان ڇوڙيو هو.

انهي، ڪي قدر ويل ۾ حرمت شاهده کي پوتي اوڍائي، پنج سؤ رپيہ خرچي ڏيئي، جُوسب جهولائي جي هٿ تان پتاشا ۽ ريوڙيون گهرائي ورهايون۽ "پوتي پوڻ" جي رسم پوري ڪئي هئي.

۽ سويل پچايل ماني کائي، رحيم ڏنو زال سميت هليو ويو هو.

۽ - شاهدان جي شرماهٽ کان سواءِ باقي ماحول اڳ جهڙو تي پيو هو. پر اها شام ڏاڍي هل حشر واري هئي.

اڃا غلامون مال مس وٿاڻ ۾ واڙيو تہ - ٻاهران سڏ ٿيو هو.

سڦوران ماني پئي پچائي ۽ شاهدان ان وقت صبح جي کير لاءِ. چروڙيون ۽ ڍرم پئي مليا.

سڏ تنهي سڃاتو هو پلا ميرؤ جو کُهرو آواز ڪنهن کان ڳجهو هو.

غلامو ٻاهر نڪتو تہ ياقو ۽ ميرو کي بيٺل ڏٺائين. هُن هٿ ملائڻ جي لاءِ وڌايو تہ. ياقو تہ آڏو ابتو هٿ ڏنس، پر ميرو هٿ ڏيڻ بدران چڙٻ واري انداز ۾ پُڇاٽو شروع ڪري ڏنو هو.

"چاچا غلامو! هي ڳوٺ ۾ ڪهڙي ڳالهہ هُلي ويئي آهي؟" ميرو پڇيو.

"ڇا جي ڳالهہ ابا!؟" غلامو هيسيل انداز ۾ چيو.

"ٻڌو اٿئون تہ تو رحيم ڏني وارن کي سنگ ڏنو آهي ۽ هُو ڇوڪريءَ تي.

پوُتي وجهي، مٺائي بہ ورهائي ويا آهن؟" ياقو چيو.

"بيلي! آخر ڌيئون رڌي ڪائڻ جون تہ ڪونہ آهن. آن جو مُنهن جنڊ ڏانهن. سو نيٺ ڪٿي تہ نياٽي جو بلو بہ ڪرٽو آهي." غلامو وري بہ گڏيل ڳالهہ ڪئي.

"تون ڇتي ڳالهہ ڪر تہ. تو رحيم ڏني جي پُٽ کي سنگ ڏنو آهي ڇا؟" ميرو وڏيڪ ڪاري لهجي ۾ چيو ۽ غلامو وڏيڪ هيسجي، هيٺيون چپ چٻاڙي، چپ ٿي ويو.

ميرو جو آواز اگهڻ تي، مانيون پچائيندڙ سڦوران بہ ڇنو پئي ٻُڌو. هو اٽي پريل هٿن سميت اُٿي ۽ گهٽيءَ ڏانهن ويندي، ڏيءَ کي دانگيءَ ۾ پيل ماني جي اُٿلائڻ جو چوندي - هُو تڪڙيون وکون کڻندي لوڙهي جي گهٽي تي اچي بيهتي. سامهون ئي ياقو غلامو ۽ ميرو بيٺا هئا.

"ڳالهہ ڪر. زبان ڇو نٿي اُٿلئي" ميرو بيهر غلامو کي چڙٻيو.

"انهي ڳوٺ کان ڇا ٿو پُڇين. مون کان پُڇ ...." سڦوران هڪل ڪئي تہ ميرو ۽ ياقو هن ڏي ڏٺو.

"هائو هائو... اهو سنگ مون ڪيو آهي. ڏيءُ بہ منهنجي تہ ڀاءُ بہ منهنجو.

اوهين ڇو پُڇاڻا ڪندا وتو" سڦوران ميرو جي آواز کان بہ مٿيرو ڪرڙاٽ ڪيو.

"تون زال زائفان گهر جو ڪاڄ. توکي اهي فيصلا ڪرڻ جو ڪهڙو حق آهي" ياقو جي آواز ۾ بہ ڪاوڙ هئي.

"ڇيم تہ منهنجي پيٽ ڄائي جو مون کان وڌ ٻيو ڪير وارث آهي. جو آئون سوال جواب ڪريان، ڏيان." سڦوران اچا بہ مٿي ڳالهايو.

"مائي! اوهان وٽ رنن جا راڄ هوندا. هتي فيصلا مڙس ڪندا آهن. سنگن تي پهريون حق ڏاڏاڻن جو هوندو آهي.. ۽ غلامون جي ڏيءُ جو آئون سڳو چاچو آهيان. اهو سنگ آئون پنهنجي هن پٽ ميرو لاءِ رکندس" ياقو چيو.

"بلي! ڏک هجي يا سُک – عيد هجي يا عاشورو ٻڌون يا سڙون، پر ڏاڏاڻن جي دعويدارن مان ڪو ڪتو بہ لڙي تہ ڪڏهين ڪونہ آيو آهي. – جوڻهين مُرادان اسان کي ائين تي ڏسي جهڙو ڇُهڙا هجون اسين ۽ هُو ٻي ٻي سڳوري هجي... پوءِ اسان کي لاچار لڳو آهي جو ڪاري ۾ وجهي ڏيءُ جو سنگ ڏيڻ لاءِ اچي حاضريون ڀريون. ٻڏي مرو مُئا! انهي ماڻتي ڳنڍڻ سان" سڦوران بہ رک رکان ڪانہ ڪئي.

"بس ڪر، رن هاڻي ڄاڙي هنيئي تہ ڪهاڙي سان سسي لاهي ڇڏيندوسئين." ميرو هڪل ڪري جُلهہ ڪئي تہ ياقو ورتس.

"تون ماٺ ڪر ابا! مون کي ڳالهائڻ ڏي" ياقو پٽ کي سمجهايو.

"ڇڏينس، هٽ ڪڍينس، تہ مون کي اچي ڪهاڙي هٽي. مئا! انهي پٽ لاءِ تا سنگ گهُرو جنهن کي نہ ننڍي وڏي جو حياءُ، نہ چاچي ناني جي ديد...

اي هن کي تہ ڪاٺ ۾ هٽايو يا گدو بندر پچايو... اهڙي بي شرمي پٽ کي، ڪو ڪتي جو ٻچو بہ ڪونہ ڏيندو." سڦوران ڪاڪڙو هنيو.

غلامون صفا چپ ٻيٺو رهيو. جهيڙو وڌيو تہ، ياقو جي زال مُرادان بہ اچي ميدان ورتو. ۽ پوءِ جو تاڙ لڳو تہ وچي خير ٿيا. آڏيءَ جو ياقو ۽ ميرو اها ڌمڪي ڏيئي هليا ويا تہ "شاهدان جي شادي ٿيندي تہ صرف ميرُو سان، نہ تہ خون ٿيندا. رت جون نديون وهنديون."

اهو سڄو جهيڙو جتي سڄي ڳوٺ ٻڌو اتي شاهدان کي ديجاري ۽ سڦوران جي نڙي ويهاري ويو. آڏيءَ کان پوءِ وري ويٺل آواز سان سڦوران غلامو سان جوڻٽي ڏني هئي پر غلامون تہ هوئي پت، پت جا گُچندي پلا؟

بس اهو ڏينهن ۽ اڄوڪو ڏينهن. سڄو سيارو گذري ويو ڦوتهڙي جا ڏينهن لنگهي ويا. چيٽ لٿا، نئين ڪتي پوکي پر .... هن نتهڻ اُس ۾ بہ اهو جهيڙو هلندو رهيو. بہ چار پيرا رحيم ڏنو ۽ گلاب بہ ماٺهو وٺي وڙهڻ لاءِ سنبريا تہ، ياقو ۽ ميرو بہ پنج لوفر گڏ ڪيا. هتان بہ هلائون ٿيون، هُتان بہ چڙهايون ٿيون. نہ رحيم ڏنو ورتل سنگ ڇڏڻ لاءِ تيار ٿيو نہ وري ياقو پنهجي دعوي تان دل پلي.

ٻہ چار پيرا وڏيري والي ڏني ٻہ ٻنهي ڌرين جون ڳالهيون ٻڌيون، پر نبيرو ڪونہ ٿيو... ۽ حالتن جا ور وڪڙ وڌيڪ مُنجهندا ويا. غلامون ٻہ ٽي پيرا ڌبيل زبان ۾ زال کي هن وڌندڙ فساد جي پئو کان واقف ڪندي، سنگ ٽوڙڻ ۽ ڳوٺ مان نڌڻ جي ٻہ صلاح ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سڦوران صاف نهڪر ڪئي.

چئي: "مڙد ٿي مڄُو ٿو ٿئين. ڌيءُ تي، ڪنهن هڪ جو ناٿو رکيو آهي. ڪو هَٿ جو وکر تہ ڪونهي جو اڄ هِن جي نالي سُپان هُن جي هٿ ۾." باقي سڦوران، رحيم ڏني کي اهو ضرور چيو تہ "جي هِت ڪو جوکو هجي تہ اسين لڏي هلي، تنهنجي پاڙي اصل ڳوٺ ۾ ويهون ۽ پوءِ تون اُتان پُٽ پرڻائي، مون تان بار لاهي وٺ."

پر ـ رحيم ڏنو ٻہ ضد تي هو. تنهن صاف چئي ڏنو تہ "نہ ادي! ماڻهو ڪونہ ڪلائيندس. ياڦُو کان ڊڄي ننگ ٻہ ڪونہ ڇڏيندس. هتي هِن ئي ڳوٺ، هِن ئي گهر ۾ ڄڃ وٺي پُٽ پرڻائڻ ايندس. ڏسان تہ ڪنهن ۾ اهڙي ٿُوم آهي جو منهنجو ٿو اڳ جهلي."

پر اُن کان اڳ جو گلاب ۽ شاهدان جي وهانءَ جا ڏينهن ڇٽا ٿين ۽ رحيم ڏنو پُٽ کي موڙ ٻڌي لانئون لهڻ لاءِ پيڻ جي در تي وٺي اچي، ياڦو وڃي سردار گهُرام خان جا پير جهليا ـ وڏيري والي ڏني ٻہ هُن جي گهٽي پارت ڪئي. ۽ سردار ٻنهي ڌُرين کي پاڻ وٽ فيصلي لاءِ گهُرائي ورتو.

رحيم ڏنو غلامون کي ساڻ وٺي روانو ٿيو تہ سڦوران مڙس جي مُنهن ۾ زبان رکڻ لاءِ ڍِگهيون صلاحون ٻہ ڇُهتائي ڇڏيون.

"مُئا! هاڻ اهو چُپ جو روزو ٽوڙ زبان ڇور... ڳالهاءِ، چئو سائين ياءُ برابر آهي، پر نہ هُئڻ جهڙو. سڄي ڄمار اڌ تي ٻہ ڪونہ پُڇيو اٿس. منهنجو يا منهنجي گهر وارن جو قلب هِن گهر سان ڪلمي قيام ڪونہ نهندو ان ڪري، پنهنجي سالي جي پُٽ کي، خوشيءَ سان ڪلي ڪنيو اٿم. پوءِ سردار ڪو زور زبردستي ڪونہ ڪندو. سائُهين کي شينهن ٻہ ڪونہ ٿو کائي."

غلامون ٻہ رحيم ڏني جي ڏِڍ تي اُرهہ تي هٿ هڻي بيٺو تہ هو فيصلي ۾ سردار سامهون اهڙو ڳالهائيندو جو سٽن راڄن ۾ هاڪ پئجي ويندي.

پر جڏهن هُو سردار جي محلات جهڙي بنگلي جي سينگاريل ڊرائنگ روم ۾ هيٺ وڇايل ڪنٿوري غاليچي تي ٻين سان گڏ ويٺو تہ زبان کي وري ٻہ تالو لڳي ويس. ياڦو ميرو ۽ وڏيرو والي ڏنو هڪ طرف هُئا تہ رحيم ڏنو گلاب ۽ غلامو ٻئي طرف هُئا. سردار پنهنجي ڪروڌ اڌ اچي ڪاري ڏاڙهي ۽ ڳاڙهين رعبت دار اکين سان سامهون ڪوچ تي ويٺو تہ غلامو کي ايئرڪنڊيشنڊ ڪمري ۾ ٻہ پگهر ڦٽي نڪتو هو. هو واڙو هو.

ڳالهيون ٿيون. ياڦُو ڏاڏاڻو سنگ ڳنڍيو، پنهنجي حق جي ڳالهہ ڪئي تہ رحيم ڏني، غلامو ۽ ياڦُو جي وچ ۾ پيل ويڇن سان گڏ ميرُو جي چال چلت، ڦڏن. ڪيسن جي پيرائتي ڳالهہ سان گڏ، پنهنجي پٽ جي واڪاڻ ۽ غلامو جي گهر سان ڪيل همدردين جا حوالا ٻہ ڏنا. ۽ جڏهن غلامو کان پُڇيو ويو تہ هُن ڪنڌ هيٺ ڪري نراڙ جو پگهر آڱر سان اُگهي رڳو ان ڳالهہ تي ڏک ۽ ڳڻتي ظاهر ڪئي تہ هن طرف اچڻ ڪري اڄ

سندس مال ٻڪ مري ويندو. باقي اِهو ضرور چيائين ته ’سائين اوهين سردار آهيو، جيئن وڻيوَ تيئن نياءُ نبيريو‘ ۽ بس.
سردار گهُرام خان وٽ اهڙا ڪئين فيصلا ٿيندا هُئا. پر وارث جي صفا لاتعلقي ڏسي، هُو به هن معاملي ۾ منجهي پيو.
۽ نيٺ وڏيري والي ڏني جي صلاح تي ڳالهه اِتي ڪُٺائي ويئي ته جنهن جي سِر سان هي سڄو مامرو متو آهي، اُن ڏر ڏٽي يعني شاهدان کي سردار سامهون پيش ڪريو ته هُو اُن کان سندس راءِ وٺي. پوءِ شاهدان جنهن به گهر ۾ خوش هوندي، فيصلو ان جي حق ۾ ڏيئي، هن کي ڪنوار بنائي اُن گهر ۾ موڪليو ويندو.
هڪ هفتي جي تاريخ رکي ويئي. ۽ اهي اٺ ڏينهن سڦوران شاهدان کي جدا سمجهايو ته هُن جي دل جدا گلاب کي ماڻڻ لاءِ صلاحون ڏنيون هيون. ۽ نيٺ اُهو ڏينهن به اچي پهتو جنهن ڏينهن تي رحيم ڏني جي گهرايل ٽيڪسي ڪار ۾ پيءُ سان گڏ ماٽس هُن کي هار سينگار ڪرائي اجرڪ ۾ ويڙهي اُماڻيو هو. هن کي پڪ هئي ته اڄ شاهدان ۽ گلاب جي شاديءَ جا ڏينهن ڇِٽا ٿيندا ۽ مُرادان جي مُنهن ۾ ڇائي جا ڇڄ پاٿهي اُڏامي اچي پوندا. سردار جي بنگلي ۾ شاهده کي جدا ڪمري ۾ ويهاريو ويو. سردار گهرام خان چيو هو ته هُو نينگريءَ جو بيان اڪيلائي ۾ وٺندو. متان ٻين جي دٻاءُ سبب هو دل جي ڳالهه سيني جي سامهون نه چئي سگهي.
سردار ڪجهه دير کان انهي ڪمري ۾ شاهدان جي دل جي مرضي پُڇڻ ۾ مصروف هو ۽ ڪنئوري تالين تي ويٺل ٻئي ڌريون ڊگهي اوسيئڙي ۾ هر هر... ڪمري جي بند دروازي ڏانهن ڏسي رهيون هُيون.
ياقو رحيم ڏني کي ۽ گلاب ميرُو کي، خارن مان ٿي ڏٺو. ائين ٿي لڳو ڄڻ ٻنهي ڌرين پڪو پهه ڪري ڇڏيو هو ته هاريندڙ ڌر تي هُو ٺوڪ ڪري اُٿندا - اهڙي ٺوڪ... جنهن کان پوءِ اشراف لاءِ ٻُڏڻ ضروري ٿي پوندو آهي.
گلاب کي پنهنجي پيار تي وڏو ڀروسو هو. هُو دل ئي دل ۾ گهوٽ ٿيڻ لائق لهڻ ۽ سيج ماڻڻ جا سپنا ڏسي رهيو هو.... ۽ پوءِ.. ڪجهه دير کانپوءِ دروازو کُليو. سردار گهُرام خان مُرڪندو ٻاهر آيو. سيني اُٿي بيهي سندس ڀيهر آجيان ڪئي- ۽ هُو اڳتي وڌي پنهنجي خاص قيمتي ڪوچ تي وڃي ويٺو. سمورا سندس واتان ڇوڪريءَ جي راءِ ۽ فيصلي جو اعلان ٻُڌڻ لاءِ آتا هُئا.
تڏهن سردار گهُرام خان واري واري سان هڪ هڪ چهري تي پنهنجون قدرشناس نظرون ڦيرايون... ڄڻ ته هُو هڪ هڪ جي چهري تي لکيل تحرير پڙهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. نيٺ وڏيري والي ڏني کان وڌيڪ صبر نه ٿي سگهيو ۽ هُو پڇي ويٺو.
"سائين! ڇوڪري ڪنهن جي حق ۾ آهي؟"
سردار وري به مُرڪي سيني کي ڏٺو ۽ چيو هو "ڇوڪري ڪنهن به ڌر جي نٿي ٿئي. نه ناناڻن جي، نه ڏاڏاڻن جي. هُن کي ٻڪ بدحالي ۽ هن روز روز جي فساد بيزار

ڪري ڇڏيو آهي. هُو مظلوم آهي. ان ڪري اسان فيصلو ڪيو آهي تہ هي جهيڙو ٽارڻ لاءِ ۽ ڇوڪريءَ سان همدردي ڪرڻ خاطر، مان پاڻ هُن سان نڪاح ڪريان... هي نڪاح اڄ ئي ٿيندو جنهن ڪي شريڪ ٿيڻو آهي، اُهو ويهي. جنهن کي وڃڻو آهي، اُهو هليو وڃي...."

سڄي ڪچهريءَ تي ماڪ پئجي ويئي. گلاب جون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون. ميرو جا وار اُڀا ٿي ويا. ۽ سردار جي باڊي گارڊن جا هٿ آٽوميٽڪ بندوقن جي گهوڙن تي مضبوط ٿي ويا... ڪوبہ ڪونہ ڪُڇيو... دير... گهڻي دير ٿي ويئي.

تڏهن وڏيري والي ڏني ڪنڌ هيٺ ڪري پٽڪيو هو.... هُن جو آواز ايترو جهڪو هو جو ڪنهن ٻُڌو تہ ڪنهن نہ بہ ٻڌو.

"ها سائين! جهيڙي ٽارڻ لاءِ اِهو ضروري آهي تہ جهيڙي جي پاڙ پٽي ڇڏجي. جيئن اوهان ڪيو...."

" سمورا ڏڪندڙ ۽ ٻي سَتين جنگهن سان اُٿيا. زبانن تي، تالا هُئا. رڳو اڪيلو غلامو هو جنهن رڳو سامهون هلندڙ ٿي وي پئي ڏٺي. ۽ جڏهن رحيم ڏني هن ڪي ٻانهن کان جهلي ڇيو هو تہ "اُٿي تہ هلون" تڏهن، هُو ڇرڪي اُٿيو هو ۽ رحيم ڏني کي ڇيو هُئائين تہ:

"اڄ سڄي سنڌ ۾ چيئني مُند جو مينهن وُٺو آهي. هاڻ گاهن جا انچر ٿي پوندا. مال ڏاڍو سُکيو ٿيندو."

"توکي ڪنهن ڇيو؟" رحيم ڏني خار مان هُن کي ڏسندي پڇيو.

"انهي ٽي ري ۾ پئي ڏيکاريائون. تو ڪونہ ڏٺو ڇا؟" غلامو حيرت مان رحيم ڏني کان سوال ڪيو. ۽ هُن سان گڏ بنگلي کان ٻاهر نڪري آيو. ٻاهر اڃان چيئني مينهن وُٺو پئي!!



خاص ورق

# بلوچستان
# ۽ بلوچستاني ادب



مونکان برداشت نہ پئي ٿئي
ندامت مٿيءَ جي
اسان جنگ ڪنداسين
اسان اڪيلي سر جنگ ڪنداسين.



# بلوچستاني ادب ۾ مزاحمت جو عنصر

عابد مير

ڌرتيءَ تي موجود هي خطو جنهن کي 'بلوچستان' چئجي ٿو عجائبات جي سرزمين آهي. سياسي، ثقافتي توڙي سماجي لحاظ کان اهڙا تہ منفرد ۽ دلچسپ رويا هتي ڏسڻ لاءِ ملن ٿا، جن جو مثال شايد ئي دنيا ۾ ڪٿي هجي. فطرت پسند، ويڙهاڪ، مهان نواز بهادر، آزادي پسند، جفاڪش، آزاد مزاج، سمورن عنصرن کي ملائجي تہ 'بلوچ' ٺهي ٿو.

"بلوچ قديم زماني کان اڄ تائين ايشيا ۾ هڪ خانہ بدوش قوم رهيا آهن. ڪجهہ تاريخدانن جو خيال آهي تہ لفظ "بلوچ" جو مطلب آهي ئي خانہ بدوش. هيءَ قوم پراڻي زماني ۾ عربستان ۾ دجلا ۽ فرات جي ساحلن کان وٺي حلب جي مرغزارن ۾ ايراني سرحد سان گڏوگڏ آباد هئي ۽ ايران ۾ تبريز جي ڪوهہ البرز جي دامن ۾ مشهد تائين پکڙيل هئي. ڍور ڍڳا پالڻ ۽ پرپاسي جي زرخيز ۽ شاداب علائقن، آبادين ۽ شهرن کي لُٽڻ سندن پسنديده پيشو هو.

شاهنامہ فردوسي جي هڪ واقعي مان ظاهر ٿئي ٿو تہ نوشيروان عادل جي عهد 531ع تائين بلوچ ڪوهہ البرز (جنهن کي فردوسي "برزڪوه" لکيو آهي) جي پرپاسي ۾ آباد هئا. هڪ ڏينهن هنن جي ڦرلٽ مان تنگ ٿي ايراني هاري نوشيروان وٽ فريادي ٿي ويا ۽ فردوسيءَ چواڻي تہ نوشيروان پاڻ جواد لشڪر سميت بلوچن کي سبق سيکارڻ لاءِ نڪتو ۽ سندن فرار ٿيڻ جا سمورا رستا بند ڪري، بلوچن جي قتلِ عام جو حڪم ڏنائين. مرد، عورتون، ٻارڙا، پوڙها، جوان جيڪي بہ سامهون آيا، تلوار جي ور چڙهي ويا. بيشمار بلوچ قتل ٿيا ۽ جيڪي زنده بچيا، پنهنجو مال متاع ۽ گهر ٻار ڇڏي اهڙي ريت نڪتا جو وري ڪڏهن هن پاسي جو رُخ نہ ڪيائون."

(تاريخ بلوچستان، باب اول)

مير گل نصير چواڻي تہ بلوچن جا اهي طائفا ايراني سيستان، چاغي ۽ خاران مان ٿيندا، جهالاوان ۾ اچي ترسيا. جتان کان سندن قلات ۾ آمد شروع ٿي. (بلوچيءَ ۾ ڪلات، قلعي کي چئبو آهي) جتي بعد ۾ پهرين بلوچ حڪومت جو بنياد پيو. بلوچن جو قومي شاعر ۽ بلوچ تاريخ کي پهريون پيرو منظم ڪندڙ گُل خان نصير بلوچن بابت لکي ٿو: "قديم زماني جا بلوچ هڪ انگريز مصنف جي بقول "مضبوط

البدن" بهادر ۽ جفاڪش هئا. سدائين آزاد رهڻ پسند ڪندا هئا. هُنن پنهنجي ئي ملڪ ۾ جتي سڪندرِ اعظم جي وقت کان ئي ويڙهه ۽ هنگامو رهيو آهي، سپاهه گيريءَ جو فن سکيو. (هُو) پنهنجي آزادي لاءِ سر ڏيندڙ هئا. ۽ هڪ مشهور مثل آهي ته جنهن ماڻهو سر ڏيڻ سکيو هُجي، تنهن انهيءَ ڳالهه جي سکيا به ورتي هوندي ته ڪيئن پنهنجو پاڻ کي غلام ٿيڻ کان بچائجي."

هي اُهي بنيادي خاصيتون آهن، جيڪي بلوچ سماج جي هر عهد ۾ سرِفهرست نظر اچن ٿيون ۽ اِهي ئي اُهي عنصر آهن، جنهن جي بنياد تي قديم بلوچ ادب (فوڪ لٽريچر) جي شاندار عمارت بيٺل آهي. قديم بلوچ لوڪ ادب ڪٺي اُهو بلوچن جي ٻن اهم زبانن مان بَلوچيءَ ۾ هُجي يا براهويءَ ۾، ويڙهه، انتقام ۽ آزاديءَ جهڙن موضوعن سان ڀريل ملندو. چاهي اُها ويڙهه ٻاهرين دشمنن سان هُجي يا پنهنجي ئي ڪنهن قبيلي سان، ٻ، انهن ويڙهن ۽ جنگين جو ذڪر شاعريءَ ۾ ستون تعداد ۾ ملڻ انهيءَ ڳالهه جو ثبوت آهي ته بلوچ اصل کان شاعريءَ جا شوقين رهيا آهن. سندن درٻارن ۽ عام ڪچهرين ۾ شاعري ڪثرت سان پڙهي ويندي هُئي. جنهن جو موضوع وقت جون سياسي ۽ سماجي حالتون هونديون هيون.

قلات جي مير عبدالله قهار جا هي ٽي بند بلوچن جي بهادري ۽ سرڪشيءَ جو اهڃاڻ آهن:

پهاڙ بلوچن جا قلعا آهن
هي ڪنهن جي پيءُ جي ملڪيت ناهن
اسان پنهنجا سر ڏئي هي (پهاڙ) حاصل ڪيا آهن.

بعد ۾ انگريز سرڪار جي وظيفي خوري ۽ پاڪستان سان جبري الحاق کي خان آف قلات پاران زبردستي تسليم ڪرڻ واري صورتحال انهيءَ ته سٽي جي حالت ڪجهه اهڙي بڻائي ڇڏي، جو 1950ع واري ڏهاڪي ۾ بلوچستان جو نئون نسل اهو چوندي ٻڌو ويو:

پهاڙ بلوچن جا قلعا آهن
جيڪي جوانن پنهنجا سر ڏئي حاصل ڪيا
۽ ياڙين دلالن پگهار عيوض وڃائي ڇڏيا.

1948ع ۾ جڏهن بلوچستان جو پاڪستان سان زبردستي الحاق ڪيو ويو ته هن معاهدي کي طاقت جي زور تي جتي ان وقت جي خان آف قلات مير احمد يار خان کان قبول ڪرايو ويو ته ساڳئي وقت سندس ننڍي ڀاءُ پرنس عبدالڪريم انهيءَ الحاق کي رد ڪندي، بغاوت جو اعلان ڪيو ۽ پنهنجن ڪجهه ساٿين سميت پهاڙن ڏانهن هليو ويو ۽ مزاحمت جي روايت وڌائين. ائين پاڪستان ۾ شموليت شرط ئي بلوچستان ۾ سردارن جا به وڏا ڪردار سامهون آيا. هڪ اُهي جن آسائشن کي قبولي، پنهنجو رشتو وفاق سان ڳنڍيو ۽ ٻيا اُهي جن آزاديءَ کي مقصد بڻائي، بغاوت جي رسم وڌي، هي اُهي به وڏا لاڙا هئا، جنَ بلوچستان جي پڙهيل لکيل طبقي کي سڌيءَ ريت متاثر ڪيو. چاڪاڻ ته انهيءَ مهل جيڪي لکڻ پڙهڻ وارا ماڻهو هئا، اهي ڪنهن نه ڪنهن طرح سياسي تحريڪ سان ضرور لاڳاپيل هئا. اهي ئي ماڻهو شعر به لکي رهيا هئا.

ڪهاڻيون بہ لکي رهيا هئا ۽ تاريخ کي بہ منظم ڪري رهيا هئا. تنهنڪري اهي انهن سياسي لاڙن کان سڌيءَ ريت متاثر ٿيا. بلوچستان مان پهريون اُردو افسانو لکندڙ يوسف عزيز مگسي انگريزن خلاف بلوچستان جي آزاديءَ واري تحريڪ جو سرگرم اڳواڻ هو. افسوس تہ زندگي هُن سان وفا نہ ڪئي ۽ ڪوئيٽا جي 1935ع واري بدبخت زلزلي ۾ هُو رڳو 28 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويو. سندس ڪجھ شاعري اڄ بہ موجود آهي، جيڪا انقلابي رنگ سان رڱيل آهي. ائين ئي پهريون بلوچي افسانو لکندڙ شير محمد مري، جنرل شيروف مريءَ جي نالي سان 60ع واري ڏهاڪي ۾ بلوچستان ۾ هلندڙ آپريشن ۾ گوريلا ويڙهہ ۾ شريڪ رهيو. بعد ۾ انهيءَ تسلسل کي گل خان نصير، عبدالله جان جمال الديني، نادر قمبراڻي ۽ ٻين اڳتي وڌايو.

گُل خان نصير براهوي، بلوچي، فارسي ۽ اُردوءَ ۾ شاعري ڪئي. سندس شاعريءَ ۾ انقلابي آواز گونجي ٿو. هي اُهو دور هو جڏهن بلوچستان، رُوس جي "ڳاڙهي انقلاب" جي اثر هيٺ هو. هتان جا شاعر، اديب بہ قومپرستي ۽ ترقي پسنديءَ جي گڏيل لاڙن کان متاثر ٿي، فن تخليق ڪري رهيا هئا. هڪ پاسي بلوچستان تي بار بار ٿيندڙ چڙهائي هئي، جنهن غلاميءَ واري سوچ کي مهميز پئي ڏني تہ ٻئي پاسي قومي آزادي ۽ 'ڳاڙهي انقلاب' جا خواب هئا.

کیسے مانوں کہ میرا دیس بھی آزاد ہُوا — جبکہ ہے نشہ حکومت کا وہی ساز وَہی
کیسے مانوں کہ یہ اجڑا چمن آباد ہُوا — جبکہ ہے زاغ و زغن کا پرِ پرواز وَہی
کیسے مانوں کہ غلامی کی مصیبت نہ رہی — بیڑیاں پاؤں میں اور ہاتھوں میں زنجیر وَہی
کیسے مانوں کہ یہاں دور ہے آزادی کا — جبکہ ہے نُطق وقلم کے لئے دستور وَہی

---

پاک وطن کی ریت نیاری — بُھوکی ننگی جنتا ساری
سُن کر جھومیں دھن کے پجاری — رپوں کی جھنکار رے بھیا
راج کرے سردار

---

اےَ خالقِ اکبر مجھے توفیق عطا کر — غفلت سے بلوچوں کوذرا پھر میں جگادوں
کھوبیٹھے ہیں مردانِ سلف کی وُہ روایات — پھر قصہءَ ماضی کی اُنہیں یاد دلادوں
(گُل خان نصیر)

هي اُهو لهجو هو جنهن بلوچستان جي مستقبل جي ادبي منظرنامي کي عوامي بڻائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ٿورڙي فرق سان گل خان نصير جو همعصر بلوچي ۽ براهوي جو ناليوارو اديب نادر قمبراڻي گواهي ڏئي ٿو ته: "اسان جا ساٿي قومپرست، وطن پرست، جمهوريت پرست ۽ ترقي پسند هئا. سو ترقي پسند ۽ قومي شاعري انهيءَ دوران شروع ٿي ۽ عوامي ادب جو رستو پڻ هتان کان ئي شروع ٿيو."

بلوچستان يونيورسٽي ۾ براهوي ۽ فارسي ڊپارٽمينٽ جو بنياد وجهندڙ هي اُهو ئي پروفيسر نادر قمبراڻي هو جنهن 2006ع ۾ پنهنجي وفات کان ڪجهه مهينا اڳ صدارتي ايوارڊ واپس ڪري ڇڏيو هو ۽ سندس انقلابي شاعريءَ جهڙو انقلابي بيان اخبارن ۾ ڇپيو هو:

"آئون نادر قمبراڻي هڪ ناڪام ماڻهو آهيان. آئون پنهنجو مشن پورو نه ڪري سگهيس. پنهنجي مقصد ۾ ڪاميابي نه ملي مونکي. مون پنهنجي ماڻهن جي آزادي ۽ خوشحاليءَ جو جيڪو خواب ڏٺو هو اُهو اڄ به خواب ئي آهي. مُنهنجا ماروئڙا اڄ به محڪوم ۽ مجبور زندگي پيا گذارين. مون پنهنجي وطن ۽ پنهنجي زمين تي پنهنجي اختيار جي جيڪا جدوجهد شروع ڪئي هئي، انهيءَ جو ڪو نتيجو ناهي نڪتو.... پوءِ مونکي ڪهڙين خدمتن عيوض صدارتي ايوارڊ ڏنو پيو وڃي. هڪ ناڪام ماڻهوءَ لاءِ هي ايوارڊ جيوري جي ناانصافي ۽ مون لاءِ شرمندگيءَ جو باعث آهي. انهيءَ لاءِ آئون هي ايوارڊ واپس پيو ڪريان ۽ جنهن لاءِ مونکي نامزد ڪيو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته مون لاءِ منهنجو ايوارڊ مُنهنجا نوجوان آهن، جيڪي مُنهنجي فڪر ۽ مُنهنجي مشن کي ڪٽي اڳتي وڌي رهيا آهن."

### جديد شعري منظرنامو

هي اُها صورتحال هئي، جنهن بلوچستان جي جديد ادبي منظرنامي جي تعمير لاءِ خام مال فراهم ڪيو. اڄ جو بلوچستان نه رڳو ماضيءَ واري صورتحال کان گهڻو مختلف ناهي بلڪ خراب حالتون خراب تر کان خراب ترين تي پُڄڪيون آهن. ڏيڍ انچ واريون مسيتون ته گهٽيون آهن، پر گڏيل پليٽ فارم وارو عنصر موجود ڪونهي. جنهن سبب بلوچستان جي ادبي منظرنامي تان هتان جي سياسي ۽ سماجي حالتن سان نهڪندڙ ڪو احتجاج ٻُڌڻ ۾ نه پيو اچي. بلوچستان ۾ هتان جي سمورين قومي ٻولين سميت اُردوءَ ۾ لاجواب ادب تخليق ٿي رهيو آهي، جيڪو پنهنجي وقت ۽ حالتن جي ڀرپور ترجماني پيو ڪري، پر پاڪستان جي ادبي مرڪزن (لاهور ۽ ڪراچي) ۾ ڪين پذيرائي نه ملڻ جو هڪڙو سبب جتي سندن "پسماندگي" آهي، اتي ٻيو سبب وري قومي مسئلي تي سندن کليءَ ريت ڪيل فني اظهار آهي. خاص ڪري هاڻوڪي سرڪار جي رويي، لڳاتار پنجين آپريشن، سون جي تعداد ۾ بلوچ نوجوانن جي لاپتا ٿيڻ، ڳوٺن کان شهرن تائين ٿيندڙ تشدد، بلوچ هجڻ ۽ بلوچستان سان واسطو هجڻ تي ئي تذليل واري رويي، بلوچستان جي ان لکئي پڙهئي طبقي کي به متاثر ڪيو

آهي (جنهن ۾ بلوچ ۽ غير بلوچ سيئي شامل آهن) جيڪي هڪ وڏي عرصي کان سردارن جي مُنافقت ۽ سوڪالڊ قومپرستيءَ مان مايوس ٿي، هڪ پاسي ويهي "ادب براءِ ادب" تخليق ڪري رهيا هئا. شعر لکي رهيا هئا. شعر پڙهي رهيا هئا. شعر ٻُڌي رهيا هئا ۽ واه واه ڪري رهيا هئا. اهو حلقو بہ هاڻ ميدان ۾ لهي آيو آهي ۽ پاڻ کي هڪ قوم جو هڪ ڏرتيءَ جو فرد سمجهندي، بطور شاعر پنهنجي قومي ذميواريءَ کي محسوس ڪرڻ لڳو آهي.

مشهور ترقي پسند اديب رضي عابدي لکي ٿو تہ: "فنڪار خوبصورت حقيقتن جي عڪاسي ڪندو آهي ۽ جڏهن سندس دُنيا ۾ حُسن نہ رهي تہ انهيءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ هُن جو فرض بڻجي وڃي ٿو ۽ ائين سياست سندس فني مقصدن ۾ داخل ٿي وڃي ٿي."

۽ جان اسڪن چيو هو تہ: "فن تڏهن لطيف ٿيندو آهي، جڏهن هُو خوبصورت حقيقتن جي عڪاسي ڪري، جتي اهڙيون حالتون موجود نہ هُجن، اتي فن جي سکيا ڏيندڙ سماج سڌارڪ بڻجي ويندو آهي. ڳالهہ اها ناهي تہ هو ائين بڻجڻ چاهي ٿو بلڪ اها هُن جي مجبوري هُوندي آهي."

بلوچستان جي شاعرن جي بہ اها مجبوري چئجي يا فني ذميواري، جو اڄ هتي اُردو، بلوچي، براهوي ۽ ٻين ٻولين ۾ ٿيندڙ شاعريءَ ۾ بلوچستان جي محرومين جو اظهار کُلئي انداز ۾ ملي ٿو.

بلوچستان ۾ ٿيندڙ تازي شاعريءَ جو هڪ مختصر انتخاب ٿي ان دعوي جي حقيقت کي سمجهڻ لاءِ ڪافي هُوندو.

خودکشی بھی جرم ہے گوہر! سرکشی بھی جرم ہے — جس قفس میں ہیں، اس میں زندگی بھی جرم ہے
کس عدالت میں کھڑا ہوں کہ سچ کہنا محال — گفتنی بھی ناروا، ناگفتنی بھی جُرم ہے
ماریام تیسرا راستہ کوئی باقی نہیں! — دشمنوں کے درمیان کم ہمتی بھی جُرم ہے
میری آنکھیں پھوڑ دو لب سی دو جام توڑ دو — جانتا ہوں میں یہاں دیدہ وری بھی جرم ہے

(سعید گوہر)

---

اُن کی مائیں بے بس، ان کے بچے بھوکے لگتے ہیں — اجلے لہجوں والے چہرے میرے جیسے لگتے ہیں
میری ابابیلوں کا لشکر بحرانوں کی زد میں ہے — تیری نفری ٹھل، تیرے فیل نکمے لگتے ہیں
لیکن میری تعبیروں میں بھوک کا عنصر پنہاں ہے — ورنہ ان کو دنیا بھر کے خواب سہانے لگتے ہیں

(امجد قرار)



---

کچھ لوگ اس طرح بھی کئی لوگ سُوئے دار چلے — کہ جیسے بزم کی جانب کوئی نگار چلے
وفا شعاروں نے کوہ و دمن نکھار دیئے — قضا کے دشت میں بھی صورتِ بہار چلے
اُنہیں جھکا نہ سکیں گردشیں زمانے کی — بڑی ادا سے اُٹھے اور باوقار چلے
یہ کوہ و دشت انہیں بھول ہی نہیں سکتے — ہماری جیت کی خاطر جو خود کو ہار چلے
انہی کے دم سے زندہ ہے اپنا نام بقاء — ''جو کوئے یار سے نکلے تو سُوئے دار چلے''

(بقاء بلوچ)

براهوي ۽ اُردو ۾ شاعري ڪندڙ بلوچستان جي پلوڙ شاعر افضل مراد جو ڪتاب "برف پر جلتي ديئي" جي نالي سان تازو ڇپيو آهي. هن ڪتاب ۾ "واج" جي رديف سان پنج غزل شامل آهن. "واج" بلوچيءَ ۾ عام طور سيني ڪان وڏيڪ استعمال ٿيندڙ لفظ آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظ "سائين" انهيءَ جو بهترين نعم البدل آهي، جيڪو دوست ۽ ويري ٻنهي لاءِ استعمال ٿئي ٿو. افضل مراد جي پنجن غزلن مان هيٺيان مُنتخب شعر پڙهو ۽ ڏسو ته "واج" ڪنهن لاءِ استعمال ٿيو آهي:

تیری اُلفت تیری سرکار واج — نہیں کچھ بھی مجھے درکار واج
یہ پھول سارے تیری ملکیت ہیں — ہمارے واسطے بس خار واج

کوئی سودا نہ اس پر بات واج — تیرے باعث ہم پر رات واج
میرے رستوں، میرے ساحلوں پر — لگا رکھی ہے تُم نے گھات واج

کیسے دے دُوں اسے اجازت میں — رہن رکھے وہ میرا گھر واج
اب تو میں ہوں گا یا میرا دشمن — داؤ پر لگ گیا ہے سر واج!

آج کل سے نہیں میں صدیوں سے — سہہ رہا ہوں تیرے ستم واج
میرے بھائی میرے محافظ ہیں — میرا مولا کرے کرم واج

(افضل مُراد)

خُدا جانے کیا ہی پیغام ہے یہ
تماشا اب جو صبح و شام ہے یہ

نئے موسم کی خوشیاں کیا ہوئیں
دلوں میں کیوں مچا کہرام ہے یہ

وفا کے مول ہر سُو لگ رہے ہیں
سرِ بازار اک نیلام ہے یہ

میری وحشت پہ حیران کس لئے ہو
تمہارا ہی دیا انعام ہے یہ

مروت سے نظر عاری ہے کاشف
کہو کس بات کا انجام ہے یہ

(افتخار کاشفؔ)

---

جب کبھی دیوانہ وار اُٹھتا ہے
آدمی سُوئے دار اُٹھتا ہے

آگ لگتی ہے ایک بار یہاں
اور دُھواں بار بار اُٹھتا ہے

دیکھو طالب زمیں کی چاہت میں
خُون کس کا پکار اُٹھتا ہے

(طالب حسین طالبؔ)

---

سمندروں کی طلب تھی سراب ہو گئے ہیں
ہمارے خواب ہمی پر عذاب ہو گئے ہیں

(احمد وقاصؔ)

---

سُرمئی پہاڑوں کا/سینہ چیرتی سڑکیں/تارکولی سوچوں کا/عکس آئینہ بن کر/کاربن کا/دھویں کا/کاروبار کرتی ہیں/منتظر زمینوں کی/زیر کاشت رقبوں پر/اک عجیب لشکر کی/فاتحانہ نعروں سے/حاکمانہ بُوٹوں سے/دھول اُڑتی رہتی ہے/اور اُداس پھولوں کی/مانگ تک اُجڑتی ہے/بے زباں پرندوں کے/مسکنوں سے آراستہ/سایہ دار پیڑوں کی/ہچکیاں نہیں رُکتیں.....
نیلگوں سمندر/ساحلوں پہ ٹکراتی/شور کرتی موجیں بھی/اجنبی کو بانہوں میں/بھینچنے سے ڈرتی ہیں/فاختاؤ! اُڑ جاؤ۔
(امجد قرارؔ: نظم: فاختاؤ! اُڑ جاؤ)

---

سُنو چاپ سنتے ہو/اندھیرا چل رہا ہے/گھر سے بَن تک/بَن سے گھر تک/خاک کے ذرے سے تارے تک/سمندر سے جزیرے تک/جزیرے سے کنارے تک/اندھیرا چل رہا ہے/اور اس چاپ میں کیسا تسلسل ہے/کہ وقفہ تک نہیں آتا/مجھے ایک سانس لینا ہے/مگر ایک سانس لینے کے لئے کتنی گھٹن جھیلوں.....

(دانیال طریر: نظم: عدم تسلسل کی خواہش)

---

آخری بار رو رہا ہوں          آخری بار ہنس رہا ہوں
پوچھتے ہوئے نام و نسب          میں اپنی پہچان کھو رہا ہوں

(طالب حسین طالب: نظم: ''یکسانیت'')

---

موجوده زماني ۾ ميڊيا جا "ڪمال" اسين پنهنجين اکين سان ڏسي رهيا آهيون. 2005ع ۾ جڏهن پاڪستان جي اُترين علائقن ۾ زلزلو آيو ته ميڊيا انهيءَ سڄي المئي جي اهڙي ته ڪوريج ڪئي، جو سرڪار کان بيزار عوام به زلزلي کان متاثر ٿيندڙ ماڻهن جي مدد لاءِ سرڪار جو ساٿ ڏيڻ لڳو. اها ميڊيا جي ئي "ڪرامت" چئجي جو انهيءَ قيامت جهڙا منظر ڏيکاري، معاشري جي حساس طبقي شاعرن ۽ اديبن جي تخيل کي به ڌوڏي ڇڏيو ۽ شاعرن ۽ اديبن انهيءَ موضوع تي سال اندر اهڙو ۽ ايترو ته ادب تخليق ڪيو جو اڪادمي ادبيات انهيءَ جي چُونڊ ڪري، به هزار صفحن تي ٻڌل خصوصي نمبر ڇپرايو. هاڻ جڏهن جون 2006ع ۾ بلوچستان ۾ ٻوڏ آئي ته اڌ بلوچستان لُڙهي ويو. هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو مري ويا ۽ لکين متاثر اڄ تائين سرڪاري امداد جي اوسيئڙي ۾ عذاب ڀوڳي رهيا آهن. پر جيئن ته "قومي ميڊيا" لاءِ هنن ڏينهن ۾ لال مسجد واروِاشو وڏيڪ اهم هو تنهنڪري بلوچستان ميڊيا جو ڌيان نه ڇڪائي سگهيو ۽ ميڊيائي اسڪرين جي مُحتاج مُلڪ جي شاعرن ۽ اديبن جو "احساس" جاڳي نه سگهيو. آگسٽ واري مهيني ۾ ڪوئيٽا ۾ جاپاني قونصليٽ پاران "هائيڪو مشاعرو" ڪرايو ويو ته جاپاني ۽ خود بلوچستاني حيران رهجي ويا، جو شاعرن وٽ ٻوڏ کان علاوه ڪو موضوع ئي نه هو. حالانڪ مشاعري جو موضوع "ٻوڏ" نه هو. پر تنهن جي باوجود اهڙو ڪو شاعر نه هو جنهن ٻوڏ تي هائيڪو نه لکيو هُجي. اهو ڪلام گڏ ڪجي ها ته ڪتاب نه تڏهن به ڪتابڙو ته ضرور ڇپجي

سگھيو پئي، پر جيئن تہ اھو ڪو ”قومي مسئلو“ نہ ھو تنھنڪري اڪادمي ادبيات بہ انھيءَ ۾ ڪا دلچسپي نہ ورتي.

ٻوڏ واري موضوع تي ڪجھہ چوند ھائيڪو پڙھو ۽ ڏسو تہ بلوچستان جا شاعر مواصلاتي ذريعن جي اٿھوند سبب ڪيئن نہ پنھنجي ڌرتيءَ جي حالتن جي ”رننگ ڪمنٽري“ بہ ڪن پيا تہ ادبي تاريخ بہ لکي رھيا آھن:

ہرسُو پانی
میرے گھر کے رستے کی
اب یہ نشانی ہے

ہرسُو نی پانی ہے
پانی کی آواز میں بھی
نوحہ خوانی ہے

ہرسُو پانی ہے
دل یوں بھر آیا جیسے
بند میرانی* ہے

ہرسُو پانی ہے
صفحۂ ہستی سے مٹ کر
بات سمجھانی ہے

ہرسُو پانی ہے
میرا ہر اِک دُکھ اور درد
پاکستانی ہے

(عرفان الحق صائم)

---

سیلابی ریلہ
لے گیا مال مویشی سب
رہ گیا واویلہ

اب نئیں سوتے ہیں
پانی دیکھ کے خوابوں میں
بچے روتے ہیں

بادل بھر آیا
شام ہوئی ہے ملبے پر
کوئی نہیں آیا

شب ویرانی کی
تیر رہی ہے خوابوں پر
چادر پانی کی

مہکے گی جب رات
لہرائیں گے آنکھوں میں
ڈوبنے والے ہاتھ

خود سے بچھڑ گئی
پانی کے اک ریلے سے
بستی اُجڑ گئی

(بیرم غوری)

(ميراڻي ڊيم جنھن مڪران ۾ تباھي مچائي)

---

میری زیبائی
تربت، کیچ، میرانی سے
لے گئے ہرجائی

بہہ گیا ہے بستہ
خشک پڑا تھا مدت سے
پانی کا رستہ

سوچتا ہے بولان
میرے سنگ کیوں ویرانی
مجھ سے پاکستان

(افضل مُراد)

---

ساحل کے جو لوگ
پانی سے ان کا یارانہ
پانی ہی ہے روگ

(عارف ضیاء)

پانی برسا ہے
لیکن پھر بھی یہ مُفلس
بُوند کو ترسا ہے

(عظیم انجم ھانبھی)

---

انهيءَ کان علاوه بلوچستان جي ٻهراڙين وارن علائقن ۾ خاص ڪري بلوچي ۽ براهويءَ ۾ جيڪا شاعري ڪئي پئي وڃي، انهيءَ ۾ نہ رڳو آزاديءَ جو کُليو اظهار ملي ٿو بلڪ نواب اڪبر خان جو نالو وٺي ڪيس سُرخ سلام پيش ڪيو وڃي ٿو. اهڙيون لوريون بہ ٻُڌڻ ۾ اچن ٿيون، جن ۾ مائرون پنهنجن ٻارڙن کي وڏو ٿي، اڪبر خان جهڙو بهادر ۽ پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ سر گهوريندڙ ٿيڻ جون دُعائون ڏين ٿيون (اهو موضوع پڻ خود هڪ الڳ مضمون جي طلب ڪري ٿو) تربت سان تعلق رکندڙ بلوچيءَ جي هڪ سينيئر شاعر مبارڪ قاضيءَ کي ڇهه مهينا انهيءَ الزام هيٺ جيل ڪاٽڻو پيو تہ هُو پنهنجي شاعريءَ ۾ بلوچن کي مُلڪ خلاف بغاوت تي اُتساهي ٿو. تربت جو ئي هڪ نوجوان ڊاڪٽر حنيف شريف پنهنجي انقلابي ۽ باغي ڪهاڻين جي ڪري هڪ سال تائين ڳجهن ادارن هٿان لاپتا رهيو ۽ سخت جسماني ۽ ذهني تشدد کان پوءِ ڪيس ڪوئيٽا ۾ اي ٽي ايف ٽاڻي تي ظاهر ڪيو ويو.

هي رويا خوف پيدا ڪري، ادب ۾ مزاحمت واري عنصر کي گهٽائڻ بجاءِ ويتر وڌائي رهيا آهن ۽ بلوچي ۽ براهوي شاعريءَ ۾ مٿي ڏنل اُردو شاعريءَ واري انتخاب کان وڌيڪ ڪاوڙ ۽ جدوجهد وارو عنصر ملي ٿو. اهو پڻ هڪ جدا موضوع ٿي سگهي ٿو. بهرحال مجموعي طور بلوچستان جي جديد ادب تي اوهان کي مزاحمت، غلاميءَ کان آزادي، سوڪالڊ قومپرستيءَ کان چڙ، جاگيرداريءَ کان نفرت ۽ استحصال خلاف جدوجهد وارا عنصر نمايان نظر ايندا. ڪٿي اُهو بلوچستان جو شعري ادب هُجي يا نثراڻو ادب. جيڪڏهن ائين چئجي تہ بلوچستان جو ادب آهي ئي مزاحمتي ادب تہ ان

۾ ڪو وڏاءُ نہ ٿيندو. انهيءَ جي هڪ جهلڪ بلوچستان جيءَ تازي اُردو شاعريءَ ۾ ڏٺي سين. هاڻ اچو تہ بلوچستان جي نئين افساني تي هڪ نظر ٿا وجهون.

### جديد نثري ادب

بلوچن جي ٻن وڏين ٻولين: بلوچي ۽ براهوي کان علاوه ڪنهن حد تائين اُردو ۾ تخليق ٿيندڙ نثري ادب پڻ پنهنجي عهد جي سياسي، سماجي ۽ ثقافتي مَظهرن کان شديد متاثر آهي. بلوچستان ۾ 30ع جي ڏهاڪي ۾ يوسف عزيز جي لکيل پهرئين اُردو افساني کان وٺي 50ع واري ڏهاڪي تائين شير محمد مريءَ جي پهرئين بلوچي افساني تائين مزاحمت وارو پهلو چانيل رهيو آهي. پوئين نسل جي ترقي پسنديءَ مان متاثر ٿيڻ ۽ ڪنهن حد تائين بدليل سماجي حالتن سبب اها مزاحمت رڳو ٻاهرئين دُشمن يا قبائلي ويڙهہ تائين محدود نہ رهي بلڪ جاگيرداري ۽ مُدي خارج قبائلي ۽ سماجي رسمن خلاف پڻ احتجاج جو آواز بڻي.

جديد بلوچي نثراڻي ادب ۾ غني پرواز مُنير باديني، گوهر ملڪ، صبا دشتياري، علي دوست بلوچ، نعمت الله گچڪي، حنيف شريف، ڊاڪٽر ناگمان، اي آر داد ۽ ٻيا ڪوڙنالا شامل آهن.

غني پرواز بلوچيءَ جو پهريون علامتي افسانہ نگار پڻ آهي. سندس چونڊ بلوچي ڪهاڻين جو اُردو ترجمو ”توڙا سا پاني“ جي عنوان هيٺ ڇپجي چڪو آهي. جڏهن تہ بلوچي افسانن جو مجموعو ”سائيڪل“ جي عنوان سان مشهوري ماڻي چڪو آهي. لڳ ڀڳ 50 ورهيہ جي ڄمار رکندڙ غني پرواز ڊگري ڪاليج تربت ۾ ليڪچرار آهي. سندس هڪ ڪهاڻيءَ جي ٽڪري ۾ بلوچستان جي سياسي ڪاوڙ کي واضح طور محسوس ڪري سگهجي ٿو.

”صاحب! اوهان وٽ هڪڙي اهم ڪم جي سلسلي ۾ آيا آهن. هي اوهان کان پنجاب ۽ سنڌ جي ٻوڏ متاثرين جي امداد لاءِ چندو وٺڻ آيا آهن.“

”اڇا تہ سائين، اها ڳالهہ آهي“ رئيس جي زبان مان نڪتو.

”ها، ڳالهہ اها ئي آهي. اسان گهٽي گهٽي گهر گهر گهمي رهيا آهيون ۽ چندو گڏ ڪري رهيا آهيون. سرڪار جو حڪم آهي.“

”سائين! آئون هڪ گستاخي ڪرڻ چاهيان ٿو. ڇا هِن علائقي (بلوچستان) جي دائمي ڏُهر ۽ مُصيبت ۾ ورتل ماڻهن جون حالتون هُن علائقي (پنجاب) جي ماڻهن کان چڱيون آهن.“

”اسان کي انهن ڳالهين سان ڪو مطلب ڪونهي. اسانکي رڳو حڪومت جي حڪم تي عمل ڪرڻو آهي.“ تحصيلدار ڪاوڙ مان ڇوڙ لڳو: ”ڇا توهان سرڪار جو حُڪم نٿا مڃو!“ (بلوچي ڪهاڻي: ”ڏهہ ڏهہ جا چار نوٽ“)

جڏهن تہ تازو ئي سندس هڪ علامتي ڪهاڻي ”لاش ڳالهائي پيو“ جي نالي سان منظرِ عام تي آئي آهي، جنهن ۾ هُو سماج جي اهڙن ماڻهن کي لاش نما قرار ڏئي ٿو جيڪي ماڻهو علم ۽ ادب کان پري آهن ۽ پنهنجي حق لاءِ ويڙهہ نٿا ڪن.

ڪهاڻيڪار ڪجھ ماڻهن سان گڏ قبرستان ۾ بيٺو آهي جتي هڪ ڳريل لاش ڳالهائي ٿو ۽ جيئرو ٿيڻ چاهي ٿو. مُلان مولوي اهو سمجهي ته هُو سڪرات جي حالت ۾ آهي مٿس پڙهائي ڪن ٿا ۽ هڪ وردي پاتل شخص پاران مٿس گوليون وسائڻ جي باوجود هن تي ڪو اثر نٿو پوي، بلڪ هن جو آواز اچا وڏي وڃي ٿو. تڏهن هڪ شاعر اڳتي وڌي ٿو ۽ ڪيس خوبصورت ڪلام ٻڌائي ٿو جنهن سان لاش ۾ طاقت اچي وڃي ٿي. ائين هڪ ڪهاڻيڪار ڪيس خوبصورت ڪهاڻي ٻڌائي ٿو. لاش اُٿي ويهي ٿو ۽ پوءِ هڪ انقلابي سياستدان اڳتي وڌي هُن اڳيان هڪ انقلابي تقرير ڪري ٿو جنهن ڪانپوءِ لاش اُٿي بيهي ٿو ۽ هيٺيان تاريخي جُملا چوي ٿو، جيڪي ڪهاڻيءَ جون آخري سٽون آهن:

"مونکي مُنهنجو حق ڪيي ۽ مان پنهنجا حق گهرندس نه بلڪ ڇني وٺندس. ڇو ته مُونکي پنج سئو سالن جي محرومين جي تلافي ڪرڻي آهي."

1953ع ۾ نوشڪيءَ ۾ جنم وٺندڙ بلوچستان جو هاڻوڪو سيڪريٽري ايجوڪيشن بلوچيءَ جو پلوڙ ڪهاڻيڪار ليکيو وڃي ٿو. هُو هڪ بلوچي ناول پڻ لکي چڪو آهي. سندس بلوچي افساني "ءِ پوءِ گيٽ ڪُليو" وڏي شهرت ماڻي. هيءَ افسانو قومپرستيءَ جي آڙ ۾ سياست ڪندڙ جاگيردار طبقي تي وڏي طنز آهي. افساني جي مرڪزي ڪردار جو تعارف هيٺئن ٿو ڪرائي:

"انور ڪير هو مستقبل جو وزير، ايندڙ وقت جو سينيٽر، يا مستقبل جي حوالي سان سياسي رهنمائي ڪندڙ عظيم انسان؟ انور هڪ عام ماڻهو هو. فرق صرف ايترو آهي ته هُن ڪجھ خواب ڏٺا هئا. سندس ڪجھ خواهشون هيون. هُن کي شهرت جي طلب هئي. ڪيس ماني ڳيي کان علاوه طاقت به گهرجي پئي. هُو ڄاڻي پيو ته سندس خوابن جي تعبير جو نقطه آغاز سول سيڪريٽريٽ ئي آهي. ان ڪري هُو روزاني سيڪريٽريٽ ايندو هو ۽ مختلف زاوين کان شهرت، روزي ۽ طاقت کي ماڻڻ ۽ (انهن شين جي) جاين جي تعين جي باري ۾ سوچيندو هو."

تازو هُن پنهنجي ڪهاڻي "ڪريم بخش جو آئيڊيل" ۾ جهادي مُلن جي منافقاڻي ڪردار جي نندا ڪئي آهي. سندس ان ڪهاڻيءَ کي اُردو ۾ ڊاڪٽر علي دوست بلوچ ترجمو ڪيو آهي.

مُنير باديني جي پهرين ڪهاڻيءَ واري مرڪزي خيال سان ٺهڪندڙ ڊاڪٽر علي دوست بلوچ جو افسانو "تاريڪ راهون" آهي. 1955ع ۾ پنجگور ۾ جنم وٺندڙ ڪارڊيالاجسٽ ڊاڪٽر علي دوست بلوچ، بلوچي ٻوليءَ جي شاعر، ڪالم نگار ۽ مترجم طور مشهور آهي. هُن بلوچيءَ ۾ ڪهاڻيون گهٽ لکيون آهن، پر فڪري ۽ فني لحاظ کان اهي ڪهاڻيون بلوچيءَ جي سُٺين ڪهاڻين ۾ شامل ٿين ٿيون.

"هاڻ وقت گذرڻ سان گڏوگڏ ماڻهو هن جي بدمعاشين کي هُن جي دليري ۽ اعتماد جو نالو ڏيڻ لڳا هئا. هاڻ هُو باقاعدي هڪ سياسي پارٽيءَ جو ميمبر بڻجي چڪو هو. هُو پارٽيءَ ۾ پنهنجي ڪارڪردگيءَ جي ڪري اهميت اختيار ڪندو پيو

وڃي. ڪٿي ڪوبہ جهيڙو يا فساد هُجي، شاهو اتي موجود هوندو هو. ڪڏهن ناظم جي دروازي کي لت هڻي هليو ويندو هو تہ ڪڏهن تحصيلدار جي ڳچيءَ ۾ وڃي هٿ وجهندو هو." (ڪهاڻي: تاريڪ راهون)

23 فيبروري 2000ع ۾ وفات ڪندڙ گُل خان نصير جي نياڻي گوهر ملڪ ننڍپڻ ۾ پوليو جي اثر ڪري پيرن جي معذوريءَ باوجود پاڻ کي ذهني معذوريءَ جو شڪار ٿيڻ نہ ڏنو. هُن سڄي ڄمار ۾ هڪ درجن کان بہ گهٽ افسانا لکيا، پر نرالن موضوعن توڙي فني لحاظ کان اهي اهڙا تہ منفرد ۽ باڪمال افسانہ هئا، جو انهن کيس بلوچي ادب ۾ لازوال بڻائي ڇڏيو. تازو ئي سندس سموري ڪم کي ڊاڪٽر شاهہ محمد مري اُردوءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپرايو آهي.

اُردُو وارن جو ڌيان جديد بلوچي افساني ڏانهن ڇڪائيندڙ پنهنجي لازوال افساني "بلوچ مُونکي ڌڪو ڏنو" ۾ هُوءَ خواب ۾ هڪ بلوچ جي ٽيڪسيءَ ۾ سوار اهڙو بلوچستان ڏسي رهي آهي، جنهن جو حڪمران توڙي قومپرست سدائين واعدو ڪندا رهيا آهن. هُو بلوچستان ۾ وڏيون وڏيون فيڪٽريون ڏسي حيرت مان پُڇي ٿي تہ "هي سڀ ڪيئن ٿي ويو" تہ ٽيڪسي ڊرائيور کيس چوي ٿو:

"هي سڄا ڪارناما قومپرست ۽ وطن دوست وزيرن ۽ ميمبرن جا آهن. هي سڀ هُتن اسلام آباد جي خوشگوار هوائن ۾ ويهي تصورن جي ڪارخانن ۾ ٺاهيا ۽ ايٽمي ڪرڻن جي طاقت سان هتي اچي تعمير ڪيائون."

سندس لهجي جي طنز کي هِنن سٽن ۾ محسوس ڪري سگهجي ٿو:

"پنهنجي ننڍپڻ ۾ جڏهن آئون مڪران وئي هيس، تڏهن رستي ۾ پهاڙن تي اڇا نشان ڏسي، مُون پنهنجي والد کان پُڇيو هو "بابا! هي پهاڙن تي ڇا جا نشان آهن؟" تڏهن هُن ٻڌايو هوَ تہ "انگريزن هتان کان ريلوي لائن کي پسني تائين وڃائڻ ٿي گهريو تہ پاڪستان ٺهي ويو هاڻ اسين پنهنجا حاڪم پاڻ آهيون."

نفرت جو اهو عنصر وڌندي وڌندي ايترو تہ پُختو ٿي چُڪو آهي، جو هاڻ نئون نسل پنهنجي لکڻين ۾ سڌيءَ ريت مزاحمت، جدوجهد ۽ آزاديءَ جي ڳالهہ ڪرڻ لڳو آهي. بلوچيءَ ۾ تازو ئي "آواز" جي عنوان سان غني طارق نالي نوجوان جي هڪ ڪهاڻي سامهون آئي آهي.

ڪهاڻيءَ ۾ علامتي طور هڪ نوجوان "آزاديءَ" جو آواز ٻڌي ٿو جيڪا بلوچستان ۾ قيد آهي ۽ کيس مخاطب ڪندي چوي ٿي:

"گيتن پري موسيقيءَ ٻُڌڻ سان ڪنهن جون دلي تمنائون پوريون ناهن ٿينديون. ڏسين نٿو تہ ڪجهہ ماڻهو ڪيئن پاڻ کي هنن گيتن منجهان آزاد ڪرائي رهيا آهن. هي شور جيڪو پري کان اچي پيو هي انهن ماڻهن جو ئي آهي، جيڪي گيت ٻُڌڻ بجاءِ جدوجهد تي يقين رکن ٿا."

بلوچن جي ٻي وڏي زبان براهويءَ ۾ ڊاڪٽر تاج رئيساڻي، ظفر مرزا، وحيد زهير، عارف ضياءَ، افضل مراد، اثير عبدالقادر شاهواڻي، نيلم مُومل، حميرا صدف حسني

نئين افسانيءَ جي ترجماني ڪندڙ نالا آهن. لساني فرق باوجود اوهانکي سنڌي ڪهاڻين جو مزاج ساڳيو نظر ايندو. ٻاهرئين دشمن کان وٺي، جاگيرداريءَ خلاف جدوجهد وارو رويو بہ ساڳيو آهي تہ ثقافتي ماحول بہ اُهو ئي آهي.

ظفر مرزا جو افسانو "دانهن" ٻوڏ جي موضوع تي لکيل دل کي ڏاريندڙ ڪهاڻي آهي (ٻوڏ تي غني پرواز جي نياڻي سمي پرواز پڻ بلوچي ۾ "هڪڙو ڳوڙهو" جي نالي سان مختصر ڪهاڻي لکي آهي) ظفر مرزا پنهنجي افسانيءَ ۾ هڪ اهڙيءَ عورت جي ڪهاڻي ٻڌائي ٿو جيڪا ٻوڏ دوران پنهنجي پهرئين نئين چاول ٻار کي بچائڻ لاءِ ٻڏي وڃي ٿي ۽ سندس دانهن سڄي ڳوٺ کي پريشان ڪري ٿي ڇڏي۔ ۽ اها "دانهن" واڳ ڏٽين خلاف احتجاج جو هڪ ڀرپور آواز بڻجي اُڀري ٿي.

وحيد زهير جا افسانا "اڻپورا خواب" ۽ "آخري نظر" جاگيرداري سماج جي ڪٽين رسمن خلاف زبردست احتجاج جو ڏس پتو ڏين ٿا.

افضل مراد جي ڪهاڻي "ڳُم ٿيل خط" عورتن جي نالي تي فنڊ وٺي سندن استحصال ڪندڙ اين جي اوز جا اندروني حال پڌرا ڪرڻ سميت اهڙن ليکڪن تي بہ طنز تي ٻڌل آهي، جيڪي عورتن جي حقن تي تقريرون ڪري داد تہ حاصل ڪندا آهن، پر عملي طور عورتن جي مسئلي تي سندن رويو روايتي مردانو ئي هوندو آهي.

سندس ٻي ڪهاڻي "ٻيو سچ" جاگيردار طبقي خلاف زبردست احتجاج تي ٻڌل هڪ اهڙي صحافي ۽ ڊراما رائيٽر جي ڪهاڻي آهي جيڪو ترقي پسند آهي، پر جڏهن سندس هڪ اهڙي جاگيردار سان دوستي ٿي وڃي ٿي، جيڪو فن جو عاشق آهي تہ سندس دوستاڻي رويي کي ڏسي، ترقي پسند ڊراما رائيٽر جي سوچ سردارن جي حوالي سان مٽجي وڃي ٿي. هُو سوچي ٿو تہ جاگيردار هروڀرو بہ خراب ماڻهو ناهن هوندا. پر جڏهن هڪ ڏينهن سندس جاگيردار دوست کيس چوي ٿو:

"حميد يار تو مان بہ ڪهڙو فائدو... ڏس نہ تون ڊراما رائيٽر آهين، تنهنجي مرضي ۽ پسند سان گهڻو ڪجهہ ٿي سگهي ٿو. هُونءَ بہ اڄڪلهہ تنهجي ڊرامي جي ڪاسٽ ۾ ڏاڍيون خوبصورت ۽ نيون ڇوڪريون بہ آهن. تون انهن جي دعوت ڪر نہ... انڪار ڪن تہ ڊرامي جو اسڪرپٽ واپس وٺي ڇڏ... آخر تون ڊرامي جو تخليقڪار آهين." تڏهن کيس "ٻيو سچ" سمجهہ ۾ اچي ٿو ۽ هُو جاگيردار جي اصل چهري کان واقف ٿئي ٿو.

براهوي افسانيءَ ۾ نئين نسل بہ سٺو پاڻ نيايو آهي. سال کن اڳ نيلم مُومل جو "ڳِرنگ" (ڳنڍ) جي نالي سان شايع ٿيل افسانوي مجموعو اهڙن سماجي موضوعن تي ٻڌل ڪهاڻين تي مشتمل هيو جن تي بلوچ سماج ۾ اڃ تائين ڪنهن عورت قلم ناهي کنيو. شايد اهي چرڪائيندڙ موضوع ئي هيا، جنهن سبب مرداڻي سماج جي نقادن هن مجموعي کي نظرانداز ڪري ڇڏيو. مثال طور هن مجموعي جي هڪڙي ڪهاڻي "سياه ڪار" جي هيروئن جنهن جي ڳوٺ ۾ ننڍي عمر ۾ ئي شادي ٿي وڃي ٿي جڏهن ڪارو ڪاريءَ بابت ٻڌي ٿي تہ پنهنجي مڙس کان حيران ٿي پڇي ٿي تہ "ڪاري ڇا

هوندي آهي" ۽ نوجوان کيس ٻڌائي ٿو: "جڏهن ڪا عورت لُڇجي وڃي يعني ٻئي مرد سان سُمهي تہ اُها ڪاري ٿي ويندي آهي. تنهنڪري کيس ماري ڇڏيندا آهن."

۽ هُوءَ تمام گهڻي معصوميت مان مڙس کان پُڇي ٿي: "۽ جيڪڏهن مرد لُڇجي وڃي تہ؟".

مُڙس کيس مُرڪندي چوي ٿو: "چري! مرد بہ ڪڏهن لڇيل ٿيندو آهي ڇا!" ۽ هڪ ڏينهن هُوءَ پنهنجي مڙس کي ٻيءَ عورت سان گڏ سُتل ڏسي ٿي. تڏهن هُن جي ذهن ۾ ساڳيو ئي سوال اُڀري ٿو تہ جيڪڏهن مرد لُڇجي وڃي تہ؟!

ڪهاڻيءَ جو آخري جملو آهي: "هُن (ڇوڪريءَ) ڪهاڙي کڻي ۽ انهيءَ تہ... جي اڳيان لڳل سواليہ نشان کي مٽائي ڇڏيائين!"

ڪنهن حد تائين فني لحاظ کان ڪمزور سندس ڪهاڻي "ڪُتام" (آڪيرو) بلوچستان ۾ ايٽمي ڌماڪن واري عمل تي زبردست طنز آهي. جنهن ۾ هڪ باز ۽ جهرڪيءَ کي شهر مان بيزار ٿي چاغيءَ جي پهاڙن تي آڪيرو ٺاهيندي ڏيکاريو ويو آهي ۽ جڏهن انهن پهاڙن تي ايٽمي ڌماڪن جي ڪري سندن آڪيرا تباهہ ٿي وڃن ٿا. تہ هُو سوچين ٿا. "انسان ڪيترو نہ ظالم ۽ وحشي بڻجي چڪو آهي."

سندس ڪهاڻي جا آخري جملا آهن تہ: "راسڪوه جو پهاڙ انساني وحشت تي ڪاوڙ مان، ڳاڙهو ٿيڻ کان پوءِ سفيد ٿي ويو هو. بلڪل ائين جيئن انسانن جو خون سُفيد ٿي چڪو آهي."

ان کان علاوه بلوچستان جي اُردو افسانہ نگارن ۾ آغا گُل، يعقوب شاهہ عرشين، طاهر محمد خان، فردوس انور قاضي، فاروق سرور ۽ ٻيا ڪجهہ نالا شامل آهن. هنن مان آغا گل اُهو واحد نالو آهي، جنهن جي ڪهاڻين جو موضوع سدائين بلوچستان رهيو آهي. هُو بلوچستان جي سياسي تحريڪ جي پس منظر ۾ "دشتِ وفا" کان علاوه "بيلہ" ۽ "بابو" جي نالي سان ٻہ ناول پڻ لکي چڪو آهي. جيڪي بلوچستان جي ئي پسمنظر ۾ لکيل آهن. خاص ڪري سندس ناول "بابو" ۾ ڪوئيٽا جي گلابي اُردوءَ کي جيئن جو تيئن پيش ڪيو ويو آهي. هوُ اُردوءَ جي ان لهجي کي "اُردو جو دبستانِ ڪوئيٽا" جو نالو ٿو ڏئي. ناول جي آخر ۾ هُن 200 جي لڳ ڀڳ اهڙن لفظن ۽ محاورن جي فهرست سليس اُردو سميت ڏني آهي جيڪي رڳو ڪوئيٽا جي اُردوءَ ۾ استعمال ٿين ٿا. سندس ناول تازو براهوئيءَ ۾ بہ ترجمو ٿي چڪو آهي.

آغا گُل جي ڪهاڻين تي مجموعي طور براهوي زبان ۽ ڪلچر جو گهڻو اثر آهي. سندس ڪهاڻين جا عنوان ۽ ڪردار اڪثر ڪري براهوي هُجن ٿا. جيئن "گوريچ" (جسم کي سُن ڪندڙ پهاڙي هوا) "گوانڪو" (براهوي ۾ هڪ بلا جو نالو) "گنوخ" (چريو).

"راسڪوه" نالي سندس ڪهاڻين جي مجموعي ۾ ايٽمي ڌماڪن خلاف احتجاج ملي ٿو. هُو راسڪوه جي دامن ۾ آباد ٻن، اهڙن پيار ڪندڙن جي ڪهاڻي بيان ڪري ٿو جن جي شاديءَ واري ڏينهن ايٽمي ڌماڪا ڪيا وڃن ٿا ۽ گهوٽ ڪنوار کي فوجي ڄڃ سميت ٽرڪن ۾ ڪڍي علائقو خالي ڪرائن ٿا ۽ ڪنوار ڪنهن واپاريءَ

هتان وڪامي وڃي ٿي. "آڪاش ساگر" ۽ "تارما" (اونداهه) نالي پنهنجي ٻن ٻين ڪهاڻين جي مجموعن ۾ پڻ هُو بلوچستان خلاف ٿيندڙ زيادتين تي توڪ واري انداز ۾ احتجاج ڪندي نظر اچي ٿو.

سينيئر ليکڪن جي قلم مان سرجندڙ هي بلوچستان جو اُهو ادب آهي، جنهن جي ڪُک مان بلوچستان جي نئين نسل جنم ورتو آهي. جنهن جي قلم کي حالتن وڏيڪ بي رحم ۽ تکو ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي بلوچستان جو نئون ليکڪ جعفر آباد مان هجي يا جهلاوان مان، هُو پنهنجي ڌرتيءَ ۽ ان جي مسئلن جي ڏس ۾ هڪ ئي فڪر سان سلهاڙيل نظر اچي ٿو. نئين لکندڙ جي فڪري، فني ۽ شعوري اپياس لاءِ اسين رِڳو هڪ ٻه مثال ئي کڻون ٿا.

بلوچستان جي سرائيڪي ثقافت واري علائقي ۽ ڀاڳ ناڙيءَ سان تعلق رکندڙ ۽ ٻاراڻيون ڪهاڻيون لکندڙ قربان علي ايري جي ٻوڏ جي حواليٰ سان "هيلي ڪاپٽر جي خواهش" جي عنوان هيٺ هڪ ڪهاڻي سامهون آئي. هيءَ هڪ اهڙي ٻارڙي جي ڪهاڻي آهي، جنهن هيلي ڪاپٽر کي سدائين آسمان تي اڏامندي ڏٺو آهي. سندس خواهش آهي تہ هُو ڪڏهن هيلي ڪاپٽر کي زمين تي پنهنجي ويجهو ڏسي سگهي.

پوءِ جڏهن ٻوڏ آئي تہ اهي هيليُ ڪاپٽر امداد کڻي سندس گهر ويجهو اچي بيهن ٿا. تيستائين سندس امڙ بک ۽ بيماريءَ جي ڪري گذاري وڃي ٿي. تڏهن هيءُ ائن سالن جو ٻارڙو پنهنجي اَمڙ آڏو ٻاڏائيندي چوي ٿو: "امان! مون کي هي ساوڪ نہ کپي. مونکي هي پاڻي نہ کپي. جيڪو اسان جي ڳوٺ کي خوشحاليءَ بدران مشڪلن ۾ وجهي ويو. مونکي هي امداد جون دعوائون نہ کپن. جيڪي منهنجي امڙ لاءِ ڪجهہ دوائون بہ نٿيون ڏئي سگهن. مونکي هي سيلاب نہ کپي. هن ۾ ٻُڏندڙ ماڻهو نہ کپن.... مونکي هي هيلي ڪاپٽر ويجهي کان بہ ناهن ڏسڻا. هي پري کان ئي ڀلا آهن. اج کانپوءِ آئون ڪڏهن بہ هيلي ڪاپٽر جي فرمائش نہ ڪندس."

ٻيَ ڪهاڻي تربت جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ پيدارڪ جي ڪاليج اسٽوڊنٽ خيام ثناء ساغر پيدارڪي جي آهي. (پيدارڪ اُهو علائقو آهي، جنهن کي ٻوڏ تباهہ ڪري ڇڏيو) "آخري ساهہ جو پهريون پيغام" نالي هن ڪهاڻيءَ ۾ هُو هڪ اهڙي بلوچ نوجوان جو قصو لکي ٿو جيڪو هڪ مظاهري ۾ زخمي ٿي اسپتال پُهچي ٿو. ڊاڪٽر کي سندس بچڻ جي اُميد ناهي، تنهنڪري هُو ڪانئس پتو پُڇي ٿو تہ هُو چوي ٿو: "سڄو بلوچستان منهنجو گهر آهي، هيءَ سڄي ڌرتي مُنهنجو پتو آهي."

ڊاڪٽر ڪيس چريو سمجهي چوي ٿو تہ "ڀلا پنهنجي آخري خواهش (پيغام) ٻُڌاءِ" جنهن تي هُو چوي ٿو: "منهنجي آخري ساهہ جو پيغام آهي تہ منهنجا دوست، منهنجا ساٿي پنهنجي جدوجهد جاري رکن. قوم جو ساٿ ڏين. غلاميءَ جي زنجيرن کي ٽوڙي ڇڏين. تڏهن ئي مُنهنجي ۽ مُنهنجي ڌرتيءَ جي سمورن شهيدن جي رُوح کي شانتي ملندي."

ان کان پوءِ هُو فوت ٿي وڃيَ ٿو. ۽ ڪو پتو نہ هئڻ ڪري ڊاڪٽر پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ وڙهندڙ هڪ بلوچ نوجوان جي لاش کي لاوارث لاشن سان گڏ رکي ڇڏين ٿا.

ائين بہ ناهي تہ نئون نسل رڳو سياسي نعرن ۽ جذباتي ماحول کان متاثر ٿي، ڌرتيءَ جي حقن ۽ مزاحمت جي ڳالهہ ڪري ٿو. هُو نام نهاد نعري باز سياسي ڌرين جي اصليت کان بہ چڱيءَ ريت واقف آهي، جيڪي مظاهرن ۽ هڙتالن جي نالن تي عام ماڻهوءَ جي حياتيءَ کي عذاب بڻائن ٿيون. ان موضوع تي تازو هڪڙي ڪهاڻي اوستہ محمد جي نوجوان ليکڪ خالد مير پاران سامهون آئي آهي. هي نوجوان بہ ڪاليج اسٽوڊنٽ آهي. ڪهاڻيءَ جو عنوان آهي "شٽر ڊائون". هيءَ هڪ سادي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ شٽرڊائون هڙتال سبب ميڊيڪل اسٽور بند هئڻ ڪري متاثر ٿيندڙ مريضن جي صورتحال ڏيکاري وئي آهي. انهن مريضن ۾ هڪ ننڍڙو ٻارڙو بہ شامل آهي. جيڪو پنهنجي غريب امڙ جي جهوليءَ ۾ دوا لاءِ ٻاڏائيندو رهي ٿو. ۽ دوا نہ ملڻ ڪري تڙپي تڙپي دم ڏئي ٿو. ڪهاڻيءَ جا آخري جملا آهن:

"پراڻي مرض ۽ ٻن ڏينهن جي بُک معصوم ٻارڙي کي ايترو تہ ڪمزور ڪري ڇڏيو جو هُو وات مانِ 'امان' جو لفظ بہ ادا نہ ڪري سگهيو. ماءُ کي سندس سُور جي آخري شڪايت ٻُڌڻ ۾ نہ آئي، جو سندس اکين جا 'شٽر' سدائين لاءِ 'ڊائون' ٿي ويا."

ڪهاڻيءَ جو آخري جملو هڪ ڀرپور تاثر ڇڏڻ ۾ ڪامياب ويجي ٿو.

هن جائزي مان اهو مطلب وٺڻ بہ درست نہ ٿيندو تہ ڪو بلوچستان جا شاعر اديب گڏجي اهڙو لاجواب ڪم ڪري رهيا آهن. جڻ اهڙي ادب جي تخليق تي بلوچستان جو عوام اجهو ٿو اٿي کڙو ٿئي. نہ وري ائين آهي تہ سڄي ادب تي اهو هڪڙو ئي لاڙو (مزاحمت) ڇانيل آهي. هي مُختصر جائزو رڳو ان ڳالهہ جي شاهديءَ لاءِ آهي تہ بلوچستان ۾ تخليق ٿيندڙ ادب ماضيءَ جي تسلسل سان گڏوگڏ پنهنجي هاڻوڪي سياسي، سماجي ۽ ثقافتي لاڙن کان بي خبر ڪونهي. اڄ جا ليکڪ نہ رڳو حالتن جي جاچ رکن ٿا بلڪ ان صورتحال جي ادبي اظهار کي ممڪن بڻائڻ جي ڪوشش بہ ڪري رهيا آهن. خاص ڪري هاڻوڪي سياسي ۽ سماجي صورتحال نون لکندڙن کي ذهني طور وڌيڪ متاثر ڪِيو آهي، جنهن جو اظهار سندن لکڻين ۾ ڀرپور انداز ۾ ملي ٿو. انهن لکڻين جي اڀياس لاءِ هڪ الڳ مضمون کپي. جيتوڻيڪ هيءَ مضمون بہ بلوچستان ۾ تخليق ٿيندڙ هاڻوڪي ادب ۽ مختلف ادبي لاڙن جو مڪمل جائزو پيش نٿو ڪري، پر بلوچستان جي جديد ادب جو ڪنهن حد تائين تعارف پيش ڪرڻ جي ڪوشش آهي، جنهن سان وڌيڪ کوجنا ۽ ان تائين رسائي جو دڳ کلي سگهي ٿو... پيو تہ ان ادب ڏانهن ويندڙ رستو تيستائين سمجهہ ۾ نہ ايندو جيستائين انهن لکڻين کي سندن مخصوص پس منظر سميت سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪبي.

اُردوءَ جي مشهور ڪهاڻيڪار ۽ نقاد آصف فرخي بلوچستان جا افسانا پڙهي لکيو هو تہ: "مونکي اندازو ٿيو تہ انهن ڪهاڻين کي غالب بياني (dominant discoure) يا ادبي canon جي لحاظ کان نہ. پر سندن پنهنجي ڪيفيتن جي لحاظ کان ڏسڻ کپي، جو انهن جو وجود انهيءَ سان ئي لاڳاپيل آهي."

اهو ئي سبب آهي جو آصف فرخي جڏهن بلوچستان جي افسانن جي پسمنظر بابت مضمون لکيو تہ ان جو عنوان هن "مزاحمت جي سڪيا" رکيو.

آخر ۾ بلوچستان جي جديد ادب جي سرواڻ عطا شاد جو هڪ نظم پيش ڪجي ٿو جيڪو ان ڳالهه جي گواهي ڏيندو تہ بلوچستان گهٽ ۾ گهٽ ادبي لحاظ کان پسمانده ڪونهي.

پنهنجي هن بلوچي "لوري" کي عطا شاد پاڻ ئي اُردوءَ جو رنگ ڏنو آهي:

زندگی کے جنگل میں
سؤروں کا غوغا ہے
جانے کتنی مُدت سے
میرے شیر بچوں کو
نیند بھی نہیں آئی

سؤروں کے غوغا میں
سہمے سہمے بچوں کے
ننھے ننھے پنجوں میں
سُرخ سُرخ نیزوں کی
برق کڑ کڑا اُٹھے
صبح کو جگا اُٹھے

شب کی حبس گاہوں میں
زخم زخم آہوں میں
مرہمی کراہوں میں
چُپ کی دھن دھناہٹ ہے
خوف خوف آہٹ ہے

عاقبت کی سانسوں میں
گرم گرم کرنوں کی
روشنی کے جھرنوں کی
شبنمی صدا پُھوٹے
درد کی صدا ٹوٹے

اور وقت کی لوری
تیرگی کی راہوں کی
اِن کمین گاہوں کی
سوچ بن کے رہتی ہے
چوٹ بن کے کہتی ہے

میرے شیر بچے جب
صُبحدم جوان ہوں گے
زندگی کے جنگل پر
کتنے مہرباں ہوں گے
میرے پیارے بچے شیر،
کتنے اچھے شیر!



E-mail: aaf_nagar@yahoo.com

# بلوچي شاعري

(1)

نڪري پئي آ جستجو پنهنجي ڳولا ۾
ڪنهن چرئي وانگر، اُگهاڙي
ڪيڏندي...
ڪنهن پراڻي ياد ۾
هر وڻ ۽ پٿر کي پرچائيندي
يادن سان وڙهندي
ٺوڪرون کائيندي، ٿڪندي
جستجو پنهنجي ڳولا ۾

ڪنهن ڏينهن مُون ٿائين پهتي
هُن کي ڏٺم، هلڪڙي مُرڪ سان
تہ
محسوس ٿيو جستجو گم ٿي وئي آ
پاڻ پنهنجي ڳولا ۾!

(مبارڪ قاضي)



(2)

اُٺ! جاڳي پئُ
هاڻ اگهور ننڊ مان جاڳي پئُ
جاڳ، جو تنهنجي گهر جي پُٺيان
ڪنهن جي هلڻ جو آواز پيو اچي
دروازي جي ڪنڊي تئي چڪي آ
۽ هُو (دروازو) کليل آهي
ائين نہ ٿئي جو تنهنجيءَ اگهور ننڊ
سبب
اڳ جيان
ڪو چور پيرن جو کڙڪو ڪرڻ بنا
اندر گهڙي اچي
۽ تنهنجي گهر جو بچيل الهہ تِلهہ
۽ آخري قيمتي شيءِ بہ کڻي وڃي!

(غني پرواز)



(3)

مُونکي انهيءَ جو ڏک ناهي
جو (مُنهنجي) معصوم ارمانن جو
لشڪر
جيئري مري ويو آ
مُونکي اهو ڏک ناهي
جو مان تو لاءِ ڪا مال مڏي
ڪو خزانو
گڏ ڪري نہ سگهيس
وقت جي پيرسن
ماءَ پيءُ جيان
مُونکي ڏک آهي
تہ آئون تو لاءِ
ڪو بهتر آئندو (مستقبل).....
ناهيان ڇڏي سگهيو.

(رزاق نادر)



(4)

ڪفن ٻڌا آهن اسان سرن تي وطن لاءِ
ڪُون ڪيٽرن کي مارينديِن
۽ ڪيترن کي زندان ۾ وجهنديِن
اسان جي بک ۽ بدلو
لِڪل آهن اسان جي سعيي ۾
هر بلوچ تو لاءِ خطرو آ
ڪيئن وساري ڇڏيون اسان
اسان جي شهيدن جو رت
(جيڪو تو وهايو آ)
هي بدلي جو ڏک
منهنجي ٿڪل ڪاوڙ ۾ آهي (لِڪل)
ڪيئن جهُڪايون اسان سر ڪي
پنهنجي
هنن ظالم حڪمرانن جي آڏو
مون کان برداشت نہ پئي ٿي
ندامت متيءَ جي
اسان جنگ ڪنداسين
اسان اڪيلي سر جنگ ڪنداسين.

(مزار خان)



# براهوي شاعري

(5)

مُبارڪ هجي
توکي جنت مبارڪ هُجي
۽ توکي تنهنجي شهادت مبارڪ هجي
دشمن سان وڙهندي قربان تون ٿئين
بهادريءَ سان گولين کي قبول تو ڪيو
تنهنجي امڙ
توکي لولي ڏني تي
مبارڪ هجي، مبارڪ هجي
رت تنهنجو رنگ آڻي پيو
تو بلوچن کي
بهادريءَ جو نانءُ ڏنو
ڏينهن قيامت تائين
رهين تون هر هڪ کي ياد
سلام تو تي، تنهنجي مٽيءَ تي
ڏيئا ٻاريا تو هن مٽيءَ تي
مونکي آهي يقين
ٿيندو آزاد وطن اسان جو
مبارڪ هُجي، مبارڪ هُجي
توکي جنت مبارڪ هجي
۽ توکي تنهنجي شهادت مبارڪ
هُجي!

(اسحاق رحيم)



(1)

مُونکي هن رات جي نيت تي شڪ آهي
ڪيتري نہ اوندهہ آ
مُنهنجا مظلوم دوستو!
اڄ پنهنجي گهرن جا دروازا
تاڪ ۽ ڪُنڊيون، ٺورو سختيءَ سان
بند رکجو
۽ وري ننڊ نہ ڪرڻ ڏجو پنهنجي اکين کي
اڄ اسانکي پنهنجو حوصلو
پنهنجي سجاڳي ڏيکارڻي آهي
اوندهہ حد کان وڌيڪ آهي
اوندهہ جا سپاهي، بگهڙ ۽ چريا ڪُتا
نڪري ايندا وري
آواره گردي ڪرڻ
پنهنجي پنهنجي غارن مان
مونکي هن رات جي نيت تي شڪ آ
ڪيتري نہ اوندهہ آهي
اڄوڪي رات..!

(افضل مُراد)



(2)

خوف چئني پاسي گهيرو تنگ ڪيو
ويٺو آهي
مُنهنجي وستيءَ ۾ وبائي مرض جيان
پکڙجي ويو آهي
آئون، ان خلاف هوائن سان وڙهي رهيو
آهيان
خلائن ۾ اڳتي وڌي رهيو آهيان
هيءَ ڊپ ڪنهن جي پيداوار آهي؟
ڪٿان، ڪهڙن رستن وسيلي
منهنجي رت سان رِجي ويو آهي
(جو انهيءَ سبب)
جسم ۾ هلندڙ رت ڄمڻ لڳو آهي
ساهه اُڪري رهيو آهي
رُوح وچڙي رهيو آهي
اچو ته چئنيءَ پاسي پکڙيل
خوف جي گهيري کي ٽوڙيون
خاموشيءَ سان ڪجهه ته ڳالهايون!

(وحيد زهير)

⊙⊙

(3)

گُلڙن بنا
خوشبوءَ ڪان پري
بي حس ٿيا
جذهن لفظ مقدس
بي معنيٰ، بي آواز مقصد
هاڻ مستقبل جي بي رنگي
بي رنگيءَ جي مستقبل ۾
ڪجهه رنگ ڀريون
وري ائين جيئون
گڏ گڏ رهون
هڪ ڳالهه ڪريون
هجن گل تنهنجا
۽ خوشبوءِ ڀي
هر رنگ تي هلي
مرضي تنهنجي
ائين جيئرن ۾ شامل ته رهون
خاموشيءَ سان نه درد سهون!

(وحيد زهير)

⊙⊙

(4)

هي ڪيئن ٿي ويو؟
هي ڇا ٿي ويو؟
شيخ ياسين فدا ٿي ويو
ابو ڪمار جُدا ٿي ويو
هي ڪهڙو وقت اچي ويو آهي
رملہ جون گهٽيون
ڳوڙهن سان آليون ٿي ويون هن
بيروت جو پٿر ارمان پريو ٿي ويو آ
بيت المقدس جا پهاڙ ڳاڙها ٿي ويا هن
بي وس اکڙيون
بي تعبير خواب
ٽپيل هي بدن
پرندڙ ڳوڙها، نازڪ چپن تي
آجوئي (آزادي) جون دعائون
ٻارڙن کي ڏسو
ٻارڙن جي مائرن کي ڏسو
تختِ سليماني کي ڳولي رهيون هن
۽ ڪجهہ نٿيون چون
ڪجهہ بہ نٿيون چون
آسمان ڏانهن نهاري رهيون هن
(۽) هٿ مٿي ڪٽي رهيون هن!

(غفور جان ساسولي)

⊙⊙

(5)

غُلاميءَ جي
چپر هيٺ،
پُرسڪون آهين؟!
توکي پنهنجي ڌرتيءَ جي پرواهہ
ڪونهي؟
تنهنجي اکين جي سامهون
سڙي ويو
اِسڪوه*.......
اڄ وري خطري ۾ آ
سهڻو گوادر،
اُٿ ۽ همت ڪر
ڪري پيو
التجائون
هي بولان!

(محسن فگار)

---

* چاغيءَ جو پهاڙ جتي ايٽمي ڌماڪا ڪيا ويا.

⊙⊙



# ڪتاب ۽ ڪاهان

شاهه محمد مري

ڪاهان، بلوچستان ۾ مري قبيلي جو گاديءَ وارو هنڌ آهي. انهيءَ جون سرحدون ذڪڻ ۾ ٻئي وڏي قبيلي بگٽيءَ سان ملن ٿيون. ڪاهان ۾ 1840ع ۾ انگريز بلوچن جي گهيري ۾ اچي ويا هئا ۽ ڏاڍي خواريءَ واري شڪست کائي موٽيا هئا. انهي گهيراءَ ۽ شڪست جي روئيداد تي ٻڌل هن ڪتاب (Defence of Kahan) جو اردو ترجمو پهريون ڀيرو 1992ع ۾ ڇپيو. انهيءَ ڪانپوءِ اڄ تائين هن ڪتاب تي به گهڻو ڪجهه گذريو ۽ ڪاهان تي به.

ڪتاب جو ڏصو هيءُ آهي ته هي ڇپجندي ئي مارڪيٽ مان گم ٿي ويو. انهيءَ جو ڪو ڏس پتو ڪو ڀيرن جو نشان به نه ملي سگهيو. ڄڻ ته گمنامي ان ڪتاب جي قسمت ۾ پهرئين ڏينهن کان ئي لکي وئي هئي. قتل جي سزا آهي 14 سال، پر هن معصوم ڪتاب جي ڇپجڻ جي سزا پندرهن سال. دوستن گهُريو خود مونکي هن ڪتاب جي ضرورت پئي، ملڪ جي مختلف حصن مان دانشورن گهُر ڪئي، پر نه ملڻو هو نه مليو.

لاهور جا وجاهت مسعود ۽ تنوير جهان پاڻ ۾ زال مڙس ۽ منهنجا دوست آهن. فون تي جڏهن هُنن هن ڪتاب جي پنهنجي لائبريري ۾ موجودگيءَ جو اطلاع ڏنو ته آئون خوشيءَ ۾ نه پئي ماپيس. هن کي ٻيهر ڇاپڻ جو ارادو ظاهر ڪندي مُون کين هن ڪتاب جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي موڪلڻ جي گذارش ڪئي... ۽ ڇهين ڏينهن ڪتاب مُنهنجي ميز تي موجود هو. فوٽو اسٽيٽ نه پر ڪمپوز ٿيل. هُو ان جي پروف ريڊنگ به محترم زاهد حسن کان ڪرائي چڪا هئا. ۽ غلطيون ڪيرائي هُنن هيءُ ڪتاب مُون ڏانهن موڪلي ڏنو ته جيئن مخصوص جاين ۽ نالن جا اُچار غور سان چيڪ ڪري وٺان. وڏيڪ چار ڏينهن، ۽ ڪتاب جو ٽائيٽل به منهنجي منظوريءَ لاءِ اي ميل ڪري چڏيائون. هي ٽائيٽل منهنجي ۽ برادرم اڪرم دوست جي دوست حميد (شاستري) ٺاهيو... نه وسيلن جو پتڪو نه احسان ڳڻائڻ. دوستيءَ جي نماز جا فرض به عجيب هوندا آهن ۽ سُنتون به نراليون. هن جا نفل ۽ واجب. سڀئي دلچسپ هوندا آهن.

ڪتاب جي موضوع "ڪاهان سان بہ ڏاڍي ٿي. جڙانوالہ جي جاگيردار جان ڪين جي نئين انگلينڊ ۽ جارج بش جي جنرل موٽرز جي بقا جو طوطو يعني پيٽرول هتي ئي بلوچن جي پهاڙن ۾ محفوظ آهي. بلوچستان اڌ مليينيم ڪان وٺي پُرتگيزين، ايسٽ انڊيا ڪمپني وارن ۽ هاڻ ملٽي نيشنلز جي مالڪ سرمائيدارن جي زندگيءَ جو 'طوطو' رهيو آهي. ڪڏهن سمنڊ واري رستي جي اهميت جي بنياد تي، ڪڏهن سرمائي ۽ مُنافعي واري طوطي جي قاتل ڪميونزم کي روڪڻ لاءِ ۽ ڪڏهن تيل ۽ گئس جي ذخيرن جي ڪري. هنن ہن ڏهاڪن ۾ ڪاهان تيل ۽ گئس تي فدا مَڪَ (ايف 16) جو خوفناڪ آواز پنهنجي سيني جي ڪنن کي ڦاڙي ٻُڌو هُن جاسوس (اويس) جي خوفناڪ پرون هيٺان هُن جي اکين ۾ سنديمني ڪياري ڏٺي. هاچيڪار بارود کي سُنگهيو ۽ ملٽي نيشنلز جي 'مشاهد ۽ شجاعت' جي مذاڪراتي اڄ وچ جي آڙ ۾ لٽ چٽ، ٻڍ ۽ ڊالر جي راند ڏٺي... زمين ۽ آسمان گڏجي ڪاهان تي ڪاهہ ڪندا رهيا. ڪاهان جو ڏاڪٹو پهاڙ (اڪبر خان) پاڻ پنهنجي مثان ڪري پيو تہ بلوچن جون پاسريون بہ پيچي پيون. هير نالي ماتمي فرشتا جهنگ کان جيوٽي تائين بلوچ آسمان کي هر رات سر تي کڻندا رهيا.... کڻندا رهن تا.... جاري آهي.

آخري ماٺهو تائين؟!

ڪاهان جي سرزمين تي طبقاتي سياست، ترقي، جمهوريت، وسيع ترين خودمختياري، انساني حق، فلسفا، نظريا، شاعري، رقص، موسيقي، مسڪراهٽ، اڌ مُٺا ٽي ويا. چام جي گهر چمندڙ نماز وارو مُلان، جيڪ آف آل بيوروڪريٽ، جاسوس ۽ جعلي خالي دانشور گندگيءَ مان پريل جام تي جام لُٽائيندا رهيا. لڳاتار وفاداريون ڪپائيندڙ بي قيمتن جون وڏيون قيمتون لڳيون، قيمتن تي ڪميشنون، ڪميشنن تي مستي، حرص وارن جا ڍڍ وڌندا ويا ۽ هنن جي ازلي اجايل چپن جي پياس وڌندي وئي. سعدي، رومي، توڪلي جا آدرش انهن پکين جي پيرن هيٺان ڏچيون ٿيندا رهيا... اڄ ڏينهن تائين!

پر ڪتاب ۽ ڪاهان جي مٿيءَ تي اها تحرير ڪنهن نہ پڙهي تہ گهڙيءَ جي سُئي ۾ 'چُپ' ناهي هوندي. اونداهي رات گذري ئي ويندي، جهاز مُسافر جهاز ٻڌجي ويندا، هير پٽيندي نہ پر 'ميوز' ٿي ويندي، دوستي وڌہ تي ساوڪ اچي ئي ويندي يلغار ڪندڙ جا جينز متجي ئي ويندا. سرداريت، نيٺ تہ انسانيت کي رستو ڏيندي جي ها. اهوئي لکيل آهي ڪاهان جي مٿيءَ تي، ڪتاب جي مٿي تي:

ڪاهان جو مٿو سچو!

ڪتاب جو مٿو سچو!

(ڊاڪٽر شاهہ محمد مريءَ پاران چارلس رينالڊ وليم جي ڪتاب "مري بلوچ جنگِ مزاحمت" جي اردو ۾ ڪيل ترجمي جو پيش لفظ)



E_mail: editor@sangatacademy.com



# هڪ خواب نگر جي ڪٿا!

جامي چانڊيو



**جيتوٽيڪ** برسلز (بيلجيم جي گاديءَ جو هنڌ) ۾ اسان کي ڏهه ڏينهن گذري چڪا هئا ۽ اسان شهر ۾ ڏينهن ۽ راتين جون طويل رولاڪيون ڪيون هيون ۽ برسلز جي گرينڊ پليس جي شام جهڙي حَسين شام دنيا ۾ شايد ئي ڪٿي ٿيندي هجي، پر پوءِ به هر ڪنهن اهو ٿي چيو ته جنهن بروگز جو شهر نه گهميو اهو بيلجيم ته ڇا، پر يورپ گهمڻ جي دعويٰ به نٿو ڪري سگهي. بروگز گهمڻ تي گهڻو زور اسان جي سفر جي سنگتي ٽتا گتا جو هو جيڪو مهاويرَ جي صوبي بهار مان پارٽي لوڪ سڀا جو ميمبر آهي. جيتوٽيڪ هو پاڻ هڪ ليکڪ آهي، پر سندس خاندان ٽن پيڙهين کان سياست ۾ آهي. هن جي ماءُ بهار صوبي جي اسيمبليءَ جي اسپيڪر رهي چڪي آهي. ٽتا گتا اصل ۾ گوتم جو نالو آهي ۽ اسان جي هن يار جو مزاج به گوتم جهڙو ئي آهي. طبيعت جو تمام ٺڏو ۽ گهرو آهي، پر بلا جو رولاڪ. رولاڪي هن جي زندگي آهي. وَسُ پڄيس ته رولاڪيءَ بابت لوڪ سڀا مان قانونسازي ڪرائي. هو هڪ ڀيرو اڳ بروگز وڃي چڪو هو ۽ اسان سان شهر جون حُسناڪيون بيان ڪري جڏهن ٿڪبو هو تڏهن هن جو جملو هوندو هو "بڙهيا شهر هي يار- شهر ڪيا هي، بس ايڪ خواب نگر هي!" پر اها ساڳي راءِ هر ان ماڻهوءَ تي ڏني، جنهن کان اسان بروگز جو پڇيو پئي. بروگز جون ڳالهيون ٻڌي ٻڌي اسان جو اهڙو حال ٿيو جو اسان کي برسلز ڇڏڻ ته ڪاٺ ٿي آيو- نه ته مون جهڙي کائڻ جي شوقين ماڻهوءَ لاءِ ته برسلز جي فوڊ اسٽريٽ ئي ڪافي هئي، جتي ماڻهو هڪ جنم آرام سان گذاري سگهي ٿو. شام ٿيندي ئي گرم گرم اسپيني، اطالوي ۽ فرينچ کاڌن جا بخارات ئي ماحول کي معطر ڪري ڇڏيندا هئا. خوشبو رڳو پرفيومس ۽ عطر ۾ ته نه هوندي آهي، گرم مصالحن ۽ کاڌن جي

خوشبوءَ جو بہ پنهنجو هڳاءُ هوندو آهي. برسلز ۾ بہ جايون منهنجون من پسند آهن. هڪ فوڊ اسٽريٽ ۽ بيو گرينڊ پليس. برسلز جي هر شام مون لاءِ ڳري هوندي هئي تہ آخر ڪهڙو فيصلو ڪجي؟ اصل "ايڪ طرف اس کا گھر اور ايک طرف ميڪده" وارو قصو لڳو پيو هو يا مون سان پٽنائيءَ جي "ڳورا ہٽي پارَ" واري ڪار هئي. جو هنيو سچ پچ بہ حيرت ۾ ٿي ڦاٿل رهندو هو. پر ان هوندي بہ ٽٽا ڳتا بروگز جا دل تي اهڙا تہ نقش چٽيا هئا. جو دل پئي چيو تہ پڙ هجن تہ اڏامي اُتي پهچون. مزي جي ڳالهہ تہ برسلز ۾ باقي اسان جا بہ ڏينهن بچيا هئا. جو ان ڪانپوءِ ٽٽا ڳتا پنهنجيءَ زال سان گڏ اٽليءَ وڃڻ جو پروگرام ٺاهيو هو. آجي ميڪڙ جيئن تہ پارتي ڪانگريس جي اهم ترين پارليامينٽيرينس مان هڪ آهي، سو هن کي واپس دهليءَ پهچڻو هو ۽ مان بيلجيم ڪانپوءِ هالينڊ وڃڻ جو پروگرام ٺاهيو ويٺو هوس ۽ اسان جو ارادو هو تہ دؤري جي آخر ۾ بروگز گڏجي گهمون.



جامي چانديو ۽ آجي ميڪڙ

معمول موجب 20 نومبر (2004ع) جي رات جو جڏهن اسان گرينڊ پليس جي فرينچ پَبَ ۾ ميڪس بيئر جي تاثير جي اُونهائين ۾ لهڻ شروع ڪيو تہ آجي اُتي اعلان ڪيو تہ هيءَ اسان جي برسلز ۾ آخري شام آهي ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو اسين بروگز ڏانهن روانا ٿينداسون. هن ٻڌايو تہ هن بيلجيم ۾ پارتي سفير اگروال جِي کي ذاتي طور هڪ گاڏيءَ لاءِ بہ چٽي چڏيو آهي. اگروال جيءَ سان اسان جي ملاقات ٿي ڏينهن اڳ ٿي چڪي هئي، جو هن اسان مهمانن کي آجي جي ڪري ذاتي طور پنهنجي گهر دعوت تي سڏيو هو. اها قيامت جهڙي ٿڌي رات هئي ۽ اگروال جيءَ جي گهر واري لڪشميءَ طرفان اسان کي بار بار برانديءَ جون سُرڪون ڏيڻ زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ وِسري نہ سگهندو. اها مُخصوص پارتي ڪاڌن ۽ فرينچ وائن جي هڪ زبردست ڏکڻ ايشيائي دعوت هئي. اها سڄي رات اسان ڏکڻ ايشيا جي ثقافتي هڪجهڙائين ۽ ان ۾ امن جي سوال تي ڳالهايو هو. ماڻهو جڏهن ايشيا کان ٻاهر يورپ ۽ آمريڪا ۾ هجي ٿو تڏهن احساس ٿيندو آهي تہ سيمورن جزوي فرقن ۽ رياستي اختلافن ۽ سماجي تڪرارن باوجود ڏکڻ ايشيا جي ثقافت، ماڻهن، لباس، ڪاڌن، ادائن، روين، خواهشن، قدرن ۽ سوچن ۾ هڪجهڙائي آهي. ان ڪچهريءَ ۾ لڪشميءَ جنهن ورهاڱو پنهنجين ٻاروتڻ جي اکين سان ڏٺو هو. بار بار دعائون پئي ڪيون تہ ننڍي کنڊ ۾ جتادار امن ٿئي ۽ سڀ خوشيءَ سان گڏجي رهن. لڪشميءَ جو پيءُ هڪ سِک هو ۽ هن جا مائٽ ورهاڱي وقت آمرتسر ۾ بيدرديءَ سان ماريا ويا هئا. هوءَ تڏهن هڪ معصوم ٻار هئي، پر

هن جي اکين ۾ اڄ بہ اُهي دردناڪ منظر محفوظ آهن ۽ هوءَ ڇهہ ڏهاڪا گذرڻ باوجود اُهي منظر ياد ڪري روئي ٿي پئي.

صبح جا نوَ ٿيا تہ اَجي اڇي اُٿاريو تہ گاڏي اڇي چڪي آهي ۽ جلدي تيار ٿيو تہ بروگز هلون. بس پوءِ تہ وارو وار ٿي وئي. ائين پئي لڳو ڪنهن شهر تہ پر چڙهڻ چنبڙ تي پيا وڃون. شايد بروگز لاءِ اهڙو اُتساهہ پيدا ڪرڻ ۾ ڪجهہ هٿ ٽٽا ڳتا جي زيبِ داستانيءَ جو بہ هو. خاص پارتي ۽ بهار جي لهجي ۾ اهڙا تہ وٽي بروگز جا قِصا ڪندو هو جو ماڻهو چئي تہ پکيءَ جا پَر هجن تہ پڙڪو ڏئي وڃي بروگز جي ڪنهن ماڙيءَ تي ويهي، شهر جا جلوا پسجن. ٿوريءَ ئي دير ۾ اسان ڇهن ماڻهن جو قافلو بروگز ڏانهن روانو ٿيو. مائيڪل بہ پنهنجي گهر واريءَ سان گڏ آيو هو جيڪو اسان سان گائيڊ طور گڏ پئي هليو. مائيڪل هڪ پارتي عيسائي آهي، جيڪو برسلز ۾ رهي ٿو ۽ هن کي اگروال جيءَ موڪليو هو تہ هو اسان کي بروگز گهمائي. رستي ۾ اسان مائيڪل کي چيو تہ گاڏي بيهاري ڪجهہ کائڻ پيئڻ جو سامان وٺون تہ مائيڪل جي زال يڪدم چيو: "ڇٽبو توهان کي بروگز بابت ڪابہ خبر نہ آهي. کائڻ پيئڻ لاءِ شيون ٻاهران وٺي بروگز ۾ داخل ٿيڻ هن



شهر جي توهين آهي ۽ ان کي اُتي سُٺو نہ سمجهيو ويندو آهي." اهو اسان لاءِ بروگز جو پهريون ۽ عجيب تعارف هو. هوءَ چئي رهي هئي: "بروگز جا ماڻهو وڏا مغرور آهن. هو هر شيءِ پنهنجي ناهين ٺا ۽ ان کي ئي ترجيح ڏين ٿا. چيز، چاڪليٽ، وائن، بيئر وينڊي هر شيءِ بروگز جي پنهنجي آهي ۽ ان جو معيار بہ نهايت اعليٰ هوندو آهي." اسان جو تجسس اڃا بہ وڌي ويو ۽ ٽٽا ڳتا مسڪرائي رهيو هو "ڀائي ڪها ٿا نہ ڪ بهت بڙهيا شهر هي، جو آج تڪ ديڪا سُنا. سب ڀُول جاؤگي، اس لئي تو هم ڪهتي هين شهر نهين وه تو ايڪ خواب نگر هي."

جيتوڻيڪ برسلز کان بروگز تائين وِچ ۾ بيحد حَسين نظارا هئا جو يورپ جون ٻهراڙيون شهرن کان وڌيڪ حَسين هونديون آهن. پر اسان جي دل چوي تہ گاڏي بس شهر ۾ داخل ٿئي. ڏيڍ ڪلاڪ جي سفر کانپوءِ اسان بروگز ۾ داخل ٿي رهيا هئاسون. سُرمئي سوڙها رستا، سونَ جهڙيون جَرڪندڙ پر قديم ۽ ڇُهنبدار اُوچيون عمارتون، چانديءَ جهڙيون عورتون، رانديڪن جهڙا ٻار گُڏين جهڙيون ڇوڪريون، بي پرواهہ پوڙها، شهر جي وِچ مان وهندڙ واهہ آڏ_ اونداها رومانٽڪ ڪيفين سائيڪل بردار نوجوان، وڪٽوريا اسٽائيل جون شاهي بگيون ۽ پٿريلي ڳاڙهي فرش تي گهوڙن جي

تاپ تاپ، گاڏيون تمام گهٽ ـ جيئن ئي شهر جي ڳلين ۾ گهڙندا وياسون، لڳو ٿي ڇڻ وچولي دؤر جي يورپ ۾ داخل ٿي رهيا آهيون. شهر جي هر شيءِ قديم هئي، رڳو ماڻهو نوان هئا. پٿريلو فرش ڏسي مون کي پنهنجو شهر قمبر ياد آيو جتي ڪڏهن سڄي شهر ۾ بنيءَ جي پڪل ڳاڙهين سِرُن جا فرش هوندا هئا ۽ ننڍ مان اُٺبو هو تہ ٽانگن هلڻ سبب گهوڙن جي ٽاپ ٽاپ ٻڌبي هئي. مينهنُ پوندو هو تہ سڄو شهر ڌوپجي اُجرو ٿي پوندو هو وَڻَ ساوا ڇهڇ ٿي پوندا هئا ۽ فرشَ سُرخ انقلابي ٿي پوندا هئا. هاڻي تہ اُتي ڪجهہ بہ سلامت ناهي رهيو. رڳو گندگيءَ جا ڍير ۽ بي ترتيب ماڻهن جا هجوم آهن. پاڪستان ۾ شموليت اسان جي هر شيءِ تباهہ ڪري ڇڏي اسان لاءِ تہ نہ آسمان اُهي رهيا ۽ نہ فرشن جي اُها لالائي باقي رهي، پر هنن آزاد قومن پنهنجيءَ هر شيءِ کي آزاديءَ ۽ پيار سان سنڀاليو آهي. پنهنجن شهرن جون اُجڙيل بازارون ڏسيو سچ پچ بہ هِنيون لوڻ ٿيو وڃي. بروگز کي ڏسي تہ ائين پئي لڳو ڄڻ شهر واسين صدين کان هن شهر کي پنهنجي ماءُ سمجهي، دنيا جون سموريون حُسناڪيون ان جي قدمن ۾ ڦِٽي ڪيون هجن.

بيلجيم ۾ نسلي طور بہ قومن رهن ٿيون، هڪ فرينچ ۽ ٻي فليمش. بروگز بنيادي طور فليمش آباديءَ جو شهر آهي، جنهن کي فليمش ٻوليءَ ۾ قديم زماني ۾ بروگاهہ چيو ويندو هو. 11 اهين صديءَ ۾ بروگز کي واپار جي لحاظ کان نہ رڳو بيلجيم پر سڄي يورپ ۾ مرڪزي حيثيت حاصل هئي، خاص طور ڪپڙي جي واپار ۾. 11 اهين صديءَ ۾ تہ هيءُ شهر پنهنجي ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ جي عروج تي هو پر هوندئن بروگز يورپ جي قديم ترين شهرن مان هڪ آهي. جيئن لاهور لاءِ چوندا آهن تہ جنهن لاهور نہ ڏٺو آهي، اهو ڄميو ئي ناهي، ائين بروگز لاءِ مائيڪل اينجلو چيو هو تہ جنهن بروگز نہ ڏٺو اهو يورپ گهمڻ جي دعويٰ نہ ٿو ڪري سگهي. مائيڪل اينجلو هن شهر جي هاڪ ٻڌي، لڏي اچي هتي ويٺو ۽ اڄ سندس شاهڪارن جو يادگار ميوزم پڻ بروگز ۾ آهي.

چون ٿا تہ چوڏهين صديءَ ۾ بروگز جي آبادي لڳ ڀڳ 35 هزار هئي، جيڪا ان وقت لنڊن جي آباديءَ جي برابر هئي، پر هن شهر جي ماڻهن لنڊن جيان پنهنجي هن عظيم ۽ حَسين شهر کي ماڻهن جي هڪ وڏي هجوم ۾ تبديل ٿيڻ ڪونہ ڏنو. بروگز ۾ اڄ بہ توهان ميونسپل جي ٽائون پلاننگ کاتي جي مرضيءَ ۽ اجازت کانسواءِ پنهنجي گهر جي ٻاهرين مرمت بہ نٿا ڪرائي سگهو جو اُها سونهن ۽ تمدني حُسناڪي تاريخ ۾ شهر جي ماڻهن ۽ ايندڙ نسلن جي گڏيل ملڪيت سمجهي وڃي ٿي. ورهاڱي ۽ لڏپلاڻ سبب اسان جي تہ هر شيءِ هٽ وٺي تباهہ ڪئي وئي. ٻهراڙيون، شهر، تاريخي عمارتون، ٻيلا، وڻ، درياهہ، ڍنڍون، لائبريريون، امن، ماڻهپو، ثقافتي ورثو قدرتي وسيلا ۽ انهن تي مالڪي ۽ سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ پنهنجي ديس کي ٺاهڻ ۽ سينگارڻ جي آزادي ۽ خود مختياري. سنڌ يورپ جي ڪنهن بہ ملڪ کان وڌيڪ امير آهي. لکين ڇا ڪروڙين ايڪڙ ٻني، درياهہ، ڍنڍون، ٻيلا، چار موسمون، جبل، ٿر، ڪاڇو، ڪوهستان، سمنڊ ۽ ڪروڙين پورهيت هٿ ۽ ذهن، وطن سان پيار ڪندڙ ڪروڙين دليون. آڇيي ۽

خوشحاليءَ جا خواب ڏسندڙ اکيون. بس رڳو هن ديس جي ماڻهن کي ان ڳئي ڪنهن "نهر" جي گهرج آهي جنهن سان پرين پسبا آهن. ان ڪري بروگز کي ڏسي دل بي پناهہ خوش بہ ٿي پئي ۽ ساڳئي وقت بي ساختہ حسرت جو جذبو بہ جاڳيو پئي تہ اسان جو ديس ائين ڇو نہ آهي؟

پندرهين صديءَ ۾ جڏهن برطانيا ۽ فرانس ۾ جنگ پئي هلي تہ گهڻن امير شهزادن پُرامن رهائش لاءِ هن ئي شهر جي چونڊ ڪئي هئي. هن شهر جو ڪمال اهو هو تہ ساڳئي وقت هي واپار جو بہ مرڪز هو تہ آرٽ جو بہ. اهو امتزاج هن شهر جي هڪ عجيب خوبي آهي. اُن زماني ۾ بہ جان وان اِڪ ۽ هينس ميمبلنگ جهڙن فنڪارن جا هن شهر ۾ وڏا اسٽوڊيوز هئا. 16هين صدي هن شهر لاءِ وقتي طور زوال جو سنيهو کڻي آئي. جو بيلجيم جي هاربر جي واريءَ سان ڀرجي وڃڻ سبب هاربر ۽ بيلجيم پنهنجي اها معاشي حيثيت وڃائي ويٺا. بيلجيم جي معاشي زوال بروگز جي عظمت ۽ عروج کي پڻ سخت ڌڪ رسايو ۽ ويندي ويهين صديءَ تائين بروگز کي اهو اوُج حاصل ٿي نہ سگهيو. جيتوڻيڪ هاڻي بروگز جي اهميت وري يورپ ۾ اُڀري آئي آهي پر ان جو سبب هاڻي سياحت آهي. بروگز سڄيءَ دنيا جي سياحن لاءِ اڄ بہ رڳو دلچسپي ئي نہ پر محبت جو مرڪز بہ آهي. بروگز اهڙو شهر آهي جتي دنيا جو رولاڪ ترين ماڻهو بہ سڄي حياتي گذاري سگهي ٿو. حسن مجتبيٰ، حسن درس ۽ اسلم خواجہ جهڙا رولاڪ بہ هن شهر جي هنج ۾ ٿانيڪا ٿي سگهن ٿا.

اسان گاڏي ٽائون هال اسڪوائر وٽ پارڪ ڪري ڇڏي. جو بروگز کي گاڏيءَ ۾ گهمڻ ائين آهي جيئن ماڻهو پلو هڻن بدران ڇمڇي سان کائي. دنيا جي هر شيءِ ڇمڇي سان کائي سگهجي ٿي، پر پلو نہ. ائين ئي دنيا جو هر شهر گاڏيءَ ۾ گهمي سگهجي ٿو پر بروگز نہ. هزارين سالن کان بروگز ۾ پنڌ جي روايت اڄ بہ قائم آهي. اڄ بہ ماڻهو بروگز کي پنڌ گهمڻ کي ئي اوليت ڏين ٿا. سو اسان بہ اهو ئي فيصلو ڪيو. ٽائون هال اسڪوائر شهر جو مرڪز آهي. هونئن بہ يورپ جي شهرن ۾ اها روايت قديم آهي. هر وڏي يا ننڍي شهر کي هڪ مرڪزي پر نهايت ڪشادو اسڪوائر ضرور هوندو. برسلز جو گرينڊ پليس، ايمسٽرڊيم جو ڊيم اسڪوائر، لنڊن جو ٽرافلگر اسڪوائر. مطلب تہ توهان کي يورپ جي هر شيءِ ۾ اهڙو سٽي اسڪوائر ضرور ملندو. برسلز جو گرينڊ پليس بي مثال آهي. مون دنيا ۾ ڪٿي بہ اهڙو حَسين، عظيم عمارتن جي وچ ۾ زندگيءَ سان ڀرپور اسڪوائر نہ ڏٺو آهي. پر بروگز جو ٽائون هال اسڪوائر بہ ڪمال جو آهي. اسڪوائر جي چوڌاري 1300ع صديءَ جون گوٿڪ طرز تي تعمير ٿيل قديم ۽ بي مثال عمارتون آهن. جن جو ذرو ذرو تعميراتي فن جو شاهڪار آهي. ٽائون هال جي عظيم عمارت پڻ ڏينهن جو سياحن لاءِ کليل رهي ٿي. ان پڌر کي مقامي ماڻهو مارڪيٽ اسڪوائر بہ سڏيندا آهن. جنهن جي وچ تي ٻن فلميش هيرن بچرجان بريڊل ۽ وِيور پائينز ڊي ڪونِنڪ جا مجسما لڳل آهن. جن کي شهر جي شان ۽ وقار

جي علامت سمجهيو ويجي ٿو. اسان وٽ پيو تہ نهيو پر شهرن جا روڊ ۽ رستا بہ ڊارين جي نالن سان منسوب ٿيل آهن.

مارڪيٽ اسڪوائر پنهنجي بيهڪ ۾ هڪ عجيب ۽ فطري طور بيحد سهڻي جاءِ آهي جنهن جي چوڌاري هڪ واهہ وهي ٿو. اهو واهہ سڄي شهر جي سونهن آهي، جنهن ۾ هر وقت سياح ٻيڙين تي سير ڪندي نظر ايندا. ايمسٽرڊيم ۾ انگر هتي بہ اڪثر سياح ٻيڙين ذريعي شهر جو سير ڪن ٿا. اسان بہ ٻيڙين تي خوب چڪر هنيا. ٿڌي بيئر جا ٽِپا، گرم گرم مڇي ۽ چِيز جا سِنيڪس هئا. ٻيڙي هئي، ٿڌيون هوائون هيون، بروگز جو شهر هو ۽ اسان هئاسين. "لڳي اُتر واءَ تہ ڪينجهر هندورو ٿئي" واري ڪارِ لڳي پئي هئي. فطرت ۽ زندگي ڏاڍيون حَسين شيون آهن. اسان جهڙن معاشرن ۾ غربت، غلاميءَ بي وسيءَ ۽ ننڍڙڪائيءَ ماڻهوءَ جي مَنَ جي پيرن ۾ وَنگ وِڌا آهن. اسان وٽ ماڻهو زندگي ماڻي ئي نہ ٿو. اسان وٽ تہ جواني اچيو ۽ ليئو پائي موڪلايو بہ ويجي. اسان جهڙن معاشرن ۾ غريب ماڻهو زندگي ڪهڙي گذاريندو آهي، پاڻ زندگي هن کي گذاريندي آهي ۽ ماڻهو بيرحم زندگيءَ جي گهاڻي ۾ پيڙهجي پيڙهجي، هڪ ڏينهن حياتيءَ جي چيچ مان هٿ ڪڍي ڇڏيندو آهي. غريب جي زندگي جمڻ جي ڏانهن ۽ موت جو ٿڌو ساهہ. پيو ڇا؟ هنن آزاد ۽ خوشحال معاشرن ۾ ماڻهو زندگي ماڻين ٿا. جواني تہ هونئن ئي بيپرواهہ هوندي آهي پر پيو تہ نهيو هتي پوڙها ۽ پوڙهيون بہ توهان کي ڪائيندي، پيئندي، جهومندي، ڪلندي ۽ رقص ڪندي نظر ايندين ۽ اهڙيون حَسين گهڙيون اسان وٽ جوانيءَ کي ئي ميسر ناهن. هتي بہ سياحن جي گهڻائي توهان کي پوڙهن جي نظر ايندي، ٻيڙين جا سفر هجن يا پنڌ، ڪافي هائوس هجن يا ميوزيم ۽ پب، توهان کي جوانن سان گڏ پوڙها جام نظر ايندا. جنهن معاشري ۾ ٻار ۽ پوڙها خوش هجن، ان کي حقيقي طور پاڪ پريو معاشرو سڏي سگهجي ٿو.

مارڪيٽ اسڪوائر جو گهنٽا گهر بہ هن شهر جو شان آهي. سڄي شهر جي سمورين عمارتن کان اُوچو گهنٽا گهر جڻ تہ تاريخ جو شاهد بڻجي صدين کان هن شهر جي زندگيءَ کي گهوري رهيو هجي. مون گهنٽا گهر تي هڪ نظر وڌي تہ لڳو جڻ اهو تاريخ جي جهروڪي مان هن تاريخي شهر جي زندگيءَ کي چتائي ڏسندو هجي، ايئن جيئن ماءُ پنهنجي ٻار کي پهريون وکون کڻندي ڏسندي آهي. هن گهنٽا گهر لاءِ هي شهر بہ جڻ ڪو ٻار هجي. گهنٽا گهر جي گهوڙ ۾ مون کي گهڻو ڪجهہ نظر آيو. هن شهر کي خبر ناهي تہ هتي ڪو "جاڙيجو" صدين کان جاڳي رهيو آهي. اهو گهنٽا گهر 1300ع ۾ تعمير ٿيو ۽ 1486ع ۾ ڪيس وري مرمت ڪري 290 فوٽ اوچو ڪيو ويو. گهنٽا گهر جي چوٽيءَ تي وڃي بہ شهر کي ڏسي سگهجي ٿو. اسان جي سنگت مان ڪنهن دل نہ جهلي، پر مون ۽ آڃي نيٺ اها چوٽي سَرِ ڪئي. مٿان جڏهن بروگز جي شهر تي هڪ نهار وڌي سين تہ لڳو هي ڪو پيو جهان آهي. لڳو تہ هي ڪو شهر نہ پر مائيڪل اينجلو جي ڪا وڏي پينٽنگ آهي، جنهن ۾ هن جا ڪردار هلي ڦري رهيا هجن. مون کي هاليوڊ جي فلم "ميوزم ۾ هڪ رات" ياد آئي جنهن ۾ رات جو سمورا

مجسما ۽ جانور جاڳي پوندا آهن ۽ سندن وجود ۾ تحرڪ اچي ويندو آهي ۽ صبح جو وري سڀ سڪوت ۾ اچي ويندا آهن. اسان جڏهن اهو منظر ڏٺو تڏهن بروگز ۾ شام هئي پر رات جو هتي بہ مائيڪل اين-جلو جي تصوير جا هي ڪردار سمهي رهندا هوندا. فاصلا بہ شين جون معنائون تبديل ڪري ڇڏين ٿا. شيون ويجهڙائيءَ کان هڪڙيون نظر اينديون آهن ۽ پري کان اُهي ئي شيون ٻيون نظر اينديون آهن. اهو ڪو نظر جو دوکو ناهي، پر فاصلن جي جدليات آهي. ٽاور کان مٿان شهر جي وچ مان وهندڙ واهہ ائين پئي لڳو ڄڻ شهر جي نشيلين اکين ۾ قدرت سرمي جي ڪا سِرائي پري هجي. اسان وٽ مائون جڏهن ٻار کي نوان ڪپڙا پهرائي تيار ڪنديون آهن تہ سندن محبت جو آخري اظهار سُرمي جي سرائي هوندي آهي ۽ ٻار جون ڦِڪيون اکيون چيرجي، چمڪي اُٿنديون آهن. مون کي لڳو هن شهر جي اکين ۾ قدرت ماءُ جيان هن واهہ جي صورت ۾ ڪا سُرمي جي سرائي پري هجي.

بروگز هرو پرو ڪو وڏو شهر ناهي، پر ڪِتيل شهر ضرور آهي. يورپ جا شهر عام طور ڪشادا هوندا آهن، پر هي هڪ ڪِتيل ۽ سوڙهين گهٽين جو شهر آهي. مارڪيٽ اسڪوائر جي ساڄي پاسي شڪارپور جي شاهي بازار جهڙي هڪ ڏگهي بازار آهي. هيءَ بازار بروگز جي هنگامہ خيزيءَ جو حسين مظهر آهي. هن بازار جي هر دڪان ۽ ڪافي هائوس يا پَبَ تي توهان کي رڳو دعوائون نظر اينديون. "جي اوهان بروگز بيئر نہ پيتو تہ پوءِ ڄڻبو توهان شهر نہ گهميو".

"جي توهان بروگز وائين نہ پيتو تہ معنيٰ توهان زندگيءَ ۾ وائين پيتو ئي ناهي."

"جي توهان بروگز چيز ۽ چاڪليٽ نہ کاڌا تہ اوهان جي حياتي اجائي وئي."

"جي اوهان بروگز ڪافي شاپس ۾ ڪافي نہ پيتي تہ پوءِ توهان هتي ڇو آيا آهيو؟"

"جي اوهان بروگز جا سِگار نہ پيتا تہ پوءِ ڄڻ سڄي زندگي اجايا ڪش هڻندا رهيا آهيو."

"جي اوهان بروگز جي پيس مان سنئين وِڪَ سان ٻاهر نڪتا تہ معنيٰ توهان جي هر سُرڪ اجائي وئي....." اهڙيون دعوائون توهان کي هر بازار ۾ هر هنڌ نظر اينديون ۽ ماٺهو پريشان ٿي ويندو تہ پلا ڪهڙيون ميارون ڪڄن. اسان بہ اهو سمجهي سيني ميارن کي منهن ڏنو تہ مهلون مڙسن تي ئي اينديون آهن. خاص طور تي بروگز بيئر جو جواب نہ هو. بروگز بيئر تہ ڄڻ نهيوئي ڪڙي ۽ قاتل جي هيراڪن لاءِ هو.

12هين صديءَ کان پوءِ بروگز واپار ۽ واپار سان گڏوگڏ آرٽ جي بہ مرڪز ۾ تبديل ٿيڻ لڳو خاص طور تي اُتر يورپ ۾. مائيڪل اينجلو بہ اٽليءَ مان لڏي اچي هي شهر وسايو. چون ٿا تہ هن شهر ۾ اڄ بہ ٻہ سئو کان وڌيڪ ميوزيم ۽ آرٽ گيلريون آهن. هونئن تہ هن شهر جو هر گهر ۽ عمارت هڪ ميوزيم ۽ تعمير جي فني شاهڪار کان گهٽ ناهي، پر بروگز جا ميوزيم ۽ ڪليسائون آرٽ جي خيال کان وڏي اهميت رکن ٿيون. هتي سينٽ باسل جي چرچ ان لحاظ کان سڄي يورپ ۾ مشهور آهي تہ اُتي عيسيٰ مسيح جا رت هاڻا ڪپڙا رکيل آهن. جن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اُهي ٻي صليبي جنگ کانپوءِ هتي آندا ويا هئا. Renaissance Hall پڻ بروگز جي هڪ بي مثال

عمارت آهي، جنهن ۾ يورپ ۾ نئين سجاڳيءَ جي دؤر کي محفوظ ڪيو ويو آهي. جيئن تہ بروگز فليمش آباديءَ جو شهر آهي، ان ڪري هتي توهان کي هر هنڌ يمش آرٽ جا عڪس نظر ايندا. بيلجيم جي فرينچ آباديءَ کي تاريخ، ٻوليءَ، ادب ۽ آرٽ قومي سڃاڻپ جي اظهار لاءِ فرانس جهڙو عظيم ملڪ بہ آهي. پر بيلجيم جي فليمش آبادي فرينچ جي ڀيٽ ۾ گهٽي پيڙهيل رهي آهي. جو فليمش ماڻهو گهٽي پاڳي سڄي يورپ ۾ صرف بيلجيم ۾ ٿي آهن. گرو ننج ميوزم بروگز ۾ فليمش آرٽ جو هڪ تاريخي عجائب گهر آهي، جنهن ۾ توهان کي عظيم فليمش مصور وان اِڪ کان وٺي ميمبلنگ ۽ ميگرٽ تائين جا شهپارا نظر ايندا. روم ۽ اٽليءَ جي تاريخي ۽ رياستي قومي حيثيت سبب ان جي آرٽ کي سڄي يورپ ۾ توڙي عالمي طور وڏي پذيرائي ملي، پر فليمش آرٽ کي ننڍڙي سماجي دائري سبب اها گهربل اهميت نہ ملي سگهي. تاريخ ۾ اِها جُڳ سمورين ننڍين ۽ ڳنڍائتين قومن سان ٿئي ٿي. سنڌ ۾ رڳو لطيف جو ئي مثال وٺجي تہ هو جنهن سطح جو عالمي مدبر، عظيم شاعر ۽ آرٽسٽ توڙي مفڪر آهي، ان کي گهربل اهميت ان ڪري بہ نہ ملي سگهي آهي، جو اهو هڪ ننڍي ڳنڍائتي ۽ غلام قوم جو شاعر آهي، جنهن جو دائرو محدود آهي. لطيف جهڙن عظيم شاعرن جو الميو اهو بہ آهي جو اُهي فني طور پنهنجي ٻوليءَ کي ان مقام تي وٺي ويا آهن جتي انهن جو ان سطح جو ترجمو ڪنهن بہ ٻي ٻوليءَ ۾ ممڪن نہ آهي. اها تاريخ جي عجيب ستم ظريفي آهي جو جيڪي قومون تاريخ ۾ فاتح، طاقتور ۽ حاڪم رهن ٿيون، اڪثر هلي انهن جي ادب، آرٽ، علم ۽ تاريخ کي بہ وڏي اهميت ملي ٿي. سنڌين وانگر فليمش قوم سان بہ ائين ئي ٿيو.

بروگز شهر نہ پر الف ليلا جو ڪو داستان آهي. اسان کي ائين ٿي لڳو تہ اسان بہ ان جا ڪردار ٿي ويا آهيون. هن شهر جي هر گهٽي جڻ پاڻ سان حيرت جو ڪو ٽاڪيو ڪوليندي ٿي وئي. شهر جي سِرَ سِرَ ۾ راز هو. شهر جي هر عمارت جڻ تہ هڪ ڪهاڻي هئي، ڪو ماضيءَ جو افسانو هو. گهنٽا گهر جو وڏو گهنڊ هر ڪلاڪ ڪانپوءِ اسان کي وقت جو احساس ڏياري رهيو هو نہ تہ هن شهر ۾ ۽ ماڻهوءَ کي وقت جو ڪو احساس ٿئي! بروگز اڪيون پير ڪري گهمڻ جهڙو شهر آهي.

جيتوڻيڪ شام لڙڻ واري هئي ۽ اسان کي واپس ورڻو هو پر ڄڻيئن محبوب کان موڪلائڻ تي دل نہ چوندي آهي تيئن بروگز کان موڪلائي مٿس آخري نهار وجهڻ لاءِ ڪوبہ تيار نہ هو پر زندگيءَ ۾ هر شيءِ کان نہ چاهيندي بہ نيٺ تہ موڪلائڻو ئي پوي ٿو. شهر جي گهنٽا گهر جو گهنڊ وڄو ۽ شام جا ست ٿيا تہ اسان جي گاڏيءَ بہ ويندي ويندي بروگز کي شهر مان هڪ نقطي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. هي سچ پچ بہ شهر نہ پر ڪو خواب نگر هو. تڏا گتا صحيح پئي چيو تہ: "بروگز بڙهيا شهر هي!"



E_mail: jami8195@yahoo.com

امداد حسيني

# غزل

اِهي گُل مُهر جون رنگينِ چائون چام شوري جون،
اوهان جي لئہ سراپا التجائون چام شوري جون.

ڪٿي ڪنهن شهر ۾ ڪنهن راهہ ۾ هر هر مُڙي ڏسنديءَ،
سدا پيڇو ڪنديون رهنديءَ صدائون چام شوري جون.

ائين ڪنهن موڙ تي ٽڪرائجي وڃجي تہ ڇا ڇئجي،
ڪَٿي وڃ ها ڪَٿي وڃ لک دعائون چام شوري جون.

ڪڏهن ڪنهن واءَ جو جهُوٽو لڳي تون ياد فرمائِجِ،
سنديءَ گيسو اُڏاريندڙيون هوائون چام شوري جون.

خطائن ۾ بہ هڪڙي قسم جو پنهنجو مزو آهي،
عطائون جيڪڏهن آهن، عطائون چام شوري جون.

وسارين جيڪڏهن امداد کي ممڪن اهو آهي،
وساري ڪونہ ڪو سگهنديءَ فضائون چام شوري جون.



Address: B_18,
Sindh University Colony,
Jamshoro_Sindh.



گل مُحمد کتریءَ پاران ناھیل ناموَر شاعر
امداد حسینیءِ جوھکں یادگار اسکیچ



# اسان فينٽيسي ۾ جيئندڙ قوم آهيون!

طارق عالم

رقص کي جسم جي شاعري ۽ مصوريءَ کي رنگن جي شاعري سڏيو ويو آهي. جسم جي شاعري يعني 'رقص' کي ڪي ورهيه ٿيا، جو اسان جي ديس مان هڪ خاص فڪر سان لاڳاپيل بزرگن 'ديس نيڪالي' ڏئي ڇڏي.

ننڍي کنڊ جي وڏي ناول نگار ۽ ڪهاڻيڪار قرةالعين حيدر خميني انقلاب کان پوءِ ايران جي رپورتاز ۾ لکيو آهي ته ايران ۾ اسلامي انقلاب کانپوءِ ڪابيءَ ڏر جي باندين جي ماتٽن کان، کين شوٽ ڪرڻ لاءِ گوليءَ جا پئسا ورتا ويا. "پئسا ڏيو ته جيئن انهن مان گوليون خريد ڪري، اوهانجن مٽن پيارن کي شوٽ ڪري سگهجي."

هي اهو اسلامي انقلاب هو جنهن ۾ فنونِ لطيفه جي شعبي سان لاڳاپيل ذات ڏٺي يا ته پنهنجي ذات جي ڏوهه ۾ ماريا ويا، يا دربدر ڪيا ويا. ڪنهن خواب کان به حسين ۽ ڪوئل کان به مٺي ۽ جهرڻي کان سرل آواز رکندڙ 'خانم گوگوش' انهيءَ انقلاب ۾ پنهنجي ملڪ مان دربدر ٿي پنهنجي ديس جي يادن کي ڪوڪين ۽ ٻين ٽرينڪولائيزر جي پينگهي ۾ لوڏيندي سالن تائين خاموشيءَ جي صحرا ۾ وڃايل رهي.

ايران هڪ اهڙو ملڪ آهي، جنهن جو جنم ٿيو ئي فنون لطيفه جي گلاب مان آهي. اهو ئي سبب آهي جو هيڏي سانحي کان پوءِ به ايران ۾ ادب ۽ آرٽ جا پير خميني به اکيڙي نه سگهيو.

پر ان جي ڀيٽ ۾ 'سنڌ' پنهنجي ادب ۽ آرٽ جي حوالي سان اها ڏهاڳڻ آهي جنهن جو اولاد جوان ٿيڻ کانپوءِ ڪيس اڪيلو ڇڏي ويندو رهيو آهي. اُن جو وڏو مثال 'موهن جي دڙي' جي اڄوڪي صورتحال آهي. جيڪو هر گذرندڙ ڏينهن ۾ هن ڌرتيءَ تان ڪنهن پشم گولي وانگر غائب ٿي رهيو آهي.

رني ڪوٽ کي بچائڻ ته پوءِ جي ڳالهه آهي، دنيا جي ان عظيم قلعي تائين پهچڻ لاءِ ڪا فضيلت ڀري سڙڪ به اسان جي سرڪار سگهوري جوڙي نه سگهي آهي.

اديب اڄ به پنهنجا ڪتاب پاڻ ڇپرائي ۽ پاڻ وڪرو ڪري رهيو آهي ۽ مصوري...؟

مصوريءَ جو حال سنڌ ۾ خاص طور 'سنڌي مصورن' جو حال تہ اڄ بہ ٿر ۾ بارش جي انتظار وانگر آهي.

گھڻا مصور آهن سنڌ ۾ سنڌي؛ ۽ انهن ۾ گھڻا ناميارا آهن جيڪي هر واسي هجن؟

ع.ق.شيخ، گل محمد کتري، ظفر ڪاظمي، نتاح هاليپوٽو (سينيئر)، اڪبر سومرو، محمد علي پٺاڻ؛ ۽ ان کان پوءِ فل اسٽاپ (.)

ادب ۽ آرٽ کي پروموٽ ڪير ڪندو؟ ڪير ڪندو آهي؟ ظاهر آهي سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارا. ۽ ادب آرٽ کي پروموٽ ڪندڙ اسان جن ادارن جو پنهنجن فنڪارن ڏانهن ڪھڙو رويو آهي؟

(اسان کي ڪنهن بہ چنگيز خان جي ضرورت ناهي!)

گل محمد کتري سنڌ جي مٿين چند عظيم مصورن مان هڪ هو/آهي. جنهن سڀ کان پهرين شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جي بيتن تي مصوري ڪئي. هڪ مسڪين، بدحال مصور، جنهن جا نئين جا پينٽ ڪيل لينڊ اسڪيپ مون جهڙن لاءِ سورس آف انسپئريشن رهيا. ۽ جيڪو پنهنجي مفلسي ۽ سرڪاري بي توجهي سبب 1980ع واري ڏهاڪي ۾ 'ٽيوبر ڪلوسز' سبب سول اسپتال ڪراچيءَ جي سرڪاري وارڊ ۾ رت جون الٽيون ڪري، مري ويو۔ ۽ اڄ ڪنهن کي بہ ياد ناهي. اسان جي نئين پيڙهيءَ کي تہ خبر بہ نہ هوندي تہ گل محمد کتري ڪيڏو وڏو انسان هو! هُو جيڪو پنهنجي فن ۽ آرٽ جي حوالي سان، مون لاءِ ڪنهن جمهوري ملڪ جي پريزيڊنٽ کان بہ وڌيڪ احترام لائق هو آهي ۽ رهندو.

سنڌ جي ان عظيم مصور جو ڏاهيل مٿيون پينسل اسڪيچ جنهن هيئان سندس صحي بہ چٽي نظر اچي رهي آهي، مون هڪ نيم سرڪاري اداري جي احاطي ۾ اڇلايل ڪچري مان لڌو آهي. هيءُ اسڪيچ سنڌ جي ناميارن ۽ اسان جي پيڙهيءَ جي پسنديده شاعر امداد حسينيءَ جي ان دور جو آهي، جيڪو سن گل محمد کتريءَ جي اسڪيچ مان ظاهر ٿي رهيو آهي.

اسان سنڌي ڏاڍا عظيم ۽ قديم آهيون. اسان جي تاريخ پنج هزار سال پراڻي آهي. اسان جي ٻوليءَ ۾ اُٺ جا 30 کان مٿي نالا آهن.

اسان فن جي فينٽسيءَ ۾ جيئندڙ قوم آهيون. اسان جا تاريخي ماڳ مڪان تيزيءَ سان تباهہ ٿي رهيا آهن ۽ اسان جن عظيم مصورن جا اسڪيچ نيم سرڪاري ادارن جي ڪچرن تي خانم گوگوش جي خوابن جيان دربدر رلي رهيا آهن. جن جو ڪوبہ مستقبل ناهي، سواءِ بربادي‌ءَ جي.

(جو تہ اسان کي ڪنهن بہ ٻئي خمينيءَ يا چنگيز خان جي ضرورت ناهي!)



E_mail: tariqalam11@hotmail.com

گُل محمد کتري



# سنڌ کي پينٽ ڪرڻ جي سڌا ڪائيندڙ مصور

افضال احمد کتري

**بابا** سائين گل محمد کتري 1921ع ۾ ڪراچي ۾ ڄاوا ۽ اُتي ئي نپجي وڏا ٿيا. پر ڏاڏاڻا نتي جا ته ناناڻا ميرپورساڪري جا. اسان جا وڏا ٻن صدين کان ڪراچيءَ ۾ آباد آهن. اڃا چوڏهن سالن جا هئا، جو تعليم ڇڏي، ڪراچيءَ جي چرن جيت سنگهه وردي ءِ نالي، هڪ سک مصور وٽ تربيت حاصل ڪرڻ شروع ڪيائون. جيڪو هند ۽ سنڌ ۾ پنهنجي آرٽ جو استاد ليکبو هو. مصوريءَ جي سکيا پاڻ ڏاڍي شوق سان ورتائون. جيتوڻيڪ مائٽ کيس اهڙي ڪم لاءِ شروع کان ئي همٿائڻ لاءِ تيار نه هئا.

سندن لائق استاد جي سفارش سان کين پهرين نوڪري حسن علي ڪانچ والا دوري (جهونا مارڪيٽ) وٽ ماهوار ٽيهه رپين پگهار سان ملي هئي، جڏهن ته اُتي سندن مقابلو اُن وقت جي ٻين مشهور مسلمان فنڪارن سيد حسن علي برادي، عبدالرحمان ڪڇي ۽ حسن علي ڪوڪا والا سان رهيو. اهو زمانو 1945ع جي لڳ ڀڳ هو. انهيءَ عرصي دوران سندن فن جي هاڪ شروع ٿي. پوءِ ملازمت ڇڏي ني ڪلاڪ جي حساب سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيائون. جلد ئي سندن مهربان استاد گذاري ويو. ڪراچيءَ ۾ تن ڏينهن فائين آرٽ جو قدر گهٽو هو. تنهنڪري مستقبل کان مايوس نه هئا.

بابا سائين جي اصل دلچسپي جيئن ته مصوري يا فائن آرٽ سان هئي، تنهنڪري هميشه ڪجهه وقت مشهور استاد فنڪارن جي تصويرن جي مطالعي لاءِ وقف ڪندا رهندا هئا. ان کان سواءِ کين مندرن ۽ گردوارن تي ڪيل پراڻي ۽ ڊنل چترڪاريءَ تي ٻيهر ڪم ڪرڻ جو موقعو به ملندو رهندو هو. پنهنجو ڪجهه وقت پڪاسو، وان گاگ، ريمبران، جان ڪانسٽيبل ۽ ليونارڊو ڊاونچي کان علاوه ٻين ڪيترن مغربي فنڪارن جي فن کي سمجهڻ لاءِ صرف ڪرڻ لڳا.

1946ع ۾ بولٽن مارڪيٽ وٽ هڪ ننڍو دوڪان ورتائون، ڪم سٺو هليو. وڏي دوڪان جي ضرورت پئي. لائيٽ هائوس سينما پرسان 1947ع ۾ ٻيو دوڪان ورتائون. لڏپلاڻ وقت سندن ڪاروبار کي ڪاپاري ڌڪ لڳو پر جلد ئي پاڻ سنڀالي ورتائون.

نئين دور ۾ ڪمرشل آرٽ مقبول ٿيو. سنڌن لاتعداد شاگرد ٿيا. سنڌي، مهاجر، پنجابي، بلوچ، پٺاڻ، ڪڇي، گجراتي، هندو وغيره. انهن مان گهڻا ملازم پڻ رکندا ويا. انهن مان اڄ بہ ڪراچيءَ ۾ ڪي دوڪاندار ۽ فنڪار آهن. ڪي شاگرد آمريڪا، لنڊن، تنزانيہ، دبئي ۽ لبيا وغيره ۾ انجنيئر آهن. 1958ع ۾ سنڌن ڪم کي وڏيڪ ڪاپاري ڌڪ رسيو. ٻين علائقن کان ايندڙ فنڪارن جي ڪري بابا سائين جو روزگار متاثر ٿيڻ شروع ٿيو. حالانڪہ 1953ع ۾ هڪ وڏيڪ دوڪان ليمارڪيٽ وٽ ورتائون (جيڪو ورڪشاپ طور ڪتب آڻيندا هئا پوءِ اهو ئي ورڪشاپ گل محمد آرٽ اسٽوڊيو جي صورت ۾ ظاهر ٿيو). ليڪن 1958ع جي نين حالتن بعد بابا سائينءَ کي اڳوڻا بہ دوڪان بہ وڪڻڻا پيا.

1958ع ۾ آرٽس ڪائونسل آف پاڪستان جو بنياد ڪراچيءَ ۾ پيو. بابا سائين ان جا بنيادي ميمبر ٿيا. ساڳئي سالَ ٿياسافيڪل هال ۾ صدر ايوب خان نيشنل ايگزيبشين جو افتتاح ڪيو. جتي فنڪارن جون ناهيل تصويرون رکيون ويون. عجيب ڳالهہ تہ بابا سائين جي تصويرن کي ان ڪري رکڻ مناسب ڪونہ ڄاتو ويو جو انهن ۾ سنڌ جي غربت ۽ غير ترقي يافتہ منظرن کي پيش ڪيو ويو هو. بابا سائين سرڪاري حلقن ۾ ائين پهريون ڀيرو محروم ڪيو ويو ۽ تنگ نظريءَ جو شڪار ٿيو. 1959ع ۾ آرٽسٽ گروپ جي ڪلب جو ميمبر ٿيو. ليڪن اڳتي هلي ڪلب، سنڌن تصويرون نمايان رکڻ پسند نہ ڪيون. ڇو تہ انهن ۾ سنڌ جي اصل عڪاسي ٿيل هئي. ڪين قومي نمائشن ۽ آرٽس ڪائونسل جي رويي کان ڪڏهن بہ اطمينان نہ رهندو هو.

- 1940ع ۾ سنڌ مدرسي جي پلاٽينم جوبلي ملهائي وئي. بابا سائين حسن علي آفندي جي هڪ وڏي تصوير نمائش طور رکي، جيڪا پهريون نمبر آئي ۽ کين هڪ هزار رپيا انعام ڏنو ويو. بابا سائين اُها سڄي رقم سنڌ مدرسي فنڊ ۾ ڏيئي ڇڏي. صدارتي تقرير ۾ مسٽر اي ڪي. بروهي ان پڌرائي سان پنڊال کي حيران ڪري ڇڏيو تہ سنڌ مدرسي فنڊ ۾ جتي اولڊ بوائز جن مان سوين وڏن عهدن تي هئا، پنجاهہ سؤ رپيا آڇيا هئا، اتي بابا سائين 1000 رپيا ساڳئي فنڊ ۾ ڏئي ڇڏيا.

1945ع ۾ صدر ايوب آرٽس ڪائونسل ڪراچي ۾ جرمني جي "باوريا" سرڪس جو تماشو ڏسڻ لاءِ آيل هو. ڪيس فنڪارن سان ملايو پئي ويو. انهن فنڪارن ۾ بابا سائين، ناگي، گل جي، سردار محمد ۽ صادقين وغيرہ شامل هئا. اُن موقعي تي بابا سائين کي دل جي ڳالهہ چوڻ کان گهڻو روڪيو ويو. ليڪن جڏن صدر ايوب سين سان ملندو فنڪارن وٽ پهتو تڏهن ڪيس چيائون تہ هتي (فني ادارن ۾) فنڪارن جو قدر ناهي، انهن کي اپاريو نٿو وڃي، بلڪہ دفن ڪيو پيو وڃي. صدر صاحب جڏهن اهي لفظ ٻڌا، تڏهن چيو هئائين، "ها، اسان کي خبر آهي. ائين ٿئي ٿو ٿئي پيو ٿيندو رهي ٿو پر اسان ائين ٿيڻ نہ ڏيندا سون. ائين ٿيڻ نہ ڏيندا سون." انهي دؤر ۾ سنڌس آرٽ اسٽوڊيو ڏسڻ لاءِ جي.ايم.سيد ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي بہ آيا، جنهن بعد بابا سائين اڄان وڌيڪ ناپسنديده شهري ليکيو ويو. حالانڪہ سنڌن آرٽ اسٽوڊيو ۾ مخدوم

محمد زمان طالب المولیٰ، ميان ممتاز دولتانہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، مظهر قاضي ۽ ٻيا مشهور ماڻهو بہ ايندا هئا.

بابا سائين جي فن جي قدرداني اِيءَ ڪي. بروهي بہ ڪندو رهندو هو.

1971ع ۾ نمائش دوران جيڪا آرٽس ڪائونسل ڪراچيءَ ۾ منعقد ٿي، جنهن ۾ 15 تصويرن جو وڪرو ٿيو. انهن جي ڪل ماليت ڇهہ هزار روپين کان بہ وڌيڪ هئي. ليڪن بابا سائين سڄي رقم هڪ ننڍي ڪتاب "شاهہ جو رسالو آرٽ ايڊيشن" ۾ لڳائي. جيڪو بعد ۾ ايترو وڪاڻو بہ ڪونہ. بابا سائين کي ڪن وڏين اخبارن جو ڏک هو جن سندن انهي ڪاوش ۾ احوال ڇاپڻ ۾ ڪنجوسي ڏيکاري. سندن ڪتاب ميونسپل لئبررين ۽ سرڪاري ۽ ٻين خانگي لئبررين لاءِ بہ ڪونہ خريد ڪيا ويا. 25 سال لاڳيتا نظر انداز ڪيا ويا، پر بابا سائين مايوس ٿيڻ بدران پنهنجي ڪم ۾ لڳا رهيا.

## بايوڊيٽا

1. نالو : گل محمد کتري
2. والد جو نالو : محمد اسماعيل کتري
3. سنِ پيدائش : 1921ع
4. تاريخ وفات : 20 مارچ 1979ع
5. جاءِ وفات : ڪراچي (لياري) سنڌ
6. رسمي تعليم : چار درجہ سنڌي، چار اردو، چار انگريزي ۽ هڪ درجو گجراتي.
7. درس گاهہ : گدومل اسڪول، ڪامل گلي ۽ حاجي عبدالله هارون اسڪول کڏہ ڪراچي
8. فني سکيا : چرن جيت سنگهہ وردي (تقريباً 12 سال)
9. ڪمرشل آرٽ : پوسٽر ڊيزائين، گلا پينٽنگ، سائين بورڊ، ٽيڪسٽائل ڊيزائن، ٿيٽريڪل ڊيزائن، سينما پوسٽرس، ٽائل ڊيزائن ۽ سنڌي، اردو، هندي، گجراتي ۽ انگلش ڪتابت
10. زبانون ڄاڻندو هو : اردو، پنجابي، گجراتي ۽ ڪجهہ ڪجهہ انگريزي
11. فائن آرٽ : پورٽريٽ، لينڊ اسڪيپ، ناخن رک، ڪوئلي ۽ چاڪو سان تصويرون ٺاهڻ.
12. فنِ مصوري ۾ خاص اختراعات : "مهراڻ مصوري" جي ايجاد، جنهن کي هڪ نظر ڏسڻ سان ئي چٽي سڃاڻي ٿو تہ اِها سنڌ جي عڪاسي آهي. اخبارن ان اختراع کي Mirror Work سڏيو ماربل تي ڪم ۽ اجرڪ تي ڪم.
13. ادبي رجحان : ڪيترائي فني ۽ ادبي مضمون ۽ مقالا سنڌي ۽ اردو ۾ لکيائون جن مان گهڻا تعداد ۾ مختلف اخبارن ۽ رسالن (سنڌي ۽ اردو) ۾ ڇپيا.
14. ثقافتي ۽ ادبي سرگرميون : سنڌي آرٽ، تهذيب ۽ ادب جي ترقي لاءِ مهراڻ ثقافتي جماعت جو 17 جولائي 1947ع ۾ بنياد وڌائون ۽ پاڻ ان جا صدر منتخب ٿيا. ان جو دفتر گل محمد آرٽ اسٽوڊيو ۾ کوليو ويو.
15. اشاعت : (i) شاهہ عبداللطيف آرٽ ايڊيشن پارٽ ـ 1 (حڪومت سنڌ پاران منظور ڪيل) اردو ۽ انگريزي ترجمي سان.

(ii) نقوش لطيف اردو انگريزي، گجراتي ۽ هندي ترجمي سان ٻيمي سائز ۾ (اڻڇپيل)

16. سرٽيفڪيٽس :(i) روٽري ڪلب حيدرآباد، حيدرآباد (1965)
(ii) لاڙڪاڻه ڪاليج آف ڪامرس اينڊ اڪنامڪس (68_1967)
(iii) اولڊ راوين ايسوسيئيشن (1967)

17. مجتائون ۽ انعام: (i) سنڌ مدرسه ڪراچي (1940) پهريون انعام
(ii) انٽرنيشنل وومين ڪلب (1963) ٻيو انعام
(iii) ڀٽ شاهه ڪلچرل ڪاميٽي (1964) پهريون انعام
(iv) ڀٽ شاهه ڪلچرل ڪاميٽي (1966) پهريون انعام

18. لقب :مصورِ لطيف

(سنڌالاجي ۽ رضيه طارق جي ٿورن سان)



Address: Flat #8, Ismail Manzil, Moosa Lane,
Gali No. 2, Bhittai Road, Liyari,
Karachi _53, Sindh.



# مان پيار ۾... ۽ پيار سان لکان ٿو!

عزيز گوپانگ

مان ڇو ٿو لِکان؟ اِنهيءَ سوال جو جواب پنهنجي اندر ۾ ڳولهڻ يان اِنهيءَ کان اڳ ۾ ضروري ٿو سمجهان تہ مان اُنهن شروعاتي دلچسپين ۽ لقائن جو ذڪر ڪريان جيڪي مُنهنجي لِکڻ جي ڳالهہ سبب طور سامهون آيا آهن. مونکي ياد ٿو پوي تہ ننڍي ڄمار ۾ مان عام ٻارن جي مقابلي ۾ وڌيڪ لڄارو ۽ گهٽ ڳالهائيندڙ هوس. اسڪول ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ واريون ننڍيون ننڍيون ڳالهيون ياد آهن. اُنهن يادگيرين جو تاڃي پيٽو ڪُجهہ اهڙي ريت آهي جنهن لاءِ هِن وقت اندازو لڳائڻ بنهہ مشڪل آهي تہ اُهي حقيقتون هيون يا خوابڙا زندگيءَ ۾ اهڙاڪوڙ سارا لمحا، حقيقت ۽ خواب جي ڳالهہ ۽ هڪڙي ئي ڪينواس تي ڪُجهہ اهڙي ريت رل مل ٿي وڃن ٿا، جو اُنهن جي رنگ ۽ تاثرکي الڳ الڳ ڪري ڏسڻ گهڻو مشڪل ٿي پوي ٿو ۽ اِهو عُمر جي هِن حِصي ۾ تہ ويتر ڏکيو هجي ٿو جڏهن يادگيريون هڪ هڪ ٿي ماضيءَ جي جهولي مان هيٺ ڪرنديون رهن ٿيون. انهيءَ حقيقت جي باوجود مُنهنجي ڪوشش اِها ئي رهندي تہ مان اُنهن سپني نہ تڏهن بہ ڪُجهہ اهڙن سببن جو ذڪر ضرور ڪريان جيڪي اِنهيءَ سوال جي موزون جواب طور پيش ڪري سگهجن تہ آخر، مان ڇو ٿو لکان؟!!

هي زندگي جيڪا مان هر صورت پنهنجي مرضيءَ سان گذاري، هِن ڄمار جا پنجيتاليهہ ورهيہ پورا ڪيا آهن، اُنهيءَ جا ڪيترائي رنگ، روپ ۽ رُخ آهن. جيڪي پنهنجي پنهنجي ليکي وڏن عنوانن ۽ اسرارن کي جنم ڏين ٿا. جن مثان مُڪمل ۽ ڀرپور تہ تڏهن ئي لکي سگهجي ٿو جڏهن وقت آتم ڪٿا لکڻ جي مُهلت ۽ ماحول ميسر ڪري، پر جيڪڏهن پنهنجي زندگيءَ جي سيج تان هڪڙو ئي ڪنبو ڪڍجي ۽ اُن کي ڪو نالو ڏجي تہ اُهو نالو هوندو "حساسيت" ۽ شايد اِهوئي جذبو يا ذهني حالت منهنجي لکڻ واري عمل جو اصل ڪارڻ هجي.

مون اِنهيءَ سوال جي مناسب جواب ڳولڻ لاءِ ضروري سمجهيو تہ لکڻ جي جزوي سببن کي ڳڻڻ کان وڌيڪ بهتر اِهوئي آهي تہ پنهنجي غير ضروري حساس هئڻ واري

اُنهيءَ ذهني حالت جو ڇيد ڪريان، جنهن جي سانده متحرڪ هجڻ سبب لکڻ واري عمل مان گذرندو رهيو آهيان. اوهان جي پڙهي آيل سِٽن ۾ مون اِهو ڇيو آهي ته ننڍي لاڪئون مان لڄارو ۽ گهٽ ڳالهائيندڙ هوندو هوس. شايد اهوئي سبب هو جو منهنجا احساس آواز بجاءِ اکرن ۾ تبديل ٿيندا رهيا. ۽ اُنهن زبان تي اچي دريدر ٿيڻ بجاءِ اکرن جي ڇانوَ ۾ پناهه ورتي ۽ اهڙي ريت مون پنهنجي ليکڪ هُئڻ واري وُجود کي محسوس ڪيو.

دنيا جهان جي ليکڪن لکڻ يا ادب تخليق ڪرڻ واري عمل کي مختلف تشريحن سببن الهامن ۽ سماجي اخلاقي توڻي انساني فرضن ۾ شامل ڪري اُن کي منجهائيندڙ ۽ گهڻو ئي پُراسرار بنائي ڇڏيو آهي. لکڻ جي سببن طور پيش ڪيل دنيا جهان جا عُذر منهنجي رد يا حمايت ڪرڻ سان نه ختم ٿيندا ۽ نه ئي منجهن ڪو واڌارو ايندو.اِنهيءَ لاءِ منهنجي ڪوشش اِها رهندي ته اُنهن محرڪات جو مختصر ۽ سادو بيان ڪريان جن کي اِنهي سوال جي جواب طور آسانيءَ سان پيش ڪري سگهجي ته مان ڇو ٿو لکان؟! اِنهيءَ جي جواب ۾اهو چوڻ گهڻو آسان آهي ته احساسن جي اظهار واسطي اکان ٿو يا اِهو ته لکڻ مون لاءِ ساهه کڻڻ جيترو ئي ضروري آهي.اِن لاءِ لکان ٿو يا رواج پنجي ويل جواب سان جان ڇڏائي سگهجي ٿي ته ڪنهن ازغيبي قوت يا الهام اچڻ جي نتيجي ۾ لکان ٿو.اِهي ۽اِنهن جهڙا ٻيا ڪيترائي عام وکر جهڙا جواب، مون وٽ به موجود آهن پر حقيقت اِها آهي ته منهنجي لکڻ واري عمل پويان اهان به ڪي ٻيا مُحرڪ لِڪل آهن جن جو زباني اظهار مان مختلف موقعن تي ڪندو رهيو آهيان پر هي پهريون پيرو آهي جڏهن اهڙي سوال کي امتحاني پيپر وانگر لکت جي صورت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ ويٺو آهيان،

جو لکڻ واري سوال جي مناسب جواب ڳولڻ لاءِ مون اُن جي صحت ۽ اهميت تي اِنتهائي سچائيءَ سان ويچاريو ۽ ذهن ۾ ايندڙ جوابن کي اوهان پڙهندڙن سان شيئر ڪرڻ جو سوچيو.اِنهيءَ موقعي تي اِهو ٻڌائڻ ضروري سمجهان ٿو ته جواب طور پيش ڪيل مضمون جو بيان ۽ اُن ۾ ڪم آندل الفاظ پنهنجي ظاهري ڏيک ويک ۾ ممڪن آهي ادبي "ميڪ اپ" کان خالي نظر اچن. پر جيئن ته هي تحرير ڪو غزل، نظم، ترائيل يا وائي ناهي. انهيءَ لاءِ اُن جو ظهور يا نظر ايندڙ چهرو سادو هجي. پر انجي سچائيءَ تي بحث جي گنجائش ناهي.اهو اِن ڪري به جو مان پنهنجي نه ڪي سپنيءَ جي لکڻ جا سبب بيان ٿو ڪريان.

مُون کي چڱي طرح ياد آهي ته مُون لکڻ جي شروعات اُنهيءَ عام گفتگوءَ کي جيئن جو تيئن پني مٿان اتارڻ سان ڪئي هئي، جيڪا پهريون پيرو پيار جي رجسٽريشن طور ڪئي ويندي آهي هڪ چهرو جنهنجي گفتگن کي مون ياد رکڻ پئه چاهيو ان کان اڳ ۾ جو اُهي وِسري وڃن. مون فوراً پني تي لاهي ڇڏيو هو.اِنهيءَ ڳالهه کي هاڻي ٿي ڏهاڪا ٿي چڪا آهن. هِن وقت اُهو چهرو عُمر جي پردي پويان ڇِٽو نظر نٿو اچي پر سندس الفاظ ڪنهن به ستم يا وقت جي سفاڪيءَ کان مٿڀرا ۽ معتبر

بنجي، اڄ بہ مُنهنجي سانڍيل يادگيرين جي اونداهين جهنگ ۾ جگنوءَ وانگر چمڪي رهيا آهن. ننڍي وهيءَ ۾ ڪنهن جي لفظن ڪي سانڍي رکڻ لاءِ لکڻ وارو اهو عمل، هاڻي مون کي ٻڌائي ٿو تہ مون اهڙن لفظن ۽ خيالن کي لکڻ چاهيو آهي، جن سان مون پيار ڪيو آهي.

اُداسي، نراسائي، پريشاني، بيماري يا بيقراريءَ ۾ مون، زندگي ۾ هڪڙو لفظ بہ ناهي لکيو مون جڏهن بہ لکيو آهي، اُهو انتهائي ذهني آسودگيءَ ۾ لکيو آهي. سگريٽ ڇڪڻ، نوڪريون ڇڏڻ، ننڊ ڪرڻ ۽ ڪڏهن ڪڏهن لکڻ مُنهنجا پسند وارا مشغلا رهيا آهن. جڏهن بہ ٻهريان تي عمل ناهيان ڪري سگهندو تہ لکي بہ ناهيان سگهندو. اِنهيءَ کان علاوه لکڻ جو هڪ ٻيو بہ سبب مون وٽ موجود آهي، جنهن کي مون ”ڇو ۽ ڇا لاءِ“ جي ڪسوٽيءَ تي ڪڏهن بہ ناهي پرکيو پر اِها حقيقت آهي تہ مون تڏهن ئي لکيو آهي جڏهن منهنجي کيسي ۾ پئسا هوندا آهن. مون وٽ پئسو نہ هُجي، ۽ مان لکان، اِهو ٿي ئي نٿو سگهي!

پنهنجي لکڻ واري اِنهيءَ سبب کي ڏسڻ کان پوءِ مون کي اهڙن دنيا جهان جي هزارن لکن ماڻهن تان ريس ايندي آهي جن جا دماغ سچائيءَ ۾ بہ سرسبز رهندا آهن. منهنجي ذهني حالت لکڻ ڏانهن تڏهن ئي مائل ٿيندي آهي جڏهن مونکي هجر بجاءِ وصال، اداسي بجاءِ آسودگي ڪاوڙ بجاءِ پيار ۽ اڻ بجاءِ هُوند ميسر هوندي آهي، مون سان اِئين ڇو آهي، اِنهيءَ جي تہ خبر ناهي پر اها خبر ضرور آهي تہ مون سان ائين ئي آهي.

لکڻ جا سبب هڪ کان وڌيڪ هُجن ٿا، پر جيڪڏهن مان اُنهن کي اختصار ۾ پيش ڪريان تہ اُهي ٽئي حرفن ۾ ماپي ويندا ۽ اُهي چار حرف ”پيار“ جي صورت ۾ جڙي سامهون اچن ٿا. يعني مان پيار ۾ لکان ٿو ۽ پيار سان لکان ٿو پاڻ سان پيار، لفظن سان پيار، خيالن سان پيار....!

مان سمجهان ٿو تہ بحث هيٺ آيل اِنهي سوال جو ايماندارانو مناسب ۽ مختصر جواب پڙهندڙن کي ملي چڪو آهي تہ ”مان ڇو ٿو لکان؟!!“



○ قاضي تلمذ حسن تمام گهڻي گهاٽي ۽ ڪڙڪ چانهہ پيئندو هو. جوش مليح آبادي ساڻس ملڻ ويو تہ کيس بہ ساڳي چانهہ پيئڻي پئي. چانهہ پيئڻ بعد بي ساختہ شعر پڙهيائين:

قاضي صاحب ڪي چائي پيتي هين،
پهر بهي حيرت هي، لوگ جيتي هين.



# اُستاد بخاريءَ جو عشق

عزيز ڪنگراڻي

ننڍپڻ، ڪورو ذهن، خواب تعبيرن ۾ حسرتون هشام، پر مبهم ۾ ڏنڌليون، ابهم ذهن تي ماحول، حالتون، ننڍيا وڏا غم خوشيون، تن جي اڻ مٽ نقش نگاريءَ، خوشيءَ جي ڦڙي ٻه تلاءَ ۾ درد جو ڍُڪ ٻه درياهه. ٻاروتڻ جون وڪون جوانيءَ جي چانئٺ وٽ پهچي، جڏهن ايوان ۾ داخل ٿين ٿيون ته ڪائنات جون رنگينيون چوڌس ڦهلجي وڃن ٿيون. ويران اکيون رنگينين کي ڇُهن ۾ ڏسن ٿيون ته چوڏس هوليءَ جا رنگ ڦهلجي وڃن ٿا. ڳوٺ، ڳليون ۾ فطرتي منظرن ۾ موهتن ۾ ڪشش جا ڪشڪول. جواني آرس پيچي ته دنيا شڪ جي ديوار ۾ بلوغت ڪر موڙي ته سماج جون روايتون، رسمون ڪر ڪٽي ڏنگڻ جا سانباها ڪرڻ ۾ رُڏل - ۾ جوانيءَ جي سرحدن سان لڳ جواني، پر دنيا جون انگهندڙ ديوارون، ميلاپ ۾ وصل جا سورج غروب، گهپ انڌيرو بي چيني، بيقراري جڻ طوفان، زلزلا برپا. چاهتون چٽنگ چاتي ۾ چاتي پيڙ پڙڪا. شعلا، ٿارڻ سان نه نري، وسائڻ سان نه وسامي. خالص ڀهراڙي، خالص سوچون، حساسيت تي ذرو ڏک جڻ پيٽرول تي تيلي ٻاري اڇلڻ. خوف اکن تي پارو، چاند مٿان ڪهاڙيءَ جو چمڪو نظرون دونالي بندوق پريل ۾ پوءِ پهرا. تاڙيندڙ عقابي نظرون. گهُور جڻ ٻگهڙ جو جهٽ. ان ڪري دل جي ڳالهه دل تائين! دل ٻرندڙ ڪورو پر ٻاڦ نه ٻڙڪ! عشق آڙاهه سڪ سمنڊ پر ڪنهن کي سُڌ نه سماءُ. ڪنهن کي ڪل نه ڏيٺي آ. پڇڻ پر پچار نه ڪرڻ، سيني ۾ سُور جڻ ٻرندڙ ٻيلو ٻاٻورڻ يا ٻاڦورڻ وٺاهه! "پاڙي ناهه پروڙ ڪا رات رنجائي گذري" وارو حال. ڪاٻه ٻڙڪ نه!! جواني ۾ ڦوهه، پگهرجندڙ ميڻ بتي ته ٻه ماٺ!! الڪا، اوسيئڙا، تانگهون، جن تي اجاتن ڊائن جي اُپي تلوار. ماحول ۾ ماڻار من ۾ مانڌاڻ ڪٽي جواني گذارڻ ڪيڏو نه اوکو ۾ اذيتناڪ عمل هوندو!؟ استاد بخاري ٻه ڪجهه اهڙي طرح جوانيءَ جا پل اپل گهاريا ۽ گذاريا. هو چوي ٿو "هڪ قلمڪار کي اهو اختيار ڪٿي آهي جو پنهنجيون (انساني فطري) خوبيون، خاميون، ٻاروتڻ جون حرڪتون ۾ ڦوهه وهيءَ جون من مستيون ۾ سڄي عمر جون ڪڙيون، مٺيون، ڪي ڪلڻ هاب ته ڪي رت رئاريندڙ ڪي جيءَ ۾ جايون ڏيندڙ ڪي ملڪ نيڪاليءَ جهڙيون ٻه

عليٰ الاعلان بيان ڪري” جواني ديوانيءَ جي اُنهن اُڇلن سبب اهي مشاهدا ۽ مائٽ مطالعا هر ڪنهن وٽ هوندا پر انهن جي نوعيت ۽ محسوسيات واري ڪيفيت هر ڪنهن وٽ الڳ، حسناڪيءَ جو هيراڪ ۽ سمنڊ جهڙين نظرن مان گاگهر وانگر گهُور تپائيندڙ استاد بخاري، پنهنجي ڪيفيتن ۾ لڪل يادگيرين ۽ پسرڻ پلن کي هيئن ٿو سهيڙي ته ”پنهنجي اندر ايثار لاءِ اظهار جي سچائي بهاني، زماني کي اهي سنهڙيون سُرپُرون به سُٺائي جيڪي ڪرامن ڪاتبين به ٻڌي نه سگهيا هجن. اهي انساني جذبن جو اوٺون پوٺون ڏيکاري؟ جيڪي هڪ ته افق جي گهيري گهيريون. رات جي تارن تاڙيون هونديون. ٻيو ته ٻهراڙيءَ ۾ پلال جي لُولن (ويڙهن يا ڦيڙهن) ٻاہري لوڙهن، اوڏڪين پتين، چپرائين چنن، وِلُهن، وٽن جي اوٺن ڏنيون هونديون. اهي چپن جا چنگ وري وڄرائي جيڪي چانڊاڻ جي چُپ چاپ، مانڊاڻ ۾ تڏن جي ترت ترت ۽ ڏيڏرن جي ٽان ٽان سان ملي ويا. اهي اڻ ٽڪون ڪاغذ تي اُڪيري؟ جيڪي (عشق جي) انجام تي ويندي ويندي، ڪوئامار (ڪوڙڪيءَ) ۾ ڦاٿل ڪُوئن جان گهُٽون هٽنديون آهن يا جوڳيءَ جي ٽپڻيءَ ۾ وڪوڙيل ڪاريهر وانگر وڪڙ کائينديون آهن.“ احساسن ۽ اندر جي هن اڻ سڏيءَ اور ۾ استاد بخاي پنهنجي جوانيءَ جون ڪوڙ ڪهاڻيون، واقعا ۽ وارتائون بيان ڪري ويو آهي. انهن جي روشنيءَ ۾ استاد بخاريءَ جي جواني توڙي پُوڙ وهيءَ ۾ الهوٽ واهڻي جوانيءَ جا عڪس ۽ اولڙا، لمحن جون لڪيرون ۽ تتل جذبن جا ترورا پسي سگهجن ٿا.“ سندس بيان آرسي بڻجي پوي ٿو ۽ آرسيءَ جي اولڙي ۾ ڪرڻو ڪرڻو سندس گهاريل گهڙين جي انڊلٺ جوڙي ٿو وجهي، مبهم ۽ اهڃاڻي اظهار جي تاڃي پيٽي ۾ سندس احساسن ۽ جوانيءَ جي جذبن جي اُٽت رنگين به آهي ته دلچسپ به آهي. سندس اظهار جي جهرڻي ۾ جرڪ عجيب ڪيفيتن ۾ مبتلا ڪري ڇڏي ٿي. سرهين ۽ ارهين گهڙين جي سحر نگاري ۾ عشق ۽ جوانيءَ جي جوت جي ابتدا ۽ انتها جا رستا جڻ دل جي شاهراهه سان اچي ملن ٿا. دل جيڪا جوش ۽ آتش ۾ جڻ ڪُڙهه لهس لُونءَ لُونءَ لِڳ لِڳ لوسائيندڙ تپش ۽ ڪاڙهو جان ۾ نه جڻ ڪنديءَ جي شڪل پُور کي لڱل باهه ۽ باهه به فلڪ بوس. پڙڪا، تڏهن بي ساخته رڙ نڪريو وڃي:

> ٻُت پڙڪي ته گهَتانس ڇ پاڻي،
> دل پڙڪي ته ڪران ڪيا؟
> (بخاري)

استاد بخاري ڪافي جاين تي عشق ۽ جوانيءَ جي ٻاريل آڳ کان آگاهه ڪيو آهي، سندس شايع ٿيل سيلف پورٽريٽ، انهيءَ جي گواهي به آهي ته تمام سگهارو حوالو به. ان کان وڌيڪ جوانيءَ جي جهوراڻن، جوڀن جي جُنبشن ۽ عشق جي الانبين جو چٽو ظهار ٻيو ڪيئن ڪري ها ته ”ڪڏهن ڪڏهن جوڀن جي تتيءَ ڏرتيءَ تي، عشق جي گهڙن (ٻرندڙ پُور) ۾ اڙي ته تڙڪاٽ ڪري ٻريءِ جيئون جيئون، رقص

ڪرڻ لڳي (جواني) ڪنڌيءَ جي آلي ڪاٺيءَ جيان ٻرندي بہ وئي پگهرندي بہ وئي ـ الا! اُهي ڏونهان! جي وايو ۾ وکري ويا، برهہ پڙڪا جي جهر جهر جهُوميا. آهُن جا اُلا جي آلاپ ٿي آس پاس اُڏاڻا، ڪو ڏوران ڏسي تہ سمجهي تہ ڪنهن جوڀن کي نہ پر جهنگ کي باهہ لڳي وئي آهي، ڪنهن حساس شاعر جو شوق نہ پر سچو غلام چانڊيو جو شهر (ڳوٺ) سڙي رهيو آهي.“ هي استاد جي جوانيءَ عشق جا جُولان نمايان ۽ نروار نظرن آڏو آهن. ڪنهن ٻيءَ جوانيءَ جي جلڻ لاءِ دل ۾ پيهي ويندڙ ۽ سڪتو طاري ڪندڙ استعاراتي توڙي تشبيهاتي اظهار نہ ممڪنات ۾ شامل ٿي سگهي ٿو ۽ نڪي امڪانات لاءِ واجهائي سگهجي ٿو. يقيني طور چئي سگهجي ٿو تہ جوانيءَ ۾ استاد بخاري کي سُونهن سڙهيو تڏهن سيما سيما تي مذڪور اظهار توڙي شاعريءَ ۾ اُڙهو ۽ ڪڙهيو. واضع ۽ چٽو اظهار نہ بہ ڪري يا ان کان انڪاري بہ ٿيو هجي پر هڪ شخص لاءِ غلام چانڊيو ڳوٺ جي سڙڻ جو استعارو جنهن سان سندس جذباتي لڳاءُ هجي ۽ جنهن کي سندس حياتيءَ ۾ باهہ بہ لڳي هجي تہ اهو استعارو استاد بخاريءَ جي جوانيءَ سان سلهاڙيل وڏي سانحي ۽ حادثي طرف اشارو ڪري ٿو. نہ تہ ائين نہ چوي ها تہ ”اها اڪئين ڏٺي انگين سَٺي حقيقت آهي تہ وهيءَ ۾ هر سُونهن، ڪڏهن نہ ڪڏهن، ڪٿي نہ ڪٿي ضرور ٻري پگهري هوندي ۽ هر پيار بهرحال پچيو ۽ تچڪيو آهي، اهڙي نياڳي نرجي جواني، مونکي نہ ٿي سُجهي جنهن جي اڳڻ کي لهس نہ آئي هجي.“

استاد بخاري جوانيءَ کان بيماريءَ ۽ اهنجائي جو آزار ڪنيو پئي گهُميو. انهن بہ سندس احساسن کي گرم ڳڙ جي چاس وانگر چُهٽيو هوندو پر سونهن، شوق ۽ عشق جي ايذاءَ جي بار بار ڪُوڪ ڪري ٿو. انهيءَ ڪُوڪ ۽ ڪُرلاءِ ۾ صرف مُتڪلم واحد جي اشهد آڱر نہ ڪنيائين. جڏهن مٿي حوالي طور ڏنل سٽن ۾ استاد ترڪيب ڪم آڻي ٿو ”انگين سَٺي“ تڏهن ان حقيقت جو تعلق ۽ اشارو سندس ذات سان سلهاڙجي وڃي ٿو. استاد جي جواني جي سندس پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زبانيءَ ۾ چٽي پٽي جهلڪ موجود آهي.

انهيءَ کان علاوه استاد بخاريءَ جي جواني راند روند جي مشغلن ۾ پڻ گذري ملهون، ڪبڏي، ٻلهاڙا، دادو ڪئنال ۾ ترڻ تڙڳڻ، گليليُون ۽ گز ڪمان جا جيڏن سان گڏ شڪار ڪلوڙن، ڪُڙهين ۽ گودن (جهولين) وسيلي مڇي مارڻ، ڪوڙڪين وسيلي پکي ۽ جانور ڦاسائڻ وغيره سندس گاڏڙ ساڏڙ شغل هئا. پاڻ چوي ٿو تہ ”والي بال ۽ ترڻ ۾ تيز ۽ هوشيار هوس.“ والي بال راند دوران پنهنجي ٽيم سان سينٽر تي کيڏڻ جو تيز ۽ بهترين رانديگر هو.

استاد بخاري ڀانت ڀانت جون رانديون بہ کيڏيو تہ جوانيءَ جي جنوني جذبن جي سرحدن کي بہ ڇهيائين. اها عمر منهنجي خيال ۾ ڏهن سالن کان ارڙهن سالن تائين ٿي سگهي ٿي. جو تہ پوءِ استاد نوڪريءَ جي مصروفيت ۾ کيڏڻ ڪڏڻ لاءِ وقت نہ ڪڍي سگهڻ واري صورتحال منجهان گذريو هوندو. جوانيءَ جي جنوني اُڇل واريون ڪيفيتون تہ اڻ مٽ ڏيون، جيڪي سندس اڌ صديءَ جي زندگيءَ تي بہ حاوي رهيون.

سندس احساسن کي اهڙي رنگيني مليل جا عمر جي آخري گهڙين تائين به قائم رهي. ڪچهرين ۾ چوندو هو ته "هاڻ مونکي هر ڪنهن ۾ خوبصورتي نظر اچي ٿي." اها سندس رنگيني نظر ۽ سوچ جي هُئي جنهن جوانيءَ ۾ سندس شعور لاشعور کان پوءِ سندس تحت الشعور ۾ واسو ڪيو هو.

استاد بخاري شاعر هو سو به رنگين مزاج شاعر! سندس عشق شوق ۽ جماليات جا جنسار جڏهن سندس شاعريءَ جي روپ ۾ سامهون اچن ٿا ته ماڻهو حيران ٿيو وڃي. استاد جي اڪيلي عشق پسري ۽ پکڙي سهسين رُخ ۽ رنگ اختيار ڪيا ۽ هڪ اهڙي ڏارا جو روپ ڌاريو جنهن جي وهڪري ۾ اظهار جون انيڪ اندلٺون هيون. هن موت سان اکيون اکين ۾ ملائي جيڪو زندگيءَ سان عشق ڪمايو ان جو ته مثال ملڻ مشڪل آهي. جيترا زندگيءَ جا گوناگون ۽ اڻ ڪٿ پهلو آهن اوترا ئي استاد بخاريءَ جي شوق، عشق ۽ جمالياتي حس ۽ رومانوي رَوين جا رنگ روپ آهن. استاد ته اکرن سان عشق ڪمايو ته شاعريءَ سان به اجهل نينهن جا ناتا جوڙيائين. حسن پرست ۽ سونهن جي گهوري هن حساس طبع انسان جي سيني حواسن تي عشق ۽ حسن جي نزاڪتن ۽ نيشن راڄ ڪيو. عشق جي چوٽ بابت پڇيل هڪ سوال جي موٽ ۾ چيائين "مان سمجهان ٿو ضرور شاعرائو سريلو سياءُ سونهن پسندي ۽ اندروني جذباتي اُڇل هوندي باقي بظاهر نه ته ڪا عشق جي چوٽ لڳي نه تند ڦڻي نه وري ڪو ذاتي وڏو حادثو ٿيو." هڪ طرف سندس راءِ اها آهي ته ٻئي طرف حسن جي حسناڪين عشق جي امنگن ۽ چٽنگن بابت وري هيءُ خيال آهي ته "ڪيئن به پر شمع کي تيلي لڳي شعلا ٿيا. شماع ٿيو پروانو ٽپيو ته ڦوڪ پنهنجو ڪم ڪيو. زندگي پيار محبت جي ڪيتن مان جهومندي ڪڪڪن ڪانڊيرن منجهان ماڪيل ڏياون چارن تان ترڪندي پاڻ سنڀاريندي گذري. سُونهن جي سُونهينءَ (شاخ) ملن اچارو اندر پياريندي نينهن جي نارن (هُرلن) تي ناز جي نيسرن هيٺان وهنجندي واهٽائي تازي هوا ۾ سرها ساهه کڻندي گذري." استاد بخاريءَ جي سرتي ڪير هئي؟! ان ڪي استاد جي مُبهم ۽ اهڃاڻي اشارن ۾ ڳولڻ پاڻي ولوڙ وارو ڪم ٿيندو. هاڻ ته ويتر وقت جي دز ۽ ڏنڌ ۾ وڙيڪ اشارا مبهم ۽ اڻ چٽا ٿيندا ويندا. چئي سگهجي ٿو ته سندس سرتي هُئي. اها حقيقي يا خيالي پر سندس انهيءَ سرتيءَ سندس جمالياتي حس کي چيڙيو ۽ چيريو. اڳتي هلي اها سرتي ڏرتيءَ جو روپ ڌاري وئي ۽ ڌرتي وري سرتيءَ جي سُروپ ۾ سندس سامهون آئي. ٻنهيءَ کان هر حال ۾ نه ڇڄڻ جي حق ۾ هو. چاڪاڻ ته انهن ٻنهيءَ سندس فنڪارانه صلاحيتن کي سچي سون بڻايو هو. ان ڪري چيائين "سرتي سونهن سان گڏ ڌرتي سونهن پنهنجي لُونءِ لُونءِ ۾ شامل لوءِ لوءِ جي لوڇ مجاز حقيقت جي صورت ورتي." عشق جي فلسفي ۽ ان جي پوئلڳي بابت چيائين "مان علامه مجنونءَ جي مڪتب فڪر (School of thought) جو شاگرد نه رهيو آهيان (سواءِ ڪن جنوني ڏينهن جي) البت پروفيسر فرهاد ايرانيءَ جي محبت محنت ۽ فن جي ڳاڙهو ساڏڙ فلسفي جو پوئلڳ رهيو آهيان."

استاد بخاريءَ کي سرتي هر روپ ۾ سُرور بخشيو ڌرتيءَ جي روپ ۾ سرتيءَ جي سونهن تہ اچان بہ سرس پُرڪشش لڳي. ڌرتيءَ سان محبت جون ميخون لڳس تہ ڌرتيءَ جي هر منظر تي موهت نظر آيو. هر هڪ منظر ڪرشماتي منظر پانيائين. ڪيس لوڙهن لانيين هارين مزدورن ڪسين ڪوڙن ڪنڌين ڪيئين ڍنڍين ڍورن فصلن هوائن جبلن جهنگن لاهيارن کي سونهن جا سرچشما سمجهيائين. ريتن رسمن ڪرتن ڪمن ۽ اطوارن جي حُسن سندس جمالياتي حس کي اجاريو ۽ اُڀاريو. لابارن وقت لاهيارن جي هوڪرن ڏاتن جي شپڪن ڳاهہ ڳاهيندڙن جي هُونگرن ۾ حسين گيتن جي گونجار محسوس ڪيائين. استاد چواڻي تہ "منهنجي شاعريءَ ۾ پيار محبت، عشق مجاز ۽ پريت ۽ حسن جي واکاڻ ۽ بيان ڪرڻ وارو پهلو وڌيڪ آهي" ساراهہ جي اها گهڻائي ۽ ججهائي بنيادي طور سندس عاشقانہ مزاج، رومانيت ۽ جماليات واري حس جي طفيلي آهي. سندس جمالياتي حس جو اهو ڪمال آهي جو اظهار ۾ عشق ۽ حسن بابت ڪشش ۽ جنبش جڻ حقيقت جو سينو چيري ٻاهر نڪتيون هجن. حسن جي هر مظهر ۽ هر منظر جو سچو عاشق نظر آيو. اُن جو اظهار هن ريت ڪري ٿو تہ "حسن ۽ عشق جي ڪشش جا، قرب جي اظهار جا ئي فطري ادارا يا اهڃاڻ آهن. جن کي اسين شاعر گهڻو ڳائيندا ۽ ورجائيندا آهيون. چنڊ - چڪور، ڀئونر گُل، شمع - پروانو گهڻي ڀاڱي گهڻو وقت ڀئونر ۽ گل واري ڀاڱي ۾ آهيون. ڪڏهن ڪڏهن عشق جو سيڪو سَرس اچي وڃي ٿو تہ گل بہ ڀڙڪي شمع ٿي پوي ٿو ۽ ڀئونر پتنگو ٿيو پوي. شمع - پروانو الامان والحفيظ! آڳ کان هر انسان کي الله بچائي.

اسان بہ عشق ڪيو هو اهو نہ ٿو وسري،
مچڻ ۾ شوق نچيو هو اهو نہ ٿو وسري.

سواد عشق جو استاد زندگيءَ جهڙو،
لذيذ زهر چکيو هو اهو نہ ٿو وسري.

(بخاري)

جماليات آهي ئي خوبصورتي ۽ سونهن جي تاثر کي اُڀارڻ جو نالو. حسن کي نکارڻ جمالياتي حِس جو پڻ حسن آهي. جيترو سونهن ڏانهن لاڙو ۽ رويو شديد، اوترو ئي اظهار ۾ توڙي اُڀاريل تاثر ۾ شدت وڌيڪ هوندي آهي. جمالياتي تاثر، تصور ۽ احساس پيدا ڪرڻ ۽ خوبصورتيءَ جي نکار جو ڏانءُ استاد بخاري وٽ ڪمال درجي جو هو. سونهن ۽ حسن ڏانهن نازڪ نفيس رجحان درحقيقت جمالياتي حس سڏبي ۽ اهو رجحان فطري طور استاد بخاريءَ وٽ گوناگون ۽ اڻ ميو هو. انهيءَ بابت چوي ٿو "سونهن سچ ۽ شاعريءَ جو پاڻ ۾ اهڙو تعلق آهي جهڙو چنڊ، سج ۽ روشنيءَ جو جهڙو سنگيت، گيت ۽ ناچ جو جهڙو جواني جذبي ۽ پيار جو (اهو تعلق) سچو شاعر ئي ڳولي سگهي ٿو." جماليات پسندي، سونهن پرستي ۽ حسن ڏانهن ڪشش انسان جي فطرت ۾ سمايل آهي. هر سهڻي شئي هر ماڻهوءَ کي مقناطيسي ڪشش وانگر پاڻ

ڏانهن ڇڪي ونندي آهي. سونهن آهي ئي مقناطيس ۽ سندس مقناطيسي ڇڪ ڪنهن بي حس تي اثر نہ ڪري سگهندي هجي باقي حسن تہ آهي ئي دل ڪسڪائيندڙ ۽ هر ڪائيندڙا پر هتي اها ڳالهہ بہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ سُونهن تہ آهي ئي سُونهن. ان بابت ڪشش يا اظهار ۾ ڏينهن رات هڪ ڪرڻ نئين ڳالهہ نہ چئبي. نئين ڳالهہ آهي احساسن ۽ امنگن ۾ سونهن پيدا ڪرڻ. سهڻي شئي تہ آهي ئي سهڻي ۽ من موهڻي، پر ان ڪي اجان بہ ڀرپور نموني پيش ڪرڻ جو انداز ۽ پيشڪش هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ ناهي. سونهن کي وڌيڪ سنواري بيان ڪرڻ جمالياتي حس جو ڪمال هوندو آهي يا وري اهڙي شئي جنهن ۾ سونهن نہ هجي تڏهن بہ ان ۾ سونهن پيدا ڪرڻ يا سرجڻ وارو عنصر جمالياتي حس جي ئي حصي ۾ اچي ٿو. استاد بخاري اهڙي جمالياتي حس رکندڙ شاعر هو جيڪو سهڻي شئي کي اجان بہ سهڻي بڻائي پيش ڪرڻ جي حڪمت ڄاڻندو هو. اُن جو پاڻ اظهار ڪندي چوي ٿو "مان سونهن پرست ۽ سونهن جو سرجڻهار آهيان." ۽ انهيءَ جي وضاحت هن ريت ڪري ٿو تہ "مون کي شمشير الحيدري خط لکي ٻڌايو تہ مون جماليات جو هڪ نئون نمونو پيش ڪيو آهي. تي سگهي ٿو تہ اهو ٻين کي بہ پسند آيو هجي. اهو مون چنڊ تي جڏهن ڀهريون ماڻهو پهتو هو ان جي واڪاڻ ۾ لکيو هو چنڊ سان مخاطب ٿيندي چيم تہ "چنڊ اڄ تائين تنهنجي ساراهہ ۾ نہ ڏاپندا هئاسين تہ تون سهڻو آهين، نور آهين، پر هاڻ خبر پئي تہ تون ڏوڙ آهين... پر توسان منهنجو ناتو اڳ کان بہ وڌيڪ پختو ٿي ويو آهي... مونکي اڳ کان وڌيڪ سهڻو ٿو لڳين، ڇو تہ تنهنجي ڌوڙ جي نسبت منهنجي ڌرتيءَ سان ملي ٿي... ڌرتيءَ جي حصي هئڻ ڪري تنهنجو حسن اڳ کان وڌيڪ وڌي ٿو. تنهنجو اڳيون حسن خيالي ۽ هاڻوڪو حقيقي آهي.

استاد بخاري جهڙيءَ ريت سچو سرجڻهار هو تهڙيءَ ريت سونهن جو پڻ سچو عاشق ۽ پورالي دل رکندڙ شاعر هو. وٽس جماليات جو جوهر بہ هو تہ پاڻ جماليات جو جوهري بہ هو. حقيقت ۾ اهو سندس عاشقاڻي مزاج ۽ طبيعت جو نتيجو هو جو سونهن کي سنوارياڻين بہ تہ سرجياڻين بہ عاشقانہ امنگن ۽ اُڌمن کي سچي پچي سرجڻهار ۽ تخليقڪار وانگر اهڙيءَ تہ ڪاميابيءَ سان بيان ڪيائين، جو اهي نج پج ۽ حقيقي تاثر سان سندس شعر ۾ نروار ٿي پيا. استاد وٽ عشق جي اوج ۽ موج عروج ۽ ڪمال تي هئا ۽ اهو سڀ ڪجهہ سندس جمالياتي حسن ۽ سونهن ڏانهن رويي ۽ سندس ادراڪ جي رنگينيءَ جي ڪري ئي پيدا ٿيا.



Address: P.O. Johi, District Dadu,
Sindh.

## اياز گُل

# غزل

نئون نئون ڪجھ نئون ڪرڻ تي دِل چاهي
پاڻيءَ تي ٽي پيرَ ڏرڻ تي دِل چاهي.

گُم سُم گُم سُم وينو هُججي ڪمري ۾
ٽڏا ٽڏا ٽي ساهہَ پرڻ تي دِل چاهي.

توسان گڏجڻ موت ئي آهي جڻ هاڻي،
۽ پنهنجي ٽي روزُ مرڻ تي دِل چاهي.

نيپ جيان ٽي يا ڪنهن برنلڙ ڪانيءَ جيان
پنهنجي هرپل يارَ!. ٻرڻ تي دِل چاهي.

سوچي سمجهي جيڪي ڪجھ چئي آچجي
ڪيئن اُنهيءَ ڏي پوءِ وَرڻ تي دِل چاهي.

ماڻهو سمجهيو ويندو آخر ماڻهوءَ کي!
اکڙين ۾ ٽي خوابَ پرڻ تي دِل چاهي.



ايئن ڪٿي جو موتَ ڏي سُرندو رهيو
زندگيءَ کان حوصلو گهُرندو رهيو.

سپ نِشانيون ٽيون نظرَ کان ڏارَ پر،
نانءُ هڪڙو هانءَ ۾ هُرندو رهيو.

ڪنهن سُريلي گيتَ جيان دِل جي ڪنين
روزُ هڪڙو دردُ پيو ٻُرندو رهيو.

سارَ هئي، سپنو هيو يا سُور ڪو؟
زخمَ وانگر جو سدا ڪُرندو رهيو.

تيز جڻ برساتِ جيان هوءَ چوڪري،
هيءُ ڪچي ديوار جيان پُرندو رهيو.

جڳ واپاري هيو ۽ پيارَ لئہ!
وقت تارازي هيو ٽُرندو رهيو.

سگهہَ وارا ڏينهن وِسريا ڪين پئي،
جِيءَ ۾ ڪو جهُونڙو جهُرندو رهيو.



زندگي ايئن واربي ناهي ڪڏهن،
پيارَ ۾ جي گهاربي ناهي ڪڏهن.

ڪوئي چهرو جڻ حياتي ٿو ٿئي،
ڪائي صورتَ ساربي ناهي ڪڏهن.

هر عملَ مان پيارُ ظاهر ٿو ٿئي،
دِل ڪڏهن ڏيکاربي ناهي ڪڏهن.

هر خوشيءَ کان پل ڪجي تارو مگر،
ڳالهِ هُن جي تاربي ناهي ڪڏهن.

محبتون ڏاريو نہ ڏاريو دوستؤ!
پر دَغا پي ڏاربي ناهي ڪڏهن.

جا هٿن مان وئي هلي، واريءَ جيان،
ڳالهِ سا وِيچاربي ناهي ڪڏهن.

ديسَ تان صدقو ٿيڻ، ٿي ٿَڃ ۾!
رانڊِ هيءَ سيڪاربي ناهي ڪڏهن.

پِٺَ ڏٺيءَ پرسان، سُتل آ. جي "اياز"،
سونهن ڇا سِينگاربي ناهي ڪڏهن؟



ڏهنَ تي اڄ بہ ائين، نانءُ ڪو ٽري ٿو پيو
ڊٺل مزار تي جڻ ديپُ ڪو ٻري ٿو پيو.

جو توسان روز ٿو گڏجي، هُو جيئرو ماڻهو
الائي ڏينهن ۾ ڪيڏا دفعا مري ٿو پيو.

نہ ڪائي آڳ، نہ سورجُ سَوا ڪو نيزي تي
شهرُ تڏهن بہ صفا برفَ جيان ڳري ٿو پيو!

اسان کي ڪهڙي پئي آ، ٽَرون زماني تي
زمانو ڪهڙو اسان تي ڀلا، ٽَري ٿو پيو.

اهو بہ ٺيڪ پري کين ڪيس سمجهيو مون
ائين بہ آهي برابر رهي پَري ٿو پيو.

ڪڏهن تہ ڪوئي اُنهيءَ ڳالهہ ڪري پڇاڻو جو؟
نظر سانِ روزُ نوان حادثا ڪري ٿو پيو.

وري وجود رِهاڻيون، ڪهاڻيون پيو ٿئي،
اسان ڏي پيارُ وري ڀاڳَ جيان وَري ٿو پيو.



## بيتَ

واءُ وِساريو آ گھُلڻ؟، ڀلا چندَ ڪِرڻ؟
شاعرَ خوابَ ڦِسڻ ڪيئن ڇڏيندا سوچ ني!

سمنڊُ گھٽوئي گھرو ھنُ انھيءَ ڪان ڀي،
لفظن جا موتي، ٻُڏي ٻُڏي تا ميڙجَن.

ڪيڏا ويسَ وٺي ھلي، چندَ ستارن ڪان،
سُورجَ اُڀرڻ سان، راتِ اُگھاڙِي ٿي وئي!

وارِي ئي وارِي پئي، نَظرِي سنڌوءَ مان،
سوچيو چندَ متان، تَرُ تہ وڌندو ٿو وڃي!

توکي وَٽن ڪين تا، پوپٽَ، گُلڙا، پار،
توکي چَوندي يار، ڪيڏو لَڄِي ٿو ٿيان!

ڪيرُ سگھي ٿو ڪنھنجون يادون ايئن لَٽي؟
ڪيئن ڇِنْيَءُ ھڪ سَٽَ ۾ جيونَ-ڏورَ ڪٽي
توچو "سِمَ" ھٽي، سمجھيو سڀ ختم ٿيو!

خَطَ ڪٺي آيا سنڌءِ، ھَٿڙن جي سُرھاڻ،
ڇڏُ ڪٺي سا ھاڻ "اِي-ميل" مان ڪيئن اچي؟



## دوھا

ٿوريءَ ٿوريءَ ڳالھہ تي ھاڻي ھُو ٿو ايئن نِھاري،
مُن جي قيمتي ڪپڙن تي جڻ ھُن ڇڏيِ مون ھاري

راتِ انڌيري، وقتُ آويلو سرد ھوا ڀي آھي،
شايد ڪوئي دَرَ کُلي پئي، سڏ ڪرڻ ۾ چاھي؟

ھُن جي يادِ کي تالو ھڻبو لِڙڪَ ڪبا مدفون،
دِل جون پنھنجون يارَ سزائون پنھنجوئي قانون

ڪُوڙا، دوکيبازَ چوين ٿو ھاڻي تون جن کي،
سالھہ جيان ويساھُ ڪندو ھئين ساڳين نيڻن تي!

جوين آيس ٿي وئي آھي پاڻَ ئي ھڪ ڪھاڻي
ٻالڪپڻ ۾ ٻُڌندي ھئي جا، نانيءَ کان آکاڻي

اڳي اھي ئي منظر ھا پر، "بور" ٿيو ھئس مان،
ساڳيا منظرَ نوان لڳن ٿا، آھيان جي تو سان

ماري ٿو يا موتُ قبولي، سامھون تيز ٽرانَ
بند ڳليءَ ۾ پيٽل ماٺھو ڪيئن ڪندو پيو يارَا؟!



Add:
Bhutta Road, Sukkur, Sindh.
e_mail: ayazgul@hotmail.com

## مائيداد ماند

### غزل

اوهان کي نہ ساريون تہ جِي چا ڪيون،
نہ خود کي جي ٻاريون تہ جِي چا ڪيون.

جئڻ لاءِ جانان خوشيون پي ڪَپن،
غمن ۾ گُذاريون تہ جِي چا ڪيون.

رُلڻ پي اسان کان ڇڏائي ويو
سُمهي سڄ اُپاريون تہ جِي چا ڪيون.

خزائون اسان کي تہ ڪائي ويون،
نہ آيون بهاريون تہ جِي چا ڪيون.

هُجن من ڪنهين ۾ اوهان جون آڏيون،
نہ هر ڪو نهاريون تہ جِي چا ڪيون.



زندگيءَ جو سفر ڏگهو آهي،
بيوسيءَ جو سفر ڏگهو آهي.

ساڻ ساگر اکين ۾ ڪٽندو هل،
دوستيءَ جو سفر ڏگهو آهي.

تو ڇڏيو هو جنهن کان مرندو اچان
خودڪشيءَ جو سفر ڏگهو آهي.

زندگي ساري ٿي وڪون آهي،
عاشقيءَ جو سفر ڏگهو آهي.

پاڻ وٽ پي ڪڏهن پُڄي ويندي
روشنيءَ جو سفر ڏگهو آهي.

ڇا ٻڌايان ڪڏهن کان ناهين تون
هِن ڪميءَ جو سفر ڏگهو آهي.



ڪونہ سمنڊن ۾ شاعر ٻڏي ويو،
تنهنجي نيڻن ۾ شاعر ٻڏي ويو.

عاشقيءَ ايترو درد بخشيو
پنهنجي ڳوڙهن ۾ شاعر ٻڏي ويو.

خالي الزام آيو دريا 'تي،
پنهنجي سوچن ۾ شاعر ٻڏي ويو.

تنهنجي گهر ڪي ٿنائين ٻي گهوريءَ
پوءِ سُڏڪن ۾ شاعر ٻڏي ويو.

تنهنجي ڳهر تائين جو ڪونہ پهتو
معنيٰ رستن ۾ شاعر ٻڏيٰ ويو.

تنهنجي هَلڻي وٺي ويئي هُن کي،
تنهنجي پيرن ۾ شاعر ٻڏي ويو.

اوهان ڏي نهاريءَ اکيون پرجي آيون،
سڄو ماضي ساريءَ اکيون پرجي آيون.

لُڇن چو ٿيون لهرون، پُڇي چا ٿو پاڻي،
سمندر ڪناريءَ اکيون پرجي آيون.

اڪيلائي مُنهنجي پڳي اُپ تائين،
سڏيو هر ستاريءَ اکيون پرجي آيون.

ٻڪون، ڏُک، ڏاڙا، قتل، ڪاروڪاريءَ
وَطن تي ويچاريءَ اکيون پرجي آيون.

ڦريون موسمون هِن، ڦريا غم نہ آهن،
اُنهاريءَ سياريءَ اکيون پرجي آيون.

ڪٿهن جت ڪِليلسين ڪٿهن جت مِليلسين
اوهان جي دُئاريءَ اکيون پرجي آيون.



انتظارن ۾ عُمر گُذري وئي،
ريگزارن ۾ عُمرِ گذري وئي.

ڪائي رونق نظر نہ آئي هئي،
۽ بزارن ۾ عُمرِ گذري وئي.

دوستن لئہ بس ايترو چئبو
جڻ تہ ٻارن ۾ عُمرِ گذري وئي.

تنهنجو مُک جو مزو نہ ماڻيوسين،
تنهنجي وارن ۾ عُمرِ گذري وئي.

✺

سار تنهنجي سُرور ڏيندي آ.
مون کي ٿڪجڻ نہ مُور ڏيندي آ.

پريت نالو ئي آ پڙهائيءَ جو
عِلمَ تي جا عُبور ڏيندي آ.

مُنهنجي ناهين هينئر، اڳي تہ هُئين،
هيءَ غمي پيي غُرور ڏيندي آ.

رنج ڪيڏا ڪٽي محبت ڏني،
راحتون پيي ضرور ڏيندي آ.

روز نُڪتا نوان، خيال نوان،
سُونهن تُنهنجي شعور ڏيندي آ.



Address:
P.O.Mithi, District Tharparkar,
Sindh.

لياقت علي لياقت

## غزل

مان مرڻ کان ويس بچي، آسرو ئي ڪونہ هو
درد ڏيندين تون دوا، پروسو ئي ڪونہ هو.

ياد ڪجهہ آهي اجا عاشقيءَ جي ابتدا،
رات توڙي ڏينهن جو ڪو پتو ئي ڪونہ هو.

وقت سو ڪاڙي ويو لوڪ سو ڪاڙي ويو
سڀ مٺا ماڻهو هُيا، ڪو ڪڙو ئي ڪونہ هو.

هُن چيو آيو هُيس، بند دَر تنهنجو هُيو
ڪيئن ميان در کي جنهن ڪو ڪڙو ئي ڪونہ هو.

واهہ جو ڪيڏي ڪنهن ننڊ ماڻيندو هُيس،
ڏات سان منهنجو جنهن واسطو ئي ڪونہ هو.

رات سپني ۾ ويو مان هيس جنت گهمڻ،
حُور ڇڏ غلمانُ ڇڏ ڪو آجهو ئي ڪونہ هو.



پڙهيو تہ ڪونہ ڪو آهيان ڪڙهيو ضرور آهيان
ڪٽي نہ طور تي هُيس سڙيو ضرور آهيان.

نہ ياد آهي تہ سولي هئي، صليب هيو
مگر ٻنهي منجهان ڪنهن تي چڙهيو ضرور آهيان

ڪمال عشق جو آ، يا ڪمال منهنجو آ،
ڪِيئين بہ پر ٽُٽي پيهر جڙيو ضرور آهيان.

اهو الڳ آهي دانهون ٻڌيون نہ ڪنهن منهنجون
خدا خدا ڪري آئون رڙيو ضرور آهيان.

مون چانوَ ڪانہ ڪا ڳولي ڪنهن وڇي ڪائي
ملي وئي جي ڪٽي، پو لڙيو ضرور آهيان.

ڪنهن شعور ڪنهن لاشعور سان "لياقت"،
سدائين جنگ مان ڪائي وڙهيو ضرور آهيان.



Address:
P.O. Johi, District Dadu, Sindh.

نواز خان زئونر

# غزل

ڪياسين پيار پئونري جئن، ڪئيسين دل لڳي ماڪي،
اسان جي عاشقي ماڪي، اسان جي زندگي ماڪي.

جتي پي سونهن سرنهن جئن- ڦلاري ۽ ٽڙي آهي،
اتي نظرون وجي اٽڪيون، رچيو رس، چاشني ماڪي.

اسان جي دل جو مانارو ڪئين گل، رنگ ۽ خوشبو
انوکيون دلبريون جاڳيون، بڻي آوارگي ماڪي.

جڏهن اوڍي وڳو ڳاڙهو جو مرڪيئَ ڪنوار وانگر تون
شفق جا جام جرڪي پيا، ٿي من جي پالڪي ماڪي.

نئين ڪنهن نرت سان پڪجي، ڪٿي جا پرت سان پڪجي
اهوئي صبح هو ماڪي، اها ئي راتڙي ماڪي.

ملڻ جا بار مکڙين کي ٽڙائين ٿا، کڙائين ٿا،
سهي ڏنگڙا ڏکيا، کهرا، ٿئي ٿي نازکي ماڪي.

اسان جي شاعري قاتل - ڪمائيءَ جون نيون پيالون،
اسان جي هر خوشي ماڪي، وِرهه، درماندگي ماڪي.



ڪڏهن انڪار پي ڳوليو ڪڏهن اقرار پي ڳوليو
اسان کي عاشقيءَ جي هر نئين وهنوار پي ڳوليو.

نہ اکڙين ننڊ کي چاٽيو نہ من وسرام کي ماڻيو
سدائين پير ها پنڌ ۾ اجاتو پار پي ڳوليو.

جڏهن پي گهاءَ پرجن ٿا، اسان کي عشق اربي ٿو
نئين ڪنهن درد جي پيڙا، نئين چيڪار پي ڳوليو.

وڇوڙن ور چڙهي ويئي، جدائيءَ ۾ ڪڙهي ويئي،
تڏهن دل ۾ حياتيءَ جو پرين آثار ٻي ڳوليو.

ڳجهيون ڳالهيون ۽ ڳانا ها، نظر جا ڪئين نشانا ها،
هوا ۾ سئو فسانا ها، سڪي آڌار ٻي ڳوليو.

اکين جا مئڪدا . اڱيا، چپن جا جام گردش ۾،
بدن ڄو اُپ گهٽائون ٿيو وڌي وسڪار ٻي ڳوليو.

پريتن جي صدا پويان، اسان جي دل رُلي ٻي ٿي،
ڪڏهن پولار جا ڦيرا، ڪڏهن پاتار ٻي ڳوليو.



هُن جو پيار بہ ڪو سپنو هو ۽ پاڻ بہ سپنو هُئي،
سپني جيئن آ ڌور هلي وئي، هوءَ هڪڙي رات رهي.

منهنجا لِڱ ڪٽي وئي هوءَ، پنهنجا لِڱ وساري وئي،
۽ مون ڪان ڏار ڪٽي ٿي سگهندي وڇڙي پي سرتِي.

هوءَ ڪالهہ ستارا ٻڌجي منهنجي جيون ۾ آئي،
۽ اڄ هُن جي سار گلن جيئن آ خوشبو ٿِي پکڙِي

درياهہ جيان آ تار اداسي، ڪير اُڪاريندو؟
اونداهي شب ۾ آئون اڪيلو ناهي ڪو سنگتي.

آ ديس اڄا دکيارو ۽ ڇا لاءِ نہ ٿي اُلهي،
هڪ رات سٽيتاليهين. هڪ شام ٽيتاليهن جي.

اڄ هن اوندهہ ۾ ڪو آزادي جو نور پکيڙيون،
آئون ٿيان، تو تانڊاڻو ۽ تون پي ڪو جُڳنو ٿِي.



انگوري بدن مان پيالين تي پيتيون،
صبوحيون صراحيون نراليون ٿي پيتيون

اکيون مڏ وانگر جڏهن پي کڄيون ٿي،
پرين جي چپن مان جماليون ٿي پيتيون

جڏهن عشق پل پل سندس آگ ٻٽيو
اسان پنهنجي دل مان جلاليون ٿي پيتيون

سِڪي اڄ ويا هون تہ هڪڙي ڦڙي لئہ
ڪڏهن مٺ ترايون پکاليون ٿي پيتيون

ڪئين سج اپريا لٿا هن زندان تي،
اسان پو بہ پرتون ئي پياليون ٿي پيتيون



ڪا اريلي
چيل چهيلي

دل ڪٽي وئي،
منهنجي پيلي!

مرڪ مرهم جيئن
اک گليلي

چپ گلاب ۽
چڳ چنبيلي

جيئن هن پنهنجي
ڳُت اڪيلي

سانجهي آئي،
مهڪ رابيلي

جوين پاڪر،
مڏ سهيلي



علي زاهد

## غزل

موڪيءَ وٽي وڏائي درويش مسڪرايو،
مخمور ٿي خدائي درويش مسڪرايو.

ساري حيات رقصان چاهت جي پيچرن تي
پر ماڳ نارسائي درويش مسڪرايو.

وارن جي ڇانورن ۾ ڪنهن ٽڪ پڳو ازل جو
نيڻن ۾ ننڊ آئي درويش مسڪرايو.

سالار ڪي سڪندر ڪيڏا وڏا تونگر،
تن جي ڏسي ڪمائي درويش مسڪرايو.

ڪو عشق ٿيو نہ پورو سپنو نہ ٿيو ڪو ساپيان
وئي عمر هيءَ اجائي درويش مسڪرايو.

ڇهري ۾ گهنج مهڪيا، ڏڪڻي لٽي هٿن ۾
جوين ڪئي جدائي درويش مسڪرايو.



گوڙي مندر ٿو ڏِسي حيرت منجهان،
ڪنهن جو اندر ٿو ڏِسي حيرت منجهان؟

ذات منهنجي ٿي لتاڙي ڪائنات،
۽ سڪندر ٿو ڏِسي حيرت منجهان.

سج ساحل جي وٽن ۾ ٿو لهي،
۽ سمندر ٿو ڏِسي حيرت منجهان.

ٿو وڃي مسجد منجهان ڪو سائرن،
۽ ڪو مندر ٿو ڏِسي حيرت منجهان.

وڻ تناور ٿا ڪِرن طوفان ۾،
۽ تونگر ٿو ڏِسي حيرت منجهان.

ناوَ ۾ ننگور آهي سير تي،
گدو بندر ٿو ڏِسي حيرت منجهان.

ڇو الڪ زاهدا! لڳي ٿو اوپرو
گاج منظر ٿو ڏِسي حيرت منجهان.



ڪا جذبن سندي ناوَ تاري وڃو.
وڃو عشق جي ٻئي ڪناري وڃو.

آ اجڙيل مزارِ محبت سنئم،
اوهان ئي ڪي قنديل ٻاري وڃو.

ڪٿيو ڪي قصا ڪاڪ جي ماڪ جا،
اڙي اوٺيو! ڏينهن ٺاري وڃو!

ڪُليل ڳُت پنهنجي ڳُنڌيندي ڇيئين،
وڃو ٿا، مگر رات گهاري وڃو!

اسان خود فريبيءَ سندي ڏند ڪٿا،
اوهان پڻ اسان کي وساري وڃو!



آڌي رات، هوا، آڳر ۾ چانڊوڪي،
اُجرا اُجرا پرت پري تي چانڊوڪي.

چوڏهينءَ چنڊ اڪيلو گم سم ويٺو آ،
سر تي رمجهم رقص ڪري ٿي چانڊوڪي

ڏس تہ اياز! جيئين ٿي رڻ ۾ رات ٺري،
ڪاڇي ۾ تيئن تيئن ٺري ٿي چانڊوڪي.

مون وٽ سار سرءَ جيئن ايندي رهندي آ،
مون بن هُن جي ڪيئن سري ٿي چانڊوڪي

سڀ جا ٻاڪر ٽڪٽا، ٽڪٽا آسارا،
منهنجا خالي ٻڪ پري ٿي چانڊوڪي.



E-mail: awazsindh@yahoo.com

## مير حسن آريسر

# غزل

ڍنڍ پکي ۽ واءُ وڻي جو سڀ سچڻ جي سار وانگر،
ناوَ جي آ وهڪ ڏيمي منهنجي ڏيمي يار وانگر.

ڪوئي تارو تلڪ وانگر، ڪو وري نَڪ جي ڦلي
ڪهڪشان جنهن جي ڳچيءَ ۾ آهي هيرن هار وانگر.

لڙڪ نيڻن جا ڪنارا روز پائن ٻوڏ جيئن،
عشق جو احساس آهي ڪنهن نديءَ جي آر وانگر.

اڄ ٿئو ساحل سچائي شخص جنهن کي جيئري،
سمنڊ ساڪي تي سچائي چڇج، هو هالار وانگر.

موسمون مٺيون زماني جون هوائون زور ٿيون،
هُو تہ خوشبو هئي ۽ آئي هيج مان هبڪار وانگر.

ڪنهن تئين ڪنهن نہ سوچيو ڪا ڪهڙي ٻجهي ڳهتا.
روز وسندي وار ڪولي مير تي ملهار وانگر.



هاڻ تنهنجا انگ ٿا مونکي سڏن،
چڻ گلن جا رنگ ٿا مونکي سڏن.

ڪالهہ پڃري کي پکيڙڙي پئي چيو
جهُڙ وسي ٿو جهنگ ٿا مونکي سڏن.

اڄ وفا جي واٽ تي وڏنڊڙ قلم،
ڇڏ وڃان، سي سنگ ٿا مونکي سڏن.

ڪيئن وساريا وڻ، وليون ۽ واءُ تو
چئي چڙا ۽ چنگ ٿا مونکي سڏن.

اي حسن! پنهنجي وطن جا اڄ وري
ڍگ، ڍڙا ۽ ڍنگ ٿا مونکي سڏن.



Address:
Sami Samaj Sujag Sangat,
Near Umerkot Fort, Umerkot.
Sindh.



## وهي ڪاتي جا پنا: آتشي آتم ڪٿا

**تبصرو: ريٽا شهاڻي**



انسان اڪثر (نه اڪثر ڪان به ڪجهه وڌيڪ) خود ڪان پاڻ ئي انجاڻ هوندو آهي. انسان جي اها ئي پهرين ڪمزوري هوندي آهي- پنهنجي باري ۾ اگيان. انسان هئڻ جي ناتي ڪڏهن ڪڏهن ليکڪ يا ڪلاڪار پنهنجين اندرين آتش فشاني قوتن کان انجاڻ هوندو آهي. اچانڪ ڪا لرزش، ڪا چٽنگ ڪو لوڏو، ڪنهن پريرڻا (اُتساهه) هيٺ اُتي هڪ چير پيدا ڪندو آهي ۽ اُتان اُلا نڪرڻ آرنڀ (شروع) ٿي ويندا آهن. عموماً (ضروري ناهي ته هر حالت ۾) قلم ائين جُنبش ۾ اچي ويندو آهي، جنهن کي قابو ۾ رکڻ مشڪل ٿي پوندو آهي.

لڇمڻ ڪومل سان به ائين ٿيو پر ڪنهن ٻيءَ صورت ۾. هو اڳ ۾ ئي ادب جي ميدان ۾ ڄاتل سُڃاتل شاعر ۽ مترجم جي روپ ۾ پنهنجي سڃاڻپ قائم ڪري چڪو هو. هو ادبي ذوق ۽ شوق جو مالڪ آهي. هو نثري مهاڳن، مقالن، تبصرن ۽ ريڊيو تي پيش ڪيل تنقيدن ذريعي، پنهنجي نثر نويسيءَ جا جوهر پسائي چڪو هو. هو انگريزي، اردو ۽ هنديءَ ادب جو اڀياسي آهي ۽ عمر جا ڪجهه ورهيه "ٽائيمس آف انڊيا" ۾ بطور جرنلسٽ جي ڪم ڪري چڪو آهي. ان ۾ شڪ ناهي ته هو سُڄاڻ اڀياسي ۽ سٺو ليکڪ آهي ۽ ديش وديش (ڏيهه پرڏيهه) جي ادبي ۽ سياسي معاشرتي معاملن جي ڄاڻ رکي ٿو. هو هڪ سجاڳ شهري آهي. ليڪن "وهي ڪاتي جا پنا" هن جو پهريون نثري ڪتاب آهي، جيڪو هن 68 ورهين جي عُمر ۾ لکڻ شروع ڪيو جنهن جي لکڻ جو ارادو اصل ۾ هُن کي هوئي ڪونه. اهو سرجڻ جو بيج، هن جي من ۾ ڪيئن پيو؟ مان اها ڳالهه هتي ظاهر ڪرڻ چاهيندس، ڇاڪاڻ ته مان ان سان وابسته آهيان.

هُن "وهي ڪاتي جو پهريون ورق" منهنجي گذارش تي، منهنجي ئي ايڊٽ ٿيل (مئگزين) "ورثو-10" جي ساليانى انڪ (شماري) لاءِ 2001ع ۾ خاص لکيو هو. اهو هڪ ،شيشانڪ (موضوعاتي) پرچو هو جنهن جو موضوع هو: "سنڌ جون ساروڻيون." جنهن ۾ هند ۽ سنڌ جي ليکڪن (هري دلگير، پوپٽي هيرانندڻي، امداد حسيني، تاج جويو وغيره) جا مضمون آهن. هن سيڪ لکڻ ۾ ڪجهه دير ڪئي هئي ۽

مون هن کي هڪ ٻه پيرو ياد ڏيارايو هو. پنهنجي "ورثي" جي ليک جي ٻيءَ پئرا گراف ۾ هن لکيو آهي: "..... مون کي ٻڌايو ويو ته پنهنجي ٻاروتڻ جون ساروڻيون لکڻ جو حڪم ڪيو ويو آهي....." ان ليک جي ٽئين پئرا گراف ۾ هو چوي ٿو: "هن وقت مون کي رڳو سنڌ جون ساروڻيون لکڻ جي نندي سئمپل موڪلڻ جو آرڊر ڪيو ويو آهي. مان پنهنجي ٻاروتڻ جي ڪچي پڪي مال جو نئڊڙو پئڪيٽ پيش ڪري رهيو آهيان." (ورثو-10، ص-42) مگر (سنڌ مان نڪرندڙ رسالي) "سوجهرو" پاران ڇپايل ڪتاب "وهي کاتي جا پنا" (2006ع) ۾ اهو پهريون باب، هُوبهُو پيش ڪيو ويو آهي، صرف چار نوان لفظ جوڙيا ويا آهن هن ريت: "..... ڪچي پڪي مال جو ننڍو پئڪيٽ 'سوجهرو' جي پڙهندڙن لاءِ" پيش ڪري رهيو آهيان!" اهو قطعي سچ ناهي! "ورثي" جو ڪٿي به ذڪر ڪرڻ ضروري نه سمجهيو ويو نه اهو چوڻ ته "سوجهري" جي پهرين قسط "ورثو-10" تان کنيل هئي. ٺيڪ آهي، اهو به برداشت ڪري ويجي، پر ڪتاب ۾ "سوجهري جي پڙهندڙن لاءِ" وارا لفظ جوڙڻ نه صرف غلطي آهي، پر غير اخلاقي پڻ. ان ڪان پوءِ چا ٿيو اُن ڳالهه جي سيني کي چاڻ آهي.

وري به مان، لڇمڻ ڪومل جي بيدار ضمير جو قدر ڪريان ٿي، جنهن ان ڳالهه کي نه وساريو ۽ ڪتاب جي ارپنا منهنجي نالي ڪري، پنهنجي شڪرگذاريءَ جو اظهار ڪيو آهي. (جيتوڻيڪ ان مان به ڪجهه ستون ڪٽيون ويون آهن.) اهو به سچ آهي ته ڪجهه به پلئن ڪونه ڪيو ويو هو رٿيو ڪونه ويو هو. لڇمڻ ڪومل جي پهرئين ليک جي معيار ئي سنڌ جي پانڪن جو ڌيان ڇڪايو ۽ چئن سالن جي وقفي ڪان پوءِ، اهو ڪتابي صورت ۾ "سوجهري" پاران سنڌ ۾ شايع ٿيو. ان جو شرف لڇمڻ ڪومل جي ڪلا، محنت، اپياس ۽ لگن کي ملڻ گهرجي.

هاڻي جڏهن لڇمڻ ڪومل وٽان مون وٽ ڪتاب جو تبصرو لکڻ جو حڪم آيو آهي ته ظاهر آهي ته مون کي ان کي ماڻُ ڏيڻو پوندو ۽ لِکندي لِکندي، جنهن ڳالهه کي لِکڻ جو ارادو نه هوس سا به لِکي ويٺي آهيان. چاڪاڻ ته جيڪا حقيقت آهي، ان کي چو لِڪايان ۽ چو نه واضح ڪريان؟

عالمي ادب ۾ ادب جا ٻه قِسم مڃيا ويندا آهن (استِتوواد Existentialism جي ماڻن ۽ ماپن کي ڇڏي)

1. علمي ادب (Literature of Knowledge)
2. تاثيري ادب (Literature of Power)

تخليقي ادب ۾ گهڻي ڀاڱي "تاثيري ادب" کي وڌيڪ پسند ڪيو ويندو آهي. اهڙو ادب، جيڪو دلين کي ڇُهي وٺي، ڪجهه تاثير پيدا ڪري يا روئاري ڇڏي، اهو سڀ ليکڪ جي قلم جي جادوءَ ذريعي پيدا ٿيندو آهي. آتم ڪٿا جي صنف، جيڪا شخصي جيون جي واقعن تي ٻڌل هوندي آهي، عام طور تاثير واري ادب ۾ شمار جي ٿي، ليڪن اگر ان ۾ معلوماتي ڳالهيون به اچي وڃن، اهڙيءَ طرح جو ان ۾ ڪو جهوڻو جهٽڪو نه پيدا ٿئي، ان جو درجو بالاتر آهي ۽ سون تي سهاڳي سمان آهي.

لڇمڻ جي آتم ڪٿا ۾ ٻئي علامتون شامل آهن.

تاثير تہ پيدا ٿيٺوئي آهي، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ آهن سنڌ جون ساروڻيون. پهرين پنن ۾ جڏهن هو بلڪل ٻار هو سنڌ جو ڳوٺاڻو ماحول آهي. ڪنڀياري جو ذڪر آهي، نواب شاهہ جو بہ ذڪر آهي. اهو ماحول اڄ جي ڀارت جي شهري جيون واري ماحول کان ڪيڏو مختلف آهي! ٻاراڻيون رانديون آهن. کيچلون آهن. شرارتون آهن. وڏن جون محفلون آهن. اوطاقن ۾ ٽيندڙ ڪچهريون ۽ چشڪيدار ڳالهيون آهن. بابا جي دوست پير تراب علي شاهہ جي ڳالهہ آهي تہ ڳلان ماڇياڻيءَ جو بہ قصو آهي. اُتي ادبي شخصيتن: جهڙوڪ نارايڻ شيام، شيخ اياز، شودرامتاڻي، ڀڳوان ابيچنداڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي، پرم ابيچنداڻيءَ جو بہ ذڪر اچي ٿو. ان وقت جي سياسي سرگرمين جا بيان ۽ ڪي تفصيل بہ ڏنا ويا آهن. پوءِ اچي ٿو ورهاڱو ۽ سنڌ کي ڇڏي وڃڻ ۽ ديش نيڪاليءَ جون ڳالهيون. ان بعد ڪراچيءَ ۾ چند ڏينهن جو قيام ۽ پوءِ جهاز جو سفر. لڇمڻ ڪڏهن مذاقي لهجو اختيار ڪري ٿو تہ ڪڏهن سنجيده سُر ۾ ڳالهائي ٿو.

"منهنجون هي ساروڻيون سنڌ مان نڪرڻ کان پوءِ، هڪ ڏاري ڌرتيءَ تي ڦهلجي ويل هڪ قوم جي دربدريءَ جو داستان آهي. جلاوطني اها باهہ آهي، جيڪا سڙندي گهٽجي، ساڙيندي وڌيڪ آهي."

جذبات ججهي آهي ۽ ٻولي ٻهڳٽي ۽ اثرپذير.

"هي پل پل جي پيڙا، گهڙيءَ گهڙيءَ جي گهاوَن ۽ ڦٽن مان ڦُڙو ڦڙو تي ڪريل، ٽيپو ٽيپو تي تِميل رت جي ڄمي ويل اڻ ڌوتل داغن جا قصا آهن." (ص_65)

هن آتم ڪٿا ۾ پهرين سنڌ جون ساروڻيون، پوءِ ڀارت جو ورهاڱو اُٿل پُٿل، ديش نيڪالي ۽ پوءِ جهاز جي ياترا. جنهن ۾ ياترين کي بُکون تہ ڪيڏيون پيون هيون، پر ڪڏهن پيئڻ جي پاڻيءَ جي بُوند بُوند لاءِ واجهائڻو پيو هو. پوءِ بہ ياتري پنهنجي آتم بل ۽ ساهس سان، سيني مشڪلاتن جو مقابلو ڪندي پاڻ کي وندرائڻ جي ڪوشش ۾ لڳل هئا. ڪن پاڻ کي لوڊي (Ludo) ۽ نانگن جي راندين (Snakes ladders) جي راندين ۾ رڌل رکيو تہ ڪي وري ڪيرتن، ڪلامن ڳائڻ ۾ مصروف ٿي ويا.

"ڏوڪڙين ڏُڪڙ تي اتو لڳايو هڪ ٻن جامو ڀڳڙي ۽ چير ٻڌيءِ ڀڳت وجهڻ شروع ڪئي، تہ ڪي وريءِ پنگ گهوٽڻ ۾ لڳي ويا، اهڙيءَ طرح اهڙين نازڪ حالتن ۾ هو پاڻ کي ريجهائڻ جون ترغيبون ڳولي رهيا هئا ۽ پنهنجي خوش مزاجيءَ کي قائم دائم رکي ويٺا هئا. عذابن ۽ ڏکن ڏاکڙن ۾، جڏهن مستقبل بلڪل اونداهو هوندو آهي، انسان جي جيئڻ جي تمنا ۽ سٺي وقت گهارڻ جي خواهش جاڳي اٿندي آهي. انهن دلچسپ بيانن مان اها ڳالهہ واضح ٿي بيهي ٿي."

ليکڪ ساروڻيون لکڻ مهل هر وقت حال ۽ ماضيءَ جي وچ ۾ اچ وڃ ڪري ٿو. ڪڏهن حال جي ٿو ڳالهہ ڪري: "هن وقت جڏهن ساروڻين جي هيءَ قسط لکي رهيو آهيان، دهليءَ ۾ دوزخ جا دروازا کليا پيا آهن. هال ۾ ڦهڪايل آدم قد ڪُولر مان ڪوسي هوا اچي رهي آهي ۽ منهنجي ڪمري جي ايئرڪنڊيشنر جي ڪنڊيشن ڪنهن مرٽينڊ جيان پويان پساهہ کڻي رهي آهي." (ص_58) ۽ پوءِ هو حال جون ڳالهيون ڪندي ڪندي ماضيءَ ۾ پهچي وڃي ٿو.

ڇهون پنو شروع ڪري ٿو: "ساروڻين جي هيءَ قسط ڪلڪتي جي هوٽل جي ڪمري مان اڌ رات جو لکي رهيو آهيان."

چوٿين پني ۾ هو امر جليل جي واشنگٽن ڊي سي جي رسالي ۾ ڇپيل هڪ خط جو آڌار وٺي، اسان کي ڀارت جي انهن اتهاسڪ (تاريخي) جڳهين جو سير ڪرائي ٿو جن کي هُوند. هو امر جليل کي ڏيکاري، امر جليل جي خط جو سِرو آهي Let me visit India. "امر جليل جيڪڏهن ڀارت ۾ اچي ته هن کي ڪهڙيون جڳهيون ڏيکاريان". اهڙي تاجي پيتي سان، هو پنهنجن پاٺڪن کي انهن اتهاسڪ جڳهين ۽ واقعن سان روشناس ڪرائي ٿو.

امر ڏسڻ چاهي ٿو:

"اها دهلي، جنهن کي چوٿين پيري، نادر شاهه نيست نابود ڪري ڇڏيو هو ته اردو شاعر مير تقي مير پريل گلي سان چيو هو: "هيءَ دلي، دلي ناهي، هڪ پان پان ڪنڊر ويرانو آهي، جنهن جو ماتم منهنجي حصي ۾ آيو آهي."

"مان امر کي لعل قلعي جي اها خوني جڳهه ڏيکاريان، جتي مُغل شهزادن جون ڳانڍن جيان ٻرندڙ سيخن سان اکيون ڪڍيون ويون."

اهڙيءَ طرح هو پاٺڪن اڳيان محمد شاهه رنگيلي جي خوابگاهن جا قصا، جهان نواز شاهه ۽ ڪنيز لال ڪُنور جا داستان رکي ٿو.

"امر اچي ته هن کي نادر شاهه جي مغل دربار مان پنجي ويل تخت طائوس جو پڳل تتل دانچو ڏيکاريان."

"مان امر کي قلعي (لعل قلعي) سامهون جامع مسجد اڳيان اها جڳهه ڏيکاريان ها، جتي دارا شڪوه درويش صِفت شهزادي کي هن جي عالمگير ڀاءُ، هاٿيءَ جي پيرن هيٺان لتاڙائي، هن جي هڏي هڏي کي ٽڙڪايو هو." (ص-81)

امر جليل جي خط جو آڌار وٺي، هو خود کي اظهاري ٿو. اهڙو اسلوب ڪلاتمڪ ۽ سهڻو لڳي ٿو. هن جي ڪتاب ۾ اپياسي ادب جا اهڃاڻ نظر اچن ٿا ۽ گڏوگڏ پاٺڪن کي اتهاس ۾ ليئاڪا پارائي، تاريخي واقعن کان واقف ڪرائي ٿو.

پنجون پنو- "هيءَ قسط اڄ ڏياريءَ جي ڏينهن لکي رهيو آهيان. ڏياري روشنين جو ڏڻ آهي، پر مون لاءِ اڄ اونداهي، ڏياري ٻٽجي آئي آهي. ويهه ڏينهن اڳ منهنجي ماءُ، مون کي وڇوڙي جو ڏنپ ڏيئي ويئي..." ۽ ان سموري باب ۾ هو پنهنجي ماتا، جنهن کي هو پاپي ڪري ڪوئيندو هو جي باري ۾ معلومات ڏئي ٿو.

ٻاويهين پني (ص-236) جي شروعات هِن طرح ٿئي ٿي: "اڄ صبح جو مکڻ توس سان ٽِن آنلين جو آمليٽ کائي، پيٽ ڍلهي هيءَ خط لکي رهيو آهيان ۽ منهنجي گهر واري بنا اَن جَلَ جي ٻُکئي پيٽ سان گهر گرهستي جو ـ ـ روبار سنڀالي رهي آهي. اڄ 'ڪڙوا چوٿ' جو زنانو ڏڻ آهي... ان ڏينهن هر سهاڳڻ هندو عورت پنهنجي مڙس جي عُمر درازيءَ لاءِ دعائون گهُري ورت رکندي آهي."

'ڪڙوا چوٿ' پورڻماسيءَ کان پوءِ، چنڊ جي چوٿين رات (چوٿ) هوندي آهي، جنهن جي ڏهن ڏينهن پڄاڻان اُماس جي ڏينهن ڏياري ٿيندي آهي. اصل ۾ اها رسم رڳو اتر ڀارت ۾ رائج آهي خاص ڪري دهلي ۽ پنجاب ۾. مهاراشٽرا ۽ گجرات جي

زالن ۾ آهي ئي ڪانہ ۽ نہ ئي سنڌين ۾. جيڪڏهن ڪا پرٽيل عورت صرف فئشن يا شوق واسطي يا پنهنجي پتيءَ لاءِ اڻميي پيار ڪارڻ رکي ٿي تہ اهو هن جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي.

هڪ جيون ۾ ايتريون گهٽيون گهٽنائون ٿينديون آهن، جو سڀني کي هڪ ڪتاب ۾ قلمبند ڪرڻ ممڪن ڪونہ ٿيندو آهي. اهو ليکڪ کي فيصلو ڪرڻو آهي تہ ڇا لکڻ لائق آهي. هن 356 صفحن واري "پاڳي" ۾ لڇمڻ اچا سترهن سالن تائين پهتو آهي، مگر صفحن درميان هن حال کان ماضي ۽ ماضيءَ کان حال جو سفر ڪيو آهي ۽ هو وچ وارن واقعن جو بہ ذڪر ڪندو هلي ٿو. گذريل ڏهاڪي وارن واقعن جو بہ ورڻن اچي ٿو. لبِ لداخ واري (جون 2004ع) 'سنڌو درشن' جي ياترا، سنڌ واري (ڊسمبر 2004ع) ياترا جا بہ ڪي واقعا ذڪر هيٺ اچن ٿا. سندس ماتا جو آمريڪا جو ست سالن جو نِواس، شڪاگو وارو واقعو گهٽيئي وڏي ڇمار وارا واقعا، ان ۾ شامل آهن. مطلب تہ هن پنهنجي ذهن کي ڇڙواڳي ڏيئي ڇڏي آهي تہ اهو هن کي ڪٿي بہ وٺي وڃي. سلسلي رکڻ جي ڪوشش بہ ڪانهي. ڪتاب "سوجهري" ۾ آيل قسطن جو مجموعو آهي. اهي قسطون، جي هو هر مهيني "سوجهري" لاءِ موڪليندو ويو جيڪي شايع ٿينديون رهيون ۽ پوءِ اهي ڪتابي صورت ۾ عام اڳيان آنديون ويون. شايد اهوئي سبب آهي تہ آتم ڪٿا تسلسل جي عدم موجودگيءَ جو هو ڳالهہ کي وڌائيندو نوان موڙ ڏيندو ويو آهي. پاڻ بہ اعتراف ڪري ٿو:

"ساروٽين جون سِٽون ڪڏهن پيگ پي لِکندو آهيان تہ ڪڏهن پاڻي پي. اُن ڪري ڪٿي نہ ڪو ربط رهندو آهي، نہ ڪٿي ڪو سلسلو. لکڻ مهل رڳو اهو احساس هوندو آهي تہ زمين قدمن هيٺان کسڪندي ٿي وڃي ۽ پير پٽ تي نہ ٿا پون. مان پنهنجي باهہ ۾ پاڻ ئي ڪڏهوڪو سڙي ڇُڪو آهيان. هيءَ باقي بچيل زندگي، مون کي اجا ڪهڙي باهہ ۾ ساڙيندي؟ اکين آڏو اُلا نہ رڳو نظر اچي رهيا آهن، پر سڄي جسم ۽ روح کي لهسائي رهيا آهن. پر لِکٹو آهي تہ لکٹو آهي. پراڻيون پيشيوَر ڪسبياڻيون اجائي ڪج ڪج نہ ڪنديون آهن ۽ نہ ئي سنهي ٿلهي کان خوف کائينديون آهن. سڌو ڪم تي چڙهنديون آهن ۽ جلدي جلدي اُڪلائڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن."

"انهن جيان مون وٽ بہ وقت ڪونهي ۽ مون کي ھُن ختم ٿيڻ تائين سڀڪجھ لکي پورو ڪرڻو آهي." (ص_184)

هن ڪٿا جي هڪ خصوصيت اها آهي تہ هن ۾ ڪٿي بہ ليکڪ ڪنهن همعصر ليکڪ يا ليکڪا جي گِلا يا نندا نہ ڪئي آهي، جيئن ڪيترن ليکڪن هيل تائين پئي ڪيو آهي. پنهنجن همعصر ليکڪن جا پول پڌرا ڪرڻ، هنن جي آتم ڪٿا لکڻ جو مقصد رهيو آهي. لڇمڻ ڪومل، گاسپ (Gossip) وارو انداز ڪونہ اپنايو آهي ۽ نہ پنهنجي رقيبن جي شخصي زندگين ۾ وڃي ڪجھ اهڙو جهڙو لکيو آهي. ها، جيڪڏهن هن ڪجھ اهڙو جهڙو لکيو آهي تہ صرف پنهنجي باري ۾.

"وهي کاتي جا پنا" ۾ جذبات آهي، تاثير آهي، معلومات آهي ۽ ان جي اُلٽ بلٽ پختي ۽ فنائتي آهي، مگر ڪن اڳهاڙن بيانن، هن جي تاثير کي لهو ڪري ڇڏيو آهي. هن جي تاثير جي تلوار جي ڌار جي تِکاڻ کي ڪجھ قدر مُڏو ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان

جو ڪارڻ آهي لڇمڻ جو پنهنجو پاڻ ۽ پنهنجي چرتر کي هيٺ. گهٽو هيٺ ڪيرائڻ جو عمل.

هو اُن کي بيباڪي چئي سگهي ٿو سچائي بہ چئي سگهي ٿو ايمانداري بہ چئي سگهي ٿو اڄ جي "جديد ادبي تقاضا" جو نالو بہ ڏيئي سگهي ٿو مگر مان ان کي غيرضروري ۽ "بي ربط اگهاڙ بيانيءَ" جو نالو ڏينديس. هن خود پنهنجي سيرت سان ايتري هٺ ڇُراند چو ڪئي آهي. اها ڳالهہ منهنجي سمجهہ کان ٻاهر آهي.

پاڻ پهرئين پَني جي ٻئي پئراگراف ۾ ئي اسان کي آگاهہ ڪيو اٿس تہ "جي پنهنجي جيوٽي منهنجي ئي زندگيءَ ۾ شايع ٿي تہ مون کي جيئري ئي گڏهہ جي پيٽ ۾ پورايو ويندو."

وري ص_79 تي چوي ٿو: "مون پنهنجون خداداد قوتون. هر قسم جي حراماپڻ، شودپاڻ، عياشين، عشق بازين، زنا ڪارين، شراب خوري، تماڪ نوشي، نشن پتن، ٻين ڪيترين قابل ذڪر لوفرپاڻ ۾ ضايع ڪري ڇڏيون آهن...."

هن جي نفي خصلتن وارن لفظن جي چونڊ ئي ڪنن ۽ ذهن ۾ ڏونڪا وڄائي ٿي ڇڏي ۽ اسان کي چونڪائي ٿي ڇڏي.

مون کي ائين لڳي رهيو آهي تہ لڇمڻ پنهنجي تاج ۾ مختلف عِلتن جا ڪنپ وجهي، فخر محسوس ڪري رهيو آهي.

۽ ٻئي هنڌ، "منهنجي معصوم ماءُ کي ڪهڙي خبر تہ هن جا اشراف پُٽ هيلتائين ڪهڙين ڪهڙين حُورن کي هنجُن ۾ ويهاري آيا آهن." (ص_88)

- ۽ اهڙيونَ ٻيون بہ گهڻيئي جڳهيون آهن، جتي هو ڍُهل جي چوٽ تي پنهنجين بُرين عادتن جو اعلان نازسان ڪري ٿو.

تڏهن تہ "سوجهري" جي ايڊيٽر_اِن_چيف محترمہ منگهاڻي دانهن ڪري ٿي اُٿي: "هاڻي اسين ان ڏپ هاڻي اڻ وٽندڙ ماحول مان نڪرڻ لاءِ آتا آهيون... هن واليوم تائين تہ رومال ۽ ٽِشوز جي بدران هٿ سان ئي نڪ بند ڪرڻ جو ڪم ڪبو اِڳتي هلي ٽِشوز جا دٻا ۽ رومال احتياطاً رکبا تہ جيئن بچي سگهون." (ڪتاب جو مهاڳ)

ارون ڏتي راءِ پنهنجي ڪتاب "God of Small Things" ۾ اهڙي قسم جي دليري ۽ بيباڪي ڏيکاريندي، هڪ ڪم عُمر، ٽِين ايجر (ڇوڪري) کي هڪ عمر رسيده آدميءَ جي حوس جو شڪار ٿيندي ڏيکاريو آهي ۽ "ڇوڪري بازيءَ" جي ڪراهت آميز حرڪتن جو کُليءَ ريت بيان ڪيو آهي. هن کي بوڪرس (Bookers) انعام سان نوازيو ويو. ورلڊ لٽريچر ۾ اهي ڳالهيون روا آهن. مگر مکيہ ڌيان پيشڪش جي انداز تي ڏنو ويندو آهي. منهنجي خيال موجب هر هنڌ ميزان رکڻ ضروري آهي.

جڏهن ڪا گهر ڌياڻي ڪو طعام تيار ڪندي آهي تہ هوءَ اُن طرف خاص توجهہ ڏيندي آهي تہ پنير يا چيز جي ڀاڄيءَ ۾ ٿُوم وجهڻ سان ٿوم جو تِکو ذائقو يا خوشبوءِ پنير جي لذت کي دٻائي. ٻنهي کي نيوٽرلائيز (Neutralize) تہ ڪانہ ڪري ڇڏيندي؟ ساڳئي نموني تجربيڪار ليکڪ بہ ان طرح سجاڳ هوندو آهي تہ ڪهڙي جذبي کي وڌيڪ اهميت ملڻ گهرجي. منهنجي ويچار مطابق لڇمڻ جي ڪِتڪتِائي پيدا ڪرڻ واري جنسي تجربن جي بيانن، آتم ڪٿا جي دک، پيڙا ۽ ڪروڌ جي جذبن جي تاثر

ڪي گھڻائي ڇڏيو آهي. ها، سچائيءَ سان ذڪر ڪرڻ جي ڳالهه الڳ آهي. مگر پاڻ ڪي مذاقي انداز سان فقير بنائڻ جو عمل، وات جو ذائقو خراب ڪري ٿو ۽ پاڻڪ جي همدردي ۽ ڪروڌا واري جذبي کي دٻائي ٿو ڇڏي

مان ائين به محسوس ڪري رهي آهيان ته لڇمڻ پنهنجي خود رُسوائيءَ مان خودثنائيءَ جو مزو ماڻي رهيو آهي! الائي ڇو؟

لڇمڻ منهنجن ويچارن کان بخوبي واقف آهي. ڇاڪاڻ ته مون هن جي پهرئين "ورثو-10" لاءِ لکيل ليک: "وهي کاتي جو پهريون پنو" کي ايڊٽ ڪيو هو ۽ ان مان هڪ اعتراض جوڳو پئراگراف ڪڍي ڇڏيو هيو هو جيڪڏهن ڪتاب جي 28 صفحي جي آخري پئراگراف جي صورت ۾ موجود آهي. اول لڇمڻ اها ڳالهه پسند ڪانه ڪئي هئي، پر پوءِ "ورثي" جي تيار پرچي ملڻ کان پوءِ، ان جي تعريف ڪندي لکيو هئائين (14 ڊسمبر 2001 واري خط ۾). "...... مون کي خوشي آهي ته منهنجي مسودي مان ڪي اگهاڙا اظهار خارج ڪري، تو منهنجو ذهني توازن برقرار رکيو آهي."

ٿرري ۾ ائين چئي سگهجي ٿو ته هيءَ آتم ڪٿا، ورهاڱي کان چند سال اڳ واري سنڌ، ورهاڱي وقت واري سنڌ ۽ ورهاڱي کان پوءِ، سنڌين جي ڀارت ۾ دربدر حالتن، ڏکن ڏاکڙن، مشڪلاتن ۽ سنڌن ساهس جو عڪس پسائي ٿي. هيءَ ڪتاب ان دؤر جي تاريخ جو هڪ اهڙو دستاويزي داستان آهي، جنهن کي ايندڙ نسل حوالي طور استعمال ڪري سگهندا.

اڃا ته ابتدا آهي. اڳتي هلي، ٻين پاڳن ۾ ڏسون ته ڇا ٿو ٿئي!

## منٽرا پاءِ: ولي رام ولڀ ۽ ترجمي جو فن

**تبصرو: منوج ڪمار**




جڏهن ڪنهن انسان جو جسم ڪنهن بيماريءَ سبب رت ناهي نه سگهندو آهي ۽ هيڻائي جو شڪار ٿي ويندو آهي، تڏهن انهيءَ جسم کي ڪنهن ڏارئين رت جي ضرورت هوندي آهي، جيڪو انهي کي زنده رکي. ڪجھ اهڙي ئي اهميت ڪنهن ٻوليءَ جي ادب ۾ ترجمن جي هوندي آهي. جڏهن ڪنهن ٻوليءَ ۾ ڪنهن به سبب ڪري اصلوڪين تخليقن جي کوٽ ٿي ويندي آهي يا جڏهن ڪنهن ٻوليءَ جي قلمڪارن ۾ نون خيالن جو ذڪر پئجي ويندو آهي يا نوان اسلوب ۽ اظهار جا ذريعا ختم ٿي ويندا آهن، تڏهن ٻين ٻولين جو ادب ترجمن جي صورت ۾ ڪي نوان دڳ ۽ نواب اسلوب ۽ خيال کڻي، ٻوليءَ کي سهارو ڏيندو آهي. سنڌي ادب ۾ نثر جي صنف ۾ اصلوڪين ۽ معياري لکڻين جي کوٽ هاڻ لڪائڻ جهڙي نه رهي آهي. اسان وٽ ڪهاڻي ۽ ناول جي کيتر ۾ ڪافي وقت کان هڪ خال رهندو اچي، جيڪو وقت سان وڌندو وڃي. انهيءَ صورتحال ۾ ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته اسان وٽ ٻين ٻولين جو شهڪار ادب پاڻ

وٽ ترجمو ڪريون. ان سان نہ فقط پڙهندڙ جو ادب سان رشتو برقرار رهي ٿو پر لکندڙن کي بہ نوان خيال ۽ نوان اتساهہ ملن ٿا. ترجما اسان کي انهن پانت پانت جي آوازن سان روشناس ڪرائين ٿا. جيڪي دنيا جي مختلف ڪُنڊن ۾ ڪڙڇن پر اظهار جا ذريعا بڻيل آهن. ترجما اسان جي دنيا کان ٻاهر ٻين زمينن ۾ ٻين آسمانن جو پتو ڏين ٿا. ترجمن ذريعي اسان زندگيءَ کي مختلف ۽ نئين نظر سان ڏسڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا. شايد اهو ئي سبب آهي تہ دنيا جي سڌريل ٻولين ۾ نہ فقط معياري تخليقي ادب سرجڻ لاءِ ڪوششون ورتيون وينديون آهن. پر اها بہ ڪاوش ڪئي ويندي آهي تہ ان ٻوليءَ جي اندلٺ ۾ ٻين ٻولين جا رنگ بہ شامل ٿين. اڄ انگريزي ٻوليءَ ۾ اصلوڪو ادب شايد ايترو نہ ٿو لکيو وڃي، جيترو ٻين ٻولين جو ادب ترجمو ڪيو ٿو وڃي ۽ جيڪو انگريزيءَ کي عالمي ادب تائين پهچڻ جو ذريعو بڻائي ٿو. ساڳيءَ طرح ٻين ٻولين ۾ ويندي اردو ۾ بہ شعوري طور تي اها ڪوشش ورتي پئي وڃي تہ ان ۾ هر موضوع ۽ هر صنف ۾ جديد عالمي ادب جا ترجما ٿين.

سنڌي ترجمن جو تعداد ايڏو اميد افزا نہ آهي. انهيءَ جو سبب اهو آهي تہ اسان وٽ ادارن پاران اهڙيون ڪوششون نہ ورتيون ويون آهن، جنهن ۾ اسڪيم ٺاهي باقاعده ٻين ٻولين جي ادب کي سنڌي ۾ ترجمو ڪيو وڃي. انهيءَ صورتحال ۾ اسان وٽ گهٽي پاڳي ڪم انفرادي حيثيت ۾ ٿيندو رهيو آهي. هن وقت جيڪڏهن ترجمي نگاريءَ جو ذڪر ڪبو تہ اسان جي ذهن ۾ جيڪو پهريون نالو اچي ٿو سو آهي سائين ولي رام ولڀ جو.

سائين ولي رام ولڀ جو نالو اسان جي ساهت ۾ انهن ٿورن ۾ انتهائي معتبر اديبن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو جن انتهائي خاموشيءَ سان تقريبن اڌ صديءَ کان وٺي سنڌي ادب جي واڌ ويجهہ لاءِ پنهنجو رت ۽ ست ڏنو آهي. سائين ولي رام ولڀ جي طبعزاد ۽ ترجمن تي مشتمل ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪتابن جو انگ چاليهن جي ويجهو وڃي پهتو آهي، جنهن ۾ يقينن وڏو انگ ترجمن جو آهي. سندس ترجمو ڪيل ڪتابن ۾ ادب جي تقريبن هر صنف شامل آهي، جنهن ۾ ناول، ڪهاڻيون ۽ شاعري شامل آهن. انهيءَ کان سواءِ پاڻ فلسفي ۽ تاريخ جا ڪتاب بہ ترجمو ڪيا اٿس. هن وقت سندس ڪهاڻين ۽ ناٽڪن جي ترجمن تي مشتمل سڀ کان تازو ڪتاب منهنجي هٿ ۾ آهي جنهن جو عنوان آهي "مٽڙا پاءِ". هن مجموعي ۾ 19 ٻولين جون چاليهہ کان وڌيڪ ڪهاڻيون ۽ ناٽڪ شامل آهن، جن کي سنڌي ويس ڍڪايو ويو آهي. هن مجموعي ۾ شامل ڪهاڻين جو تعلق ايشيا کنڊ جي مختلف علائقن جهڙوڪ ننڍي کنڊ، وچ اوڀر ۽ ڏور اوڀر جي ٻولين سان آهي. جن ٻولين جي ادب مان اهي ڪهاڻيون ۽ ناٽڪ شامل ڪيا ويا آهن، انهن ۾ فارسي، آرمينيائي، انڊونيشيائي، اردو بينگالي، تيلگو پنجابي، چيني، عربي، فلپيني، ڪوريائي ۽ هندي سميت ٻيون ٻوليون شامل آهن. هن مجموعي ۾ جن ليکڪن جون رچنائون آهن، تن ۾ سواءِ ڪجهہ ننڍي کنڊ جي اديبن جهڙوڪ ڪرشن چندر، سلميٰ صديقي ۽ ٽئگور جي، ٻيا ليکڪ پڙهندڙ لاءِ نوان آهن. جيڪا ڳالهہ هن ڪتاب جي افاديت اڃا وڌائي ٿي.

هن ڪتاب جي سڀ کان اهم ڳالهه اها آهي ته سائين ولي رام ولڀ اسان سان انهن ٻولين جو ادب متعارف ڪرايو آهي، جن جي ادب کان اسان جا چڱا پڙهندڙ به واقف نه آهن. اسان وٽ عام طور تي يورپي ادب تنهن ۾ به گهڻو ڪري انگريزي، روسي ۽ فرينچ ادب مان ترجما ججهي تعداد ۾ ٿيل آهن. پر هن مجموعي ذريعي اسان کي انهن ٻولين جو ادب پڙهڻ جو موقعو مليو آهي، جن کان اسين عام طور تہ ايترا واقف نه آهيون، جن ۾ آرمينيائي، ڪوريائي، انڊونيشيائي ۽ منگوليائي ادب شامل آهي. خاص طور تي هتي آئون ٻن ڪهاڻين جو ذڪر ڪندس، جيڪي انڊونيشيائي ڪهاڻيڪار سيفو گميرا اميدرا جون آهن. اوپر تيمور جي پسمنظر ۾ لکيل هي ڪهاڻيون "اڪين ڏٺو شاهد" ۽ "ڪُنَ" پنهنجي ڇرڪائيندڙ موضوعن ۽ اسلوب ڪري دنيا جي بهترين ڪهاڻين ۾ ڳڻي سگهجن ٿيون.

ترجمي ڪيل ڪهاڻين جي هن مجموعي ۾ هڪ چڱو حصو نندي کنڊ جي ادب جو به آهي، پر سائين ولي رام ولڀ شعوري طور تي انهن ٻولين جي ادب کي اسان آڏو پيش ڪيو آهي، جيڪو هندي، انگريزي ۽ اردو جي ادبي تسلط ڪري، پاڻ تائين پهچي نه سگهيو آهي. انهي ۾ آسامي تيلگو ڪنڙ، مليالم ۽ بنگالي ٻولين جو ادب شامل آهي. انهن ٻولين جي ادب پڙهڻ سان محسوس ٿئي ٿو ته ڀلي اهي ٻوليون ڪن علائقن تائين محدود آهن ۽ سندن ادب پڙهندڙن جو تعداد مختصر ئي سهي، پر اهي پنهنجي جوهر ۾ ڪنهن به عالمي ٻوليءَ جي ادب سان مقابلي ڪرڻ جي حيثيت ۾ آهن.

نه فقط اهو ته "منڙا پاءِ..." ۾ اسان کي مختلف ٻولين جي ادب سان تعارف جو موقعو ملي ٿو پر هن مجموعي ۾ اسان کي ڪهاڻين ۽ ناٽڪن جي ڪيتر ۾ نون موضوعن ۽ ٽيڪنيڪن کي به پرکڻ ۽ جاچڻ جو موقعو ملي ٿو. مجموعي ۾ شامل ڪي ڪهاڻيون بنهه مختصر آهن، پر اهي پنهنجي موضوعن ۽ ٻڪشن جي حوالي سان هڪ ڀرپور تاثر ڇڏي وڃن ٿيون. ساڳيءَ طرح سائين وليرام اها به ڪوشش ڪئي آهي ته ڪٿي به اسان کي ورجاءُ نه ملي. هن مجموعي ۾ اسان کي موضوعن جي به هڪڙي وڏي ويرائٽي ملي ٿي. رومانس کان وٺي سياست تائين، انساني رشتن کان وٺي جنگ جي تباهه ڪارين تائين، اسان کي زندگيءَ جا سڀ رنگ هن مجموعي ۾ ملن ٿا.

اڪثر پڙهندڙن جي اها شڪايت هوندي هئي ته ترجمن جي ٻولي اڪثر اوپرائپ جو شڪار رهندي آهي. حقيقت به اها آهي ته ڪنهن به تخليق ۾ مواد ۽ ٻوليءَ جو پاڻ ۾ روح ۽ جسم جو رشتو هوندو آهي. جڏهن ڪنهن ٻي ٻوليءَ جو روح توهان جي هٿن ۾ آهي ته ترجمي نگارن کي اهو خيال رکڻ گهرجي ته انهيءَ کي جسم به ان مطابق ڏجي. سائين ولي رام ولڀ ترجمي ۾ اهو نازڪ مامرو بلڪل فنڪاريءَ سان نڀايو آهي. اهي ترجمو ٿيل ڪهاڻيون سائين ولي رام جي تجربيڪار هٿن مان گذري، بلڪل سنڌي ادب جو حصو محسوس ٿين ٿيون ۽ اسان کي ڪنهن به موقعي تي اهو محسوس نٿو ٿئي ته اهي ڪهاڻيون ڪنهن ٻي ٻوليءَ مان آيل آهن.

اسان کي اميد آهي ته سائين ولي رام پاڻ کان سان پنهنجي وابستگي ايئن ئي جاري رکندو ۽ اسان مستقبل ۾ به سندس اصلوڪيون توڙي ترجمو ٿيل لکڻيون پڙهندا رهنداسين.

## حيرت جو فصل

تبصرو: اسحاق سميجو




شعر بہ ڏڙڪن وانگر - زندگيءَ جي هجڻ جو ڏس پتو ڏئي ٿو. ۽ ڏڙڪن وانگر ئي – هڪ تسلسل آهي پاڻ کان اڳ موجود زندگيءَ جو- ان ڪري، هر نئين شاعر ۾ پهرين توقع اها ئي رکي سگهجي ٿي تہ هن پنهنجي شاعريءَ ۾ زندگي پري هوندي ۽ ان وسيلي زندگيءَ تي ان جون ڪي وچايل ۽ اوجهل مسرتون منڪشف ڪيون هونديون. عزيز ڪوپانگ ۾ بہ مونکي اهائي توقع هئي. ۽ مان سندس ٿورائتو آهيان، تہ هن منهنجيءَ ان توقع جو مانُ رکيو. جي نہ تہ اڄوڪي سنڌي شاعريءَ جي مجموعي فضا ڪا گهڻي خوش آئند توڙي خوشگوار ناهي رهي. نااميدي ڪفر آهي، پر اهڙو ايمان ئي ڪهڙو، جنهن جو بنياد انڌ جي عقيدي تي بيٺل هجي. ان ڪري جڏهن بہ مارڪيٽ ۾ ڪو اهڙو شعري مجموعو ايندو آهي، جنهن ۾ ڪجهہ جُدا هُڳاءُ، ڪنهن شرميلي نگاهہ جو سپاءُ ۽ ڪنهن خاموش گهٽا جهڙو مزاج پريل لڳندو آهي، تہ مايوسي پويان پير ڪرڻ لڳندي آهي. عزيز جو ڪتاب "وصال جا آخري ڏينهن" پڙهي تازگيءَ جي جنهن احساس سان شناسائي ٿي آهي، سچ پچ بہ ان ڪئين مايوسيون ڇنڊي ڇاڻي ڇڏيون آهن.

لڙڪن جو نيڻن کي،<br>لباس پارايو اسان.

-

خيال جي گُمان جي دنيا مان نڪري<br>عزيز هن جهان ۾ منجهي پياسين.

-

جي قسمت ۾ هجي ٿو هجر عزيز<br>تہ پوءِ قدم قدم تي ٿو جبل ٿُٿي!

-

تو پڇيو هو روئڻ جو سبب عزيز<br>مون چيو تہ "ڪلندو هئس گهڻو!"

-

جو مُنهنجي سيني ۾ ٽٽي پيو<br>مونکي آهي، اُن خنجر جو غم!

عزيز جا اهڙا ڪيترائي شعر آهن، جن ۾ سرريئلسٽڪ حُسن آهي. هن جا شعر ڪنهن پهاڙ جي رستي تي، ڏنڊ ۾ برندڙ فانوسن جي قطار محسوس ٿين ٿا ۽ ان قطار ۾

ڪي فانوس ويجهو هجڻ ڪري وڏيڪ چٽا تہ ڪي پري هُجڻ ڪري ڪجهہ ڌنڌلا ڌنڌلا ۽ ڪي تہ ماڳهين ڪنهن روشن ٽُبڪي نما آهن.

هر سُٺو شعر حيرت سان گڏ ايندو آهي، محبت وانگر. عزيز گوپانگ جي شاعري اهڙيءَ ئي حيرت جو فصل آهي. ڳوڙهي، گهاٽي ۽ ڳوري هن جي ست، عجيب مٺيءَ مان ڳوهيل ٿي محسوس ٿئي. جيڪا جيڪڏهن بي وزن بہ آهي، تڏهن بہ ڪمال جو اثر ٿي رکي. مون کي بي وزن شاعري نہ وڻندي آهي. گهڻو ڪري تہ مان اها پڙهڻ بہ پسند ناهي ڪندو پر عزيز جي شعر ۾ موجود تخيل جي لطافت ۽ حُسن ڪاري جنهن ڪمال کي ڇُهندي نظر اچي ٿي، اها پيدا ڪرڻ شايد وزن جي وس جي ڳالهہ نہ آهي. شاعري اها سُٺي، جيڪا "ڪجهہ نئون" آڇي. اهو ڪجهہ نئون، هر شاعر وٽ پنهنجي تخليقي طبيعت آهر ٿيندو آهي. هڪڙو شاعر اها نواڻ خيال جي صورت ۾ آڇيندو آهي تہ ٻيو ڳالهہ چوڻ جي ڍنگ وسيلي، ڪو فني تجربن جي حُسن سان تہ ڪو لغت جي نُدرت سان ـ عزيز وٽ ٿورو ٿورو انهن مان سڀ ڪجهہ آهي. هن جو شعر پڙهي، مون کي (شايد) ثروت حسين جو هڪ دعائيہ شعر ٿو ياد پوي:

بهري رَهَي يہ گليان پهول، پرندون سي،
سجي رَهَي تارون سي طاق مُرادون والي.

## حويلين جا راز فاش ڪندڙ نورالهديٰ شاهہ!

**تبصرو: اشفاق لغاري**

ياره‍ن سالن جي ڄمار جون ڇوڪريون ٽاپون ۽ گڏين راند کيڏڻ پسند ڪنديون



آهن، پر هو شايد انهن پنهنجي راندين کيڏڻ کان محروم رهي هجي. هن کي شايد ڪپڙي مان گڏي ۽ ٺڪريءَ مان ٽاپون ناهڻ بہ نہ ايندو هجي. هن شايد ئي ڪڏهن گڏين جي ماچيس جي کوکي ۾ ويندڙ ڄڃ ڏٺي هجي! هن گڏيون ضرور ڏٺيون هونديون، پر آرٽيفيشل، پورن وارن واريون، فراڪ پاتل شوڪيس ۾ رکڻ واريون گڏيون. هن ياره‍ن سالن جي ڄمار ۾ ڪتابن واري ڪان منٽو (جنهن تي روايتي معاشري جي روايتي مولوي اديبن اهو الزام هنيو تہ هو پنهنجي لکڻين ذريعي فحاشي ٿو ڦهلائي) جو "ڪالي شلوار" ڪتاب گهري چڻ تہ وڏي ٿي، غيرمعمولي عورت ٿيڻ جو اعلان ڪيو هو. ۽ پوءِ هن سنڌ جهڙي سماج ۾ "جلاوطن" جي نالي سان خطرناڪ ڪتاب، لکي، پنهنجي غيرمعمولي ليکڪا هجڻ جو ثبوت بہ ڏنو. هن کي گهر جا ڀاتي "نور" ۽ ادبي سنڌ رکندڙ ماڻهو ڪهاڻيڪار ڊراما نگار ۽ شاعر نورالهديٰ شاهہ جي نالي سان سڃاڻيندا آهن.

سنڌي سماج کي پنهنجي لکڻ جي شروع وارن ڏينهن ۾ ڪنهن "انڪشاف" جيان سمجهندڙ نورالهديٰ شاهہ پنهنجي انهن ڏينهن جي مشاهدن کي "جلاوطن" جي ڪهاڻين جو حصو بنايو هو. هو تازو ئي نصير مرزا طرفان مرتب ڪيل سنڌس

ڪهاڻين جي ڪليات "ڪيڏارو" ۾ لکي ٿي ته. "اهو منهنجي حيرتن جو زمانو هو. منهنجي اندر ان سماج خلاف احتجاج جڙ ته الن جيئان ٿي الرون ڪيون. منهنجو وس نٿي پهچو ته مان رات وچ ۾ ان سماج کي بدلائي ڇڏيان. سيئي تخت لوڏي ڇڏيان. سيئي تاج متيءَ منجهه رولي ڇڏيان. محمود ۽ اياز کي هڪ ئي صف ۾ آڻي بيهاريان ۽ انقلاب جو ڳاڙهو جهنڊو سنڌي سماج جي ڇاتيءَ تي کوڙي، هڪ نئين صبح جو اعلان ڪريان ته اڄ کان سڀ برابر آهي. سيد ۽ اُمتي، عربي ۽ عجمي، ڪنهن کي ڪنهن تي فوقيت ڪانهي."

ٻانهين، "شريف زادين" رنڊين، حرامي ٻارن، اندران ڪوجهن ۽ ٻاهران پاڻ ٺاهي هلندڙ "مرشدن" ۽ مريدن جون پنهنجي ٻن مشهور ڪتابن "ڪربلا" ۽ "جلاوطن" ۾ ڪهاڻيون لکندڙ نورالهديٰ شاهه جون هي ٻرندڙ سٽون به سندس انهن شروع وارن ئي ڏينهن جي سوچن جو تت آهن: "منهنجو وس نٿي پهچو ته مان ڪيئن انهن ڪوتن منجهه جيئري دفن ٿيل سنڌي ڇوڪرين جا جيئرا لاش پنهنجي ڪلهن تي کڻي، سڄيءَ سنڌ جي حويلين ۽ اوطاقن جا در کڙڪائي، انهن لاءِ زندگي ۽ آزاديءَ جي ڀيک مڱان."

نصير مرزا طرفان مرتب ڪيل نورالهديٰ شاهه جي ڪهاڻين جي ڪليات "ڪيڏارو" ۾ ڇپيل ٽن ڪتابن "ڪربلا"، "جلاوطن" ۽ "رڻ ۾ رج جو اتهاس" ڪانسواءِ ڪيڏارو جي نالي سان اهي ڪهاڻيون به شامل آهن. جيڪي گهڻو ڪري انهن ڏينهن تي لکيل آهن، جڏهن حيدرآباد ۾ پيائي لوگن جو اهو نعرو هو ته. "جو هم سي ٽڪرائي گا، لال بتي جائي گا."

سندس هن ڪتاب ۾ "ناگاساڪي" ۽ "دوزخي" به اهڙيون ڪهاڻيون آهن. جن کي پڙهندي ماڻهو جڙ ته سُن ٿيو وڃي. جيڪو سُن نه ٿيو ته معنيٰ ٻاهه ٿي ويندو. ناگاساڪي ۾ رئيس جي پٽ حميد جو سندس ويڄي ماءُ سان سلوڪ ڏيکاريو ويو آهي. ان ڪهاڻيءَ جا هي جملا، "هوءَ ٽپ ڏئي کٽ تان اٿي بيٺي، اگهاڙين پيرين هوءَ حميد جي ڪمري ڏانهن هلي آئي. سندس دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي. ڪڏهن ڪڏهن ڪي هاڃا پنهنجي ئي هٿان ٿي ويندا آهن."

دوزخي هڪ ليکڪ، وچ واري همراهه ريو دادا (پڙوي) ۽ زخمن سان چور پيشيور عورت ۽ ان جي معصوم ڌيءَ حاجو جي ڪهاڻي آهي.

"ڪير آهي ريو دادا؟"

"گراهڪ" ريو دادا وراڻي ڏني.

"حاجو ڪٿي آهي؟" ريو دادا پڇيو.

تڏهن وراڻي ۾ هن اگهاڙي عورت جهيڻي آواز ۾ حاجو کي سڏ ڪيو. ڪن ڪانپوءِ يارهن ٻارنهن سالن جي ڇوڪري، ڪپڙي جي گڏي هيانوَ سان لائي ڊوڙندي آئي..."

ڪربلا ۾ شامل ورهاڱي تي لکيل ڪهاڻي "منهنجو من پنڇور" انهن ڪهاڻين ۾ ڳڻتي سگهجي ٿي، جيڪي ورهاڱي تي لکيل شاهڪار ڪهاڻيون آهن.

نورالهديٰ شاهه جي ڪهاڻين ۾ جيڪڏهن سياسي پس منظر واريون ڪهاڻيون پڙهڻيون آهن ته پوءِ "رڻ ۾ رج جو اتهاس" اهو ڪتاب آهي، جيڪو سنڌ جي مزاحمتي (Resistance) ادب جي پڙهندڙن لاءِ تمام گهڻو وڻندڙ ڪتاب ڇپيو وڃي ٿو.

البتہ هن جي ڪهاڻين ۾ ٿوريون گهڻيون ٻوليءَ ۽ اصطلاحن جي پيشڪش جون غلطيون ضرور آهن. جيئن ڪربلا جي عنوان واري ڪهاڻيءَ ۾ ٻک جي ڳالهه ڪندي لکي ٿي تہ "منهنجي پيٽ ۾ ٻليون پيون وڙهنديون هيون" جڏهن تہ اصطلاح آهي تہ "پيٽ ۾ ڪوئا پئي ڊوڙيا." ان کان علاوه سندس ڪيترين ئي ڪهاڻين ۾ "ڪٽس" لفظ جو ورجاءُ آهي. منهنجي زندگيءَ جو جنم قيد" جي عنوان واري ڪهاڻي ۾ لکي ٿي تہ "انيڪ راتين کان ستي ئي ڪين آهيان. بس صرف هڪڙو ئي سپنو آهي." ننڊ ڪانسواءِ خواب؟! توڙي جو نورالهديٰ شاهہ جون ڪهاڻيون گهڻو ڪري علامتي آهن. پر پوءِ بہ ننڊ ڪانسواءِ خواب واري ڳالهہ پڙهندڙ کي منجهائي ضرور ٿي.

"ڪربلا" ڪتاب جي ڪهاڻين کي گرپ جي حالت ۾ لکيل ڪهاڻيون چوندڙ نورالهديٰ شاهہ جي ان ٻار جي نفسيات ۽ سوچ تي سندس ماءُ جي انهن سوچن جو اثر پيو الائي نہ. جيڪي هن ان جي پيٽ ۾ هجڻ وارن ڏينهن ۾ سوچيون هيون؟!

## ائين ئي جيئندا رهون ٿا

### تبصرو: گوبند مينگهواڙ




"ائين ئي جيئندا رهون ٿا" مشتاق پرڪڙيءَ جي نثري نظمن جو مجموعو آهي. جيڪو سندس مرتئي کان پوءِ تازو سڄائي اشاعت گهر، دڙي پاران پڌرو ڪيو ويو آهي. ڪنهن Posthumous ڪتاب تي تبصرو لکڻ بنهہ ڏکيو ڪم آهي. جو ان ۾ لکندڙ تي لاشعوري طور صاحبِ ڪتاب جي ذات ۽ ذات مان هن جو ذات وارو پهلو وڌيڪ حاوي ٿي ويندو آهي. مشتاق پرڪڙيءَ سان منهنجي ڪا ملاقات ڪونہ هئي پر ڪتاب ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي من جي ڪائنات جو بهترين تعارف هوندا آهن ۽ سندس اهڙو تعارف. جيڪو هن ڪتاب جي معرفت مون تائين پهتو آهي، ايندڙ سٽن ۾ ان تي هڪڙي اڇاتري نظر آهي.

نثري نظم شاعريءَ جي عروضي اُٽت کان آزاد تخليقي اظهار جو اهڙو ميڊيم آهي، جنهن ۾ تخليقڪار وٽ پابندين کان خالي هڪ وسيع ڪئنواس هوندو آهي. جنهن ۾ هُو پنهنجي جذبن جي اُٽت ڪندو آهي. مشتاق پرڪڙي بنيادي طور تي جيئن تہ هڪ ڪهاڻيڪار هو ان ڪري هن جي نثري نظمن ۾ بہ ڪهاڻين جهڙو ٽچ آهي. سندس ڪيترائي نظم ننڍڙي فارميٽ ۾ هڪ وڏي ڪهاڻيءَ جو ڏيک ڏين ٿا. اهڙيون ڪهاڻيون جيڪي اسان جي آس پاس ۾ ساهہ کڻنديون رهنديون آهن.

هر احساس کان عاري
هر احساس کان خالي
پڇين ٿي ڪيئن ٿي گذري؟
بس ائين ٿي گذري

هن نظم سميت ڪتاب ۾ اهڙا ڪيترائي نثري نظم شاعر جي خارجي ڪيفيتن کي ظاهر ڪن ٿا. هڪ حساس ماڻهوءَ جيان سماج جون سموريون بي واجبيون هن جو

بہ رت ولوڙين ٿيون. مشتاق جي نظمن ۾ اجائي هجڻ وارو احساس هر اينگل کان هن جي خيالن تي حاوي نظر اچي ٿو. مون کي خبر ناهي، مشتاق قرت العين حيدر جي ٻڌايل اديب جي ان ڊيفينيشن کي پڙهيو هو الئہ نہ. جنهن ۾ هن چيو هو: "اديب هميشہ مس فٽ هوندو آهي، جيڪڏهن ائين نہ هجي تہ هو اديب نہ، پر ڪجهہ جو واپار ڪندڙ هجي ها." پر ڪتاب جي ٽائيٽل کان وٺي ان ۾ شامل آخري نظم تائين، هن جا خيال ان وصف کان ٻاهر نٿا نڪرن. مثال طور:

ذهن ـ ڪمري ۾
ڪيترين ئي سوچن جا پيرا آهن
هر سوچ پاڻ سان عذاب کڻي ٿي اچي
۽ روح کي رتورت ڪري ٿي وڃي
روز پوڳيندا رهون ٿا
ائين ئي جيئندا رهون ٿا.

يا وري:

وشال آڪاش تي چنڊ جو اڪيلو چمڪڻ
هن لاءِ ڪشش جو باعث ٿي پيو
۽ هن لئہ چنڊ ٻڻجڻ تہ ممڪن نہ هو
ها باقي مون پاڻ کي اڪيلائين جي نظر ضرور ڪري ڇڏيو.

شاعري جيئن تہ اندر جي اُڌمن جي اپٽار هوندي آهي، پر ان ۾ جمالياتي نکار پيدا ڪرڻ ۽ ان کي پڙهندڙ جي دل مان رستو ناهڻ جي قابل بڻائڻ، ڏانءُ جو ڪمال هوندو آهي. الئہ ڇو مشتاق جي هنن نظمن ۾ محبت جي ناڪامي ۽ ان جي نتيجي ۾ اپري ايندڙ فرسٽريشن جو عنصر نمايان آهي. ۽ ان سان گڏ بنهہ حيرت ۾ وجهندڙ اها ڳالهہ آهي تہ ڪتاب ۾ آيل سمورن نظمن جي خيالن تي موت جو پاڇو نظر ٿو اچي. حليم بروهي تازو پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ چيو آهي تہ "موت هڪ زبردست ريليف آهي، پر ان لئہ ضروري آهي تہ ماڻهو زندگيءَ جي پيڙا کي ضرور پوڳي." 33 ورهين جي نہ وڃڻ جهڙي ڄمار ۾ هي جهان ڇڏي ويل مشتاق پرڳڙيءَ جو هيءُ ڪتاب هن جي حياتيءَ جي پيڙائن جو اولڙو آهي، جيڪو تخيل جو روپ ڌاري اسان تائين پهتو آهي. خبر ناهي تہ "اڌ رات جو پهرن مٿان پياري چاندني" کي ڇڏي ويل هن ڪلاڪار موت مان بہ ڪو ريليف حاصل ڪيو الئہ نہ. جيڪو پنهنجي حياتيءَ لاءِ هن بي حس دنيا ۾ ڪو مطمئن ڪندڙ رويو هٽ نہ ڪري سگهيو. پر هُو ويندي ويندي چئي ويو:

اي وقت! تون شاهد رهجانءِ
جيترِي تو مُهلت ڏني
لفظن کي ساکي بڻائي
احساسن ۽ جذبن آڌار
اوترو آئون ڪم ڪيون پيو وڃان.

◈◈

## مانجهانڊڙي ڪاهيو- خوشحالي آڻيو

اسان جي اداري النور MDF شاهپور جهانيان سنڌ جي آبادگار جي معاشي حالت سڌارڻ سنڌ ۽ پاڪستان کي خوشحال بڻائڻ جو عزم ڪيو آهي.

اسان مانجهانڊڙي. کي پوري سنڌ ۾ هڪ فصل طور متعارف ڪرائي سنڌ جي زراعت ۾ انقلاب آندو آهي. ڇاڪاڻ ته مانجهانڊڙي ۾ ٻين فصلن کان وڌيڪ منافعو آهي. هي فصل زمين کي به ڻاهي ٿو ته گڏوگڏ ماحولياتي آلودگي کي به ختم ڪري ٿو. هن فصل تي ٻين فصلن جي مقابلي ۾ لاڳت به گهٽ ٿئي ٿي.

مان ته پنهنجي آبادگار ڀائرن کي نيڪ صلاح ڏيندس ته:



**مانجهانڊڙي ڪاهيو--خوشحالي آڻيو.**


**محمد اقبال صديقي**

ڊائريڪٽر پراجيڪٽ النور (ايم ڊي ايف)

شاهپور جهانيان (تعلقو مورو ضلعو نوشهروفيروز)

Ph: 0244_314055_56_57


## سنڌ جي آبادگارن لاءِ پيغام

هڪ زرعي ماهر هجڻ جي ناتي سنڌ جي آبادگارن لاءِ منهنجو مشورو آهي ته جيڪڏهن هو پنهنجي معاشي حالت سڌارڻ چاهين ٿا ته پوءِ ڪين پراڻا فصل ڇڏي نون فصلن طرف اچڻو پوندو.

سنڌ جي زراعت ۾ مانجهانڊڙي جي فصل جي اضافي جو سهرو النور MDF جي ڊائريڪٽر محمد اقبال صديقي جي سر تي سونهين ٿو. جنهن ڪافي ريسرچ کان پوءِ مانجهانڊڙي کي سنڌ جي پاپولر فصل طور متعارف ڪرايو آهي.

هن فصل جي دريافت سان سنڌ جي زراعت جي ٻڏندڙ ٻيڙي کي ڪنارو مليو آهي ۽ سنڌ جا زميندار هي فصل پوکي ڪافي منافعو ڪمائي رهيا آهن. توهان به جيڪڏهن زميندار آهيو ته مانجهانڊڙي ڪاهيو ۽ پنهنجي اپت غير معمولي حد تائين وڌايو.



وڌيڪ معلومات لاءِ:


**مهتاب حسين پٺاڻ (ايگرونامسٽ)**

0300_3227056

النور ايم ڊي ايف شاهپور جهانيان

تعلقو مورو ضلعو نوشهروفيروز.

وطن پنهنجن ماڻهن سان
ماڻهو پنهنجي ٻوليءَ سان
۽ ٻولي پنهنجي ادبَ سان ئي
سجاتي ويندي آهي.

اچو تہ پنهنجي ادب، ڪلچر ۽ ڪلا جي
همت افزائي ۽ مڃتا ۾ هٿ ونڊايون.

سنڌ جي معاشي سان گڏ ثقافتي ترقي ۽ خوشحالي
۾ ڀاڱي ڀائيوار

پاران
# ٿرپارڪر شگر ملز لميٽيڊ
ڪوٽ غلام محمد

SARANGAA

HYDERABAD

Jan-March, 2008

www.sarangaa.com

# پڙهندڙ نَسُل . پ ن
## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاغذ تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري تـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيـڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري تہ تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهـن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Club Exclusive نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حـالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جـي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتـي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِـٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيـڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)